# پيشڪش

حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي شريف جو هي نسخو، جيڪو شاهہ صاحب جي وڏي ڄاڻو ۽ پارکو، حضرت علامه آءِ. آءِ. قاضي صاحب جي ڊگهي عرصي جي جاکوڙ جو نتيجو آهي. ”سنڌي ادبي بورڊ“، اول 1961ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو، جنهن جو ٻيو ڇاپو وري 1986ع ۾ ڇپيو هو. رسالي جي هن متن جي منفرد سهيڙ ۽ افاديت جي ڪري، عام پڙهندڙن، طالبن توڙي تحقيق ڪرڻ وارن پاران، ان جي وقت بوقت طلب ٿيندي ٿي رهي. ان ڪري هي ٽيون ڇاپو، شاهہ سائينءَ جي ٻہ سؤ اُٺونجاهين سالگرهہ جي موقعي تي پڌرو ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪري رهيا آهيون. اُميد تہ اسان جي اها پيشڪش قبول پوندي.

29- 7- 1993ع

**شمشير الحيدري**

# مهاڳ

سدا حيات شاعر شاهه عبداللطيف رحہ جون ورسيون 1940ع کان پوءِ ذوق شوق سان ملهائڻ شروع ٿيون. پاڪستان جي قائم ٿيڻ بعد، شاهه جا اهي سالگره جشن ويتر وڏي پيماني تي ملهايا ويا آهن، جن ۾ ملڪ جي صدر ۽ بين اعليٰ ڪارڪنن، ٻاهرين سفارتخانن جي نمائندن توڙي سفيرن، ۽ ملڪ جي مختلف ڀاڱن جي اديبن ۽ شاعرن شموليت پئي ڪئي آهي. انهيءَ ڪري وقت بوقت شاهه جي سوانح توڙي شاعريءَ بابت موزون ڪتابن جي طلب ٿيندي رهي آهي، ۽ خصوصاً شاهه جي رسالي جي هڪ مستند متن بابت تقاضا وڌندي رهي آهي.

ملڪي اديبن توڙي ٻاهرين عالمن جي عام مطالعي واري انهيءَ ضرورت کي محسوس ڪندي، سنڌي ادبي بورڊ سنہ 1960ع ۾ شاهه جي شاعرانہ پرواز ۽ فڪر بابت هڪ جامع ڪتاب توڙي شاهه جي ڪلام جي هڪ معياري متن تيار ڪرڻ جو ڪم علامه امداد علي قاضي صاحب جن جي حوالي ڪيو، جن مان ڪلام جو متن هينئر شايع ٿي رهيو آهي.
هت انهيءَ ڳالهه کي جتائڻ جي ضرورت ڪانهي تہ شاهه جي ڪلام جو مرتب ٿيل هيءُ متن، شاهه جي وڏي ۾ وڏي عالم ۽ ڄاڻو جي گهَري غور ۽ فڪر جو نتيجو آهي. علامه قاضي صاحب جن گذريل سٺ سالن کان وٺي شاهه جي ڪلام جو مطالعو پئي ڪيو آهي، ۽ انهيءَ ڪري شاهه جي ڪلام جي متن جي هيءَ تاليف ۽ ترتيب چڻ هڪ روشن دماغ مفڪر جي سٺ سالن جي گهَري غور ۽ ويچار جو ثمر آهي. صرف ڪلام جي صحيح متن قائم ڪرڻ ۽ ان کي صحيح طور سان ڇاپائي ڪتابي صورت ۾ آڻڻ لاءِ پڻ داناء مؤلف هڪ سال کان وڌيڪ مسلسل ڪوشش ۽ توجهه کان ڪم ورتو آهي.

متن جي هن اشاعت جي خاص خوبي اها آهي جو هن ۾ شاهه جي ڪلام جو، نفس مضمون توڙي معنيٰ ۽ مقصد جي لحاظ سان، گهَرو مطالعو ڪيو ويو آهي ۽ ان کي انهيءَ فطري ترتيب موجب پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي، جنهن جو شاهه جي زندگيءَ جي جدا جدا منزلن سان مناسبت ۽ مطابقت جو امڪان آهي. انهيءَ لحاظ سان هيءَ اشاعت اڳين مڙني ڇاپن کان اُتم ۽ اعليٰ آهي. رسالي جا اڳيان ڇاپا يا تہ محض بيتن جا 'مجموعا' آهن، جن ۾ شاهه جي بيتن سان گڏ ٻين ڪن شاعرن جا بيت پڻ شامل آهن، ۽ يا تہ وري اهڙن 'مجموعن' جي زياده صاف صورت آهن، جن ۾ فقط شاهه جي بيتن کي ڀيٽي شامل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. هن اشاعت ۾ شاهه جي مستند ڪلام جي سلسليوار سٽاء ۽ ترتيب کي خاص طرح مدِنظر رکيو ويو آهي، ۽ انهيءَ لحاظ سان شاهه جي ڪلام جو هيءُ پهريون مرتب ڪيل نسخو آهي، جنهن ۾ شاعر جي ذهن ۽ فڪر جي تدريجي ارتقا جو خاڪو نسبتاً صاف نظر اچي ٿو. شاعر جي زندگي ۽ فڪر جي درجيوار مرحلن مطابق، ڪلام جي هيءَ ترتيب خود شاعر جي سوانح حيات جي مطالعي لاءِ پڻ مفيد ثابت ٿي سگهي ٿي، ڇاڪاڻ تہ ٻاهرين ٻُڌل زباني روايتن جي برعڪس، خود شاعر جي پنهنجي ڪلام جي تسلسل ۾ سندس زندگيءَ جي مختلف مرحلن جا اهڃاڻ موجود آهن. هيءُ هڪ عجب اتفاق آهي جو روشن دماغ ۽ داناءَ مولف جي گهَري غور ۽ ويچار بعد هن اشاعت ۾، شاهه جي ڪلام جي جيڪا داستانن ۽ سُرن وار ترتيب وجود ۾ آئي آهي، ان ۾ انسان جي ذهني ۽ روحاني ارتقاء جي اعليٰ مرحلن جو عڪس موجود آهي، ۽ انهيءَ لحاظ سان پڙهندڙن لاءِ هن اشاعت جو مطالعو اڻ سڌيءَ طرح پڻ فائدي کان خالي نہ آهي.

متن ۾ بيتن جون پڙهٽيون موجوده عام رائج اچارن مطابق ڏنيون ويون آهن. انهيءَ ڪري، شروع کان پراڻي صورتخطيءَ جي استعمال سببان پوين ڇاپن ۾ جيڪي لفظن جي پڙهٽين جون غلطيون هلنديون پئي آيون، تن جي تصحيح ڪئي وئي آهي. جيتوڻيڪ هيءُ متن رسالي جي مختلف ڇاپن توڙي قلمي نسخن جي پڙهٽين تي غور بعد قائم ڪيو ويو آهي، تہ بہ رسمي طور هيٺ حاشين ۾ جدا جدا پڙهٽيون ڪين ڏنيون ويون آهن: انهيءَ لاءِ تہ هيءُ جلد اجايو ضخيم نہ ٿي پئي ۽ پڻ پڙهندڙن جو ڌيان متن ۾ ڪلام جي حسن ۽ ڪمال کان هٽي حاشين

طرف نہ ٿئي. البتہ عام فائدي خاطر متن جي آخر ۾ ڏکين لفظن جي پٽي ڏني وئي آهي، جا اُميد تہ پڙهندڙن لاءِ ڪارگر ثابت ٿيندي.

پريس لاءِ صاف ڪاپي لکڻ، پهرين پروفن پڙهڻ ۽ آخر ۾ ڏکين لفظن جي پٽي تيار ڪرڻ ۾ مير محمد نظاماڻي، ليڪچرر شعبه سنڌي، سنڌ يونيورسٽي، مؤلف جي مدد ڪئي، ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي پريس جي عملي هن ڪي ٿوري عرصي ۾ ڇاپڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن لاءِ اهي سڀيئي صاحب شڪريي جا لائق آهن.

حيدرآباد
1- مئي 1961ع
**نبي بخش بلوچ**
ڊين فيڪلٽي آف آرٽس
سنڌ يونيورسٽي

# سُر ڪلياڻ

## داستان پھريون

(1)
اَولِ اَللهِ، عَليمِ، اَعليٰ، عالَمَ جو ڌڻِي،
قادر پنھنجي قدرت سين، قائمِ آه قديمِ،
والِي، واحد، وحده، رازق، ربُّ، رحيمِ،
سو ساراهِ سچو ڌڻِي، چئي حمد، حڪيمِ،
ڪري پاڻ ڪريمِ، جوڙؤن جوڙ جَھانَ جِي.

(2)
وَحده لاشَريڪَ لَه، جڏھن چيو جَن،
تَن مڃيو محمّد ڪارَڻِي، ھيجان ساڻ هِنيَن،
تڏھن منجھان تَنّ، اَوتَڙَ ڪونہ اولِيو.

(3)
وَحده لاشريڪَ لَهُ، ٻُڌءِ نہ ٻوڙا،
ڪِ تو ڪَنين نہ سُئا، جي گھَٽ اَندر گھوڙا،
ڳاڙِيندين ڳوڙھا، جِت شاھدَ ٿيندءِ سامھان.

(4)
وَحدَه لاشريڪَ لَه، ايءُ وِھائج ويءُ،
ڪٿين جي ھارائپين، ھنڌ تنھنجو ھيءُ،
پاٽان ڇُوندءِ پيءُ، ٻَري جامُ جَنَتَ جو.

(5)
وَحدَه لاشرِيڪَ لَه، اِيءُ ھيڪَڙائيءَ حَقُ،
ٻِيائيءَ ڪي ٻَڪُ، جَن وڌو سِي وِرَسيا.

(6)
وَحدَهُ جي وَڊِيا، اِلاّالله اَڌَ ڪِيا،
مُحمّد رَّسُولَ چئي، مسلمانَ ٿِيا،
عاشق عبداللطيف چئي، اِنھِين ڀِھ ڀِيا،
تِيلان ڌڻِيءَ ڌُئا، جيلان ويا وحدتَ گڏجي.

(7)
وَحدَهُ جي وڊِيا، اِلاّالله سين اورِينِ،
ھِينئون حقيقت گڏيو، طريقت تورِينِ،
معرفتَ جي ماٿِ سين، ڏيساندرَ ڏورِينِ،
سُڪِ نہ سُتا ڪڏھين، ويھِي نہ ووڙِينِ،
ڪُلھِنئُون ڪورِينِ، عاشقَ عبداللّطيف چئي.

(8)
وَحدَهُ لاشريڪَ لَهُ، جان تو چئين اِيئن،
تان مَج مُحمّد ڪارَڻِي، نِرتَئُون منجھان نِينئَھن،
سو تون وڃيو ڪِيئن، نايئين ڪنڌ ٻين ڪي.

(9)
وَحدَهُ لاَشريڪ لَهُ، جَن اُتو سين اِيمانَ،
تَن مڃيو مُحمّد ڪارَڻِي، قَلبَ ساڻ لِسانَ،
اُوءِ فائِقَ ۾ فَرمانَ، اَوتَڙ ڪنھن نہ اولِيا.

(10)
اَوتَڙَ ڪنھن نہ اولِيا، سُتَڙِ ويا سالِمَ،
ھيڪائِي ھيڪُ ٿِيا، اَحَد سين عالمَ،
ٻي ٻَھا بالِمَس، آگي ڪِيا آڳِھين.

(11)
آگي ڪيا اڳِھَين، نِسوروئِي نُورُ،
لاخوفُ عَليھِم ولاھُم يَحزنُونَ، سچِنِ ڪونھي سُورُ،
مَوليٰ ڪِيو مَعُمورُ، اَنگُ اَزَلَ ۾ اُنِ جو.

(12)
سِرُ ڍِونڍِيان، ڌَڙ نہ لَھان، ڌَڙُ ڍِونڍِيان، سِرُ ناه،
هَٿَ، ڪرايون، آڱريون، ويا ڪپجِي ڪانه،
وَحدتَ جي وِھانءِ، جي ويا سي وڍِيا.

(13)
وَحدَهُ جي وڍِيا، ڪِيا اِلاّالله اَڌُ،
سِي ڌَڙَ پَسِي سَڌَ، ڪنھن اَياڳِيءَ نہ ٿئي.

(14)
وَحدَتا ڪَثرتَ ٿِئي، ڪثرتَ وحدتَ ڪُلُّ،
حَقُّ حقيقي ھيڪَڙو، ٻولِي ٻِي مَ ڀُلَّ،
ھِيءُ ھلاچو ھُلَّ، بالله سندو سڄڻِين.

(15)
چئو تُون اَلله ھيڪَڙو، وَائِي ٻِي وسارِ،
تَنَ ۾ تَندُ تنوارِ، سدا سُپيرِينِ جي.

(16)
چئو تون اَلله ھيڪَڙو، ٻِي وائِي وساري ڇَڏِ،
اُو تان تو سين گڏِ، سڄڻُ ساهَ پساهَ ۾.

(17)

پاڻئِي جلُّ جلالَہُ، پاڻئي جانَ ِ جمالُ،
پاڻِئي صورتَ پِرّ جي، پاڻِئي حُسن ڪمالُ،
پاڻِئي پِيرُ مُريدُ ٿِئي، پاڻِئي پاڻ خيالُ،
سو سڀوئِي حالُ، مَنجھان ئِي معلوم ٿئي.

(18)

پاڻِئي پسي پاڻ کي، پاڻئي محبوبُ،
پاڻِئي خلقي خوبُ، پاڻئي طالب تَن جو.

(19)

سو هِيءُ، سو هو، سو اَجَلُ، سو اَللهُ،
سو پِرين، سو پَساهُ، سو ويري سو واهَرُو.

(20)

سو هيڏانهن، سو هوڏانهن، سوئي مَنِ وسي،
سوئِي سو پَسي، تَهِين سندي سوجهري.

(21)

پڙاڏو سو سَڏُ، وَرُ وائِيءَ جو جي لهين،
هُئا اِڳهين گڏُ، ٻُڏڻَ ۾ ٻہ ٿيا.

(22)

ايڪ قَصرَ، دَرَ لَکَ، ڪوڙين ڪٽس ڳِڙڪيون،
جيڏانهن ڪريان پَرکَ، تيڏانهن صاحبُ سامُهُون.

(23)

ڪوڙين ڪايائون تنهنجيون، لِکن لُکَ هزارَ،
جِيءُ سڀ ڪنهن جِيءَ سين، درسن ڏارو ڏارَ،
پرينم تنهنجا پارَ، ڪهڙا چِئي ڪيئن چُؤان!

**وائي**

سيڪا پِريان ڪُون پُوڄي،
نِينهُن نيٽين، ڳُڻ ڳالھہ، وو.
جا چِتايم چِتَ ۾، سجڻُ سا تو ٻُجهي،
نِينهُن نيٽين، ڳُڻ ڳالھہ، وو.
لاتِ جا لطيف جِي، سَڏُ تنهن جو سُڄي،
نِينهُن نيٽين، ڳُڻ ڳالھہ، وو.

# داستان پيو

(1)

آڳهي اُڳهائِي، رنج پِريان ڪي رسيو،
چڱيم چڱائِي، سورانگهي سوريءَ تان.

(2)

اَنڌا اُونڌا ويچ، ڳلَ ڪُڄا لئي ڪانئيين،
آسان ڏُکي ڏيلَ ۾، تون پياريين پيچ،
سوري جَنين سيجَ، مَرڻُ تن مُشاهدو.

(3)

سوريءَ سَڏُ ٿيو، ڪا هلندي جيڏِيُون؟
وڃڻُ تَن پيو، نالو نِينهَن ڳِنهَن جي.

(4)

سوري سڏُ ڪري، اُپِي عاشقن کي،
جي اَٿئِي سَڌَ سِڪَڻ ۾، تہ ڪَوُ مَ پيرُ پري،
سِسِي ڏارَ ڏري، پڇج پوءِ پِريتڻون.

(5)

سوري آه سينگارُ، آڳهين عاشقن جو،
مُڙڻ، موٽڻ مِهڻون، ٿيا نظاري نِروارُ،
ڪُسڻ جو قرارُ، اَصل عاشقن جو.

(6)

سوري سينگاري، اَصل عاشقن کي،
لُڏيا ڪِينَ لطيفُ چئي، ٿيا نيزي نظاري،
ڪونيو ڪناري، آٽيو چاڙهي اُنِ کي.

(7)

سوريءَ مٿي سيڻَ، ڪهڙي ليکي سَنَرا،
جيلَهُ لڳا نيڻَ، تي سُوريائِي سيجَ ٿِي.

(8)

سورِيءَ چڙهڻ، سيجَ پَسڻَ، اِيءُ ڪم عاشقنِ،
پاهُون ڪِينَ پَسَنِ، سائُو هلن سامُهان.

(9)

سوريءَ جي سؤ وارَ، ڏيهاڙئو چَنگِ چڙهيين،
جِمَ وِرچي چڏيين، سِڪڻ جي پچارَ،

پِرت نہ پَسين پارَ، نينهُن جِئائِين نگيو.

(10)

پهرين ڪاتِي پاءِ، پُڇج پوءِ پريتُون،
ڏک پريان جو ڏيلَ ۾، واجِبُ جيئَن وَجاءِ،
سِيخُن ماهُ پچاءِ، جي نالو گِيڙَءِ نِينهن جو.

(11)

ڪاتِيءَ ڪونهي ڏوهُ، گِن وِيِندڙ هٿَ ۾،
پَسيو پَرِ عجيب جِي، لِڇيو وِجي لوهُ،
عاشقن اَندوهُ، سدا معشوقن جو.

(12)

ڪاتِي تکِي مَ ٿئي، مَرُ مُنيائِي هوءِ،
مانَ وُرَمِن توءِ، مون پِريان جا هٿڙا.

(13)

جي تون سِکَڻُ سِکيو، تہ ڪاتِيءَ پِئِي مَ ڪَنجهہُ،
سُپيريان جي سُورَ جو، ماڙهُن ڏِجي نہ مَنجهہُ،
اَندر اِيءُ اَهنجُ، سانديج سڪائون ڪري.

(14)

جان وِڍِئين تان ويهہُ، نہ تہ ونيو واٽ وانءُ تون،
هِيءُ تَنين جو ڏيهہُ، ڪاتِي جَنِين هٿَ ۾.

(15)

ڪاتِي جن ڳري، مان لنئون لڳي تنَ سين،
محبت جي ميدان ۾، وِجان پيرِ پري،
اَڏِيءَ سِرُ ڌري، مانَ ڪُهنُهون سُپرين.

(16)

اَڳيان اَڏِين وَٽِ، پوين سِرَ سنباهيا،
ڪاٽِ تہ پَوين قبولَ ۾، مَچَڻ پايين گهَٽِ،
مَتا مَهايَن جا، پيا نہ ڏِسين پَٽِ،
ڪلاڙڪي هَٽِ، ڪُسڻ جو ڪوپُ وَهي.

(17)

جي اَتئِي سِکَ سُرکَ جي، تہ ونءُ ڪَلاڙڪي ڪاٽي،
لاهي رک لطيف چئي، مَتو وَٽِ ماٽي،
تِکَ ڏيئِي پِکَ پيءُ تون، گهوٽ منجهان گهاٽي،
جو وَرنه وِهاٽي، سو سِرَ وٽ سَرو ساهنگو.

(18)

جي اَتئِي سَدَ سُرک جي، تہ وَنءُ ڪَلاڙڪي هَٽِ،
لاهي رک لطيفُ چئي، مَتو ماٽي وَٽِ،
سِرُ ڏيئِي ۾ سَٽِ، پِيج ڪي پِيالِيون.

(19)

جي اَتئِي سِکُ سُرکَ جي، تہ وَنءُ ڪَلاڙڪي کُوءِ،
مَهيسَرَ جِي مَدَ جي، هُتِ هڏهين هُوءِ،
جان رمز پروڙيين روُءِ، تان سِرَ وٽِ سُرڪِي سَڳُئِي.

جي اَتئِي سِکَ سُرکَ جي، تہ وَنءُ ڪَلاڙڪي گهَرِ

(20)

جي اَتئي سِکَ سُرکَ جي، تہ وَنءُ ڪلاڙڪي گهَرِ،
وَڍِڻُ، چيرڻُ، چِچرڻُ، پَهتِ اُنهين جِي پَرِ،
جي وَٽي پَويئِي وَرِ، تہ سَهَنگِي آه سيّد چئي.

(21)

ناٽِي ناه ڪَڪُوه، ڪِين مُلهہ مهائگو مَنڍُ،
سَنباهِج سيّدُ چئي، ڪاٽڻ ڪارڻ ڪنڌُ،
هيءُ تَنِين جو هَنڌُ، مَٿَن پاس مَرڻ جي.

(22)

عاشقَ زهرَ پِياڪَ، وِهُ پسيو وِهسَن گهڻو،
ڪڙي ۽ قاتل جا، هميشه هيراڪَ،
لَڳين لَنئُون لطيفُ چئي، فنا ڪيا فراقَ،
توڙي چِکنِ چاڪَ، تہ بہ آهَ نہ سَلِن عامَ کي.

(23)

مَ ڪر سَدَّ شرابَ جي، جي تون تارِيين ٿوهُ،
پِيتي جنهن پاسي ٿِئي، منجهان رڳِن روحُ،
ڪاتي چَکُ ڪَکُوهُ، لاهي سِرُ لطيفَ چئي.

(24)

سَدڙيا شرابَ جون، ڪوهُ پچارون ڪَن،
جُه ڪات ڪلالنِ ڪيِيا، تہ موٽيو پوءِ وِجن،
پِڪون سي پِينَ، سِرَ جنهين جا سَٺَ ۾.

(25)

سرَ جُدا، ڌَڙ ڌارَ، دوڳَ جَنِين جا ديڳِ ۾،
سي مَرُ ڪَنُ پچارَ، هَڪِيا جن جي هٿ ۾.

(26)

ديڳيين دوڳَ ڪَڙهَنَ، جِت ڪڙيين ڪڙڪو نہ لهي،

تتي طبيبنِ، چاڪَ چڪندا ڇڏيا.

(27)
سِسي سي گھُرَنِ، جي واٽِيندڙ وچ ۾،
اُوءِ ڪِين ٻيو پُڇُنِ، سرو جن سنباھيو.

(28)
اَصل عاشقَ پانھنجي، سِسي نہ سانديين،
لاھيو سِرُ لطيفُ چئي، ساهُ سَلاڙيو ڏِين،
ڪَلَھِنئون ڪاٽِين، پُڇنَ پوءِ پريتڙون.

(29)
اَصل عاشقن جو، سِرُ نہ سانڍڻ ڪَمُ،
سؤ سِسنئان اڳرو، سَندو دوسان دَمَ،
ھيءُ ھَڏو ۽ چَمُ، پڪَ پريان جيءَ نہ پڙي.

(30)
جي مَتي وَٽِ مڙَنِ، تہ سپ ڪنھين سَڌ ٿئي،
سِر ڏني سَٽِ جُڙي، تہ عاشقَ اِيئن اَچَن،
لِڏا تي لَيَنَ، مُلھ مھانگا سُپرين.

(31)
مُلھ مھانگو قَطرو، سِڪَڻَ شھادتَ،
اَسان عِبادتَ، نظَرَ نازَ پرين جا.

**وائي**

مَنڊُ پيندي مون، ساجَنُ سھِي سڃاتو.
پي پيالو عشقُ جو، سَيُڪي سمجھوسون،
ساجَنُ سھِي سڃاتو.
پريان سندي پار جي، اَندر آڳِ اَٿئون،
ساجَنُ سھِي سڃاتو.
جيئڻ ناھي جَڳُ ۾، ڏينھَن مڙيئي ڏُون،
ساجَنُ سھِي سڃاتو.
اَلا! عبداللّطيف چئي، آھين تُونھين تون،
ساجَنُ سھِي سڃاتو.

## داستان ٿيون

(1)
اُتياري اُتِي ويا، منجھان مون آزارَ،
حبيب ٿِي ھٽِي ويا، پيڙا جِي پچار،
طبيبنِ تنوارَ، ھَڏِ نہ وٽي ھاڻِ مون.

(2)
ھَڏِ نہ وٽي ھاڻِ مون، ويڇن جو وصال،
ھِن منھنجي حالَ، حبيب ٿِي ھادي ٿيو.

(3)
حبيبُ ٿِي ھادي ٿيو، رھنُما راحَتَ،
پيڙا نِيائين پاڻ سين، لائي ڏيئِي لَتَ،
سُپيريان صِحَتَ، ڏِنيمَ منجھان ڏکندي.

(4)
اوڙِ ڏُکندو او ٿئي، ھادي جنھن حبيبُ،
تَرَ تفاوت نہ ڪري، تنھن کي ڪو طبيبُ،
رھنُسما رقيبُ، ساٿَر صِحت سُپرين.

(5)
ساٿَر صِحَتَ سُپرين، آھي نہ آزارُ،
مجلس وِيرَ مِنو ٿئي، ڪوئيندي قھارُ،
خنجر تنھن خوب ھٽي، جنھن سين ٿئي يارُ،
صاحِبُ ربُّ ستّارُ، سُوجھي رڳون ساهَ جِيُون.

(6)
رڳُون ٿيون رَبابُ، وجن ويلَ سيڪِھِين،
لُچَڻ، ڪُچڻَ نہ ٿيو، جانب ري جبابُ،
سوئِي سَنڌيندم سُپرين، ڪِيس جنھن ڪبابُ،
سوئِي عَينَ عذابُ، سوئِي راحتَ روحَ جِي.

(7)
سوئِي راهُ رَدّ ڪري، سوئِي رھنُما،
’وَ تُعِزُّ مَنۡ تَشَاءُ وَ تُذِلُّ مَن تَشاء‘.

(8)
جاٽِي ٻُجھي جَنِ، تو سين سُورَ سَجَ ڪِي،
تون ڪيئن سَنديون تَنِ، پَرَسين پچارُوُن ڪرين؟

(9)
پَر ۾ پُڇيائُو، عشقَ جي اَسباب ڪِي،
دارون ھِن دردَ جو، ڏاڍو ڏساٿُون،
آخِرُ وَالعَصَر جو، اِينھين اُتائون،
تِھان پوءِ آئُون، سِڪان تِي سلامُ ڪِي.

(10)

سِڪين ڪُه سلامَ ڪي، ڪرين ڪُه نہ سلامُ،
ٻيا دَرَ تن حَرامُ، اِيءُ دَرُ جَنين ديکيو.

(11)

مِنايان مِنو گهٽو، ڪڙو ناه ڪلامُ،
سُڪوت ئي سلامُ، پريانِ سندي پارَ جو.

(12)

پِريان سندي پارَ جي، مڙئي منائي،
ڪانهي ڪَڙائي، چَکِين جي چيٽُ ڪري.

(13)

تو جَنين جِي تاتِ، تَن پُڻ آهي تنهِنجي،
’فَاذ ڪُرُونِي اَذڪُر ڪُم‘، اِيءُ پروڙج باتِ،
هَٿِ ڪاتِي ڳُڙُ واتِ، پُڇڻ پَر پِريَنِ جِي.

(14)

حبيبنِ هيڪارَ، مَنجهان مِهرَ سَڏ ڪيو،
سو مُون سپ ڄمار، اورڻ اُهوئِي ٿيو.

(15)

پاٻوهي هيڪارَ، مُونهان پُڇيو سَڄڻين،
’السَتَ بِرَبڪُم‘، چيائون جنهن وارَ،
سندي سُورَ ڪِنارَ، تَنَ تڏاهڪُون نہ لهي.

(16)

پاٻوهِيو پُڇَنِ، ’ڪٿي هَٿُ حَبيبُ جو‘،
نيزي هيٺان نِينهن جي، پاسي پاڻُ نہ ڪَنِ،
عاشقَ اَجل سامُهان، اُونچي ڳاٽِ اَچنِ،
ڪسڻ قربُ جَنِ، مَرڻ تَنِ مشاهِدو.

(17)

ڪوٺي ڪُهي سُپرين، ڪوٺي ڪُهَڻَ ساڻُ،
نيزي هيٺان نِينهن جي، پاسي ڪر مَ پاڻُ،
ڄُلُ، وِڃائي ڄاڻُ، عاشقَ اَجل سامُهون.

(18)

ڪونَڻ قريبن جو، عَينُ تَڙڻ آهِ،
اِيءَ اُلٽِي ڳالهِڙي، سِڪُ وَرندِي ساهِ،
آسَرَ هَڏ مَ لاهِ، چِنڻ ڳِنڍِڻ اُنِ جو.

(19)

ڪُهَنِ تان ڪَرَ لَهَنِ، ڪَرَ لَهَنِ تان ڪُهَنَ،
سي ئِي ماءِ مُهَنَ، سي ئِي راحتَ روحَ جِي.

(20)

ڪُهي سو ڪَرَ لهي، ڪوٺي سو قَريب،
اِها عادت سِڪيو، هر زمانِ حبيب،
تِڇي سو طَبِيبُ، سوئِي راحت روح جِي.

(21)

ڪُهَنِ ۽ ڪوٺِينِ، اِيءَ پَرِ سَندِي سڄڻين،
سُورِيءَ چاڙهيو سُپرِين، ڏنيَ ڏِيهاڙِي ڏِينِ،
ويٺا وِرهُ وَٺِينِ، آءُ واڍوڙيا وِهاءِ ٿُون.

**وائي**

ٿيندو تَنَ طبيبُ، داروُن منهنجي درد جو.
ٻُڪِي ڏيندُمِ ٻاجهہ جي، اَچِي شال عَجيبُ،
دارون منهنجي درد جو.
پِريَن اَچِي پاڻ ڪِيو، سندو غور غريبُ،
دارون منهنجي درد جو.
ڏُکندو سيوئي ڏورِ ڪِيو، مَنجهؤُن تَن طبيبُ،
دارون منهنجي درد جو.
اَديون عبداللّطيف چئي، هاتِڪُ آهِ حبيبُ،
دارون منهنجي درد جو.

—

# سُر يمن ڪلياڻ

## داستان پهريون

(1)
تُون حبيبُ، تون طبيبُ، تون درد جي دواء،
جانبُ مُنهنجي جيءَ ۾، آزار جا اَنواع،
صاحبَ ڏي شفاء، ميان! مريضن کي.

(2)
تون حبيبُ، تو طبيبُ، تون درد جو دارُوَن،
دوا آهن دل کي، تنهنجيون تَنوارُوَن،
ڪريان تي ڪارُوَن، جئن ڀُڪي ڀِئنئِون نہ ٿئي.

(3)
تون حبيبُ، تون طبيبُ، تونهين دَيَن دَبُ،
تون ڏِيين، تون لاهيين، تون هادي، تون ربُّ،
آهِم اِيءُ عجبُ، جئن واريو ويجَ وِهارِيين.

(4)
تون حبيبُ، تون طبيبُ، تون دارُوَن کي دردن،
تون ڏيين، تون لاهيين، ڏاتَرَ کي ڏُکندَنِ،
تڏهن ڦڪيون ڦرڦ ڪَنِ، جڏهن اَمُر ڪريو اُنِ کي.

(5)
جان کي ڪري طبيبُ، دارون هِن درد جا،
هٿيو سا حبيبُ، اُکوڙيو اَڏَ ڪَري.

(6)
هَڻُ حبيبُ هَٿُ ڪٽِي، تيڪ مَرَ، تورو لاءِ،
پرين تنهنجي گهاءِ، مَران تہ مانُ لَهان.

(7)
هَڻُ حبيبَ هَٿُ ڪٽِي، دل ۾ تِي دانهيان،
ڪُچان تان ڪُوڪَ ٿئي، صبر آءٌ نہ سَهان،
ڪنهن کي اِيئن چَوان، تہ مون کي ماريو سَجَڻين.

(8)
هَڻُ حبيبَ هَٿُ ڪٽِي، ٻَنگا لَهِي ٻاڻ،
ماڳهين مون مِنهُن ٿئي، جهولِيءَ وجهان ٻاڻ،
اِنّ پَرِ ساجَنَ ساڻ، مانَ مقابلو مون ٿئي.

(9)
ڄِت حبيبَ هَٿِن، نانُڪَ يَري نِينهَن جي،
تِتي طَبيبنَ، وِڃا وجي وسرِي.

(10)
هَٽي جي حبيبُ، مَحبتي مَيا ڪري،
پڇان ڪونہ طَبيبُ، هوند گهائِن سين تِي گهاريان.

(11)
چوري چنگُ، ٻَنگُ لَهِي، حبيب هَنيوسِ،
ٻُجهان ٻاڻُ لَڱوسِ، ڪانارئو ڪَرَ ڪٽي.

(12)
ڪانارئا ڪُٽڪَن، جَنين لوهہُ لِڱن ۾،
محبت جي ميدانَ ۾، پيا لالَ لُڇَن،
پاٽهي ٻَڌن پَٽيُون، پاٽهي چِڪِئا ڪَنِ،
وٽان واڍوڙِين، رهِي اَڇجي راتڙي.

(13)
رهِي اَڇجي راتڙي، تَن واڍوڙين وٽاءَ،
جَن کي سورُ سريرَ ۾، ڳَهَٽُ منجهارا گهاءَ،
لِڪائي لوڪاءَ، پاٽهي ٻَڌِن پَٽيون.

(14)
اَڄ پُڻ ڪَنجهو ڪَنجهَہ، واڍوڙڪي مَنهين،
جي پُڻ پِيَين سَنجهَہ، هُوءِ پِنيُون، هُوءِ پَٽِيُون.

(15)
اَڄُ پُڻ ڪِهڙي دائهن، واڍوڙڪي مَئهين؟
ويجَ وَرائي ٻانهن، چوري چاڪَ نهاريا.

(16)
ويچارا واڍوڙ، سدا شاڪِرَ سُورَ سين،
تاٽِين پاسي توڙ، اوري ڪَن نہ آسرو.

(17)
سدا آهي سُورَ جِي، واڍوڙين وائِي،
جيڪا اَتن مَن ۾، سَلنِ نہ سائِي،
اوڙڪِ اُهائِي، ڳوليو لَهنِ ڳالهَڙي.

(18)
سَڳهنِ سُڌِ نہ سُورَ جي، تہ گهايَلَ ڪِئن گهارين،

پِيلَ پاسو پَٽَ تان، واڍوڙيلَ نہ وارينِ،
پَرِ ۾ پَچَنِ پِرينءَ لئي، هَئي! هنجھُون هارِينِ،
سَڄِڻُ جي سارِينِ، تَن رويو وهامي راتَڙي.

(19)

سَگھَنِ سُتِ نہ سُورَ جي، تا رُنڪَنِ رَنجُورِي،
پيا آهن پَٽَ تي، مَتِنِ مامُورِي،
لِڳَيَنِ لؤن لطيفُ چئي، سدا جي سُورِي،
پِرتِ جَن پُوري، تَن رويو وهامي راتَڙي.

(20)

آيَلِ اُنِ نہ وِسهان، هنجھُون جي هارِينِ،
آٽيو آبُ اکين ۾، ڏيھَ کي ڏيکارِينِ،
سَڄَڻُ جي سارِينِ، سي نکي رُون نہ چُون ڪِي.

**وائي**

وِرِسيا ويجَ ويچارا، دل ۾ دردُ پِريَنِ جو،
اُتو ويڄا، مَ وِهو، وجو ڏِبَ ڪِٽي،
دل ۾ درد پِرينِ جو.
ٻُڪِي ڏيندا ٻاجھَ جي، آيا سُورَ ڏٽِي،
آيا جيءَ جيارا،
دل ۾ درد پِريَنَ جو.

# داستان ٻيو

(1)

تَنَ طبيبُ نہ ٿُون، جو سُتِ نہ لهين سُورَ جي،
ڍَڪِ پنهنجون ڍِبُون، ڳڏ ڪٽِي ۾ پُون،
ڪانہ گُھرجي مون، حياتي هوتن ري.

(2)

ڌاريئي دنيا ڪارڻِ ڍِبُون، تَنَ جون تون نہ طَبيبُ،
اِيندو اَڄُ عجيبُ، شادِي ڏيندو صِحَت جِي.

(3)

تَنَ طبيبَ نہ ڳڏيا، ڪُنِيَس ڪُويڄَنِ،
ڏيئي ڏنَبِ ڏڏَنِ، پاٽان ڏِيلُ ڏُکوئيو.

(4)

آهي گھٽو آگھنِ جو، تَرَسُ طِبِيبَنِ،
ڪيو وَسُ ويڄَنِ، تان ڪِريءَ ري ڪِينَ ٿئي.

(5)

تَرَسُ طبيبن جو، جَڏَنِ ڪيو نہ ذاتِ،
جو ويڄنِ جي واتِ، دارُونئا تنهن ڏُورِ ٿيا.

(6)

آگھائِي سَگھا ٿيا، جي وينا وٽِ ويڄَنِ،
تَرَسِي طبيبنِ، چيني هُوندَ چڱا ڪيا.

(7)

ويڄَنِ سين وائيءَ پيا، ڪِرِي نہ ڪياڻُون،
جي پَندِ پاريائون، تہ سِگھائي سَگھا ٿيا.

(8)

ويڄَنِ سين وائيءَ پيا، ڪِري ڪَنِ نہ پاڻِ،
آگھا اِنَ اُهيڃاڻِ، پَسو! سُورُ سِجهائيا.

(9)

پاڙي ويجَ هُئامِ، تان مون مُور نہ پُڇيا،
تيلاهين پيامِ، موريسَرَ اکين ۾.

(10)

هاريا تو هِرِي، ڪُپَڇُ ڪايا سين ڪِيو،
ڪَريين جي ڪِرِي، تہ تون تَوانون ٿِئين.

(11)

جي پائين پِريَنِ مِڙان، سِڪ چوران ڪِي ڏاتِ،
جاڳَڻُ جَشَن جن ڪي، سُڪ نہ سارِي راتِ،
اُڃِي ٻُڃِي آئِيا، وائي ڪَنِ نہ واتِ،
سلِي سوريءَ چاڙهيا، بيان ڪنِ نہ باتِ،
توٽِي ڪُسن ڪاتِ، ساڳِي سَلَنِ ڪينڪي.

(12)

تَڙي طَبيبنِ، گھائِلُ گھَران ڪَڍيو،
چِڪيا چاڪَ چِھُون ڪري، ڪَڙيُون مُور نہ ڪَنِ،
دوستَ جي درسَن سين، پُئي نارُ نَپَنِ،
وِرِچيو ويجَ وجنِ، آءُ تہ پِرينمِ اُبهان.

(13)

ويڄنِ وينِي ئِي، دوسُ پيهي در آئِيو،
صِحت جِي سرير ۾، ڪَلّ ڪَرين پيئِي،
پِيڙَ پَري ويئي، اَڄڻ ساڻُ عجيب جي.

(14)
وَڏي جَنِ وِڏياسِ، وري ويجَ ئِي سي ٿيا،
ٿُرت ٻَڌائون ٻَٽيون، روز ڪيائون راسِ،
هِينئڙا تَنين پاسِ، گهارِ تہ گهايَلُ نہ ٿئين.

(15)
هاريا ويجَ، مُياسِ! سُتِ نہ لَهين سُور جِي،
پِريان کي چُونڊياسِ، تہ تَرسُ طبيبن ڇڏيو.

(16)
ويجَ! مَ ٻُڪِي ڏي، الا! چگي مَ ٿيان،
سجڻُ مانَ اچي، ڪَرَ لاهُو ٿي ڪَڏهين.

(17)
ويهڻ ويجنِ وَٽِ، جي سِڪين تہ سَگهو ٿئين،
اڳين عادت مَٽِ، تہ اگها! عاجِز نہ ٿِئين.

(18)
هُئين ويجنِ وٽِ، تون ڪيئن جيءَ جڏو ٿئين؟
سِرُ ڏيئِي ۾ سَٽِ، ڪوه نہ ڪَيَئي ڊِيَڙا؟

(19)
دارون ۽ ڪارُونَ، جان ڪي ڪيا ويجَ مون،
ٻڪي ڏيندا ٻاجهہ جي، نهارِي ناڙُوَن،
جَن سيڻَ لَهنِ سارون، تَنِ تان ڏُکندو ڏوُر ٿئي.

(20)
اڱهَنِ مِڙي اچ، ڪيو سڏَ صِحَتَ کي،
ڏور ڏُکندا پَچُ، مِهريءَ مُنهن ڏيکاريو.

**وائي**

اَچي سارَ لَهيج، ساجَن، سورَ توهانجي آءٌ ماري،
سورَ تُنهنجي جي مَران، تان مون ڏوهُ نہ ڏيج،
ساجَن سورَ تُنهنجي آءٌ ماري.
ڊِيَن يَري هَٿِڙا، دارون دوستَ ڪَريج،
ساجَنَ سُورَ تُنهنجي آءٌ ماري.

## داستان ٿيون

(1)
هَئي هَئِي! وَهي هاءِ، مَنَ ۾ محبوبن جِي،
جيرا جوش جلائيا، ٻُڪِين ٻَري باهِ،
پَسو مَچَ متاءِ، جي ويساهِ نہ وِسَهو.

(2)
هَئي هَئِي! وَهي هُوءِ، مَنَ ۾ محبوبن جِي،
جيرا جوش جلائيا، ٻُڪين مُڪِي ٻُوءِ،
اَچِي پَسو رُوءِ، جي ويساهِ نہ وِسَهو!

(3)
ڪاندين ٽاندين ٻاٻُرين، پَچان مَرُ پيئي،
جيرا جگر ٻُڪِيُون، سِيخُن ۾ ٿيئي،
ويجَنِئُون ويئي، ٿِي وَهيِٽِي سَجَٽين.

(4)
سَرُ جو سَجيو سَجَٽين، پَرُ پيڏِيءَ ڏيئي،
ڪانَ ڪِرَنگهُرُ ڪپيو، پَڳن سِرِ پيهي،
جيرا جِگرَ ٻُڪِيُون، پاساريون ٻيئي،
ويجَنِئون ويئي، ٿِي وَهيِٽِي سَجَٽين.

(5)
سَرُ جو سَجِيو سَجٽين، ٻَنگا ٻاڻُ ٻَري،
ويو وُجودان نڪري، ڪَڙِ ڪَڙِ ڪانُ ڪري،
پُڇو پيرَ پَري، تہ ڪِ نريو هَٿُ حبيبَ جو.

(6)
سَرُ جو سَجِيو سَجَٽين، ٻِيهَرَ ٻاڻُ ٻَري،
چِمَڪيو سو چوهَ مان، ڪَڙِ ڪَڙِ ڪانُ ڪَري،
جيرا جِگرُ ٻُڪِيُون، لنگهي پيو پَري،
لِڱو جِيءَ جَڙي، ٽاٽيان تِيرُ نہ نڪري.

(7)
سَرُ جو سَجِيو سَجَٽين، سيگَ منجهان سِيلو،
ٽِنگرُ ٽِڪيو ڪينڪِي، پار لنگهيو پيلو،
هٽڻ سين حِيلو، جانبَ جيڏو ئي ڪيو.

(8)
ڏٻاڀوءِ ڏئِين، جيرو اَندر جِندَڙي،
لِڳي سِيخُ وُجُودَ ۾، سندِي نينهن نُئِين،
مُشاهدي تَهين، مون کي وڏو مَچَ ۾.

(9)
جي تَتو تَنُ تَنُور جئَن، تہ چَندي ساڻ چماءِ،

آٽي آڳِ اَدب جِي، ٻاري جانِ جَلاءِ،
ٻُرقعا اندر ٻازيُون، پنهنجون سڀ پچاءِ،
لُڇَڻُ، لَوَن لطيف چئي، پَڌر ھڏ مَ پاءِ،
متان لوڪُ لَکاءِ، وِصالان وڃ پَئي.

(10)
اَجا تَنُوراءِ، ڪالھہ ڪيياسون سَڄٽين،
پُڻ تاياٿُون تڪڙو، وحدتَ جي وُڌاءِ،
مَحَبَتِينِ مَتاءِ، مَڇُ مُورائين نہ لھي.

(11)
پَچائي پَهاڻُ، جَن رَساٽيو رُڪَ کي،
تَنِين سندو ڄاڻُ، آھي آڳِڙينَ کي.

(12)
چڙھيو چَڪاسِن چاءِ، آڳِ ٻَرندي آئيا،
وِھُسن واڙيءَ ڦُلَ جئن، مَحبَتِي مَڇَ لاءِ،
آٽي پاڻُ آڙاءِ، ڪٽي ڪُوري وِچَ ۾.

(13)
ڏَنءُ ڏنءُ ڏَمَڻِ وارَ، اَڄ پڻ آڳِڙينِ جي،
ٻاري مَڇَ مَجاز جو، اوتيائون آڱارَ،
ڏُوڏِيا ٿيءُ مَ ڏارَ، ڄِمّ ڪَچو رُڪُ ڪَٽيون ٿئي.

(14)
ڏُوڏا تون نہ ڏَنئين، آڳِ اوڏو نہ وَڃين،
اَلا جي عشق جا، سي تان ٽُون نہ سَھين،
اُپو اِيءَ چَئين، تہ آءٌ آڳِڙيو آھيان.

(15)
سِرُ سانداڻِ ڪري، پُڇج ڳَھَرُ لُھارَ جو،
ڏَڪن ھيٺ ڏري، مانَ ڳَڏِينئِي رُڪَ سين.

(16)
سَھِين ڄِئن سانداڻ، ڏڪن متي ڏَڪڙا،
وَھِ وِجائي پاڻ، ڏي ڏَٻائون ڏُڳَرين.

(17)
ھَئِي! ٻَرُ آڱارِن، ٻَڏاھين ٻَرن جي،
ھِڪُ ڪوري ڪانئيا، ٻيو ڏُوڏي منجھہ ڏَڳِنِ،
پاٽان لُھارِن، ميڙي رکيا مَڇَ لئي.

(18)
ٻاريو اُجهائِينِ، پِرينِ اُجھايو ٻارينِ،
مون کي ٿا مارينِ، لُئا لُھارنِ جا.

(19)
اَڄ آڳِڙيا آئيا، سُوڏا سِراٽِي،
پيارِي پاٽِي، تيغون ڪندا تِکيون.

(20)
اڄ آڳِڙيا آئيا، سائُو ڪي سُڄاڻَ،
لاھيندا موريانَ، رُڪُ ڪَرِيندا پَڌرو.

(21)
سُرھا ڏنم سي، جن ساڃاءِ سِراڻِ سين،
تيغَ تَنينِ جي کي، ڪٽُ نہ لي ڪَڏھين.

(22)
ڪَٽَ ڪَڙھي، لوھ ٻَري، ڏوڏا ڄِت ڏَڳِن،
مُتَرڪن مُنھن ڪيِيا، سانداٽيون سَڪَنِ،
اَڄ پُڻ آڳِڙين، ميڙو آھي مَڇَ تي.

(23)
چَڪي مَئي مَٽن ڄِي، آڳِڙيا آيا،
ڪڙي قاتِلَ ڪوڏِيا، ورنہ وٽايا،
گهوُرن سين گھايا، پِيَڻُ تان پري ٿيو.

(24)
ڪانئيا تن ڪُٽيو، اُجھائڻُ اُونداھِ،
جن اَندر ٻَري ٻاھِ، سُڌ تَنِي کي سيڪا.

**وائي**

جيءُ ڄِيارو، جيءُ ڄِياريو، ڪِينَ مُنھنجڙو ھاريو،
منھنجو جيءُ ڄِياريو.
پِرينِ ڄِيءَ پَچارَ، سيٽَنِ ڄِيءَ سنپارَ، جَڏڙو ڄِيءُ ڄِياريو،
منھنجو ڄِيءُ جيِاريو.
اُجيو تَنُ عَميقَ مان، پِرينِ پُوڄَ پِياريو،
منھنجو ڄِيءُ جيِاريو.
مَرضُ مَرِيضن تان، اِشَاري ساڻ اُتاريو،
منھنجو ڄِيءُ جيِاريو.
ڪَرمَ ڪريمن جي مون کي، اُھڪِيءَ مان اُڪاريو،
منھنجو ڄِيءُ جيِاريو.

سَنئون مُنھن ڪري سُپرين، آئين نِرمل نُورَ نِھاريو،
منھنجو جيءُ جِياريو.
سائِلَن جِئن سَڏَ ڪري، اَئِين طالِحَن کي تاريو،
منھنجو جيءُ جِياريو.

## داستان چوٿون

(1)
ايڪُ پِيالو، ہِ جِٺا، عشقُ نہ ڪَري اِينءَ،
ليڪيا جي لِکڻ ۾، سي قُربِ رَسندا ڪِينءَ؟
ھُئڻ ڪيا ھِينءَ، وانجِئا پَسُ وِصالَ کان.

(2)
ايڪ پيالو، ہِ جِٺا، عشق نہ اِئين ڪَري،
آٽِي سي ايڪُ تِيا، جي گَتا نِينھن گِري،
دُئِي ڏارَ ڏري، خُلَتَ خَنجر آئيو.

(3)
ايڪُ پيالو، ہِ جِٺا، عشق نہ ڪري اَڌَ،
اِيءَ جا ساعرَ سَڌَ، ڪِيَئِي جا قوالَ سين.

(4)
اَڪيون اوڏاھين ڪٽي، جيڏانھن قاتِلَ ڪُلَ،
مَتو ڪَن نہ مُلَ، پِڪَ برابر پانھِنجو.

(5)
جيڏانھن قاتِلَ ڪوڙَ، اڪيون اوڏاھين ڪٽي:
وِہُ تَنِين جِي ووڙَ، جَنِين سانگُ نہ ساہَ جو.

(6)
قاتِلَ ڪمائِي ڪري، وِہُ ماڪِي جي ڪَنِ،
وَتان ويھي تَن، پيچ کي پيالون.

(7)
ھُوندو ھَڏِ ہَ رَڪُ، لئِي پياڪَن پانھِنجو،
وٽِي واٽاڙِئِن کي، تان پياري پَرَڪُ،
سا لِڪَ لَھِي تِي لَڪُ، جا تو اِيندي اُنِ سين.

(8)
ھُوندو ھَڏِ ہَ سَنڌِ، لئِي پياڪَن پانھِنجو،
پُوڄَ پيارج پَنھيڙا، ويندا ونيو ڪَنڌِ،
تہ ھَٿَ تُنھنجي ھَنڌِ، موڪِي ڪو مانُ لَھي.

(9)
گَھُٽِن ۽ گُهُٽَڪَن، وَٽيون پِين وِہَ گاڏيون،
’بَرخيز بِدِہ ساقِي‘، پيار کي پِريَن،
پڪين نہ پَرچَن، مَٿ تَڪِيائون مَنجھِيان.

(10)
آٽِي اُترَ واءَ، موڪِيءَ مَٽَ اُپَٽِيا،
متارا تِنھن ساءَ، اَچِن سِرَ سَنباھِيو.

(11)
موڪِيءَ مَٽَ اُپَٽِيا، اچا اَگَڻ ڏارِ،
اِيندا تو دربارِ، وِہَ پِئندا وَٽِيون.

(12)
موڪِي مَنڌَ پيار، اُونچو اُونچي مَٽَ مان،
ڏيندي ڏاتارِن کي، وَٽيءَ وِجھہ مَ وار،
سِرَ ڪَٽِي، سَردار، اَگَڻ تُنھنجي آئيا.

(13)
موڪِيءَ مَنو نہ گُھريا، وِہَ نہ وِھاٽِيا،
سُرڪِيءَ ڪاڻِ سَيّد چئي، اُتي تي آئِيا،
جي گَالِنِ گِگَاٽِيا، تن بَنَنِ پاسِي بِٺِيون.

(14)
موڪِيءَ سندي مَٽَ ۾، سُرِي سَپَ پيو،
قضا ڪَم ڪيو، ڪونھي ڏوھ ڪَلاڙَ جو.

(15)
موڪِيءَ سندي مَٽَ ۾، ڪو جو زھر ڏرو،
پِئندي پوشِيدن کي، پيو ڪونہ پَرو،
مَتو مَھايَن جو، ڪيو گُھَر گِرو،
ٽِئڙن ڪيپُ ڪرو، ڪنھن جنھن گُھَر گِگَاٽِيا.

(16)
مُنھن وِجھيو مَٽَن ۾، موڪِي اُيي روءِ،
متارا مري ويا، اَگَڻِ اَچِي نہ ڪوءِ،
مَتارَنِئون پوءِ، مُنا مَٽَ مِٽِي ٿيا.

(17)
نہ سي اَگَڻِ آڳِڙيا، نہ سا سَٿَ سَرِي،
ڪٽورا قاتِلَ جا، جن پِيتا پاڻَ پِري،

اَنئِي پَهر اُلٿيا، ڏرتيءَ سِرُ ڏري،
ويئِي اُجهامِي اُن جي، بَنّي بَس ڪري،
ساريو سُورَ چُڙي، موڪِي متارن جا.

(18)

وِجهج واٽاڙُئَنِ تي، ميخاني جِي ماڪَ،
تِيندي سُڌِ سڀ ڪنهن، هَنڌِ هَنڌِ پُوندي هاڪَ،
پِرهَ جا پِياڪَ، جُه سي اَڳٽِ آئيا.

(19)

سَري ڪِينِ ڪيو، وِيڻ موڪِيءَ جي ماريا،
ڪو جو سُخن ڪَلاڙجو، پِتي تي پِيو،
تِهان پوءِ ٿِيو، مَرڻ مَتارن جو.

(20)

جُه سي اَڳٽِ آئيا، سَرو ڪندا سُجَ،
سائِي تِيندَينِ اُجَ، هِي پِيتو، هُو اَڻِ ڪِين!

(21)

موڪِي چوڪِي نہ ٿِئي، اَصل اوڇِي ذاتِ،
وَٿيُون ڏيئِي واتِ، متارا جنهن ماريا.

(22)

متارا مري وِيا، موڪِي تُون نہ مَرين!
ڪيهيءَ پَر پَرين، ڏُکِي ڏاتارنِ ريءَ؟

(23)

متارا مري وِيا، موڪِي تُون پِي مَرُ،
تُنهنجو وَسُ ڏَمَرُ، ڪونہ سَهندو اُنِ ري.

(24)

اَجا ڪُوري ماڳَ، مَٽَ، ڪُٽِڪا، ڪَٽَ ڳهَٽا،
لاهي ويهُ مَ لاڳِ، موڪِي متارِن جا.

(25)

ڪَنڌ ڪَٽارو، مُنهِن وَٽِي، عادت جَنين اِيءَ،
تَنِين تِڪُون ڏِنيون، جُنبِي منجهان جِيءَ،
سَرو تَنِ سبيءَ، جن حاصل ڪيو حالَ ڪي.

(26)

هَٿَ ڪَٽيو سَڌَ ڪَري، موڪِي ماءَ ڳِري،
نہ ڪنهن ماريا جَنگ ۾، نہ ڪنهن سُورَ ٻُري،
اوري هئا تہ آئيا، جُڪُسِ ويا پَري،
روئان ڪِيئَن ڪري، مادر متارن ڪي.

(27)

سِرُ ڏيئِي سَٽ جوڙِ، ڪنهن پَرِ ڪَلاڙن سين،
ڪاتِي، ڪَرٽُ ڪَپار ۾، خنجر آٽِي ڪوڙِ،
مَرٽا مُنهن مَ موڙِ، وَٽِي تِي وَڌِ لهي.

(28)

وَٽ وَٽ وَٽِيءَ ۾، مَٽَ مَٽَ مَنڌُ پِيو،
قَدرَ ڪيفَ ڪَلاڙَ جو، پِياڪَنِ پِيو،
اَچن دُرسُ دُڪانَ تي، ڪَنڌَ قبول ڪِيو،
سُرها سِرَ ڏيو، چَکُنِ سُرڪَ سَيّد چئي.

(29)

اَٽِي تِيءُ اَڳَارَ، ڪامِي ڪِردارَنِ سين!
پَسين سي پَتارَ، پُرِ پِيٺُہِ جَن سين.

(30)

ڪَلاڙَنِئون ڪاءِ، مَتِ نہ سِڪين مون هِينئان!
رُوُئندي راتِ وِهاءِ، چِڪائِيندي بَنيُون.

**وائي**

سيٽَنِ جي سَنيَار، جڏو جيءَ جِياريو.
ڪَرَمِ ڪَريمَنِ جي، آهڪِيءَ ويرَ اُڪاريو،
جَڏو جِيءُ جِياريو.
سالِيَن جِئن ساٿُ ڪَري، طَيرَنِ جِئن تَنواريو،
جَڏو جِيءُ جِياريو.
سَئون مُنهن ڪَري سُپُرين، تان نِرمل نور نِهاريو،
جَڏو جِيءُ جِياريو.
مرضَ مريضنِ تان، اِشاري ساڻ اُتاريو،
جَڏو جِيءُ جِياريو.

**وائي**

(2)

دوسُ پيهِي در آئيو، ٿيو مِلَڻ جو ساعيو،
ڏينهين پُجاڻون آٽِي اسان ڪي، مولي مُحب ملائيو،
ٿيو مِلَڻ جو ساعيو.
وِيو وِڇوڙو ٿيو ميلاپو، واحد واهُ وَرائيو،
ٿيو ملَڻ جو ساعيو.
هو جِنهين جو ڏَسُ ڏُورانهُون، اوڏو اَچ سو آئيو،
ٿيو مِلَڻ جو ساعِيو.

عَبداللّطِيفُ چئي، اَچِي عَجِيبن، پاڻ فضَلُ فرمائيو،
ڏيو ملڻ جو ساعيو.

## داستان پنجون

(1)

صُوفِي سالم سي وِيا، جي اکثر سين اَڏيارَ،
بازِي بازندن کي، آهي اَويسارَ،
پريان سين پَهَڪارَ، رِنديءَ رَساٽي ڪيا.

(2)

صُوفيءَ سيرُ سَيَن ۾، جِئن رَڱَن ۾ ساهُ،
سا نہ ڪري ڳالهڙي، جِئن پَريُون پَروڙي پَساهُ،
آهِس اِيءُ گُناهُ، جي ڪا ڪَري پَڌري.

(3)

صُوفِي چائِين، سَڌُ ڪِرين، صُوفِن اِيءُ نہ صَلاحَ،
ڪاتي رکُ ڪُلاهَ، اُجلي وِجهه آڳِ ۾.

(4)

جي ڪُلاهَ رکين ڪَنڌَ تي، تہ صُوفِي سالم ٿيءُ،
وِهَ وَٽِي هَٿِ ڪري، پُر پيالو پيءُ،
هَنڌُ تَنِين جو هِيءُ، جَن حاصل ڪِيو حَال کي.

(5)

صُوفِيءَ صافُ ڪِيو، ڌوئِي وَرَقُ وُجودَ جو،
تِهان پوءِ ٿِيو، جِئَري پَسَڻُ پِرينءَ جو.

(6)

صُوفِي لا ڪُوفِي، ڪونہ پاڻئِس ڪيرُ،
مَنجهان ئِي منجهہ وِڙهِي، پَڌرِ نہ آهِس پيرُ،
جِنِين ساڻُس ويرُ، ٿئي تَنِين جو واهَرُو.

(7)

ڏِني ڏُڪويا، اَڻَ ڏِني راضي رهيا،
صُوفِي تِئن ٿِيا، جِئن ڪِينَ ڪَنيائون پاڻ سين.

(8)

جُسي ۾ جَبارَ جو، خَفِي خيمون کوڙِ،
جَلِي تون زَبانَ سين، چارئِي پَهَر چورِ،
فِڪر سين فُرقانَ ۾، اِسمُ اَعظمُ ڏورِ،
بيا دَر وَجي مَ ووڙِ، اِيءُ اَمُلهہ اِئائِين سِپَجي.

(9)

عالَمَ آءٌ ساڻُ، پَريو تو پيرَ ڪَري،
پاڻ نہ آهي جاڻُ، مانڊِيءَ مَندِ پَکيڙِيو.

(10)

طالِبُ ڪَٿَرَ، سُونهَن سَر، اَندر رِوُمِيءَ راءِ،
ماڙهو اِتِ ڪِياءِ، مَندُ نہ پَسين مَندِيو!

(11)

طالِبُ ڪَٿَرَ، سُونهَن سَر، اِيءُ رُوميءَ جيءَ رُوءِ،
جَنِين ڏِني جُوءِ، تَنين ڪُچيو ڪينڪِي.

(12)

طالِبُ ڪَٿَرَ، سُونهَن سَر، رِوُمِيءَ چيو آهي،
تاڙِي جي لاهي، تہ مَنجهِين مُشاهِدو ٿئي.

(13)

طالِبُ ڪَٿَرَ، سُونهَن سَر، اِي رِوُمِيءَ جي رِهاڻِ،
پِهرِين وِڃائِڻُ پاڻِ، پَسَڻُ پوءِ پِرين کي.

(14)

طالِبُ ڪَٿَرَ، سُونهن سَر، اِيءُ رُوميءَ جي راحتَ،
جَنِين ڏِني سَتَ، تَنِين ڪُچيو ڪينڪي.

(15)

طالِبُ ڪَٿَرَ، سُونهَن سَر، اِيءُ رِوُمِيءَ جي اوطاقَ،
جي پَچي دَرُ فراقَ، تہ مَنجهيين مُشاهدو ٿئي.

(16)

ظاهَر ۾ زانِي، فِڪرَ مَنجهہ فَنا ٿِيا،
تَنِين کي تعليم جِي، ڪُڙِه اَندر ڪانِي،
حَرَفُ حَقانِي، دَورُ ڪِيائون دِل ۾.

(17)

جن کي دَورُ درد جو، سَبَقَ سُورَ پَڙهن،
فِڪَر ڦرهِي هٿ ۾، ماٺ مُطالع ڪَنِ،
پَنو سو پَڙهن، جنهن ۾ پَسن پرينَ کي.

(18)

وِسريومِ سَبَق، پهرين سِٽَ نہ سَنيران،
اَجا هيءُ وَرقُ، هَئي مُطالع نہ ٿِيو.

(19)

ڪيو مُطالع مون، هو جو وَرَقُ وِصَال جو،
تنهن ۾ ٿونهِين تون، ٻي لاتِ نہ لَحظي جيترِي.

(20)

سا سِٽَ نہ سارين، اَلفُ جنهن جي آڳَ ۾،
ناحَقُ نِهارين، پَنا ٻيا پرين لَئي.

(21)

سا سِٽَ ساريائُون، اَلفُ جنهن جي اڳَ ۾،
'لامَقصُودَ فِي الدَّارَين'، اِن پَر اُتائُون،
سَڳُر سوناٿُون، ٿِيا رَسِيلا رَحمانَ سين.

(22)

ٿِيا رَسِيلا رَحمانَ سين، سَڳُر سُونهين جي،
آئيون تَنِين ڪي، واڌايون وِصالَ جِيون.

(23)

ٿيا رَسِيلا رَحمانَ سين، سَڳُر سُونهيون جَن،
منجهان تَن جُسَنِ، حَرفُ نہ سُجي هيڪَڙو.

(24)

اَڪَرَ پَڙهي اُياڳِنا، قاضِي ٿِئين ڪِئاءُ،
پيرين ۾ پائِيين، ايڏا اِيئَن نہ آءُ!
اِنَ سُرڪِيءَ سندو ساءُ، پُڇج عَزازِيلَ کي.

(25)

عاشق عَزازِيلُ، ٻيا مِڙئي سَڌِرِيا،
مَنجهان سِڪَ سَبِيل، لَعنتِي لالُ ٿِيو.

(26)

جو مون پَڙهيو پاڻَ لَئي، سَبَقُ سابِقُ جو،
پهرينِ سِجاتُم پانهنجي، نَفسَ جو نِهو،
جِت عِرفانُ اَصلَ ۾، ٿي روحَن روزُ ڪيو،
وَرِي وَرَقُ پيو، ڳَڌيم وَڏُ وِصَالَ جو.

(27)

اَڪَرَ ڇُٽِي هيڪَڙي، ٻَهُون جي نہ ٻُجهَن،
ڪوڙُ ڪبو ڪي تَنِ، سَچِي سُٽائي ڳالهڙِي.

(28)

پَڙهيو تا پَڙهن، ڪَڙهن ڪين قُلُوبَ ۾،
پاٽان ڏوہَ چڙهن، جِئن وَرقَ ورائِن وِترا.

(29)

پَڙهيو پڙهيجاهُ، سَبَقُ اِنهيءَ سُورَ جو،
مِيمُ رَکجا مَنَ ۾، اَلِفُ تنهن اَڳِياهُ،
ڇِتا چوريجاهُ، اِها لاتِ لَطِيفُ چئي.

(30)

اَکَرُ پَڙهہ اَلِفُ جو، وَرَقُ سَڀ وِسارِ،
اَندرُ تون اُجارِ، پَنا پَڙهندين ڪيترا.

(31)

ڪوڙين ڪتابَن ۾، حَرفُ مِڙوئي هيڪَ،
جي تو نَظر نيڪُ، تہ بِسمِ اللہِ ئِي بس ٿِئي.

(32)

جو اَلِفَ کان اوري ٿِيو، اَلِفُ اُهوئِي آهہ،
لوڪان تون لِڪاءِ، تہ داخل ٿِئين نہ دالَ سين.

(33)

جِئَن جِئَن وَرَقَ وَرائِيين، تِئَن تِئَن ڏنو ڏوهُ،
تنهن کَهٽيءَ ڪِبو ڪوهُ، جي رَهٽِيءَ رَهيو نہ سُپِرين.

(34)

ڪوڙين ڪِتابن پڙهِين، جُزون جان کي تان،
پهٽيءَ ريءَ پريان، سُوڌِي ساجاهَ نہ ٿئي.

(35)

ڪاتِبُ، لِکِين جِئَن، لايو لامُ اَلِفَ سين،
اَسان سَجَڻُ تِئَن، رَهيو آهي رُوحَ ۾.

(36)

ڪوہُ تو ڪاڳَرَ ڪورئين، وينو وِجائين مَسُ،
ڏُورِ ٿِئائِين ڏَسُ، اَڪَرُ جِئائِين جُڙيا.

(37)

ٿهڙا چاليها نہ چالِيهُ، جهڙو پَسَڻ پرينءَ جو،
ڪِهڙي ڪاتِبُ، تون ڪريين، مَٿي پَنَ پيهَ،
جي وَرَقَ وارين وِيهَ، تہ بہ اَکَرُ اُهوئِي هيڪڙو.

(38)

شَهرُ ڏِسِي سَرهو ٿِئين، ڏِٺئِي نہ بازارِ،
جو وَکرَ وَکارِنِ ۾، ڏِکيو کهڙيءَ ڏارِ،
تون تَنِين سين گهارِ، تہ لَهين لَکَ لطيفُ چئي.

(39)
تَنُ کُڏي، مَنّ حُجرو، ڪِيمَ چاليها رَکُ،
ڪُه نہ پُوڄيو پُوڄين، اَنئِي پَھرُ اَلَکُ،
تان ٿُون پاڻَ پَرَکُ، سَيڪِنھن ڏانهن سامُهون.

(40)
سَڀ ڪِنهن ڏانهن سامُهون، ڪو هنڌُ خالي ناهِ،
اَحدا جي اَرَکَ ٿيا، سي ڪائِر ڪِبا ڪاهِ،
مُحِبَ مَنجهِين مَنَ ماهِ، مون اَجاٽنديءَ اُجهيو.

وائي

وَٺِڙيو هوتَ وَڃن، وو! جهَليان پَليان، هِينئِڙو نہ رَهي!
آءٌ جَنِين جِي آهيان، ڪَڙي مَ ٿيان تَن،
جهَليان پَليان، هينئِڙو نہ رَهي!
گهوريان گهَٽين پَتيين، سندِي باجهہ پِين،
جهَليان پَليان، هِينئِڙو نہ رَهي!
مَرُ مَران، مارين مون، پُرزا پرزا ڪِن،
جهَليان پَليان، هينئِڙو نہ رَهي!
آءٌ ميائي گهورِئي، جي مان مُحِبُ مِلَن،
جهَليان پَليان، هينئِڙو نہ رَهي!

وائي

(2)
وسارج مَ ويڻَ، جوين بہ تي ڏينهڙا.
لونِيون سَهِن لوڪَ جا، وِهاٽيءَ تيون ويڻَ،
جوينَ بہ تي ڏينهڙا.
اَصلِ اَسارِن جا، سٽِي وِيَڙا سيڻَ،
جوينَ بہ تي ڏينهڙا.
جيڏيون، جي مان وِسَهو، نِندَ مَ هيريو نيڻَ،
جوينَ بہ تي ڏينهڙا.
راتڙيون جاڳِن جي، سي آءٌ ڪندَڙي سيڻَ،
جوينَ بہ تي ڏينهڙا.
آڏيءَ راتِ اُٿي ڪري، جهَلِ تون نِنڊان نيڻَ.
جوينَ بہ تي ڏينهڙا.

## داستان ڇھون

(1)
دائودِي دَيُون ڪري، رَڪَن ڪونهي رنگُ،
گهوڙِيءَ هيٺ اَيَنگُ، ڪاهيو پاڳرئين هٿي.

(2)
دائُودِي دَيُون ڪري، رَڪَن ڪونهي چيتَ،
گهوڙيءَ هيٺ سُچيٿُ، ڪاهيو پاڳرئين هٿي.

(3)
اوقابِيلُ! آڪين ۾، توکي بارِي بانَ،
اُيو آڳرايون ڪريين، ماڳِ هٽيو مستانَ،
جانِبَ تون زِيانَ، آڪين سين ايڏا ڪرين.

(4)
اوقابِيلُ آڪين ۾، توکي تِکا تِيرَ،
ساڄَن! اِنهي سِيگَ سين، ڦَٽيئِي گهٽا فقِيرَ،
بيو مَ مارج مِيرَ، تنهنجو پهريون ئِي پورو ٿيو.

(5)
اوقابِيلُ آڪن ۾، تِيرَ تِکا توکي،
ساڄنَ اِنهي سورِ جِي، ڪَل نہ آ ڪنهن کي،
مارين تو مون کي، چاڙهي لوهہَ لطيفُ چئي.

(6)
اوقابِيلُ آڪين سين، تِيرَ چِلايا تو،
پيو مَرُ ماري سو، جنهن جو پهريون پُورو نہ ٿئي.

(7)
جي هو پائِنِ ڪانُ ڪمانَ ۾، تہ سِينو سِپَرَ رکُ،
مُنهن ۾ معشوقن جا، چاڪَ چِٺڪا چَکُ،
سُورِي يانءِ مَ شَڪ، عاشق ٿِيءُ تہ اُبَهين.

(8)
جي هو پائِنِ ڪانُ ڪمانَ ۾، تہ سِينو سِپَرَ ڏيج،
مُنهن ۾ معشوقن جا، جهالُو تِي جهَليج،
پاهان پَڳَ مَ ڏيج، عاشق ٿِيءُ تہ اُبهين.

(9)
جي هو پائِنِ ڪانُ ڪمانَ ۾، تہ ئِئِي ڏج سِينو،
ڪجي نہ ڪِينو، وجِي در دوستن جي.

(10)
پائي ڪانُ ڪمانُ ۾، مِيان! مار مَ مون،

مون ۾ آهين تون، متان تنهنجو ڙِي توکي لڳي.

(11)

ڪيو ڇڏين ڪانَ، هَڏِ نہ هَٽائِين ٿا،
ٿيا جي نِيشانَ، تہ پهرئين سان پورا هئا.

(12)

لورِي جِت لڳومِ، اُت اُيوئِي آهيان،
سورهُ پِرين سندومِ، مانَ ٻاجهائي ٻيو هٽي.

(13)

محبت جي ميدان ۾، عاشق، ٿيءُ آچامُ،
سَمُهان سَلَ سَيدُ چئي، ڪّندئِي تِيرَ تمامُ،
ڪَهِڄ ڪومَ ڪلامُ، جِمَ دوسنِڻُون ڏُور ٿئين.

(14)

محبت جي ميدان ۾، اچي پيرَ پيانِ،
سِرَ وَڍِڻُ، ڏَڙ ڏار ڏرڻُ، اِي سينگار سندانِ،
ڏيندا مون ڏنانِ، متا محبوبن لئي.

(15)

محبت جي ميدان ۾، ڪر پڙاڏو پَٽُ،
سِرُ سورِيءَ، ڏَڙ ڪُنگِرين، متان ڪُڇئين ڪَٿُ،
عشق نانگ نِپٽُ، خبرَ ڪاڏنِ ڪي پوي.

(16)

محبت جي ميدانَ ۾، سِرَ جو سانگُ مَ ڪِر،
لاهي سِرُ لطيف چئي، دوسنِ اَڳيان ڏَرِ،
عشقُ نانگُ اَپَرِ، خبرَ ڪاڏنِ ڪي پوي.

(17)

محبت جي ميدانَ ۾، سِر جو ڪر مَ سانگُ،
سورِيءَ سُپرين جي، چڙهہ تہ ٿئين چانگُ،
عشق آهي نانگُ، خبر ڪاڏنِ ڪي پوي.

(18)

محبت جي ميدان ۾، ڪُڏِي پئو ڪاهِي،
ڇڏ آسانگا ارواح جا، لاهوتِي لاهي،
عشقُ نانگُ آهي، خبر ڪاڏنِ ڪي پوي.

(19)

عشق نہ آهي راندِ، جِئن ڪيلِن ٿا ٻِيَرُو،
جيءَ جُسي ۽ جانِ جي، ڀِڄي جو هيڪاندِ،
سِسي نيزي پاندِ، اُڇل تہ ٻہ اَڌ ٿئي.

## داستان ستون

(1)

عاشقَنِ اَللہ جِي، مَحبَتَ رَڪِي مَنِ،
سَندِي سِڪَ پِرينَ، تَن ۾ آهي تَنِ جي.

(2)

عاشقن اَللہَ جِي، سدا وائِي واتِ،
’فاذڪرُونِي اَذڪُرڪُم‘، تَنَ ۾ اِها تاتِ،
اُنهن ڪان ڪِي ساٿ، سَڄڻُ ويلَ نہ وسري.

(3)

عاشقَنِ اَللہ، ويرو تارِ نہ وسري،
آهہَ ڪَرِيندي ساهُ، ڪڏهن ويندو نڪرِي.

(4)

عاشقَنِ آرامُ، ڪڏهن تان ڪونہَ ڪيو،
طعني ڪيا تمامُ، حَبِيباڻي هيڪڙي.

(5)

عاشقَ اِيئن نہ هُونِ، جئن تون سَڄين آڱڙين،
وڄِي درِ دوستن جي، رَتُ ڏيهاڙِي رُونِ،
ٻِيءَ پرِ ڪنهن نہ پُونِ، ماڪُرِ محبوبنِ سين.

(6)

جان عاشقَ مٿي رَتُ، تان دعويٰ ڪري مَ نِينهَن جِي،
سائو مُنهن، سُونهن وِئي، سڪڻَ اِيءُ شَرَط،
نہ ڪِي گوڏِ گَرَٿُ، مٿان سِرَ سَؤدا ڪري.

(7)

اَجا تو منجهاءَ، ڪَڪَ ڇُتي رَتُ نڪري،
مُنهن ۾ محبوبَنِ جا، ڪئن جهليندين گهاءَ،
سو ٿُون ڪُڄاڙِئاءَ، سِڪڻ جون سَڌُون ڪرين.

(8)

سِڪَڻَ اِيءَ نہ سَڌَ، جئن لِڪيو لياڪا پائيين،
پِئي پِريان جي نہ ٿِيين، مٿي اَڱڻَ اَڌَ،
اِيءَ پُڻ ڪُوڙِي سَڌَ، جئن ڪِليو ڪايو سُمهين.

(9)

سِڪُ نہ آھي سُتُرِي، ڳڻ پَروڙي پيرُ،
ڪُسَڻُ ڌاران ڪيرُ، ڪري سَڌَ سِڪڻ جي.

(10)

دَردُ نہ اُٿئي دل ۾، تہ سِڪَڻُ ڪر مَ سَڌَ،
پَئِي پريانُ جي نہ ٿئين، اَڳڻ مَتي اَڌَ،
اِيءَ تان ڪوڙي سَڌَ، جئن ڪِليو ڪايو سُمَهين.

(11)

سِڪَڻُ ۽ سُورِي، پئي اڳرِ هيڪڙي،
وِھَڻُ واٽڙين تي، ڪارڻ ضَرُورِي،
پِنهين جي پُورِي، جيءَ ڏني ريءَ نہ ٿئي.

(12)

جي ڪِين سِڪَڻُ سِکُ، تاتَ پَسُ سِڪنديُون،
پاسي تَنِين مَ لِڪُ، نِينهنُ نہ سُڃاڻِن جي.

(13)

جي لِياڪا لوڪَ جا، جان جان سي نہ لِياءِ،
تان تان ٿئي نہ ماءِ، پورو پَسڻ پرين جو.

(14)

عاشِقَ، معشوقن جي، ونئي ويهہُ ڳُري،
جِم وِرچي ڇڏيين، سَندِي دوستَ دَري!
ڏيندا ٻُڪِي ٻاجهہَ جِي، ويندءِ ئَبُ ئَري:
اَسان تان نہ سَري، تو ڪِئن سَري سُپرين؟

(15)

عاشقَ! معشوقن جو، ونئي ويهج سَيرُ،
اَچي پُڇندءِ پاڻهي، پرتان پَري پيرُ،
پلائِن جو پيرُ، رهبر ٿيندءِ راھ ۾.

(16)

عاشق! معشوقِن جو، ونِي ويهج دَرُ،
اَچي پُڇندءِ سُپرين، لَهندءِ سَرُ سَيَر،
پَلائِيءَ جو پَرُ، رهبرُ ٿِيندءِ راھَ ۾.

(17)

عاشقَ! معشوقَن جو، ونئي ويهہ دُڪانُ،
پَئجِ پيش پرين جي، پَئِيءَ وجهي پاڻُ،
تہ تون تَنِين ساڻُ، سدا رهين سُرخرو.

(18)

عاشِق! معشوقِن جو، ونِي ويهجِ ڳَهَٺُ،
جِمَ وِرچي ڇڏيين، موڪِيءَ سَندو مَٺُ،
ڪري سِرَ جي سَٺُ، پيچ ڪِ پيالِيون.

(19)

عاشِقَ! معشوقِن جو، وَني ويهج رَندُ،
پياريندءِ پاڻهي، ميخاني جو مَندُ،
ڪِيمَ ڪَڍج تون ڪَنڌُ، اوڏو ٿِي اُن ڪي.

(20)

عاشِقُ چوءِ مَ اُن کي، مَ ڪِي چوءِ معشُوقُ،
خالِقُ چوءِ مَ خامَ تون، مَ ڪِي چوءِ مَخلُوقُ،
سَلِج تِنهن سُلُوڪُ، جو ناقِصِيائِي نِگِيو.

**وائي**

سُپريان جي سونهن جي، ڳالھ ڪِينَ وجي،
وڃِي در دوسن جي سورِيءَ سِر هِڃِي،
عاشق انگھُن چڙھيا، بيو سيڪو پَڃي،
پُڇج پوءِ پريتڻون، پهرين سِرُ سَجي،
عاقِلَ ئي اوچون ٿيا، پورو ڪِينَ پُڄي.

## داستان اٺون

(1)

هَرَ هَرَ هَرائي، وجڻ دَرِ دوستن جي،
پاڙي ڏانهن پرين جي، اُڃُ مَ اَوائي!
اَلڙ تِي مَ آڇ تون، واتاڙُنِ وائِي،
لائِندءِ لطيف چئي، سُوران سَرَهائِي،
ڳُجهو ڳالهائي، پرتِ وَتجي پاڻ ۾.

(2)

جان جان ناهِ ضرورُ، تان تان ناهِ طبيبُ کو،
جُه سو سَريو سُورُ، تہ ڪَرَ ويڄُ وَرِ پيو.

(3)

سُورُ جَنِين کي سَريو، سَري تَن صِحتَ،
مِنِي مصيبتَ، آهي عاشقن کي.

(4)
سي ئي سُورَ طبيبَ، جَنين سُورَنِ سَجَ کِي،
جو لِکيو هُتِ لطيف چئي، سوئِي کَنِ قريبَ،
جي نوازيا نصيب، دارُونءَ سي دُرستُ ٿِيا.

(5)
جي پياري پاڻَ، تہ ڪَرَهو تي پاڻَي پيين،
آڳي اِنَ نِياڻَ، اَڻَ ڪونيو ڪونَ گهِڙي.

(6)
اَڻَ ڪي عَيان نہ ٿئي، ڪِي پَروڙي ڪونَ،
سَچِي جيهي سونَ، مُنهِن نہ پيئي ماڙُهين.

(7)
اَڻَ ڪِي عيان نہ ٿئي، ڪِي پَروڙي ڪونَ،
سا سُهِين ٿِيي سونَ، اَمرُ عَطا جِنهن جو.

(8)
جيڪِي ڏنائون، سو مان گُڻُ گِنڍِ ٿيو،
مون کي پُڇيائون، نوڪي اِنهي نوڪَ سين.

(9)
جيڪِي ڏنائون، سو سِرُ ڏيئي سَهہُ جِندَڙا!
مَ چَئو چِنائون، اِي پُڻ گِنڍيو سَجَڻين.

(10)
جيڪي ڏنائون، سو سَيوئِي صِحتَ،
مَ چَئو آزارَ اُن کي، مَ کي مُصِيبتَ،
کُهَڻُ قريبت، جو ڪوئَڻُ پر پريَن جي.

(11)
چِنِ توءِ مَ چِڻُ، پاءِ اُميري اُن سين،
جي هو اَوڳُڻَ ڪَنِئي، اَسُنهين! تون ڳُڻائِي ڳُڻُ،
پاندُ جهَليو تون پِڻُ، هِنَ سُنهاري سَڱَ ۾.

(12)
ئمِي گمِي نهار تون، ڏَمَرُ وڏو ڏُکُ،
مَنجها صَبُرَ سُکُ، جي سنواريا! سَمُجهين.

(13)
ئمِي گمِي نهار تون، ڏَمَرُ ڏولائو،
ٿِيئي ساجائو، جي اُپيين اِنهين پيرَ تي.

(14)
ڏَمَو پاسو ڏُکَ سين، ڪاندِ ڪَٿُوري هوءِ،
وَاللّٰهُ مَعَ الصّابِرِينِ، آگو ايهين چوءِ.

(15)
ڪَمُ! ڪمندنِ ڪَٿيو، هارايو هوَڙَنِ،
چُڪيو نہ چُوندَنِ، هو جو ساءُ صَبَرَ جو.

(16)
ڪَمَندڙنِ ڳَهَرِ ڪِين، چوندَڙ چڱا نہ ٿيا،
ويٺِنِئونُ ويڏُ پئي، هَٿِ نہ اچي ڪين.

(17)
هو چُون ئِي، تون مَ چَئو، واتان وَرائي،
اڱه اَڳرائِي جو ڪِري، خطا سو کائي،
پاندَ ۾ پائي، ويو ڪِيني وارو ڪِينَ ڪِي.

(18)
هو چُونِ ئي، تون مَ چَئو، واتان وَرائي وِيڻُ،
سَيَنِي سين سَيّدُ چئي، مَنُ ماري ڪَرِ ميڻُ،
ڪانڌِ وڏيائي ڪيڻُ، ڪِيني منجهان ڪِينَ ٿِئي.

(19)
ڪَنين ڪِينَ پرائيو، ڪِيني منجهان ڪِين،
جِي هو سٽاڻي سِيڱَ، تہ زِهہ چِني جوکو ٿِئي.

(20)
سُڻِي ويڻَ ڪَنَن سين، وَرائج مَ وَري،
هادِيءَ جي هِدايت جي، آهي اِيءَ ڳري،
تَنِ سَچِي ساهِ سَري، جَن ماريو نفسُ ماٺِ سين.

(21)
چَوندَنِ ڪيمَ چَئيج، ويڻَ ورائي سامُهُون،
ڪا مَت قيمتَ جهِڙي، روزُ ڏمرَ کي ڏيج،
ويڻُ مَ ورائيج، تہ سيَ دَرِ سُهاڳِي ٿِئين.

(22)
اَڻَ چُوندَنَ مَ چَئو، چُوندَنِ چيو وسارِ،
اٿ ئِي پَهرَ ادبَ سين، پَرِ اِهائي پارِ،
پايو مُنهن مُوئِن ۾، غَربت ساڻ گذارِ،
مُفتِي منجهہِ وِهارِ، تہ قاضِيءَ ڪانيارو نہ ٿئين.

(23)

ڪِيئن مائيندا مَنَ ۾، خُودِي ۽ خُداءِ،
ٻِن تَراڙِين جاءِ، ڪا آهي هڪ مياڻ ۾!

(24)

جَنِين سَندِي ٻوڏَ ۾، پَتو پَتين جِيءُ،
تون! تَنِين سين پيءُ، اوڏا اَڏي پَڪڙا.

(25)

ويني جَنين وَٽِ، ڏُڪندو ڏاڍو ٿئي،
سا مجلسَ ئِي مَٿِ، جي حاصلّ هوءِ هزارَ جو.

(26)

ويني جَنين وَٽِ، ڏُڪندو ڏور ٿئي،
تون تَنِين سين ڪَٽِ، اوڏا اَڏي پَڪڙا.

**وائي**

يارَ سَڄَڻ جي فِراق، ڙِي جيڏيون آئُون مارِي!
در دوسَنِ جي ڪِئين جو هوندا، مون جيها مُشتاقَ،
ڙِي جيڏيون آئون مارِي!
جاڻي ڪاڻي محبوبن جي، آهہ حُسن جِي هاڪَ،
ڙِي جيڏيون آئون ماري!
سرمو سَهِي ڪر آڪين جو، خاص پِريان جي خاڪِ،
ڙِي جيڏيون آئون ماري!

## داستان نائون

(1)

پَتَنگَنِ پَهہُ ڪيو، مِڙيا مَٿي مَچَ،
پَسِي لَهسَ نہ لِچيا، سَڙيا مَٿي سَچَ،
سَندا ڳِچِيُن ڳَچَ، ويچارُنِ وِجائِيا.

(2)

پَتَنگُ چايين پاڻَ کي، پَسي مَچُ مَ موٺُ،
سَهائي سُپيرينِ جي، ڳهِڙُ تہ ٽِيين ڳهوٺُ،
اَجا تون اروٺُ، ڪوري خبر نہ لَهِين.

(3)

پَتنگ چايين پاڻَ کي، تہ جيري پَئو جاڻِي،
تان تان تاڻج تَوَ ڏِي، جان آڳِ نہ اُجهاڻِي،
وِسَهہُ وِهاڻِي، آڳِ نہ ڏِجي عامَ کي.

(4)

پَتنگُ چايين پاڻَ کي، تہ اَچي آڳِ اُجهاءِ،
پَچَڻ گهڻا پَچائِيا، تون پَچَڻَ کي پچاءِ،
واقف ٿِي وِساءِ، آڳِ نہ ڏجي عامَ کي.

(5)

پُڇَ پَتَنگَنِ کي، سَندِيَون ڪامَڻَ خَبرونَ،
آڻِيو وِجهَنِ آڳِ ۾، جِيءُ پنهنجو جي،
جيري جَنهِين جي، لَڳا نيزا نِيهَن جا.

(6)

پَري پَتَنگ آئيا، سِري وَٽِ ساهي،
اَچي پيا آڳِ ۾، ڪُڏي سپِ ڪاهي،
لاڳاپا لاهي، ڪاڻان ڪوري وِچَ ۾.

(7)

پُري پَتنگَ آئِيا، سِري سَهائي جَهلَ،
ڪندا ڪَنڌَ اُچلَ، مٿو ڏيندا مَچَ کي.

(8)

پري پَتَنگَ آئِيا، مَٿي مَچَ مِڙي،
وِيندا تان تہ ڦِري، مٿو ڏيندا مَچَ کي.

# سُر ڪنيات

## داستان پهريون

(1)

ٻلائِيءَ جا ٻيرَ، پيشانِيءَ ۾ پِرِيَنِ جي،
اگڻِ اُڪَندِيَنِ جي، ڏي ٻابوهي ٻيرَ،
قَمَرُ پاڙي ڪيرَ، شمَسُ سُپيريَنِ سين.

(2)

ٻلائِي آهِينِ، پِرِين ٻلائِيءَ پانهنجي،
سٻاجها سِرِ چَڙهيو، ڏوراپو نہ ڏِينِ،
مان ڏي مَدِيوُن ٿِينِ، سَڄَڻَ سَڄايِنِ ۾.

(3)

هُتِ ٿو ٻَسين پِرِينءَ کي، تُون چَندَ اُهوئِي،
اَڏَت چَئِج اُنِ کي، ڏِيانءِ جو روئِي،
هيڪانڊِيءَ هوئِي، سانگَ مَ پَوي سَڄَڻين.

(4)

مَرَ هيڪاندا هُونِ پِرِين، سانگِ مَ وَڃِنِ سيڻَ،
رَهيا آهِينِ رُوحَ ۾، نِتُ جَنينِ جا نيڻَ،
وِماسِيا جَنِ ويڻَ، ٿو تارِيءَ تڳي تَنِ هِينئُون.

(5)

ڪِلان تان ڪامي هِينئُون، رُوئان تان راندِ،
اَڪِڙيُون ويساندِ، پِرِينءَ گڏجِي ڪَندِيُون.

(6)

راتِ سَهائِي، يُون سَنئِين، ٻَٽئين وَڏو ٻَنڌُ،
هَلندي حَبيبنِ ڏي، ڪَرَها موڙِ مَ ڪَنڌُ،
ٻَنڌَڻُ سوئِي ٻَنڌُ، جو ٻَهُچائي پِرِينَ کي.

(7)

راتِ سَهائِي، يُون سَنِئين، ٻائِي گهُرجِي ٻَلُ،
آهُرَ ۾ ايلاچِيُون، چَندَنُ چَري چَلُ،
مُون تو سين ڳالهَڙي، ٻِئي ڪَنِهين مَ سَلُ،
هاهَرُ ڪَندو هَلُ، تہ ڪِجايُون ڪَرَنِ کي.

(8)

راتِ سَهائِي، يُون سَنئِين، پِرِت نَئِين، ٻَنڌُ ٻُورِ،
مَيا! مَحبُوبَنِ جي، هَلِي وانءُ حُضُورِ،
جي چِٽِڪَنِ چِٽَ ۾، سي ڪِئن سَڄَڻَ ڏُورِ،
اللهُ لَڳِ آسُورِ، اُتان ئي ٿِي آءٌ تُون.

(9)

اَڄُ پُڻِ اَچائِي، چوڏِهِينءَ ماهَ چَندَ جِي،
مُون گهَرِ مُون پِرِينِ جي، اَچڻَ جِي وائِي،
مُون گهَرِ واڏائِي، پِيئي ڪامَ ڪَرَنَ ۾.

(10)

اَڄُ پُڻ اُمارو، چوڏِهِينءَ ماهَ چَندَ جو،
مُون گهَرِ مُون پِرِيَنِ جي، اَچڻَ جو وارو،
سَڄَڻُ سوپارو، پيجَ پِنِيءَ گهَرِ آئِيو.

(11)

چوڏِهِينءَ چَندُ اُپِرِيو، اُوٽَنيِهَ ٻَسيسِ عامَ،
مَتِس ناهِ مَلامَ، جِيڪِينُ پُڇِين پُڇُ سو.

(12)

چوڏِهِينءَ چَندَ تُون اُپرين، سَهِسين ڪَرِيين سِنگارَ،
ٻَلَڪ پِرِيان جي نہ پَرِين، جي جِيلَنِ ڪَرِيين هزارَ،
جِهَڙو تُون سَڀَ ڄمارَ، تِهَڙو دَمُ دوستَ جو.

(13)

سهَسين سِجَنِ اُيري، چوراسِي چَندَنِ،
بِاللّهِ، ري پِرِيَنِ، سَڀِ اُونداهِي ٻانِئيان.

(14)

چَندَ! تُنهنجي ذاتِ، پاڙِيان تان نہ پِرِيَنِ سين،
تُون اَچو ۾ راتِ، سَڄَڻَ نِتُ سوجِهرا.

(15)

چَندَ! چِٽائِي تُنهِنجي، سِياهِيءَ ۾ سُورُ،
لايان لالَ لِڳَنِ کي، چَندنَ ٻَري ٻُورُ،
ڪُوماٽو ڪَپُورُ، مُون واجهائِيندي پِرِينءَ کي.

(16)

چَندَ لَڳِنِئِي مَندَ، سَنجهيئِي سِيخَ ٿيين،
ڪَرِ اُونداهِي اَنڌَ، تہ مِلان مَحبُوبَنِ کي.

(17)
چَندَ! چُئُئين حَقُ، جي وِڙهين جي وِچرئين،
بہ اکِيُون ٿِيُو نَڪُ، تو ۾ ناهِ پيشانِي پِرينءَ جي.

(18)
چَندَ چُئُئين سَچُ، جي مَنيين نہ پائيين،
ڪَڙهن اُڀرين سئهڙو، ڪَڙهن اُپرين ڳَچُ،
مُنهُن ۾ بَريئِي مَچُ، تو ۾ ناهِ پيشانِي پِرينءَ جي.

(19)
ڪِٿِي نيڻَ خُمارَ مان، جان ڪِياڻون نازُ نَظَرَ،
سُورِجَ شاخُون جهَڪِيُون، ڪُوماڻو قَمَرُ،
تارا ڪَتِيُون تائِبَ ٿِيا، ديکِيندي دِلَبَرُ،
جهَڪو ٿِيو جوهَرُ، جانِبَ جي جَمالَ سين.

(20)
اُونداهِيءَ اَڌَ راتِ ۾، پِرينءَ پَسايو پاڻُ،
چَندُ ڪَتِن ساڻُ، پيهي وِيو پَڙلاوَ ۾.

(21)
تارا تيليءَ رَوءِ، لُڏا لالَنَ اُڀرئين،
جهَڙو ٿُون صُبُوحِ، تِهڙي صافِي سَجَڻين.

(22)
توڏانهن گهَٽُو نِهاريان، تارا تيلاهِين،
سَجَڻُ جيڏاهِين، ٿُون تيڏاهين اُڀرئين.

(23)
هُن تاري، هُنَ هيٺِ، هُتِ منهنجا سُپِرين،
سَجَڻَ ماڪِيءَ ميٺِ، ڪؤڙا ٿِين نہ ڪَڙهِين.

(24)
هُنَ تاري، هُنَ هَنڌِ، هُتِ منهنجا سُپِرين،
سَجَڻَ ماڪِيءَ مَنڌِ، ڪؤڙا ٿِين نہ ڪَڙهِين.

(25)
هُنَ تاري هُنَ جاءِ، هُتِ منهنجا سُپِرين،
سَجَڻَ ماڪِيءَ ساءِ، ڪَؤڙا ٿِين نہ ڪَڙهِين.

(26)
تارا، تِرَ، تروڪِٽِيُون، مَتِن ڦُلَڙِيُون،
ڪوءِ! سي راتَڙِيُون، جي مُون پِرينءَ پُڄاڻان پيئِيُون.

**وائي**

جيڏيُون! هِيءُ ضَرُورَ، آيَلِ ڪِئَن رَهندو پِرينءَ ري.
سَگهو ساعِتَ نہ جِندَڙو، اَنئِي پَهَرَ مَلُورُ،
آيَلِ ڪِئَن رَهندو پِرينءَ ري.
مَنَ ۾ مُشتاقِنِ جي، سَاجَن! تنهنجو سُورُ،
آيَلِ ڪِئَن رَهندو پِرينءَ ري.
پيرين آءٌ نہ پُجَٽِي، ڏِيهُ پِريان جو ڏُورُ،
آيَلِ ڪِئَن رَهندو پِرينءَ ري.
وَڃِي ويلَ سَيَڪَهِين، هِينئَڙو پِرينءَ حُضُورُ،
آيَلِ ڪِئَن رَهندو پِرينءَ ري.

**وائي**

(2)

اَگَڻِ آيُم پيهي، يا اَلا! مُون سارِيندي سُپِرِينِ،
مُشڪُ عَطُرُ مُون پِرِيَن، سِڪَيَس جَمُ سَيِيئِي،
يا اَلا! مُون سارِيندي سُپِرِين.
تَنُ جَنين جو طالِبُو، رُوحَ تَنِين سين ريهِي،
يا اَلا! مُون سارِيندي سُپِرِين.
ساجَنَ سَنديءَ سُونهن جي، آءٌ ڳالهہ ڪَريان ڪيهِي؟
يا اَلا! مُون سارِيندي سُپِرِين.
تِيو لُطفُ، لَطِيفُ چَئي، دوسُ آيو دَرِ پيهي،
يا اَلا! مُون سارِيندي سُپِرِين.

**وائي**

(3)

وَهلِي وَنءِ مَ وِهامِي، رَهُ راتِ، رائِيندِيَس پِرينءَ کي.
شمعَ ٿِيندِيَس شَبِ ۾، اِنَ خوشيءَ ڪان ڪامِي،
رهُ راتِ، رائِيندِيَس پِرينءَ کي.
بابُوئِن سَندي باهِ جِئن، بَران شالَ اُجهامِي،
رهُ راتِ، رائِيندِيَس پِرينءَ کي.
پِرتِ جا پيتَمَ جِي، سا ڪِينَ پَرُوُڙي عامِي،
رهُ راتِ، رائِيندِيَس پِرينءَ کي.
مُون کي مُون پِرِينَ جو، آهي دَرِدُ دوامِي،
رهُ راتِ، رائِيندِيَس پِرينءَ کي.
هو جو لَنؤُنِ، لَطِيفُ چَئي، مُون کي آهِ مُدامِي،
رهُ راتِ، رائِيندِيَس پِرينءَ کي.
روشن ٿِيا رُجِن ۾، جي هُئان لَنؤُن انهين لامِي،
رهُ راتِ، رائِيندِيَس پِرينءَ کي.
ڪارِي سا قِيامَ سَئِين، هوتُ جنهن جو حامِي،
رهُ راتِ، رائِيندِيَس پِرينءَ کي.

آئُمِ تنهن لوڪَ سين، جيسين مان چُونِ سُوامِي،
رهُ راتِ، رائِيندِيَسِ پِرِينءَ کي.

## داستان ٻيو

(1)

ناسِيندي نِگاهَ، پِهرِين ڪِج پِرِينِ ڏي،
اَحوالَ عاجِزنِ جا، آکِج لَڱِ اَللّٰهَ،
روز نِهارِنِ راهَ، اکيون اوهان جي آسِري.

(2)

ناسِيندي نَظَرَ، پِهرِين ڪِج پِريَنِ ڏي،
قَمر ڪَهِج قَرِيبَ کي، نِسَتُ آءٌ نِبَرَ،
ٻِي پيٽِي ناهِمِ پَرَ، اَکِيون اوهان جي آسِري.

(3)

ناسِيندي نرتِ، پِهرِين ڪِج پِريَنِ ڏي،
قَمَرَ ڪَهِج قريبَ کي، ساري ساڻ سُرتِ،
ٻِيو پَروسو نہ پِتِ، اَکِيُون اوهان جي آسِري.

(4)

ناسِيندي نِهارَ، پِهرِين ڪِج پِريَنِ ڏي،
آءٌ جي ڏِئين سَنيها، چَئِج چند اَپارَ،
ساڄَن! سڀ ڄمَار، اکيون اوهان جي آسِري.

(5)

چڱا چندَ! چَئِيجِ، سنيها کي سَڄڻين،
مَٿان اَگَڻَ اُپِري، پِرِيَنِ جي پَئِيجِ،
جهِيڻون ڳالهائيج، پيرين وِجهِي هَٿڙا.

(6)

آءٌ جي ڏِيَئين سَنِيها، سي تون چندَ! پَلءِ ٻَنڌُ،
چَئِج حالُ حَبيبِ کي، نَئِي نوِڙائي ڪَنڌُ،
تو تيڏانهن پَنڌُ، جيڏانهن عالَمِ آسِرو.

(7)

اُپِرُ چَندَ، پَسُ پِرِين، تو اوڏا، مون ڏُورِ،
پيرين آءٌ نہ پُڄَڻِي، ٻابَلُ ڏئي نہ ٻُورِ،
جنهن تي چَڙهي اَسُورِ، سنجهي سَڄَڻَ سيٽِيان.

(8)

آءٌ اُڪَندِيائِي مَران، پِرين پَلا، پَرَ ڏُور،
ٻابَلُ ڏئي نہ ٻُور، پنڌَ نہ جوڳِي پيَڙي.

(9)

ڏَٽِي! ڪَرِيندين ڪَڏهِين، حَياتِيءَ هيڪاندِ؟
مَنَ ۾ مُشتاقَنِ جِي، ڪِي رَنجائِي راندِ،
پِرِين ڏيساندَرَ پاندِ، ڳُجهہ ڳُرِهيان ڪَن سين؟

(10)

هِينئَڙي سَڄَڻ سارِيا، ڪِٿي هُوندَمِ هِيرَ؟
اَڃِي لالَنَ نہ ڏِيين، مٿي پَلَنگِنِ پيرَ؟
ٿِي وِرُوهَڻَ ويرَ، ڳُجهہَ ڳَرِهيان ڪَنِ سين؟

(11)

وَڏَڦِڙو ۽ واءُ، ڪَرَهي ڪاڏو کوڙِيو،
کوءِ! ٻَنِ! پَلاٽِيان، اولاٽِيو نہ اُٿِيي.

(12)

پَلاٽِيان پِيو، اولاٽِيو نہ اُٿِيي،
جيڏانهن وَڳُ وِيو، اُيو تَرَسِي اوڏَهِين.

(13)

ڪَرَهو نہ ڪِي ڪانُ، پيرين آءٌ نہ پُڄِٽِي،
جو مون رات رساٽِي، نيئِي ساڄن ساڻ،
مون نہ وَهيٽو پاڻ! وينِي نيڻَ نِچوئِيان.

(14)

ڪَرها! ڪَسَرَ چَڏِ، وِکُون وِجهہ وَڌندِيُون،
هيڪر حَبِيبن سان، مُون کي نيئِي گَڏِ،
مَچُڻ پونِئي هَڏِ، آهُون اُڪندِيَنِ جُون.

(15)

ڪَرها! ڪَسَرَ چَڏِ، وِک وَڌندِي پاءِ،
مُنهِنجو هَلڻ اُتَهِين، جِتي جانِب جاءِ،
توکي چَندنِ چارِيان، ٻيو وَڳُ لاٽِي کاءِ،
اِيهِين اُٺ! اُناءِ، جِئن هُونديءَ رات هُت مِڙُون.

(16)

ڪَسَرَ چڏ کنواٹَ، وِکون وِجهہ وَڌندِيُون،
سَنئِين سُپِيرِيَنِ جِي، وِنگِي پانءِ مَ واٹَ،

ڇڏ جهوري، ڏي جهاٽ، تہ هُونديءَ رات هُت مڙون.

(17)

ڪَرها، ڪَرُ سُجاڻ، پيئڪو ۽ پانهنجو،
اَصل آهي آنهنجو، ناليرو نِڏاڻُ،
ڪَرها، اسان ساڻُ، ڪي چانگا ڪِج چڱائِيُون.

(18)

مَيا، مَج مِنٿ، اَج مُنهنجي ڪَرها،
جهاڳِيندي جَرَ پَٽيُون، مَتان ڪَرئين ڪَٽ،
سُپيريان جي سَٽ، مون ڪي نيئِي ميڙئين.

(19)

چندن جا چُوپا ڪري، چَري نہ مصرِيءَ سَنگَ،
اَڪِين متي اَنگَ، مَيي ڪي محبوبَ جا.

(20)

آٽي بَٽم وَڻ جاءِ، مانَ مُڪريُون چَري،
ڪُڏاٽُورو ڪَرهو، لِڪِيو لاٽِي ڪاءِ،
اِن مَيي سندِي ماءِ، مون ڳالهِڙِيَن ڳوڙها ڪِيا.

(21)

چانگا چندن نہ چَرِين، مَيا پيين نہ موڪَ،
آگَرَ اوڏو نہ وَجيين، ڦُڪيو ڇڏيين توڪَ،
لاٽِي وِچان لوڪَ، تو کهڙي اَڪر آڻِڙي.

(22)

ڳِلِ ڳانا ياقُوت جا، موتِيَن ڳُتِيس مالَ،
ڪَدِيفي جِي ڪَرها، هيڊي پايَئِين حالَ،
چَندَنِ چارِيَئِين جال، جي مون رات رَساٽئين.

(23)

ڳَل ڳانا ياقوت جا، موتِي منجهہ مَهارَ،
چانگا چَندَن چارِيَئين، اَنَئِي پَهرَ اَپارَ،
سنديءَ پِيءَ پچَارَ، جي مُون رات رَساٽئين.

(24)

مَيا! تو مَهارَ، سَچِي پايان سونَ جي،
چارِيَئِين چَندَنِ چوٽُيون، نايو ميِنديءَ ڏارُ،
سَنديءَ پِيءَ پچَارَ، جي مُون راتِ رَساٽئين.

(25)

اُٺُ نہ وَجي وَڳَ سين، چَري نَہ لاٽون،
مَيي ڪي مَجازَ جو، ڦُوهي ۾ تاٽون،
پَٽاري پاٽُون، مرندي سينءَ نہ مَٽيو.

(26)

اُٺُ نہ وجي وَڳَ سين، چَري نہ چانگو،
لَڳِيَسِ نائُڪَ نِينهن جِي، نِهوڙِيو نانگو،
ڇَڏي سِرَ سانگو، رِڙهي رَندِ پِرِيَن جي.

(27)

ويهِي مَنجهين وَڳَ، ڪٿوريءَ ڏارَ چَري،
ماءِ! مُنهنجي ڪَرهي، پَڏَرَ پَڳَ نہ لَڳَ،
جَڳَ سين جِهڙو جَڳَ، هِينئين سين هُت چَري.

(28)

پُورُ نہ چَري پُورُ، ڇَڏِيو ڦُورَ تَڪُون ڪَري،
مُونين هٽِي موتِيو، ڪَرَهو راتِ ڪَپُورَ،
مَيو ٿِيو مَخمُورُ، چَندَنُ چَکِي آئِيو.

(29)

اَج نہ آڳِيءَ ڊِارَ، ڪَرهو جِئَن ڪالهہ هُئو،
اگڻ آيو نہ ڪَري، پاهوري پچارَ،
جيڪس مَنجهہ قَطارَ، ڪا وَلِ چِنائِين وِهَ جِي.

(30)

مَيي ماڪائِي، وِڌو واتِ وَلِين ڪي،
خبر تِي ڪيٿ ڏَٽِينَ ڪيي، وِڏُوٽا واهِي،
ڪَرهي ڪاڪَٽَ ڇَڏِيي، وَرِيس نہ وائي،
چانگي چَريائِي، ويئِي ويچاري وسري.

(31)

مِنيُون لَهِي مُهاءِ، جي تو چانگا چِنِيُون،
وَلِڙِيُون وِهَ ساءِ، اَجا تو مُهنديُون.

(32)

نَوَ نِيَرَ، ڏهہ ڏاوٽيُون، پَنڌرهن پينڊ پِياسِ،
جَڏِهن سَجَڻِ يادِ پياس، چِرَڪَ چِنايَئِين هيڪڙي.

(33)

نَوَ نِيرَ پائي، جان مُون هِينئڙو جهَلِيو،
وِئڙو چِنائي، پوئِينءَ راتِ پِرِينِ ڏي.

(34)

ڪائي نہ ڪَتَڻهارَ، چَندنَ جا چُوپا ڪَري،
اَگرَ اوڏو نہ وَجي، سَر ڪَندِ لَهي نہ سارَ،
لاٽي جِيءَ لَغارَ، مَيو متارو ڪيو.

(35)

ڪَنِين ڪامَڻَ ڪِياءِ، ڪِئن پنيپولئين ڪَرَها،
اڪين مَتي اَڪِيا، پِڙَ ۾ پيرَ گَنَاءِ،
وَڳَ ڪِ وِسرياءِ، ٻَڏو جئن گهاٽي وَهين.

(36)

وَتي سيٺَ سُوَٺَ، پاءِ پَنهنجي ڪَرهي،
وَليُون واسَ وَرِنيُون، پَهرِيُون مَتي پَٺَ،
چانگي چَڪِي چَٺَ، تہ پوءِ نہ رَهندو پَيندَ ري.

(37)

ڪِين جو ڪيڏاهِين، چانگو چَڪِي آئِيو،
تاٽِيو تيڏاهِين، نيٺَ چِنايو نِڪَري.

(38)

ڪَرهي ڪي ڪَئِين، وِڏَمِ پَيندُ پَلَڻَ جا،
ليڙو لاٽِيءَ ڪي چَري، نِيرَ ساڻ نَئِين،
چانگي سَندي چِتَ ۾، صاحِبَ وِجهِ سَنئين،
اوباهِيوسِ آئِين، لُطف ساڻ، لَطِيفُ چَئي.

(39)

ڪَرها توڪي ڪامَ، مُون سَچو پَسِي سُجِيِي،
مانَ پروڙي مامَ، ساڳاهي سَنئِين وَهين.

(40)

اُتِي آڙائِينسِ، چِڏيو تہ چيڪَ ٽيو،
ڪارايان، ڪِڙيو وَجي، پَلاٽِي پائِينس،
ڏاوَڻِ تِنهن ڏائِينس، جِئن چري ۽ چِنگهي پُٽو.

(41)

دو دَستِي، دو پيرَ، سيني سَنگهَرَ رُڪَ جي،
ماءِ! منهنجي ڪَرهي، تازي ڦُلنَ هيرَ،
تنهن ڪامَڻَ ڪندي ڪيرَ، جو مُنهِين وٺ مَسَ رهي.

(42)

گَنياتِڙي تَڙ وَري، اُپِي تَڙِ واجهاءِ،
مانَ اُچَهُون ڪاءِ، سُوڏائِي سَڄَڻين.

(43)

چانگي چَئِي چُڪِياسِ مَتاءِ اَڪَ نہ اُلَهي،
جِنهن وَلِ گهَٽا وِهاٽِيا، اُنَ سين آرِ لَڳِياسِ،
چوڏارِي چَندَنِ وَڻَ، پَچِي پُوجَ پِياسِ،
راڙي رَتُ ڪِياسِ، هِنَ ڪُڌاتُوري ڪَرهي.

(44)

جِئان ڪوڙِ ٻَہ ڪانِيُون، پنجين لڪين پاءُ،
مَيو تِنهن ماڳاءُ، ڏيهاڙِي ڏارَ چَري.

(45)

جِئان ڪوڙِ ٻہ ڪانِيُون، پنجين لَڪين پَنُ،
تِئان چاڙي چُڳيون، مَيي رَتو مَنُ،
تِنهن وَلِ سَندو پَنُ، ڪُوماڻو ڪوڙِين لَهي.

(46)

لَڪ لاڪِيڻو ڪَرهو، ڪوڙين ڏيئِي ڳِڌومِ،
اَگَڻِ سُونهن ٽِيومِ، مُلهہ مهانگو مَ چئو.

(47)

لَڪِ لاڪِيڻو ڪَرهو، ڪوڙين ڏيئي چوڙِ،
اِها سَٽِ سَيّدُ چَئي، جَنهِين تَنهِين جوڙِ،
ٿُرت رَساٽي تَوڙِ، جُہ پلاٽِيو تہ پِرِينءَ مِڙي.

(48)

لَڪِ لاڪِيڻو ڪَرهو، ڪوڙين ڏيئِي ڪاهِ،
ايلاچيون آهُر ۾، پُوج ميي ڪي پاءِ،
ڪَٿَ نہ ڪَندو ڪاءِ، جه پَلاٽِيو تہ پِرِينءَ مِڙي.

**وائي**

(1)

آهِينِم ڳالهڙِيون، ماءِ مُرادوُن پِرِينءَ سين.
جي مان پِيئُون پِرِينءَ ري، ڪوءِ! سي راتَڙِيُون،
ماءِ مُرادوُن پِرِينءَ سين.
جي مان اورِيُون پِرِينءَ سين، وَرُ سي راتَڙيون،
ماءِ مُرادوُن پِرِينءَ سين.
پَسڻ ڪارَڻِ پِرِينءَ جي، پاتِيَم جهاتَڙِيُون،

ماءِ مُرادوُن پِرِينءَ سين.
آذيءَ، **عبداللطيف** چَئي، کُهَنِ کاتَڙِيُون.
ماءِ مُرادوُن پِرِينءَ سين.

### وائي

(2)

سَڏين سيڻَ نہ هُونِ، نِينهُن نِياپي نہ ٿِئي،
کاريءَ رات رُت ڦُڙا، جان جان نيڻ نہ روُنِ،
نِينهُن نِياپي نہ ٿِئي.
موٺَڻُ جَنِين مِهڻُون، پِڙَ تي سيئي پوُنِ،
نِينهُن نِياپي نہ ٿِئي.
جَنِ مُسافِرَ سُپِرين، سي مَرُ رويو رُونِ،
نِينهُن نِياپي نہ ٿِئي.

### وائي

(3)

توڻي تَڙَيين تون، يا اَلا! تو دَرُ توءِ نہ ڇَڏِيان!
مون کي سو مُشاهدو، جي مُنهن نہ ڏِئين مُون،
يا اَلا! تو دَرُ توءِ نہ ڇَڏِيان!
مُون بيا دَرَ گهَڻا نِهارِيا، آهِيين ٿُوهِين ٿُون،
يا اَلا! تو دَرُ توءِ نہ ڇَڏِيان!

# سُر سورٺ

## داستان پهريون

(1)
اَللهَ جِي آسَ ڪَري، هَلِيو هِئائِين،
چارَڻَ ٻَدّا چَنگَ کي، جهُوڙا ۽ جهائِين،
ڏولِي راءِ ڏِياچَ جِي، ڏوُران ڏِنائِين،
وِينَتِي واحِدَ دَرِ، تِنهن دَم ڪِيائِين،
”سَڀاجها سائِين! راءُ رِيجهائِين راڳَ سين.“

(2)
پَرَديسان پَنڌُ ڪَري، هَلِي آئِيو هِتِ،
جاجِڪُ اُيو جِتِ، سِرَجِيُون صدائُون هَٽي.

(3)
پَرَديسان پَنڌُ ڪري، هَلِي آئِيو هِيءُ،
مالُ نہ مَگي مَگڻُون، جاجِڪُ گهُري جِيءُ،
”وَڍِ، وَهِلو تِيءُ، ساعَتَ صَبَر نہ سَهان.“

(4)
”پَرديسان پَنڌُ ڪَري، هَلِي آئِيو هُون،
اُونچو ٿُون عَرشَ تي، آءٌ پورو مَٿي پُون،
ڪِئن ٿُسندين ٿُون، هِيءُ سِرَ سُوالِي مَگڻُون.“

(5)
”پَرَديسان پَنڌُ ڪري، آيُس آڳاهِينءَ ماءِ،
جي وِهاڻِيءَ ويرَمَ ٿِئي، تہ مُون هِينئر ئِي هَلاءِ،
سُونهارا سورَٺِ وَرَ، ڳالهہ هِينئين سين لاءِ،
سو مَگڻهارُ مَلهاءِ، جو وِچان ويرِنِ آئِيو.“

(6)
”پَرَديسان پَنڌُ ڪري، سُٽِي آيُسِ شانُ،
مَگّان ڪَهِڙِيءَ مَتِ سين، نِسورو نادانُ،
سو ڪو ڏِيارِيين ڏانُ، جو طمَعَ کي تَرَڪُ ڪَري.

(7)
”سَردي سالِمُ نہ رَهان، گرمِيءَ تِيان گُدازُ،
اَمُنُ ڏيج اَمانَ ٿُون، سائِلُ هَٽي سازُ،
ربابِيءَ کي رازُ، خالِصُ ڏيجِ خَلِيلَ جو.“

(8)
”سَرديءَ سالِمُ نہ رَهان، ڪوسِي سَهان ڪَانَ،
اَمُنُ ڏيجِ اَمانُ ٿُون، دُورِ ڪَري ٻِيا دانَ،
پاندَپ! ڪائِي پانَ، وِجهِجِ پِڪَ پينارَ تي.“

(9)
”تو دَرِ آيُسِ راڄِيا، جاجِڪُ وَنِي جِيءُ،
ڪَنا ’نارُ حامِيه‘، هاڻِ بَچائِجِ هِيءُ،
والِي ڏِيارئي ويءُ، جِتِ آهِ ’جنّاتُ عَدنٍ‘.“

(10)
”تو دَر آيُسِ راڄِيا، هِهَڙو وَنِي حالُ،
اُونائيجِ عَلِيلَ جو، سَڀاجها! سُوالُ،
اَگڻِ مَٿي آنهِنجي، ڪَهي ڪي قَوالُ،
يَلا! ڪَري پالُ، اَمُنُ ڏِيو اُنَ کي.“

(11)
”تو دَرِ آيُسِ راڄِيا، ٻِيا دَرَ ڪَري دُور،
سائِلُ تو سَينَ هَٽي، هَردَمِ اُن حُضُور،
ٻِيو نہ مَگِي مُور، اَمُنُ ڏيو اُنَ کي.“

(12)
”تو دَرِ آيُسِ راڄِيا، ٻِيا دَرَ دُورِ ڪَري،
دُولَهہَ تو دَربارِ ۾، آيُسِ پيرَ پَري،
مَگِڻُون آئُون نہ مالَ جو، مُنهِنجو پَنڌُ پَري،
وَري ڪِينَ وَري، مَٿي ڌاران مَگڻُون.“

(13)
”تو دَرِ آيُسِ راڄِيا، ٻِيا دَرَ ڏيئِي ٻَنِ،
ڪَهان جو ڪُماچَ سين، سو سُڻَ سَڀاجهي ڪَنّ،
جا مَگَ مُنهِنجي مَنّ، سا توکي مَعلُم سَيَڪا.“

(14)
”ٻِيا دَرَ ڏيئِي ٻَنِ، آيُسِ تُنهِنجي دَرُ،
سُونهارا سورَٺ وَرَ، ڪا مُنهنجِي ڪَرِ،
يَلا! پيري پَرّ، پالَهو پانڌُ پينارَ جو.“

**وائي**
تُنهِنجيءَ تَندُ تَنوارَ، يار! مُون مَنُ موهِيُو،
مَلِهي آئِين مَگڻان، گجِي ۾ گرنارَ،
يارَ! مُون مَنُ موهِيو.

سِرَ جي صَدا چَڙِ ٿُون، ڏِيانءِ ڏيجَ اَپار،
يارَ! مُون مَنُ موهِيو.
دانَ ڏِيانءِ ڏُهرا، هَزارين هَزارَ،
يارَ! مُون مَنُ موهِيو.

## داستان پيو

(1)
جاچِڪُ جهُوناڳَڙهِ ۾، ڪو عَطائِي آيو،
تِنهن ڪامِلَ ڪَڍِي ڪينرَو، ويهِي وَڄائِيو،
شَهرُ سَڄوئِي سُرَ سين، تَندنِ تَپايو،
دايُون دَرِ مانديُون ٿيون، ٻايُن ٻاڏايو،
ٻيجَلَ ٻولايو، تَہ آهيان سُوالِي سِرّ جو.

(2)
ساري راتِ صاحِبَ کي، ڳَڙهہ پَرِ ڳايائين،
اُنس ماڻِڪَ مِينهن جِئن، هَٿِ نَہ ڇُتائِين،
تي لائِقَ لَڏائِين، جِئن هو مِيراثِي مَڱَڻُون.

(3)
نِرتِي تَندُ نِيازَ سين، ٻيجَلَ ٻُرائِي،
راجا رَتولَنِ ۾ وَرَنائِي وائِي،
ڪونايائِين ڪوٺ ۾، ٻارِڻَ ٻاجهائِي،
رَاجا، راڳائِي، هَرِدوئِي هيڪُ ٿِيا.

(4)
نِرتِي تَندُ نِيازَ سين، ٻُرائِي ٻيجَل،
راجا رتولَنِ ۾، اُونائي اَمُلُ،
رازُ ڪِيائين راءَ سِين، ڪِنهن موچاريءَ مَهَل،
’انا اَحمَدُ بِلا مِيمِ‘، سَين هَنئِي سائِلِ،
ڪِنهن ڪِنهن پيئِي ڪَل، تَہ هَرِدوئِي هيڪُ ٿِيا.

(5)
ڪَنِين ڪَنين ماڙُهئين، پيئِي ڪَلَ ڪائِي،
رَسيا جي رَمزَ کي، تَن پارسي پائِي،
’الانِسَانِ سِرُيَ و اَناسِره‘، وَرَتِي اِيءَ وائِي،
راجا، راڳائِي، هَرِدوئِي هيڪُ ٿِيا.

(6)
راجا رَنگِ مَحَلَ ۾، جاچِڪُ سِرِ زَمِين،
جا هَنيائِين هَٿَن سين، سا سُئِي بالا ٻِينَ،
جِتِ اَچَنِ نَہ اُردابيگيُون، اُتِ ڪو ڪونايو اَمِين،
”تازي ڏِيوسِ تَڪِڙو، جوهَرَ پائي زِينَ“،
ٻِيو مَڱي ڪِينَ، ڏاران سِرَ سَيّدُ چَئِي.

(7)
راجا جو راضِي ٿِيو، تِنهن ڏِنا وَڏا ڏانَ،
موتِي ڪارِيا مَڱَٽي، طَرَح ٺُنبي کي تانَ،
”مُون وَٽ مالَ مَتاع جي، ڪَمِي آهي ڪانَ،
ڪارَڻِ رَبّ رَحمانَ، سِرُ وَڍِي، سلطانَ ڏي.“

(8)
سِرَ جي هُئائِين هَلِيو، چارَڻُ چِتائي،
سو مُوڙا جهَلي نَہ مالَ جا، تو ماڻِڪَ موٽائي،
”تو دَرِ آيُسِ تِي، جِئَن تو ناهِ نَہ سِڪِيو.“

(9)
”پائي پَٽَ ڪَٽان، مُون تان مُور نَہ مَڱِيو،
تازي طَبيلَنِ ۾، گهوڙا گهَرِ گهَٽان،
هاٿِيءَ ڪارَڻِ هيڪَڙي، آن ڪا تَندُ هَٽان؟
جا مٿي تو مَٽِيان، تِنهن سِرَ جو آهِيان سيڪَڙُو؟

(10)
”جي ميراثِي مَڱَڻان، آڻُون پُڻِ مَنجهان تَنِ،
ڪِين ڪَهُ مُنهِنجي ڪَنِ، اِرِڻَ مَنجهاران اُنِ جي.“

(11)
”ڪا جا ڳالهہ ڳَري، ٻيجَلِيا ٻُڌاءِ مُون،
پيِنِين جِئَن ڳِرنارَ ۾، تَندُنِ تانُ ڪَري،
ڪِ تو پَنڌُ پَري، ڪِ مَڱَ جهَلِيندين مَڱَڻان!“

(12)
”مَڱُ نَہ جهَلِيان مُورهِين، نَہ مُون پَنڌُ پَري،
ڳِٽِي آيُسِ ڳالهڙي، ڳُجهي تو ڳَري،
سا سُمُجهِج، سورَٿِ وَرَ، وِيندُسِ ڪِينَ وَري،
پَرِيان پِيرَ پَري، تو لَئِي آئِيو آهِيان.“

(13)
مَڱَ نَہ تُسي مَڱَڻُون، نَہ مِلڪَ، نَہ مالُ،
ڏاڻِنڌُون ڏُور ٿِئي، ڪا جا ڳُنِس ڳالهہ،
آهي اِنَ خِيالُ، تَہ ڏيڻِي ٿِيان ڏاتارَ سين.

(14)
سِرُ مَگّي، سِرَ گهُري، سِرَ ريءَ ٿِئي نہ صَلاحَ،
غَرِيبَنِڻُون نہ گُذري، تو ماري ميرَ مَلاح،
نايو نُوابَن جا، سوريو ڪَيي ساهَ،
خالِقُ سَنجهہِ صُباح، ڪونَ چَڏِيندو ڪِٿهين.

(15)
موتِي، مَگَّڻهارَ! شالَ مَ اچِين ڪَڏهين،
اَنئِي پَهَرَ اَجَلَ جو، ڪُنيو مَنجهہِ ڪَپارَ،
جِنهن تو سَڀَ جَمارَ، هَنيا چَڻَ پَٽَنِ سين.

**وائي**

ڏِنو راءِ ڏِياچَ، هيءُ سِرُ صاحِبَ تان صَدقو.
چَڏي هَلِيو هِتهين، راڻِيُون پَنهنجا راڄَ،
هِيءُ سِرُ صاحِبَ تان صَدقو.
اگهيو دَر الله جي، ڪوڙين پُنس ڪاڄَ،
هِيءُ سِرُ صاحِبَ تان صَدقو.
مَگِي وتو مَگَّڻي، ڪَهِي ساڻُ ڪُماچَ،
هِيءُ سِرُ صاحِبَ تان صَدقو.

## داستان ٽيون

(1)
ڪِين جو بِيجَلَ بولِيو، پِنيءَ ويهي پانَ،
راجا رَتولَنِ ۾، سِيباڻو سُلطانَ،
"آءُ مَتاهُون، مَگَّڻان! مُقابِلِ مَيدانَ،
گهوريان لَکَ لَطِيفُ چَئي، تُنهنجي قَدَمَن تان قُربانَ،
مَتو هِيءُ مِزمانَ، هَلِي آءُ تہ هِتِ ڏِيئِين."

(2)
آءُ مَتاهُون مَگَّڻان، چَڙهِي ۾ چوڏولَ،
توکي گهوٽُ گهُرائِيو، راجا مَنجهہِ رَتولَ،
بِيجَلَ توسين بولَ، وِهاڻِيءَ وَڏِڻِ جي.

(3)
محلين آيو مَگَّڻُون، ساڙُ ڪَٽِي سُرَندو،
سِر جي صَدا سُرَ ۾، گهُورَ هَٽِي گهُرَندو،
مَٿي رِيءَ مَلوڪَ جي، چارَڻُ نہ چُرَندو،
جهُوناڳِڙهَ جهُرَندو، پُوندي جهانءِ جهَروڪَ ۾.

(4)
مَحَلين آيو مَگَّڻون، ڪَٽِي ساڙُ سِري،
لَڳِي تَندُ تُنبِيرَ جي، پِيا ڪوٺَ ڪِري،
هَنِين ماڪِين هُوءِ ٿِي، تُنهنجي، بِيجَل! دانهُن بُري،
جهُوناڳڙهہ جهُري، پُوندي جهانءِ جهَروڪَ ۾.

(5)
ڏاتارَ ۽ مگَّڻي، ڪِونَ وَسِيلو وِچِ،
سائِي تال تَندُنِ جي، سائِي چارَڻَ چِتِ،
جي هُتِي، جي هِتِ، تہ ڳالِهہ مِڙِيائِي هيڪڙي.

(6)
"جاچِڪَ! تو جَهارُ، ڏهَ پيرا ڏِياڄُ چَئي،
جِنهن ۾ مالَ نہ مِريءَ جيترو، تِنهن ٿُون طمعدارَ،
جي اَچِئي ڪَمِ ڪَپارَ، تہ وِيہَ پيرا وَڍِي ڏِيئِين."

(7)
"بِيلِي بَئِي پارَ، جان مُون نيڻَ هَٽِي نِهارِيا،
چوري رَکِيَمِ چِتَ ۾، ڏِسِين جا ڏاتارَ،
هِيءُ سِرُ توهان ڏارِ، بِيجي ڪِنهن نہ بولِيو."

(8)
"سو جِيءُ مَگَّڻهارَ! مَ هوءِ، جِنهن تو مَٿي سِرَ سَٽو ڪيو،
جو مُون مُلِ مُورِ نہ سپجي، تان جي سو گهُريوءِ،
تہ جُڳَان جَڳِ ڏِنوءِ، ڏُونگو ڏاتارَنِ ڪي."

(9)
"مَتو مَتائِن گهوريان، مَتو تو مَتان،
سو مُون ٿِئي نہ هَتان، جِنهن ٿُون لائِقُ مَگَّڻان."

(10)
"مَتو مَتائِن گهوريان، مَتو تو مَتانءِ،
هَڏو هِيءُ هَتِ ڪَري، جاچِڪَ وَهِلو جاءِ،
ٿُون سين آنيراءِ، جِمَ واچا ۾ وِلَهو وَهين."

(11)
"سَو سِرَنِ پائي، جي تَندُ بَرابَرِ توريان،
اَنَلَ اوڏاهِين ٿِئي، جيڏانهن بِيجَلُ بُرائي،
سَڪڻُون هَڏُ آهي، سِرُ ۾ سَجَڻَ ناهِ ڪِين."

(12)
"مَٿي اُتي مُنهنجي، جِي هُئا سِرُنِ سَوَ هزارَ،

تہ تُنهِنجِيءَ تَندُ تَنوارَ، هَرَ هَرَ وَڍِيمِ هيڪَڙو.“

(13)

”مَٽي اُتي مُنهِنجي، جي ڪوڙين هُونِ ڪَپارَ،
تہ وارِيو وارِيو وَڍِيان، سِسِيءَ کي سَوَ وارَ،
تہ پُڻِ تَندُ تَنوارَ، مُونهان مَٽائون، مَڱڻان!“

(14)

”جو تو ڏِيَڻُ، ڏِياچَ! لاهِيو اي سِرُ سَيُڪو ڏي،
ڪِين ناہ جهَڙو ڏي، جو سَندَ ٿِئي سُواليين.“

(15)

”ڏِيَڻُ گَهَٽُون ڏُهِلو، سِسِي ڏِيَڻُ سُکُ،
سو تان ڏِياچَ! ڏُکُ، جو تَعَلقَ رَکِي تَندُ سين.“

(16)

”جو تَعَلقَ رَکي تَندُ سين، سو ڪِين پَلؤ پاءِ،
مُون کي مَ موٽاءِ، آنءُ اَڳاهُون آئِيو.“

(17)

پَسِي پاٿُ پَرِ ٿِيو، سَندو جادِمَ جُودُ،
مَگَّ وِهاٽِيءَ مَڱڻان! مَٿو هيرَ مَوجَودَ،
بَلڪِ آهي بُودُ، ناڪَسِيءَ نابُودَ ۾.“

(18)

چارَڻُ چَنگُ ڪُلهي ڪَري، رَمِي رَهيو راتِ،
صدا جي سَيّدُ چَئي، وائِي ڪِيائِين واتِ،
ڏيهہَ ڌِنا تنهِن ڏاتِ، مِيين مَگڻهار کي.

(19)

چارَڻَ چَنگُ ڪُلهي ڪَري، پيرَ پَري پاتا،
صَدا جي سَيّدُ چَئي، وائِي ڪِيائِين واتا،
تِنهن تي راءُ راضِي ٿِيو، دِلِ وَڏيءَ داتا،
مَرڪي مَرُ ماتا، رُوُڙي راءِ ڏِياچَ جِي.

**وائي**

مَٿو ۾ ڪِنڪارَ، يارَ! ڏاڻَ ڏِيندوسَئِين، مَڱڻان!
جاجِڪَ! جهُوناڳڙهہ ۾، هَلُ تہ ٿِيَهُون يارَ،
ڏاڻَ ڏِيندوسَئِين، مَڱڻان!
مَتان ڪا مُنهِنجِي ڪَرِيين، گِلا جِي گُفتارَ،
ڏاڻَ ڏِيندوسَئِين، مَڱڻان!
مَٽي اُتي مُنهِنجي، جي هُونِ سِرَ هَزارَ،
ڏاڻَ ڏِيندوسَئِين، مَڱڻان!
هَرُ هَرُ وَڍِيان هيڪَڙو، تُنهِنجِيءَ تَندُ تَنوارُ،
ڏاڻَ ڏِيندوسَئِين، مَڱڻان!
لَجِيندي ٿو لاهِيان، ڪِينهي مَنجهِ ڪَپارَ،
ڏاڻَ ڏِيندوسَئِين، مَڱڻان!

## داستان چوٿون

(1)

رِيءَ مَصلِحَتَ مَڱڻان، قَصَرِ ڪِينَ اَچَنّ،
نُورَ تَجَلو نُورَ سين، نَمِيو نيڻَ پَسَنِّ،
خِيمي ۾ ڪنگهارَ جي، چاندوُٽا چَمَڪَنِّ،
لَڏائِين لَطِيفُ چَئي، سَندا ڏاڻَ ڏِسِيَنِّ،
تيلانهن مُلڪَ ڏَٽِينِّ، مَجِيو مَگڻهارَ کي.

(2)

”مَرُ تہ آئين مَڱڻان، مامَ پَروُڙي مُون،
جيڪا ڳاهَ ڳالهائين، سا سَڀَ سَمجهِيسُون،
تِنهن ۾ تُسِجِ ٿُون، جيڪِين پوئي پَٿَ ۾.“

(3)

”چارَڻَ! تُنهِنجي چَنَگَ جو، عَجَبُ آهِمِ اِيُّ،
هَٽِي اُيو هَٿَنِ سين، جِٿَرو رَکيو جِيُّ،
راتِ منهنجو رِيُّ، ڪاتِيو تو ڪُماچَ سين.“

(4)

”تانُ نہ آهي تَندُ جو، روُن روُن ڪَري رازُ،
هَٽَندَڙَ سَندا هَٿڙا، سَيُڪو چَئي سازُ،
سَٿُ ڏيئِي شَهِبازُ، ٿِيءُ تہ ٿوڪُ پِرائِيين.“

(5)

تَندُ تُنهِنجي تانُ، ڪَهِيو سو قَبوُلُ پِيو،
سِرُ تہ آهي سَٿِ ۾ پَرُ ٻِيو ڪِي مَگّجِ دانُ،
خاڪِ مِٽِيءَ جو بانُ، ڪاتِيان پوءِ ڪُجهہَ ناهي.

(6)

”چارَڻَ! بولِجِ ڪِين ٻِيو، جو گهُرِيُئِي سو گهورِيان،
گهَرُ، سورَٿَ نہ پَڙي، جان تَندُنِ بَرابَرِ تورِيان،
ڳُجهِي آهِيم ڳالهَڙي، آءٌ اوري تان اورِيان،
ڪِ ڪُلَهِنئُون ڪورِيان، ڪِ جاجڪَ! جُسي سين ڏيئِين؟“

(7)
چَارَڻُ چنگ، بَنگَ لَهي، وڃايو وَڏاڻُ
سِر تان هَڏِ اَسانُ، پَر مگڻهارُ مَتي وهِي.

(8)
”ڳُجهُ پَنهنجي ڳُجهَ سين، رِندَ! رَساڻي لاءِ،
اَجَلُ اُيو آهِ، پُنيءَ تو پَلاڻيو.“

(9)
”وَڍِ سِرُ تيءُ سَرَهو، مَر ڪِين آءُ، مَر ڳاءُ،
جاڃِڪَ! تو مَتاءُ، مُلڪَ مِڙوئِي گهورِيان.“

(10)
تيئِي پَرچيا پاڻَ ۾، تَندُ، ڪَتارو، ڪَنڌُ،
”تِنهن جهوئِي ناهِ ڪِين، جو تو چارَڻَ ڪيو پَنڌُ،
اِيءُ شُڪَرُ اَلحَمدَ، جيئن مَتو گهُرِيُئِي، مَگڻان!

(11)
ڪَنجهي ڪِيرَتِ ڪِيئَرو، واجو وِلاتِي،
هَنئِي تَندُ حُضُورَ ۾، تِنهن پارِسَ پيراتِي،
ڏِسَندي ڏياچَ کي، ظاهِرُ ٿِيو ذاتِي،
ڪَيِي تِنهن ڪاتِي، وِڌو ڪَرتُ ڪَپارَ ۾.

(12)
گُلَ چنو گِرنار جو، پِٽڻِ ٿِيون پِٽِينِ،
سَهَسين سورٺِ جِهڙيُون، اُپِيُون اوسارِين،
چوتا چارَڻَ هَٿَ ۾، سِرُ سِينگارِيو ڏِينِ،
نارِيُون ناڏَ ڪَرِينِ: ”راڄا راتِ رمَگيو!“

(13)
پاسَنگَ جِنهن پيشِ ڪِيو، تِنهِن ڏِنو ڪِينَ ڏِياچَ،
مَتو نيئِي ماچَ، وَڃِي ڏُورِ، ڏُکَ ٿِيو.

(14)
ڏِنو ڪِين ڏِياچَ، تو سائِلَ سِڪائي،
مُنهَن تي موٽائِي، مَتو هَنيُسِ مَگڻي.

(15)
سورَٺِ مُئِي، سُکَ ٿِيو، خِيما هَنيا ڪنگهارَ،
ٿِيو راڳُ، رُوپُ سو، لَڳِي تَندُ تَنوارَ،
سو ڏِٺين پَٽين پارَ، پَسو! راڄا راضِي ٿِيو.

(16)
سورَٺِ مُئِي، سُکُ ٿِيو، خِيما کَنيا ڪنگهارَ،
نَہ ڪو راڳُ نَہ رُوپَ ڪو، نَہ ڪا تَندُ تَنوارَ،
تِهان پوءِ مَگڻهارَ، ڏِنو سِرُ ڏِياچُ کي.

**وائي**

اَلوِداع! ووا اَلوِداع! ووا اَلوِداع! جانِي ڪِيوءِ جُدا،
هَئي هَئي! سورَٺِ ٿِي ساري.
هَڻُ ٿُون تَندُ طَرِيقَ جي، ووا واڄَٺَ سَڀِ واري،
هَئي هَئي! سورَٺِ ٿِي ساري.
سورَٺِ سَرَتِنِ وِچَ ۾، ووا اُپِي اوساري،
هَئي هَئي! سورَٺِ ٿِي ساري.
”ڏِيندوسانءِ“ ڏِياچُ چَئِي، ”هِيءُ سِرُ سِينگاري“،
هَئي هَئي! سورَٺِ ٿِي ساري.
هِيءُ جو آيو مَگڻون، سو مَتارا ماري،
هَئي هَئي! سورَٺِ ٿِي ساري.
دوسَ دوسَنِئان دُورِ ڪِيو، تو ڏِيا ڏيکاري،
هَئي هَئي! سورَٺِ ٿِي ساري.
ڪَنڌُ مُنهنجو ڪاٽِيو، نِينهن سَندي نُعِري،
هَئي هَئي! سورَٺِ ٿِي ساري.

# سُر آسا

## داستان پھريون

(1)

لُڇان ٿِي لاحَدَ ۾، ھادي لَھان نہ حَد،
سُپيريان جي سُونَھن جو، نہ ڪو ڦَدُ نہ مَد،
ھِتِ سِڪَڻُ بي عَدد، ھُتِ پِريَن پَروا ناھِ ڪو.

(2)

”آءُ“ سين اُنَ پارِ، ڪَڏھِن تان ڪونہ پِيو،
”اِنّ اَللهَ وِترَيُحِبُّ الوِترِ“، نيئِي بِيائِي بارِ،
ھيڪَڙائِيءَ وَٽِ ھارِ، ھَنجُون جي ’ھُنَّڻ‘ جُون.

(3)

بَنِ بِيائِي سُپِرِين، پاٽان مُون ڪي پَلِ،
”آءُ“ اورِيان جھَلِ، توڪي رَسي ”تُون“ ڏَٽِي.

(4)

توڪي رَسي ”تُون“ ڏَٽِي، سَپوئِي جَمالُ،
ڪونھي بِيو خِيالُ، جي شارِڪَ شَڪَ وِجائيين.

(5)

”آءُ“ اورِيان جھَلّ تُون، ڇَڏِيَمِ پاڻُ پَچارَ،
شِرِڪَ ساڻ سَتارَ، گھَٽان گھارِيمِ ڏينھَڙا.

(6)

عَينَ شِرڪُ اِيءُ، جِئَن بِي شِرڪُ پائئين پاڻَ ڪي،
وِجائي وَجُودَ ڪي، پاٽان پاسي ٿِيءُ،
ھَڏِھين ڪونھي ’ھيءُ‘، ’ھُو‘ پُڻ ڪِينھين ھِن ري.

(7)

ھُو پُڻ ڪِينھين ھِن ري، ھِي نہ ھُنِھان ڌارَ،
”اَلاِنسَان سِرِيّ وَ اَنا سِرُّہٗ“، پَروڙِج پَچارَ،
ڪَندا وِيا تَنوارَ، عالَمِ عارِفَ اِھڙي.

(8)

نَڪا اِبتَدا عَبدَ جي، نَڪا اِنتَھا،
جَنِ سُجاتو سُپِرِين، سي وَڃَڻَ ڪي وِيا.

(9)

”اَنا عَبدُ“، مَعبُودُ تُون، اِت نہ ڪو شِرڪُ نہ شَڪُّ،
پَچارُون پِرِينِ جُون، مَحَبَتِين مَرَڪ،
سو سَپوئِي حَق، جِنھن ۾ پَسَڻ پِرِينءَ ڪي.

(10)

سِرُ نايو سَجدا ڪَرِين، تَنَ تَواضُعُ تو نہ،
ھُو جو مَٽڪو مَنَ جو، سَھجان سارِين سو نہ،
ڪُوڙا تِيندُءِ ڪونہ، ڌوڻِئين ڦُوڪئي فائِدو.

(11)

جان جان پَسين پاڻَ ڪي، تان تان ناھِ نِمازَ،
سَپ وِجائي سازَ، تِھان پوءِ تَڪبِير چَئو.

(12)

جان جان پَسين پاڻَ ڪي، تان تان ناھِ سُجُودُ،
وِجائي وُجُودُ، تِھان پوءِ تَڪبِير چَئو.

(13)

وردَ وَظِيفا وِسَرِيا، نہ ڪا رَھِي نِمازَ،
ھِينئڙو بَحريءَ بازَ، چوري ڪِيو چَنبَنِ ۾.

(14)

نابُوديءَ نيئي، عَبدُ ڪي اَعليٰ ڪِيو،
مُورتَ جي مَخفِي ٿِيا، صُورَتَ پُڻ سيئِي،
ڪِبي اُتِ ڪيھِي، ڳالھ پِريان جي ڳُجھ جِي.

(15)

تَعظِيما تَرَڪُ ٿِيا، واجھاٽِيان وِيا،
وَڃِي تِتِ پِيا، جِتِ نِھايَتَ ناھِ ڪا.

(16)

ڳالِھ پِريان جي ڳُجھَ جي، ڳالِھ مِڙيائي ڳُجھَ،
ھِينئڙا اُجھ مَ مُنجھُ، تہ پِرِيئَان پَري نہ ٿِئين.

(17)

صُورَتَ سوجِھ مَ تِنھن جي، تُون پُڻ پُڇين جو،
سُخنُ آھي سو، جو مُنھن مُقابِلِ نہ ٿِئي.

(18)

سُجاپي نہ صُورَتَ ري، صُورَتَ ھَڏِ مَ سوجھِ،
ٿِي باراٽي بوجِھ، وِجائي وُجُودَ ڪي.

(19)
سي فانِي ٿِيا "فِي الله" ۾، جَن وِڃايو وُجُودُ،
نہ تَن قِيامَ نہ قاعِدو، نَڪين ڪَنِ سُجُودُ،
جيلائهن ٿِيا نابُودُ، تيلائهن رَسِيا بُودَ کي.

**وائي**

پِريَنِئُون پوءِ، موتِي، موتي مَ وِهامي راتِ،
راهَ رَمَندَڙي روءِ.
ڦوڙائو فَقِير کي قادِرَ ڪوهُ ڏِنوءِ؟
راهَ رَمَندَڙي روءِ.
ڇَڙهيا ڏاڍِين ڏُونگرين، سيڻَن سانگُ نہ ڪوءِ،
راهَ رَمَندَڙي روءِ.
اَچِي اورانهُون ٿِئي، شالَ ساجَن سانگَ سَندوءِ،
راهَ رَمَندَڙي روءِ.
وينَي واٽَ نِهارِيان، مَنَ پِرينِ پاڄهہ پوءِ،
راهَ رَمَندَڙي روءِ.

## داستان پہريون

(1)
اُيَرَندي سِجَ، پِرين جي نہ پَسَندِيُون،
ڪَڍِي بيٺي ڏِجَ، اَڱَڙِيُون ڪانگَنِ کي.

(2)
اُيَرَندي سِجَ سان، پِرين جي نہ پَسَندِيُون،
ڪَڍِي کي ڪانگَان، نِوالا نيڻَ ڏِيان.

(3)
مُون کي اَڱَڙِيَنِ، وَڏا تورا لائيا،
نہ پُڻ پِرين پَسَنِ، ڪَٿان جي ڪَرَ سامُهِيُون.

(4)
نيرانان ئِي نيڻَ، نيئِي اَچِ پِريَن کي،
سَتَر ڪاڏا ڪيڻَ، جي ڏِنو مُنهن مَحبُوبَ جو.

(5)
تَن نيڻَن ڪِي نيرانِ، جَن ساجهُرِ سَجَڻَ پيئِيا،
تہ جِيءُ جُسي ۽ جانِ، ڪَرِ حَضُوري حَڄُّ ڪِيو.

(6)
اَکِيُون عَلِيٰ الصباحِ، دوسِتُ ديکَڻَ آئِيُون،
اُيِينديون آرداسَ ۾، ٻِي نہ ڪَندِيُون ڪا،
رَچَندِيون ري پاهَ، پَرچَندِيُون پِرِيَنِ سين.

(7)
ڪِي جو ڪيڏانهين، اَکِيُون ڏِسِي آئِيُون،
تاڻِينِ تيڏانهين، پِيِيُون پاڻَ مُهاڙِيُون.

(8)
ڪِي جو ڪَنهين پارِ، اَکِيُون ڏسِي آئِيُون،
ٿِيُن ديوانيُون دِل ۾، اَپَرَ لَڳِينِ آرِ،
تِهان پوءِ قَرارِ، سُتيون ڪِن سَيّدُ چَئي.

(9)
ڪِي جو وَجِي اَڄُ، اَکِيُون ڏسِي آئِيُون،
سيڻن جي سَهجَ، لالُون ڪِيُون لَطِيفُ چَئي.

(10)
ڪِي جو وَجِي ڪالهہ، اَکِيُون، ڏسِي آئِيُون،
لالُون ڪِيُون لَطِيفُ چَئي، جانِبَ جي جَمالَ،
ٿِيا نيڻَ نِهال، جِنِين دِلبَرُ ديکِيو.

(11)
اَکين کي آهينِ، عَجَبَ جِهڙِيُون عادَتُون،
سُورَ پرائي ڏيهہ جا، وَڃِيو وِهائِين،
اُتي لَنئُون لائِين، جِتِ حاجَتَ ناهِ هَتِيارَ جي.

(12)
اَکَڙِين آرام، ڪَڏهِن تان ڪونہ ڪِيو،
هُيون مَنجهِہ حَمامِ، ڪاڻِيُون ڪُوري وِچَ ۾.

(13)
اَکِينَ کي آئُون، جان ڪي جهَلوُن پائِيان،
لَتاڙي لوڪَ کي، ساجَنَ سوناتُون،
مُون کي مُناڻُون، پاڻَ پَرچِي آئِيُون.

(14)
اَکِينِ کي آهِينِ، وَڏا وَجهہَ وِڙَهَڻَ جا،
مَندِي اُيِيُون مامَرو، جهيڙو نہ لاهِينِ،
جِئن سي ڪَڪَرَ اُبَ ۾، اَکِيُون تِئن آهِينِ،
جهُڙِ ڦُڙِ نہ لاهِينِ، وَسَن سانوَڻَ مِينهَن جِئن.

(15)

اَڪِيُون تان عِيدَ، ڪانهي عِيدَ اَڪِيَنِ ري،
خُوشِي ۽ خَرِيدَ، ويئِي ويچارِيُنِ وِسَري.

(16)

اَگڙِيُنِ آرو، مُونهان پُڇِي نَہ ڪِيو،
اُتي وَڃِي آڙِيُون، جِتِ چَوَڻ نَہ چارو،
هِينئڙو ويچارو، واڻُون جهَلِيو وِجهُلي.

(17)

وَسَنِ ۽ وِهسَنِ، ڏيهاڙِي ڏِسَڻَ لَئِي،
جِئَن جِئَن پِرِين پَسَنِ، تِئَن تِئَن نَشا نِينهَن جا.

(18)

وَسَنِ ۽ وِهسَنِ، ڏِيهاڙِي ڏِسَڻَ لَئِي،
ڏيئِي ڏِسِي آئِيُون، توءِ تَلاشُون ڪَنِ،
ڊِايُون نَہ ڊِاپَنِ، پَسَڻَ مَنجهان پِرِينَ جي.

(19)

ڏِسَنِ ڏِيهاڙِي، توءِ تَرسَنِ اوڏهِينِ،
آيا سُجاڙِي، نيڻَ نِهاري پِرِين ڪي.

(20)

لَڏي آيا لَعلَ، پيرَنِ سين پَنڌُ ڪَري،
ساڄَن اَڪِيُون جي ڪَٽِي، تَہ ڪوڙين پانيان پالَ،
مُنهِنجي ناهِ مَجالَ، تَہ ڪو وِيڻُ وَرائي وارِيان.

(21)

اُتي ئي آهِينِ، جِتي آٽِي ڇَڏِيَئِي،
سي سَباجهُون اَڪِيُون، ماڳُ نَہ مَٽائِين،
جي اُتي لِڪَ لاهِينِ، تَہ ڪَڍِي ڪانگَنِ کي ڏِيان.

(22)

اَگڙِيُون پِرِيَنِ ري، جيڪِي بِيو پَسَنِ،
تَہ ڪَڍِي کي ڪانگَنَ، نِوالا نيڻَ ڏِيان.

(23)

اُپِيُون آهِينِ اُتِ، جِتي آٽي ڇَڏِيَئِي،
بِيو پَروَسو نَہ پِتِ، اَڪِيُون اوهان جي آسَري.

(24)

اَک اُلِٽي ڏارِ، وان اُلٽو عامَ سين،
جي لَهِوارو لوڪُ وَهي، تَہ تُون اُوچو وَهُ اُوپارِ،
مَنجهان نُوچَ نِهارِ، وان پُنِيرو پِرِينءَ ڏي.

(25)

تان جي ٿِيَنِ سامُهان، پُنِيرا سُونهَنِ،
سَنئون وَرائي سُپِرِين، مُنهَن جي مان ڏي ڪَنّ،
رَڱُون سڀِ رَڇَنِ، تَنِ ۾ تازائِي ٿِئي.

(26)

اَڪِيُون سي ئِي ڏارِ، جَنِ سين پَسين پِرِينءَ کي،
بِئي ڏانهن ڪِيمَ نِهارِ، گهڻُو رِيسارا سُپِرِين.

(27)

اَڪِيَنِ مُون کي اوڇتو، اُتي اَڙايو،
لَنئُون تِتِ لَڙايو، جِتِ ڪُڇَڻُ ٿِئي ڪونڪو.

**وائي**

اي مِيان سَڄَڻَ، توري اوري، ڪِئن رَهَندا نيڻَ مُنهِينجا،
جَنِ جو وارِثَ تُون، جَنِ جو آڌرُ تُون.
آئُون ٿِيَس لائِقَ پُون.
جِئان اُلهي اُيَري، توڻي تِهان پَري.
توءِ وَججي تَنِ ڏي، اَڪيُون پيرَ ڪَري.

## داستان ٿيون

(1)

موهِيندُءِ مَجازُ، گهَٽِين تورين ڏِينهڙين،
هَٿان ڇَڏِ مَ بازُ، تُون هارِيا حَقِيقَتِ جو.

(2)

هي جي مَجازِياڙِيُون مُنهَن ۾، ديکَ مَ تُون سين تَنِ،
ڪِين سُجاتو سُپِرِين، نِهاري نيٽَنِ،
پِرِين جي پَسَنِ، بَئِي جنهن بوٿِيُون.

(3)

ساهَ سين سُجاڻان، پَساهَ سين پَسان پِرِين،
اِهي بہ ڻاڻان، اَڃِي رَهِيا رُوحَ ۾.

(4)

مُون کي ماءِ مَجازَ، پِيجاري جِئن پِڃِيو،
هَٿَنِ ڇَڏي هاجَ، ويئِي سارَ سَنڌَنِ مان.

(5)

منهِنجي جان جُدا ڪَئِي، حقِيقَتَ هَٽِي،
پَساهُ هيڪُ پِرِيَنِ ري، سَگهان ڪِينَ ڪَٽِي،
ڏَٽِي ئِي ڏَٽِي، رَهِيو آهي رُوحَ ۾.

(6)

حَقِيقَتَ هِنَ حالَ جِي، جي ظاهِرُ ڪَرِيان ذَري،
تَہ وَجَنِ وَڻَ بَري، اوپِڙُ اُپِڙي ڪونہَ ڪو.

(7)

حَقِقَتَ هِنَ حالَ جِي، جي ظاهِرُ ڪَري زُبانَ،
تَہ تاڪَرِ تِڪي ڪانَ، لَڳي ماٿِ مِرُنِ ڪي.

(8)

سَنئِين سوُنهائي سَيَڪا، ڪا مُون مُنجهائي،
طَلَبَ ۽ تَحصِيلَ، اورِيان ئِي آئِي،
مان تَندُ تِتِ لائِي، جِتِ آهِ نہ ناهِ ڪا.

(9)

جِتِ آهِ نہ ناهِ ڪا، اِي خاڪِيءَ جو خِيالُ،
جانِبَ جو جَمالَ، پَسَٽان ئِي پَري ٿِيو.

(10)

جِتِ آهِ نہ ناهِ ڪا، اِي خيالُ خاڪِي،
پِرِيَنِ جِي پاڪِي، پَسَٽان ئِي پَري ٿِئي.

(11)

پِرِين نَہ اَڱڙِيَنِ ۾، هِينئُون نَہ حاضُر جَن،
سي هُونهين جاڙَ جِيَنِ، نَلها نانا سَڪِٽا.

(12)

اَکِيَنِ ۾ ٿِي ويهہَ، تَہ آئُون واري ڏِڪِيان،
توکي ڏِسي نَہ ڏيهہُ، آئُون نَہ پَسان ڪِي پِيو.

(13)

وَنِيُنِ ۾ ٿِي ويهہُ، تارَنِ ۾ ڪَر تَڪِيو،
پِرِين اَکِيَنِ ۾ پيهہُ، تَہ آئُون اَڇارو ٿِيان.

(14)

سِڪَ سِڪائي سِڪُ، سِڪَ نہ آهي سُٿِري،
لِڪَ لِڪوٿِي لِڪُ، تہ گَرَنِ خَبَرَ نہ ٿِئي.

(15)

جي خَبَرَ ٿِي گَرَنِ کي، تَہ مُون کي کَندا کوهُ،
صُورَتَ سُپِرِيَنِ جي، ڏِٺي ڪونِهي ڏوهُ،
لوريءَ لَڳُمِ لوهُ، جَنِهين رَتُ رُئارِيو.

(16)

گَرَ جا گَڏَ گَنئِي، پَوَڻِ ڪارَڻِ پِرِينءَ جي،
تِنهن ۾ پاڻِ پَئِي، غِيبَتِي غارُ ٿِيو.

(17)

اَلا! گَرَ جِيَنِ، مَدي جَنِ جي مَنَ ۾،
اسان ۽ پِرِيَنِ جُون اُميدُون پَسَنِ،
تِهان پوءِ مَرَنِ، سَڙي انهيءَ سُورَ ۾.

(18)

گَرُ ڪارِيندو سي، مانو جَنِ پِرِيتَٺو،
جوشَ جَلايا جي، ماري تَنِ ماٺُ ڪِيو.

(19)

گَرُ کي گَپُرُ ڪاءِ، نانگُ مَٽِيارو نِڪَري،
اُپِي جو اوناءِ، سُر پُر سَندي سَڄَٽِين.

(20)

گَرَ تو گَرايُون ڪَرِين، هَرَ هَرَ هَڇارا،
پُورايَئِي پِرِيَنِ جا، چوڏاري چارا،
مَرين نَہ مُنهَن ڪارا، سَڙي اِنهِيءَ سُورَ ۾؟

(21)

سَڄَڻَ سَنِئيُون ڪَنِ، لوڪان ليڪي ڏِنگِيُون،
سَندي سُپِرِيَنِ، پَرِ پَرُوڙَڻُ ڏاڪِڙو.

(22)

نَڪو ڊِيگهہُ نَہ ويلَ، نَڪو مُنهُن نَہ مُهاڙِ ڪا،
اِيُ اِهوئي ڪيلُ، ڪُورُ پَرُوڙي ڪِينَ ڪِي.

(23)

حوصِلو حَيرتُ جو، ڪَري ڪِينَ دَرَڪُ،
جو حُسَنَ سَندو حَقُ، ڪُورُ پَروڙي ڪِينَ ڪِي.

(24)

حوصِلو حَيرَتَ جو، وَڃِي ٿِيو ويڇُون،

مَحَبَتَ جُون ميچُون، ڪُورُ پَروڙِي ڪِينَ ڪِي.

(25)
حوصِلو حِيرَتَ جو، آهِ نَہ مَتِي عامَ،
مَحَبَتَ سَندي مامَ، ڪُورُ پَروڙِي ڪِينَ ڪي.

(26)
حوصِلو حَيرَتَ ۾، وَڃِي لَڄاٽُو،
ويچارو ڪاٽُو، ڏِسِي ٿِيو ڏِسَڻَ ڪي.

(27)
مُئي هاٿِيءَ سين مامَرو، اَچِي پيو اَندَنِ،
مَناڙِين هَٿَنِ سين، اکِيين ڪِينَ پَسَنِ،
’فِي الحَقِيقَتَ‘ فِيلَ ڪي، سَڃا سُڃاڻَنِ،
سَندي سَردارَنِ، بَصِيرَتَ بِينا ڪَري.

**وائي**

وَجهَ مَنجهِ خَلِيلُ، اَندَرِ آذَرُ آهِيين.
سَدّ مَ ڪَرِ صِحَتَ جِي، اَجا ٿُون عَلِيلُ،
نالو ناهِ نِفاقَ جو، جِتي رَبُّ جَلِيلُ،
مُنهَن ۾ مُسلِمانُ ٿُون، قَلبُ تان قَلِيلُ،
وِترَ جي وِصَالَ ۾، دُوئِي ناهِ دَلِيلُ.

**وائي**

(2)
اَللهَ سائِين! پُئان پرِينئُوُن مَ پانهِين،
مُون تان آسَرو آهِ اوڏانهِين.
جِتي ديرو دوستَ جو، سا ڪِئَن جُوءِ اڳانهِين،
مُون تان آسَرو آهِ اوڏانهِين.
قَلَمُ جَنِ جي هَٿَ ۾، سي سيڻَ سَباجها سائِين،
مُون تان آسَرو آهِ اوڏانهِين.
بَنديءَ جي بابَ ۾ شالَ مَ لِکَنِ لانئِين،
مُون تان آسَرو آهِ اوڏانهِين.

## داستان چوٿون

(1)
ديکِيندي دِيدارَ کي، ڪِينَ سُڃاتو ڪُلّ،
تازي طَوِيلَن ۾، آهِ اِحاطو جُهلّ،
هُئا جي اَمُلّ، سي حِسابان هَڃِي وِيا.

(2)
مَحرُومَ مَري وِيا، ماهِرَ ٿِي نَہ مُئا،
چِڙيءَ جِئَن چُهنجَ پَري، لَڏِيائُون لُئا،
حُبابَ ٿِي هُئا، اَنِهيءَ واديءَ وِچَ ۾.

(3)
ديکِيندي دِيدارَ کي، ڪُلُّ سُڃائي ڪِئَن،
جانِبَ مَنجهان جِئَن، ماهِرَ ٿِي مُنجهِي پِيا.

(4)
تَرڪُ ڪَرِ تَرڪَ کي، وَڃَڻَ ڪَنان وَڃُ،
آهي اِي اُهڃُ، سُڃِي سُڃائيجِ ٿُون.

(5)
وَڃِي رَسُ وَڃَڻَ کي، وَڃَڻَ پُٺِ وِڃاءِ،
لوڪان پاڻُ لِڪاءِ، لِڪِئان پُٺِ لِڪيج ٿُون.

(6)
هَٿَنِ سين هاڃَ ڪَرِ، نيڻَنِ سين نِهارِ،
اُيا اَگَڻَ پارِ، پَسُ پَنهنجا سُپِرين.

(7)
اَسين سِڪَهُون جَنِ کي، آسِين پُٺِ سيئي،
’لَم يَلِد وَلَم يُولَد‘، اوڏانهن وَڃُ پيهِي،
تِهانَ مَنجهيئي، پارڪَ پَرکِج حَقُّ کي.

(8)
چُپ ڪَرِ، چَپُ مَ چورِ، پُورِ اکِيُون، ڍَڪِ ڪَنَ،
پاڻِي پِي پيٽُ مَ پَرِ، رَهُ اَڏورو اَنَ،
تہ هوءَ جا مُورَتَ مَنجهاران مَنَ، تِنهن جو مُشاهِدو ماڻِئين.

(9)
ڏِسَڻُ ڏِسين جي، تَہ هَمَہ کي حَقُّ چَئِين،
شارِڪَ شَڪُ مَ ني، اَندا انهِيءَ ڳالهِ ۾.

(10)
آڏو جو اِثباتَ کي، سو شِرڪُ لاهي شَڪُ،
هُئي جِنهن ۾ حَقُّ، تِنهن نفيءَ جهِڙو ناهِ ڪِي.

(11)
نَفِيءَ سَندي ناهِ سين، پُڇي پُڇِيائُون،
پِڙا جي پائڻَ جا، پيري پَڳائُون،

اَسِين ۽ آئُون، آتَڻِ هُئِي نہ اُن جي.

(12)

وَڏي تان اِنَ واٽَ ۾، بيلَپ پِيائي،
آهي اونداهِيءَ جو، شِرڪُ سَهائِي،
چِٽِي چِٽائِي، اَلِفَ جي عَينَڪَ ۾.

(13)

اِنَ پَر نہ اِيمانُ، جِئَن ڪَلِمي کَو ڪونائِيين،
دَغا ٿُنهنجِي دلِ ۾، شِرڪُ ۽ شَيطانُ،
مُنهن ۾ مُسلِمانُ، اَندَر آذَرُ آهِيين.

(14)

ڪُوڙو ٿُون ڪُفرَ سين، ڪافِرُ مَ ڪُوناءِ،
هِندُو هَڏِ نہ آهِيين، جَٽِيو تو نہ جُڳاءِ،
تِلڪُ تِنِين کي لاءِ، سَچا جِي شِرڪَ سين.

(15)

مُنهن ۾ مُوسيٰ جِهڙو، اَندَرَ ۾ اِبلِيسُ،
اِهڙو خامُ خَبِيثُ، ڪَڍي ڪوهُ نہ چَڏِئين؟

(16)

مُنهن تہ موسيٰ جِهڙو، سِيرَتَ شَيطانِي،
بازي بيرانِي، ڪَڍي ڪوهُ نہ چَڏِئين؟

(17)

مُنهُن تہ آهِيريانِئِي اُجَرو، قَلَب ۾ ڪارو،
ٻِهران زيبُ زبانَ سين، دِل ۾ هَچارو،
اِنَ پَر ويچارو، ويجهو ناهِ وِصالَ سين.

(18)

ٿُون ڪا ڪانِي پاءِ، وَنِن ۾ وِصالَ جي،
دُو بِينائِي دُورِ ڪَري، مَعرِفَتَ مَلهاءِ،
سُپيرِيان جي سُونهَن ۾، رُخنُون ڪونہ رِهاءِ،
اَڪِ اَشهَدَ چاءِ، تہ مُسلِماني ماڻِئين.

(19)

اِينءَ چَوَندي ڪيرَ، تہ آئُون ساجاري سَجَٽِين،
دائِمُ اِن ديار جا، قُرَندا پَسان قِيرَ،
جَن حُضُوري هيرَ، ڪَري تَغيري تَن سين.

(20)

مُون، تون، آئُون، اَسِين، چارَئِي چِتان لاهِ،
سَندي دوزَخ باهِ، تو اوڏِيائي نہ اَچي.

(21)

سُرمُون سِياهيءَ جو، رَنُن کي رِهاءِ،
ڪانِي ڪارائِيءَ جِي، مُڙسُ تِي مَ پاءِ،
اَکِيَن ۾ اَنڪاءِ، لالائِي لَالَن جِي.

(22)

سُرمُون سُفيديءَ جو، جُنبِي پاتو جَن،
تَڏهن ڏِٺِي تَن، اَجائِي عالَم ۾.

(23)

سُرمُون سُرخِيءَ جو، جَڏهن پاتو جَن،
تَڏهن ڏِٺِي تَن، رَونَق ريٽي جيهَڙي.

(24)

جي فارِسِي سِکِيو گولو، توءِ غُلامُ،
جو ٻَڌو ٻِن ڳالهِيين، سو ڪِيئن چائي جامُ؟
اُجِيو تان آبُ گهُري، ٻُکِيو تان طَعامُ،
اِي عامَن سَندو عامُ، خاصَن مَنجهان نہ ٿِيو.

(25)

اَوڳُڻ رُسي سَيڪو، ڳُڻين پِرِين رُنام،
ليڪِيَمِ جي لِسَان سين، سي ڪَر ڪِين ڪِيام،
پاڻُ وِجائي پانهنجا، تورا ٿُڪَ هَنيام،
بَندگِيءَ شَرمِندگِيءَ، اِها مِيڙَ مُڪِيام،
پِرِين تَڏِ پَرچِيام، 'آءٌ' جَڏِ اُٿِ ڳَئِي.

(26)

اَوَڳُڻ رُسِي سَيَڪو، ڳُڻين پِرِين رُنام،
ٻهُون ٻاروٽَن ۾، ڪي ڪَٻِيرا ڪِيام،
تيلانِهين سَريام، سُڪَنِئون سُورَ ڳهَٽا.

(27)

اَلتِيمِ جا هِينئان، سا نہ سَلتِيَمِ ساهَ ڪي،
سُپِيريان جِي ڳالهِڙي، لِڪايَم لوڪان،
ويئِي مُون وَسان، پَڌَر پيئي پِرِينءَ ري.

(28)

مُون تان لِڪائِي ڳهَٽُون، پَر رُوئِڻَ ڪِي روشَنُ،
رَسِيو ريزالَن کي، مَنجهان زَرديءَ ظَنُ،
ويري مُون وَرَنُ، ڳالِهه ڪِيائِين ڳُجَهه جِي.

(29)

عاشِقُ پانئِين اِئن، تہ آءٌ سِڪَ ڪِنهن کي نہ سَلان،
وِچ رَهَندي ڪِئن، وَهَنِ اَڪِيُون وِرِچِي هِينئُون.

(30)

مَتِيُون سَڀِ مُنجهاءِ، تُون پاڻُ ڇَڏِي اُو جاڻُ،
پِهرِين پاڻُ ڦِٽو ڪَري، پِرِين پوءِ پَڇاڻُ،
وِڃاءِ وَحدَتَ ساڻُ، ڪَسافَتَ ڪَثرَت جِي.

(31)

اَندَرِ رَهي نہ گهَٽ، سُپِيرِيان جِي ڳالهَڙي،
ڇاڳَر سَهي نہ سَٽَ، جُهہ مِهراڻَ موجَ ڪِي.

(32)

’پاڻُ‘ پَردو پاڻَ کي، سُٽِي ڪَر سَنيالَ،
وِڃان جو وِصالَ، سو تان هُئَڻُ هِنُ جو.

(33)

’پاڻُ‘ پَردو پاڻَ کي، طالِبَ سُٽِج تُون،
نَڪا هان نہ هُون، پَردا سَڀِ پاسي ٿِيا.

(34)

’مُون‘ مُونِهين ۾ سَپَجِي، مُون کي ’مُون‘ جُڳاءِ،
مُونهِين مَنجهان ’مُون‘ ٿِئي، مُونهِين جِي ساجاءِ،
ڪُڇَڻَ ڪانهي جاءِ، ڪيڏانهن ڪَرِيان پَنَڌَڙو.

(35)

اُنهين اِئَن جُڳاءِ، آن کي اِئَن نہ چُوئَٹُوُ،
بُنَ جِنهن جِيءَ ذاتِ جو، اُتي آهِ اللّٰهَ،
تُهِ نہ پَڇي ماهُ، گُنديءَ نِينهُن نہ سَپَجِي.

(36)

نَظَرُ نَزِديڪونِ، سَهِي نہ سَگهان ساعَتَ سِيئَن،
پَسَڻُ پَري سَندونِ، آئُون نالي ڳِيَڙي نِجهُران.

(37)

عِلّتِي آرامُ، پَسِي عِلّتَ آئِيو،
حُسُنُ جو حَقُّ جو، سو خامِي پانيئِي خامَ،
اَچِي ٿِيا اِسلامُ، ڪُفر ڪافُر پاڻَ ۾.

(38)

رُنِي جا رِهاڻِ، سا پِيءَ پَهتِي نہ ٿِئي،
ڪِنهن گَرَ وِجهِي ڪاڻِ، پاٹان نِينهُن نِڪيرئو.

(39)

رُسَڻ نہ آهي رِيتِ، پَهٹين پاهَتُ ناهِ ڪو،
پَسو مَنجهِ پِرِيتِ، جيهائِي جوڙَ وهي.

(40)

مُون کي مُون پِرِيَنّ، بَڌي وِڌو تارِ ۾،
اُيا اِيئَن چَوَنِّ، مَڇُڻِ پاندُ پُسائِين.

(41)

پِيو جو پاتارِ، سو پُسَٹان ڪِئَن پالهو رَهي؟
سالِڪَ مُون سيڪارِ، ڪو پَهُ اِنَهِينءَ پاندَ جو.

(42)

شَرِيعَتَ سُجاڻُ، ڪَر طَرِيقَتَ تَڪِيو،
هِينئون حَقِيقَتَ هيرِ تُون، ماڳُ مَعرِفَتَ ڄاڻُ،
هُئِج ثابُوتِيءَ ساڻُ، تہ پُسَڻَ ڪان پالهو رَهين.

(43)

ڪُوڙي ڪِجُ مَ ڪَڌِهِين، ڦِڪِي پانئِج ڦانگَ،
ساري سَناسِيَنِ جئن، لائِقَ رَڪِج لانگَ،
تہ چارَئِي چادَر پاندَ، اوسا ڪٹِي اُڪَرين.

(44)

سُتوئِي سيجَ گهُرين، جَفا ڍِيين نہ جانِ،
صُلحَ ري سيٹانِ، مَتان نُونڌين نہ چڙهين.

(45)

سُتوئِي سيجُ گهُرين، جَفا ڍِيين نہ جِيءَ،
پَهتي ڌاران پِيءَ، مَڇُڻ نُونڌين نہ چڙهين.

(46)

صُلحُ جَنِ سَجَڻَ سين، سيجَ ماڻِيندا سي،
’اَلذِينَ آمَنُوا وَ ڪَانُوا يَتَّقُونَ‘، اِنَ پَر اُيا جي،
نيئِي نُونڌَنِ تي، ڌِڪي چِٽي چاڙِهِيا.

(47)

جي ٿِيا حَلُّ حَبِيبَ سين، سُمَهَڻُ تَنِ ثَوابُ،
نيڻَ هيرائي نِندَ سين، خُوش ڪِيائُون خَوابُ،
اوسِيڙو عَذابُ، دِلِئان تَنِين دُورِ ٿِيو.

(48)

تَنُ تَسبِيحَ مَنُ مَڻِيُون، دِل دَنبورو جَن،
تَندُون جي طَلَبَ جُون، وَحدَتَ سِرِ وَجَنِ،
’وَحدَہ لَاشَرِيڪَ لَه‘ اِهو راڳُ رَڳُنِ،
سي سُتائي سُونهَنِ، ننڊَ عِبادَتَ اُنِ جي.

**وائي**

(1)

جيڏِيُون آئُون ڪا پاڻَ وَهِيڻِي آهِيان،
ڪا مُون سارَ لَهيجا.
واڳُون ڏٺِيَنِ هَٿَ ۾، ڪيڏانهن ڪَرَهَلُ ڪاهِيان،
ڪا مُون سارَ لَهيجا.
جيڏانهن وارِيئَمِ سُپرِين، پيرُ اوڏانهِين پائِيان،
ڪا مُون سارَ لَهيجا.
قَلمُ ڪاتِبَ هَٿَ ۾، آئُون ڪا لِڪُ لِڪئِي مان لاهِيان،
ڪا مُون سارَ لَهيجا.

**وائي**

(2)

ڪِي اُنهِين مَنجهِ آهي، هوءِ جي جهُونا پَسَجَنِ جهُوپَڙا،
انَ دَرِ سيئِي اَڳهيا، جَنِ ڪِي ڪونہ چِتائي،
هوءِ جي جهُونا پَسَجَنِ جهُوپَڙا.
ڏارِيان پائِينِ ڏارِيُون، پاڻُ پِريان سين ڪائي،
هوءِ جي جهُونا پَسَجَنِ جهُوپَڙا.
’اِنّ اَولِيَائِي تَحتَ قَبائِي‘، پَنهنجا پاڻِ پَراهي،
هوءِ جي جهُونا پَسَجَنِ جهُوپَڙا.
’لايَعرِفُونَهُم غَيرِي‘، پَرَ ڪي ڪِينَ پَسائي،
هوءِ جي جهُونا پَسَجَنِ جهُوپَڙا.
پَنهنجُون ڇَڏي پَٽَ ۾، رِڙُه اُنِين جي رائي،
هوءِ جي جهُونا پَسَجَنِ جهُوپَڙا.
خِدمَتَ ڪَري خَلقَ سين، پاندُ ڳِچِيءَ ۾ پائي،
هوءِ جي جهُونا پَسَجَنِ جهُوپَڙا.

# سُر پرڀاتي

## داستان پهريون

(1)
اِيُ نَہ پائنِ پير، جِئن ڪِينَرُ ڪِيريءَ ٿَنگِيو،
سُونهاري صُبوحَ سين، وِجهي ويٺين ويرِ،
توکي چوندو ڪير، ڪِيرَتِ ڏاران مَگڻو.

(2)
سُتو ڪِئن نِنڊُون ڪَرِئين، روئِي راتِ وِهاءِ،
سِيُان ساز سَنداءِ، پِيا هُوندا پَٽَ ۾.

(3)
رُوءِ وِهاڻي روءِ، سُتو ڪِئن نِنڊُون ڪَرِئين،
سُيان ساز سَندوءِ، پِيو هُوندو پَٽَ ۾.

(4)
سيرانديءَ سازُ ڪيو، سُمهَين ساري راتِ،
جاڄِڪاڻِي ذاتِ، اِئن نَہ هُئِي اَڳِهين.

(5)
جَنهِين سُک ناهِ ڪو، چارَڻَ سي چِئجَنِ،
رُڄُن راهُ پُڇَنِ، مَٿي ڪُلَهنِ ڪِينَرا.

(6)
اَڳِي اِئن نہ هيرَ، اِنَ دَرَ سَندي مَگڻين،
جِئن ڏِگها ڪَري پيرَ، سَڄِيُون راتِيُون سُمَهين.

(7)
پِيو ليٽين لُٺَ، سَڄِيُون راتِيُون سُمَهين،
اُٿِي آڏي نَہ ڪَرِئين، سَپڙَ ساڻُ سَهَٺَ،
رؤُنجهي راتِ اُپَٽِيا، پيٺنِيُون پاڻِيٺ،
ميڙي تِئان مَٺَ، چُوندي پَرِيا چارَڻين.

(8)
موڙُهو پُٽين مگڻان، ڪيڏانهَن هُئين ڪالهُہ،
لَنگها! چَڏِ لَطِيفُ چَئي، اُجهَڻَ جا اَفعالَ،
سَپڙَ دَرِ سَوال، ڪَر تہ قِيمَتَ آڻِيين.

(9)
لَکي جي ٻُجهَنِ، پَڌَرِ پوءِ مَ اُنِ سين،
نَنڍِي وَڏِي ڳالهَڙِي، سَڄِي ٿا سَمجهَنِ،
ٿُونِ ڪِئن اَڳِيان ٿَنِ، وَڄِيو وِلِلين واتَ سين.

(10)
ڄاڻِي هَڏِ مَ ڄاڻُ، اِيءُ دَرُ اَٻوجهَنِ جو،
اِنَ دَر سيئي اَگهِيا، جَنِ نَہ ڀانيو پاڻُ،
رِيجهاڻو راڄاڻُ، آهي اَٻوجهَنِ جو.

(11)
ٻُجهان ٻاجهَہ ٿِئي، ٻاجهاڻُون ٻيلي ڏِٺِي،
سَپڙَ سا سُئِي، جيڪا چارَڻَ چِتَ ۾.

(12)
جيڪي ڏِڏَنِ ڏِي، ٻُجهِيان ئِي ٻُجهہَ ۾،
سو جي سُڻَنِ ڪَڌهين، ڪِرِتِ وارا ڪي،
تَہ سازَ مِڙِيئي سي، هُوندَ پِٺُون ڪَنِ پَلَڪَ ۾.

(13)
اُتِ ڪِرِتِ وارا ڪيترا، ڪِرِتِ ڪَبو ڪوهُ،
جيڪِي بَندو ڪَمُ ڪَري، سو سَپوئِي ڏوهُ،
ٿُون پارِسُ، آئُون لوهُ، جي سَڃين، تہ سونُ ٿِيان.

(14)
ڏاتِ نَہ آهي ذاتِ تي، جو وَهي سو لَهي،
آرِيُون اَٻوجهَنِ جُون، سَپڙُ ڄامُ سَهي،
جو راءُ وَٿِ رات رَهي، تِنهنِ کي جُکِي جان کِي تان لَهي.

(15)
طَمعَ جِي تَنوارَ، مَتان ڪَرِين مَگڻان،
ڏِڪي ڪَندءِ ڏارَ، ماڻِڪَ ڏيئِي مُٺِ ۾.

(16)
ڏَڏُ ٿِي ڏانُ ڳهُريجِ ٿُون، چَڏِي وِڄا جِي وائِي،
سَپَرَ راتِ سَنباهِيا، تازي تو لائِي،
جو ڄاڻِي نَہ ڪائِي، تِنهن سين ٻيلي ڏِٺِيءَ ٻاجُهہ ڪي.

(17)
ڪَڙَهَ اَڳِيان ڪَپُ، ڏِيهاڻِي ڏاتارَ جِي،
لَنگها! لاهِ مَ لِڪَ سِينءَ، مَٿان چانئُٺِ چَپُ،
مَگڻهارَنِ مَپُ، ڪونهي ٻيو ڪِيرَتِ ري.

(18)

أتِيو اَبوجهاءُ، سَپَرّ جو سَڌُ ٿيو،
جِئن آئين ڪِيرتَ ڪَٿُ نہ سِکيا، تِئن پاٽان رِيتو راءُ،
مَڱو مُون مُلاءُ، آٿُون اوهان جو آهِيان.

(19)

ٻولِيُون ٻيلي جُون ڪَري، پاسي پَرِ پيو،
سُٽائي سُتَن کي، وِهاٽِيءَ وِيو،
جاڳي ڪِينَ پيو، سُرُ سِکِيو ئِي هيڪَڙو.

(20)

سَپَرّ ساهُ پَساه، جاجِڪَ جِمَ وِسارئين،
ريهي رُپي سَندِيُون، تَندُوُن تُنبي کي پاءِ،
لَنگها! ٿُون لِيلاءِ، اِڳيان وَڃِي اُنَ جي.

(21)

چارَڻ وَسِ نہ ڪا، تہ ڪا ڪِيرَتِ جي ڪَري،
جَنِين سَندو مَڱُڻُون، هَٿِ تَنِين جي آهِ،
جي ڪارائِينسِ تہ ڪاءِ، جي سُمَهارِينسِ تہ سُمَهي.

(22)

جَڏو ڦَڏو ڏُڏُ، پاڻُ ڪونائي مَڱڻون،
نہ ڪِنهن نِيو پاڻُ سين، نہ ڪِنهن ڪيو ڳُڏُ،
سَپَرُ ڪَريو سَڌُ، ڏُکيا چاڙهي ڏولئِين.

(23)

ميرا پَسِي مَڱڻان، سَپَرَ سَڌَ ڪيا،
سَبوجهَن سُئا، اَبوجهَن آسَرو.

(24)

صُبوحَ جو سُهاڳَ، مَڱڻهارَنِ ماڻيو،
ڏِناڻون ڏاتارَ کي، وَڏيءَ ويرَ وِهاڳَ،
وَسِ مُنهنجي ناهِ ڪا، سيڻَن هَٿِ سُهاڳَ،
پِرِيَنِ سين پهاڳَ، ماڻُ نِماڻِيءَ نَصِيبَ ٿِئي.

(25)

ڏاتارَ ڏُکَ ڪِيا، پاڻان مَٿي مَڱڻي،
مُون دَرُ چَڏِيو، مَڱڻان! مَڱِين ڪوهُ ٻِيا،
تَڏهِن تو ٻِيا، وِچِيان وِلَها ڏِينَهڙا.

(26)

جو ڏِيهاڙِي تو ڏي، مَڱُ تَنهِين کي مَڱڻان،
ڪُوڙا دَرَ دُنِيا جا، جاجِڪُ مَڱِين جي،
صباحَ توهِين کي، موتِي ڏِيندا مُنهَن ۾.

(27)

ڪاتِي سي تُنبَير، جَنِ رِيجهايا راڄِيا،
وِتڙا وَڏيءَ ويرَ، ڪُلهي رَکِي ڪِينَرا.

(28)

اَڄُ نہ سُڄِي اَڳِئين، ڪا تَنبيرَنِ تَنوارَ،
مَڙهِيُون مَڱڻهارَ، پُوري ڪِنهن پارِ وِيا.

(29)

ٿُون سَپَرَ، آٿُون سيڪَڙو، ٿُون صاحِبُ، آٿُون سَگُ،
پُڇِي ٿُنهنجو پَڳُ، ڪُلهي پاٽِمِ ڪِينَرو.

(30)

ٿُون سَپَرُ آٿُون سيڪڙو، ٿُون پارِسُ آٿُون پينارِ،
ڏِسنِدي ئِي ڏاتارَ، ڪُلهي پاٽِمِ ڪِينَرو.

(31)

ٿُون سَپَرَ، آٿُون سيڪڙو، ٿُون ڏاتارُ، آٿُون ڏڏُ،
سُٽِي ٿُنهنجو سَڌُ، ڪُلهي پاٽِمِ ڪِينَرو.

(32)

ٿُون سَپَرَ، آٿُون سيڪڙو، ٿُون ڏاتارُ، آٿُون ڏوهُ،
ٿُون پارِسُ، آٿُون لوهُ، جي سَڄِين تہ سُونُ ٿِيان.

(33)

ڏاتارُ تہ ٿُون، ٻِيا مِڙِيئِي مَڱڻان،
مِينهن مُندائِتا وَسڻان، سَدا وَسِين ٿُون،
جي گهَرَ اَچِين مُون، تہ ميرِيائِي ماڻُ لَهان.

(34)

اُپَرِيو تارو، اُتِي وَرَ وِهاڳُ ڏي،
سَپَرّ رِيسارو، چِت پَرَ کي چارَڻِين.

**وائي**

(1)

ٻِئي دَرِ وانءُ مَ ڪيڏانهِين، الا! ٿُون جامَ مَڱندين مَڱڻان،
ڦيرِ مَ هِينئُون، ڪَنڌُ ڪِيائڙِي، ڏِيندءِ هاجَ هِئائِين،
الا ٿُون جامَ مَڱندين مَڱڻان.
ماڻِڪَ، موتي، مالَ خَزِينا، ڏِيندءِ ٻيلي سائِين،
الا ٿُون جامَ مَڱندين مَڱڻان.

وِرچي تُون وِهاڳَ ڪان، مَتان ڏِيين پاھِين،
اَلا تُون جامَ مَڱندين مَڱڻان.
دَر داتا مَڱ مَڱڻان، اَنڌا هوئجِ اوڏاھِين،
اَلا تُون جامَ مَڱندين مَڱڻان.
بِيائِيون وِجهي بَنِ ڪي، سَمُو ڪڻُ سَوائي،
اَلا تُون جامَ مَڱندين مَڱڻان.
"اِنّ اَللهَ وِترِيُحِبُّ الوِتر"، وَحَدَث واڳَ وِڏائِين،
اَلا تُون جامَ مَڱندين مَڱڻان.
پَنهنجي طَرَفِ پاڻُهئين، سائِلَ سَڏِيائِين،
اَلا تُون جامَ مَڱندين مَڱڻان.
جِتي جُواڻَنِ ڪي، ڪوني ڪُنائِين،
اَلا تُون جامَ مَڱندين مَڱڻان.
أتي عُشاقَن ڪي، اُلفتَ اُهجَ ڏِنائِين،
اَلا تُون جامَ مَڱندين مَڱڻان.
"اَلاِنسَانُ سِرِي وَ اَنَاسِرُّهُ"، اِنَ پَرِ اُتائِين،
اَلا تُون جامَ مَڱندين مَڱڻان.
ڳُجهہَ ڳُجهاندَرَ ڳالهِيُون، رازُ نہ رَکِيائين،
اَلا تُون جامَ مَڱندين مَڱڻان.
پَسو پينارَنِ جي، پَٽَ ۾ پاڻُ وِڌائِين،
اَلا تُون جامَ مَڱندين مَڱڻان.

**وائي**

(2)

وَڏڙا ڏاڻُ ڏِنائِين، ڪِيائِين رَختَ ريزالَنِ جو،
اَنڌا مَندا آئِيا، سَخا سَڏ وِڌائِين،
ڪِيائِين رَختُ ريزالَنِ جو.
ڪِينَ مَنجهان جو ڪِي ڪَري، سو نہ ساراھِيين سائِين،
ڪِيائِين رَختُ ريزالَنِ جو.
"وَتُعِزُّ مَنَ تَشاءُ وَ تَذِلُّ مَن تَشاءُ"، آھي سَبُ اُتائِين،
ڪِيائِين رَختُ ريزالَنِ جو.
نَوازِيائين نُطفو، مَنجهان ڪِينَ ڪَڍِيائين،
ڪِيائِين رَختُ ريزالَنِ جو.
حِرفَتَ حَرِيفَن جي، پَجي سَڀِ پَڳائِين،
ڪِيائِين رَختُ ريزالَنِ جو.
حامِدَ سَڀِ حزَنَ ۾، مُدعي پاڻ مُنائِين،
ڪِيائِين رَختُ ريزالَنِ جو.

# سُر رامڪلي

## داستان پهريون

(1)
جوڳِيَڙا جَهانَ ۾، نُوري ۽ ناري،
بَري جَن باري، آئُون نہ جِيندي اُنِ ري.

(2)
جوڳِيَڙا جَهانَ ۾، هُئا مَنجهہِ حَمامَ،
آرامان آرَڳُ ٿِيا، اوڏا نہ آرامَ،
ڪياٿُون قِيامُ، آئُون نہ جِيندي اُنِ ري.

(3)
سَتُر سِنگَڙِيَن سين، لَحظي لاتاٿُون،
ڪِينَرَ ڪُنِي آهِيان، اُنهين جي آئُون،
مُون کي مارِياٿُون، آئُون نہ جِيندي اُنِ ري.

(4)
لَڪين ڪيا لِسانَ سين، لاهوتِيَن لوڙا،
گهوڙا ڙي گهوڙا، آئُون نہ جِيندي اُنِ ري.

(5)
ڳولِيان ۽ ڳنِڍِيان، وِيا ويراڳِي نِڪري،
صُحَبتَ سَندِيان، آئُون نہ جِيندي اُنِ ري.

(6)
مَران مَتو پِنِيان، نِهارِيان نيڻانِ،
سُخَنَ جي سَندانِ، آئُون نہ جِيندي اُنِ ري.

(7)
وارو ويراڳِيَن ڪي، ويلَ مَ وِساريج،
قَدَمَ ڪاپڙِينَ جا، لِيلائي لَهيج،
پيرَتِ پَسيو پَٽَ جِي، وَڃَڻَ ڪي وَڃيج،
راتو ڏينهن رَڙِيج، آئُون نہ جِيندي اُنِ ري.

(8)
واڄُٽَ ويراڳِيَن جا، مُون وَتِ وَي وَٿُ،
سُون سَيوئِي سِڱِيُون، پَسِي ڪِين مَ ڪَٿ،
ويساهِي ويلَ ڪَنهين، پُورَب وِيندو پَٿُ،
هَلُ! ڪنياٿُون هَٿُ، آئُون نہ جِيندي اُنِ ري.

(9)
هَئي هَئي ڪيو هَٽَ هَٽان، جوڳِي وِئُڙا جاٿَ،
پيهِي وِئُڙا پاٿَ، آئُون نہ جِيندي اُنِ ري.

(10)
واڄُٽَ ويراڳِيَن جا، مُون وَتِ وڏو مالُ،
مَقالان مَهندِ ٿِيا، ڪونهي وَئَن قالُ،
حاصِلُ جَنين حالُ، آئُون نہ جِييندي اُنِ ري.

(11)
سُتِي سيجَ هُياسِ، مُونِ کي آهَ اُٿاريو،
جِنين جاڳاياسِ، آئُون نہ جِيندي اُنِ ري.

(12)
جيڪي مُون کي ني، پَڳهُ پائي پاڻَ ڏي،
پَهَ پَروڙِيمِ پَٽَ جا، ڪِينَرَ مَنجهان ڪي،
هاٽِي جي هنيئي، آئُون نہ جِيندي اُنِ ري.

(13)
جيڪي مُون کي نِيو، پَڳهُ پائي پاڻَ سين،
ڦوٿُ مُنهنجو ڪاپڙي، سِڱِينِ مِنجهہِ سِهو،
ڪا ڦِري ڦوڪِ ڏِيو، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(14)
سُوڌو سِڱِڙِينِ سين، ڪي جو ڪَهِياٿُون،
هُو جي هَنياٿُون، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(15)
صُبح سِڱِڙِيُون ڪِٽِي، وِيا وِڃائي پاڻُ،
اِهڙو جَن اُهجاڻُ، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(16)
صُبح سِڱِڙِيُون ڪِٽِي، وِيا ڏُکائي ڏُورِ،
ٿِيا ڏِينارِئان ڏُورِ، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(17)
صُبح سِڱِڙِيُون ڪِٽِي، وِيا وَڃائي وِيرَ،
ڏوريان ڏوريان، نہ لَهان، بيراڳِيَن بَهيرَ،
جَن آسَڻَ مَنجهہِ عَبِيرَ، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(18)

ميڙيو پاڻُ پَريُون ڪيو، جوڳِي جَلائين،
سامِي سِڱڙِين سين، خُوديءَ کي کانئين،
هُو جي تارِ بہ تَڳائِين، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(19)

پَسِيو آسَڻَ اُنِ جا، اَچِي نہ آرامُ،
ڪِينَرَ کُنِي آهِيان، ٽَنِين جي تَمامُ،
مُون کي ٿِيو ماتامُ، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(20)

پَسِيو آسَڻَ اُنِ جا، اُڃنگاروُن اَچَن،
پاٽان وِڌِيَس پَٽَ تي، لاهي لاهُوتِيَن،
جي راڙي مَنجهہِ رَهَن، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(21)

پَسِيو آسَڻَ اُنِ جا، اَدوُها اَچَن،
ڪِينَرَ ڪاپِڙِيَن جا، صُبح تان نہ سُجَن،
جي راڙي مَنجهہِ رَهَن، آئُون نہ جِيئندي اُنِ رِي.

(22)

آسَڻَ وَٽِ آهُون ڪَريان، وَسِ نہ مُنهِنجي واٽ،
لَڱِمِ لاهوتِين جو، ڪِينَرَ مَنجهان ڪاٽ،
هَلَڻَ کي هَيهاٽ، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(23)

پَسِيو آسَڻَ اُنِ جا، بانهُنِ وِجهان واٽ،
هُو جي ڪَهِيا ڏُنهُن ڦَلاٽ، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(24)

وَٺِن وينِي آهِيان، ڏِسيو ڪِينَ ڏِسانِ،
جِنهن جهوئِي ناهِ ڪِي، سا ڪا سُونهَن سَندِيانِ،
پَسِيو ڪِينِ پَسانِ، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(25)

بابُو بيڪاري ٿِيا، اَڄُ نہ آسَڻَ وَٽِ،
خُودي ڪانئي هَلِيا، پيرُ نہ لاٽئُون پَٽِ،
هَئي هَئي! جَنهِين هَٽِ، آئُون نہ جِيندي اُنِ ري.

(26)

بابُو بيڪاري ٿِيا، پَجِي جَڏِياڻُون پاڻُ،
نِسورو ئِي نِينهن جو، نانگَنِ وَٽِ نِڏانُ،
سِر ڪَندُ جَنهِين ساڻُ، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(27)

بابُو بيڪاري ٿِيا، آسَڻَ وَٽِ نہ اَڄُ،
ٻولِي ٻِي نہ سِکِيا، پاٽان چُونڊءِ پَڄُ،
نِسوروئي نِينهن جو، ساميَن کي سَهَجُ،
هِينئان! تَنهِين سين هَڄُ، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(28)

نانگا نانِيءَ هَلِيا، سامِي سَيِيئِي،
وِهَڪَ مُون ويئِي، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(29)

نانگا نانِيءَ هَلِيا، ويچارا وِئا،
ڪِينَرَ ڪاپِڙِيَن جا، صُبح تان نہ سُئا،
هُو جي هِتِ هُئا، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(30)

نانگا نانِيءَ هَلِيا، چِيلِهيا چِيلِهہ ٻَڌَنِ،
هو جي هُتِ هَلَنِ، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(31)

نانگا نانِيءَ هَلِيا، ڪِينَرَ ڌَري ڪَنڌ،
پُريا پُورب سامُهان، راوَلَ ٿِيا رَند،
هي جي هُئا هِنَ هَنڌ، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(32)

نانگا نانِيءَ هَلِيِيا، هَئي! مُنهِنجي حالَ،
هو جي ڪَهِيا ڪالهہ، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(33)

نانگا نانِيءَ هَلِيا، لوڪان ڪَري لِڪَ،
ويئِي مُون وِهَڪَ، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(34)

جُسي سَندو جوڳُ ري، مُون نہ گهُرجي ماهَ،
سامِي مُنهِنجو ساهُ، آئُون نہ جِيندي اُنِ ري.

(35)

ڪالهوڪو ڪاڏي وِيو، جوڳِيَن سَندو جوشُ،
پَسِي تِنهن پَٽَ کي، هَڏِ نہ رَهِيو هوشُ،
آسَڻَ ۾ افسوسُ، آئُون نہ جِيئندي اُنِ ري.

(36)

ويراڳِيَنِ وَرَنَ، ڏِسَڻِ گهَٽُو ڏُهلا،
هِڪُ بولَڻُ ٻوڙَنِ سين، ٻيو سَندا فانِينِ فَنِ،
ڪي گهُرَجَنِ ڪَنَ، آئُون نَہ جِيئندي اُنِ ري.

(37)

نانگا نانِيءَ هَلِيا، سِگِيُون ساڻُ ڪَٽِي،
آيَلِ آديسَينِ جِي، هِينئين حُبّ گهَٽِي،
جَنِين مُنهن مَٽِي، آئُون نَہ جِيئندي اُنِ ري.

(38)

نانگا نانِيءَ هَلِيا، سَنبَهِي سَناسِي،
آيَلِ آديسِين ري، آئُون اُداسِي،
جي پُورَبَ پَروا سي، آئُون نَہ جِيئندي اُنِ ري.

(39)

پاٽهين وينا پاڻَ سين، پَرِ ۾ پَرِياٽِينِ،
هو جي هَلَڻَ سَندِيُون، ڳالِهيُون ڳالهائِينِ،
وَڃَڻُ وِڃائِينِ، آئُون نَہ جِيئندي اُنِ ري.

(40)

پاٽهين وينا پاڻَ سين، پَرِ ۾ پَرِياٽِينِ،
سامِي سَفَر هَليا، آسَڻ اُجهائينِ،
رُخصَتُ رُوئارِينِ، آئون نہ جِيندي اُنِ ري.

(41)

نَہ ڪِي ڪَٽَنِ پاڻَ سين، نَہ ڪو ساٿَنِ پاڻُ،
اِهڙا جَنِ اُهڃاڻُ، آئُون نَہ جِيئندي اُنِ ري.

(42)

وَڃائِي واٿَ ٿِيا، جوڳِي جُڳاٽِي،
هُئا جي هاٽِي، آئُون نَہ جِيندي اُنِ ري.

(43)

جُزو وِڃايو جوڳِئين، ڪُلَ سين آهِنِ ڪَمُّ،
آسَڻُ جَنِ عَدَمُ، آئُون نَہ جِيئندي اُنِ ري.

(44)

گُوندَرُ گُذارِيو، ڪاپڙي، پَڌري وِڃهَنِ نَہ پاڻِ،
تَنِ، آيل آدِيسيَنِ جِي، رُوئان ڪاڻِ رِهاڻِ،
هِتِ نَہ پَسِجَنِ هاڻِ، وِيا ويراڳِي نِڪري.

**وائي**

سَندڙِيانِ سِگڙي، ڳالَهہ ڳُجهڙي، مُون مارِيندي ڪَڏِهِين.
جا وَڃائِين جَتَڙا، نَہ تِنهن نَڙَ جِهَڙي،
مُون مارِيندي ڪَڏِهِين.
مُرِليءَ ڪي جِنهِن ماٺُ ڪيو، نَہ تنهن ٿُل ٿُنبَڙي،
مُون مارِيندي ڪَڏِهِين.
تارِيو جِنهن توڏيءَ ڪي، نَہ سو گهَندُ گهَندڙي،
مُون مارِيندي ڪَڏِهِين.
ڏارِيو جِنهن ڏِياچ ڪي، تَندُئان تِنهن تِڪڙي،
مُون مارِيندي ڪَڏِهِين.
نَہ سِري، نَہ سِنڌُ ڪا، نَڪا هِندُ هِهَڙي،
مُون مارِيندي ڪَڏِهِين.
ڪوڙين واجُٿَ ڪيتَرا، لَڪين لائُون هَٽندَڙي،
مُون مارِيندي ڪَڏِهِين.
ڪَڙي ڪُلاٿَنِ ڪي، مَحبتَ وارَن مِنَڙي،
مُون مارِيندي ڪَڏِهِين.
مِنائِيان مِنِي گهَٽُون، چُوندا جَنِ چَڪيئڙي،
مُون مارِيندي ڪَڏِهِين.
وانءُ اوُناءِ اُن ڪي، وِهُ مَر ڪَڻُ وِڪَڙي،
مُون مارِيندي ڪَڏِهِين.
بيخُود بابُو سي ٿِيا، ٻُرندي جَنِ ٻُڏَڙي،
مُون مارِيندي ڪَڏِهِين.
جا سارا‌هِيَلِ سُبُحانَ جِي، تنهن واڪاڻَ ڪَهِڙي؟
مُون مارِيندي ڪَڏِهِين.
سَهَسين سُرُودَنِ ڪي، پاٽان پوءِ وِجهَندَڙي،
مُون مارِيندي ڪَڏِهِين.
گهاندارَ مِروُن موهِيا، هِيءَ ماڙهُو مُهنَدَڙي،
مُون مارِيندي ڪَڏِهِين.

## داستان ٻيو

(1)

ڪَيَمِ ڪاپڙِيَنِ جِي، پِهرِئين ڏِينهن پَروُڙ،
سَگها ساعَتَ نَہ هيڪَڙي، چارَئِي پَهرَ چُورَ،
سدائِين سَيّدُ چَئِي، هُونِ سَناسِي ۾ سُورَ،
جوڳِي ساڻ ضَرور، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

(2)

ويهي ويراڳِيَنِ جو، ٻِئي ڏِينهن ٻُڌَمِ حالُ،

اُن جا ڏاڍا ڏوڙ پَڪُلِيا، جاڳوتا زَوالُ،
تَنِ جاڙِي جِتائُون ڇَڏِيُون، چوتا چَڱِيءَ چالُ،
ويچارا وُجُودَ جي، ڪِنهن سين ڪَنِ نہ ڳالھَہ،
نانگا ٿِيو نِهالُ، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

(3)

ٽِئين ڏِينهن ٺمڪائِين، ڏُونهِيُون دائِرَنِ ۾،
ميڙِيو ڪِڙِجَ ڪانِيُون جوڳِي جَلائِينِ،
سَندِيُون ڪامَڻَ خَبَرُون، تَنِ آدِيسين آهِينِ،
ڳُجھہُ نہ ڳالهائِين، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

(4)

چوٿين ڏِينهن چوگانَ ۾، ڪنهن جِنهن پَھہ پِيا،
وَهَمَ پِرِيان جي وَڍِيا، تَنِ ۾ ڪُوڙَ ڪِها،
اَندَرِ آدِيسَينِ کي، اَچَنِ جوشَ جِها،
سمِي سونّ ٿِيا، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

(5)

ڪنهن جِنهن پُور پَچائِيا، پَنجين ڏِينهن پَئِي،
اَندَرِ آديسِينِ کي، سُورَنِ شاخَ ڪئِي،
مَحبَتَ جي مَيدانَ ۾، لاشَڪِ پِيا لَهِي،
سارِي راتِ سَيّدُ چَئِي، تَنِ گُوندَرَ ساڻِ گَئِي،
ڪَرِيو سيڻَ سَهِي، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

(6)

پِيا ڪِنهن پَرِياڻَ ۾، ڇَهين ڏِينهن ڇَٽِي،
اَندَرِ آدِيسِيَنِ کي، ڏُرِيانِئي ڏَٽِي،
ٻَري ٻاجهارا ڪئا، ڪانئي خاڪِ گَٽِي،
پِنيو پَنجَ ڪَٽِي، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

(7)

سَتين ڏِينهن سَيّدَ چَئِي، ڏاڍا ڏوتائُون،
اُپِي اَلَکَ سامُهُون، ٻانهُون ٻَڌائُون،
وَڏِيءَ ڪنهن وِلاتَ جا، اُهجَ آندائُون،
رُوحَ پَنهِنجو رامَ سين، پَرِ ۾ پوتائُون،
ڳَٽِيو ڪِدائُون، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

(8)

اَٺين ڏِينهن اُپِي وِيا، جوڳِي جاءِ ٻجاءِ،
سا پَر سامِي سِڪِيا، جا پَرِ جوڳَ جُڳاءِ،
ويرو تارَ وُجُودَ ۾، تَنِ رامُ رَهِيوئي آهِ،
ڪنهن جِنهن ڪَمائِي لاءِ، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

(9)

نائين ڏِينهن نيٽانِ، اوجاڳِي اُجارِيا،
سَباجهي ٻاجهہَ ڪِي، سُجاڻِي سيٽانِ،
جِتي نَظرُ ناٿَ جو، اُتي اوتارانِ،
اِهي اُهجاٽانِ، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

(10)

ڏهين ڏِينهن ڏِکَ ٿِيا، پِرِينءَ پاٻوهِيا پَسُ!
وَرَقَ جِي وِصَالَ جا، واري ڪيائُون وَسُ،
لَڏائُون لَطِيفُ چَئِي، گُرُوءَ سَندو گسُ،
جوڳِي ڪَتِيو جَسُ، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

(11)

وَرِيو ويراڳِيَنِ جو، ڪارهين ڏِينهن ڪَرَمُ،
جوڳِينِ جاٽائُون پُنِيُون، هَلِي وِيا حَرَمُ،
دائِمُ جهَلِيو دَمُ، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

(12)

ٻارهين ڏِينهن ٻَئِي، مَنَ مُرادُون پُنِيُون،
جوڳِي اِنَ جاٿا کي، ٿِي سِڪِيا سَيِئِي،
سمانا سيئِي، جي گُرَ گڏِجِي آئِيا.

**وائي**

ڪَلَپَتِي آئِيا، هو ماءُ، آئُون هَلَندي اُنِ سين.
حِرِصَ هَوائِي جَنِ جا، سُڪين تان نہ سَڏائِيا،
هو ماءُ، آئُون هَلَندي اُنِ سين.
تَن تَڪِيا تاڪي ڇَڏِيا، جي اِيهيءَ وِرِوُنهن وِڏائِيا،
هو ماءُ، آئُون هَلَندي اُنِ سين.
توشڪُون ۽ تَڪِيا، وِهاٽا جَنِ وِراهِيا،
هو ماءُ، آئُون هَلَندي اُنِ سين.
هَلو تہ پَسُون تَنِ کي، جَنِ لُنگ لاهُوتِينِ لائِيا،
هو ماءُ، آئُون هَلَندي اُنِ سين.

## داستان ٽيون

(1)

سَناسِي ڪنهن سُورَ ۾، وَهلُورِيا وَتَنِ،
اَنَئِي پَهرَ اَلَکَ جو، ڪو وَڏُ ويراڳِيَنِ،

سَدائِين صاحِبُ پيءِ، تا ڪاپِڙي ڪَنبَن،
جي راتو ڏِينهن رَمَنِ، هَلو تہ تَڪِيا پَسُون تَنِ جا.

(2)
ڪنهن جِنهن سَناسِي سُورَ، جي وَتَنَ ۾ وَهلُورَ،
ٻَهَرِ ٻولِي ٻِي ڦِري، ڳَهَٽَ ۾ ڳهايَلَ ڳُهُورَ،
جِت جَنِين جا چُور، هَلو تہ تَڪِيا پَسُون تَنِ جا.

(3)
سَدائِين سَفَرَ ۾، رَمَنِ مَٿي راهَ،
پُرَن پُورَبَ پَنڌَ ڏي، مَنجهہِ مَوالِي ماهَ،
جي اَلَکَ سين آگاهَ، هَلو تہ تَڪِيا پَسُون تَنِ جا.

(4)
ڪَنَ ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپَڙي، ڪَنوٽِيا، ڪَنَ چِيرَ،
سَدا وِهنِ سامُهان، عاشِقَ اُتَرَ هِيرَ،
تَسا ڏيئِي تَنَ کي، ساڙِياڻُون سَرِيرَ،
جي فَنا ٿِيا فَقِيرَ، هَلو تہ تَڪِيا پَسون تَنِ جا.

(5)
ڪَنَ ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپَڙي، ڪَنَ جي ڪَٽائِينِ،
لاهُوتِي لَطِيفُ چَئي، ماڳَ نہ مَٽائِينِ،
جي خوديءَ کي کائِينِ، هَلو تہ تَڪِيا پَسُون تَنِ جا.

(6)
ڪَنَ ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپَڙي، ڪَنوٽِيا، ڪَنَ ڪَٽَ،
دُونهان جَنِ دُکائِيا، هَلِي مَٿي هَٽَ،
خاڪَ جَنِين جِي کَٽَ، هَلو تہ تَڪِيا پَسُون تَنِ جا.

(7)
ڪَنَ ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپَڙي، لانگوٽِيا لالَ،
لاهُوتِي لَطِيفُ چَئي، موهِيا نہ ڪِنهن مالَ،
هِهَڙا جِنِين حالَ، هَلو تہ تَڪِيا پَسُون تَنِ جا.

(8)
ڪَنَ ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپَڙي، ڪَنوٽِيا ڪَنَ ڏارَ،
هَلَن جي هنگلاجَ ڏي، بابُو جَڏي بارَ،
جي ڪِينَ قَبُولَٽَهارَ، هَلو تہ تَڪِيا پَسُون تَنِ جا.

(9)
تَڪِيا پَسُون تَنِ جا، هَلِي مَنجهان حالَ،
ڪوڙِين ڪَنوٽِين جا، پِيئَر پانيان پالَ،
سامِيَن جِي سَنيالَ، مُنهنجو چِتُ چَڱُون ڪِيو.

(10)
تَڪِيا تاڪِياڻُون، وِيا رَمَندا رامَ ڏي،
ڪِجان خَبَرَ نہ لَهان، تَنِ آديسِيَن آڻُون،
ڪِنهن ڳَڻ ڳُنياڻُون! ڪاڏي وِيا ڪاپَڙي؟

(11)
سامِي ڪامِي پِرِينءَ لَئِي، ڪُسِي ٿِيا ڪَبابُ،
جهڙو ڏِسَن ڏوهَ کي، تِهڙو تَنِ ثَوابُ،
اوتِينِ آرتي ڳاڏڻُون، منجهان اَگَنِ آبُ،
سَندو ذاتِ جَوابُ، ٿُون ڪِيئَن پُڇِين تَنِ کي.

(12)
سامِي سَمَرَ سُورَ، ڳُوندَرَ ڳَبَرِيَن ۾،
جَڙي ٻَڌاڻُون جانِ ۾، پَيغامَن جا پُورَ،
آديسِي آسُورَ، وَڃائي واٽَ ٿِيا.

(13)
سامِي مَڙهِي سَندِياءِ، سامُهِين مُون سيلَهہ ٿِي،
سا تان ڪُهُ اَڏِياءِ، جان نانگا وَڃِين نِڪري.

**وائي**

آسرو آهي، موٽِي ايندا، مُون نہ ڇَڏِيندا، پاڻَ پَسندا.
اِيندا آديسِي، وَري، دُونهِيون دُکائي،
پَٽَرِ وارَ پَرَ لَئِي، ويهہُ ٿُون وِڃائي،
ڏُکَ لاهِيندا ڏِيلَ جا، ڳُجهو ڳالهائِي،
مُون کي نِيندا پاڻَ سين، هِي سَڱُ ساڳاهي.

## داستان چوٿون

(1)
جي پانئِين جوڳِي ٿِيان، تہ سَڱُ سَپِيئي چِن،
وَڃِي دَرِ دوسٽَن جي، نانگا ڪِيمَ نِڻُ،
پَٽِ تَنهِين جي پِڻُ، جَنِ ٻُجهِي نہ ٻُجهيو.

(2)
جي پائِين جوڳِي ٿِيان، تہ سَڱَ سَپِيئي ٽوڙِ،
جي جايا نہ جاپَندا، جِيءُ تَنهن سين جوڙِ،
تہ ٿُون پَهُچِين توڙِ، مَحبَتَ جي مَيدان ۾.

(3)

جي پائِين جوڳِي ٿِيان، تہ پَر گُروءَ جِي پارِ،
هَوائُون هِنگِلاجَ ڏي، وِيندي سَڀ وِسارَ،
نانگا ناٿُ نِهارِ، سامِي وَڏيءَ سِڪَ سين.

(4)

جي پائِين جوڳِي ٿِيان، تہ طَمَعَ ڇَڏِ تَمامُ،
گولا جي گولَنِ جا، تَن جو ٿِيءُ غُلامُ،
صَبَرَ جِيءَ شُمشِيرَ سين، ڪر ڪِيني ڪي قَتلامُ،
تہ نانگا تُنهِنجو نامُ، لِکجي لاهُوتَ ۾.

(5)

جي پائِين جوڳِي ٿِيان، تہ تَرڪُ طَمَعَ کي ڏي،
نانگا نِمِي ناٿُ کي، تابعُ ٿِيجُ تَڏي،
ويراڳِي وُجوُد کي، لاشَڪِ ڇَڏِ لَڏي،
جو اُجهائُون اَڏي، پَري پُورَبَ اُن ڪان.

(6)

جي پائِين جوڳِي ٿِيان، تہ تَرڪُ طَمَعَ کي ڪَرِ،
وَڍِي وَهَم وُجوُدَ جا، ڏِيانِ خاصي ڏَرِ،
تہ ڪِنهن پَهُچِين پَرِ، لِکجِين لاهُوتَ ۾.

(7)

جي پائِين جوڳِي ٿِيان، تہ مَنُ پُوري مَنجهہِ مارِ،
دائِمَ دُونهِين دِل ۾، مَنَ سِين مالها وارِ،
سَهُ سَيڪا آرِ، آڳِي جي اَدَبَ سين.

(8)

جي پائِين جوڳِي ٿِيان، تہ ڪِينَ پيالو پِيُ،
ناهِ نِهاري هَٿِ ڪَرِ، ”آئُون“ اُتِ نہ ٿِيُ،
تہ سَندو وَحدت ويُ، طالِب توڙان ماڻِئِين.

(9)

جي پائِين جوڳِيي ٿِيان، تہ مُنهن ۾ مُندا پاءِ،
ڪَنين ڪِينَ وِجائِيو، جَن ڪوڙين ڪَڪَرَ وِڏاءِ،
ڇَڏِ چادَرِ، بَڌُ چَمڙا، جُتِي تو نہ جُڳاءِ،
تہ سامِيڙا سَنڌِياءِ، گُرَ وَتِ ڳَلا نہ ٿِئي.

(10)

جوڳِيَن جوڳَ جُڳاءِ، جوڳُ پُڻ سُونهي جوڳِئين،
جوڳِن سَنديءَ جان ۾، ڳُجهہ ڳُجهاندَرَ آهِ،
هاءِ مُونهِين کي واءِ، جا آئُون جوڳُ نہ سِکِي.

(11)

جوڳُ نہ جوڳِو ٿُون، ڪَرِين پُڇارُون جوڳُ جُون،
هِڪڙو پَنڌُ پِرِيَن جو، بِي ٿُنهنجي پُون،
سامِي سيڻَن ڏُون، رُونِدائِي رَتُ وِيا.

(12)

جوڳِي هُونِ نہ جِيئرا، پائي جوڳُ مَ جِيُ،
هارِيا هِنِ ڪَنَنِ سين، سُڻُ سَنِيهو اِيُ،
وِجائي وُجُودَ کي پاڻان پاسي ٿِيُ،
هَڏهِين ڪونهي هِيُ، آسارا ”آئون“ چَوِين.

(13)

جا جِياري جوڳَ کي، سا ماڙهِن مُصِيبَتَ،
سامِيَن سُور صِحَتَ، جي پُورِبِيا پَرُوڙِيين.

(14)

جوڳِي! تُنهنجِي جوڳَ ۾، ڳالهَہ گهُرجِي ڳُجُ،
وَڍِيو، چِيرِيو، پَرِ ۾ اُيو پَچُ،
سوئِي بارِج مَچُ، جِئن باهَرِ باڦُ نہ نِڪري.

(15)

جان ڪِي جوڳِي ٿِيُ، نہ تہ وَنءُ، نرجا! نِڪري،
ڪوهُ ٿُون ڪَنَ ڪَپائِين، جان نہ سَهِين ٿُون سِيُ؟
پَڇِي پاسي ٿِيُ، مَتان لانگوٽِيا لَڄائِيين.

(16)

جوڳِي ٿِينَ نہ يارَ، ڪِينهن سان قَرِيبَن ري،
مَنُ مُلاقِي جَن سِين، تَن پُورَبَ جِي پَچارَ،
اَنئِي پَهَرَ اُنِ جِي، آہ نانِيءَ ڏانهن نِهارَ،
لائِي وِيا لَطِيفُ چَئِي، اَندَرَ مَنجهہِ اُپارَ،
سامِي ساڻُ سَتارَ، لاهُوتِي لالُ ٿِيا.

(17)

مُون پُورَبِي پُڇِيا، جوڳِي جاڙَ ڪَري،
هُيُون جَن ڳَري، سُڏيُون سَنڌِيُون سَڄَڻين.

(18)

ڪٽِي ڪِداڻُون هَلِيا، جوڳِي جيڏانهِين،
آئُون پُڻ اوڏانهِين، تَنَ کي تَندوُن پائِيان.

(19)

گولا جي گِراهَ جا، جونا سي جوڳِي،
ڦِٽَل سي ڦوڳِي، جَنِين شڪَمُ سانڍِيا.

(20)

جِئَن تا پُڄَنَ اَنَ کي، تِئَن جي پُڄَنَ پَنڌَ،
تہ رڙهي لَڏائُون رَنڌَ، لَٽِينِ لڪ لَطِيفُ چَئِي.

(21)

ڪَنَ ڪورائِي ڪاپَڙي، جِندا! ٿِيءُ جُوانُ،
ڪاهِ تہ لَڱِيئِي ڪانُ، نانگنِ هَٿان نِينهن جو.

(22)

نِسوروئِي نِينهن جو، دِلِ ۾ دُونهوُن پاءِ،
آڳِي اڳِ عِشقَ جي، ٻاري جانِ جَلاءِ،
جِندان تون جاڳاءِ، جنهن سين آتَشِ آبُ ٿِئي.

(23)

ڪَنَ ڪورائِيين، ڪاپَڙي! اِيءُ زنانُو جوڳُ،
سامِي! سُجاڻُ تو پِيو، هيڪُ دَهِي ٻِيو دوڳُ،
جَنِهين پانيو ڦوڳُ، رامَ تَنِهين کي رِيبِيو.

(24)

هُو جي ڪَنَ ڪَپارَ جا، سوڌُو سي نہ سُٺَنِ،
اَندَرِ جي آهِنِ، سُڻ سَنيهو تَن سين.

(25)

هي ڪَنَ گاڏِها وِڪِڙِي، ڪَنَ کي ٻِيا ڳِنهيج،
تَنَهِين ساڻ سُٽيج، سُپيريان جي ڳالهڙي.

(26)

سُپيريان جي ڳالهِ کي، سامِي ڪِي سَمُجهہُ،
نانگا! تُون نانِيءُ ڏِي، آديسِي مَ اُجُهہ،
وِيهي تُون وُجُودَ مان، ڳولِي لَهِج ڳُجُهہ،
ٻِئِي ڏانهن هَڏِ مَ ٻُجهہُ، اَلَکَ اِتي ئي ڪاپَڙي!

**وائي**

راوَلَ رَهي نہ راتِ، جيڏِيُون! مُنهِنجو راوَلَ رَهي نہ راتِ،
ڪوهُ ڪَرِيندِيَسِ ڪانڌُ ري، وِهاڻِي پِرِياتِ،
مُنهِنجو راوَلَ رَهي نہ راتِ.
مِٺَ نہ مَعذُورِيَن جا، ڪا جا جوڳِي ذاتِ،
مُنهِنجو راوَلَ رَهي نہ راتِ.
لَڳِمِ لاهوتِيَن جو، مَنجهان ڪِيڙَ ڪاتِ،
مُنهِنجو راوَلَ رَهي نہ راتِ.

## داستان پنجون

(1)

مُونا طُورِسِينا، سَندا سَناسِيَن،
سَجدي ۾ سَيّدُ چَئِي، گوڏا گوڏَڙِين،
"اللهُ وَلِيَّ الذِين آمَنُوا يُخرِجُهُم مِنَ الظُّلُمٰتِ اِليٰ
النُورِ" اِهڙي پَرِ پُرَنِ،
"خَرَّ مُوسيٰ صَزِقاً"، جوڳِي جُنگ جَلَنِ،
"مَازاغَ البَصَرَ وَما طغيٰ"، اهڙيءَ رَوِشَ رَوَنِ،
"ڪُلَّ مَنَ عَليها فان"، باقِي ڪِينَ بَچَنِ،
"فَڪَانَ قاب قوسَين اَو اَدنيٰ"، تا نانگا اِيئن ٿِيَنِ،
مُشاهِدو مَحبُوبَ جو، اُتِي آدِيسِينِ،
"بي يُبصِرُو بِي يَسمَعُ"، بي وِصالِ وِهَنِ،
"بي يَمشِي بي يَنطِقُ"، اِهڙي چالِ چَلَنِ،
سَيّدُ چَئِي سَندِيَن، ڪَلَ پُڄِين ٿُون ڪهڙي.

(2)

مُونا طُورِسِينا، سَندا سَناسِيَن،
پُورَبِ ڪنيو نہ پاڻَ سِين، ٻُوڏُ ٻيراڳِيَن،
ردا آهي رازَ جي، اوڇَڻُ آدِيسِيَن،
قُربُ ڪاپَڙِيَن، ٿُنهن چوٽِيءَ سِيئن ڏِڪِيو.

(3)

مُونا طُورِسِينا، سَندا سَناسِيَن،
"طالِبُ المَوليٰ مُذَڪِرُ"، اِيءَ ڪَلامُ ڪِياڻُون ڪَنِ،
سُڪَنِ ڪِي سَيِين پَرِئين، ٻُجهِي ڏِناڻُون ٻَنِ،
اَلِفُ آديسِيَن، چوري رَکِيو چِتَ ۾.

(4)

مُونا جَنِ مِحرابُ، جُسو جامِعُ تَنِ جو،
قِبلَہَ ٿُما قَلبُ ڪَري، تَنِ کي ڪِياڻُون تُرابُ،
تحقِيقَ جي تَڪبِيرَ چَئِي، جِسمان ڪَياڻُون جوابُ،
تَنِ ڪهڙو ڏوهُ ثُوابُ، هادي جَنهِين حالُ ٿيو.

(5)

مُنهن مِحرابَ پِرِين جو، جامِعُ سَڀُ جَهان،
ڦُرهيءَ تان فُرقانَ کي، ڪاتِيائُون قُرآنَ،
اُڏامِي اُتِ وِيو، عَقلُ ۽ عِرفانُ،
سَيوئِي سُبحانُ، ڪيڏانهن ڪَري نِيَتيانِ.

(6)
مَٿِياڻُون مَلَڪُوتَ ڪي، نِڳِيا ناسوتان،
جوڳِي جَبَرُوتان، وِجائي واٽِ ٿِيا.

(7)
پايو مُنهن مُوئَن ۾، وينا ئِي وِھَسَنِ،
جوڳِي جاڻا ڪَنِ، آيا اُلُوهِيَتِ ۾.

(8)
آيا اُلوهِيَتَ ۾، لاهُوتَ لَنگهيو جَن،
مَنجهان ٿُن جُسَنِ، حَرَفُ نہ سُجي هيڪڙو.

(9)
نااُميدي آڄڪو، اوڄَڙُ آديسِيَن،
سَدا سُڪِ وَسَنِ، طالِبَ اوءِ تَقدِيرَ تي.

(10)
نااُميدي آڄڪو، اوڄَڙُ آديسِيَن،
ڪَڏهِن تازيءَ پُٺِ تِي، ڪَڏهِن هيٺَ هَلَنِ،
سامِيَڙا سَمُوندَ ۾، ٽُٻي جيئن ٽَرَنِ،
جي واڳُوءَ واتِ وَجَنِ، تہ ڪُسَن ڪُڇَن ڪِينَڪِي.

(11)
لَعلَ لَڳِي لَعلَ ٿِيا، لَعلَ لِڪيو هو جَن،
عَدَمَ جي اوڙاه تِي، ڪِيا آسَڻَ آديسِيِنِ،
گَرِدانيو گُنگَنِ، گِرِدابَ کي گِيانَ سين.

(12)
کهڙي پُڇِين ڪالَهہ، ڪَر نہ ڪا اَڄُ صباحَ،
وَنءُ تِنهِين سين واڳِيو، جو پَسين مَنجهہِ پَساهَ،
رمُ رَبانِي راهَ، مَتي حالَ هُوشِيارُ ٿِي.

(13)
ڪيهي ڪامَ ڪاپَڙِي، تا اِهڙي روَش رَوَنِ،
نَڪا دِل دوزَخَ ڏي، نَڪِي بِهشَتَ گهُرَنِ،
نَڪو ڪَمُ ڪُفارَ سين، نَڪا مُسلمانِي مَنِ،
اُيا اِيئن چَوَنِ، تہ پِرِين ڪجو پانهِنجو.

(14)
نامُرادي نِجهُرو، عَدَمُ اوتارونِ،
رَضا راڄُ سَندونِ، مُورِ نہ مَگَڻِ ڪِي پيو.

**وائي**

تَن ڳُڻَن ڳُهَرَ وِجائِي، هو مائِي! جوڳِيَنِ مُون سين جي ڪيا،
ڪَري مَرِڄُ ڪاپَڙِي، ڳُرَ وَٽِ گدائِي،
هو مائِي! جوڳِينَ مُون سين جي ڪِيا.
اشارَتُون اُنِ جِيُون، وَنءُ ڪَپي ٿُون ڪائِي،
هو مائِي! جوڳِينَ مُون سين جي ڪِيا.
نِندَ تَنهِن کي ناهِ ڪا، جا آدِيسَين اُنائِي،
هو مائِي! جوڳِينَ مُون سين جي ڪِيا.
آهي اُنهِيءَ ڳالهہ جِي، راوَلَ! اِيءَ رُباعِي،
هو مائِي! جوڳِينَ مُون سين جي ڪِيا.
هيڪائي هيڪُ ٿِيا، ٻُڌَنِ ڪَانَ ٻِيائِي،
هو مائِي! جوڳِينَ مُون سين جي ڪِيا.
اَڪِين آرَسُ ڇَڏِيو، دِل ۾ ناهِ دَغائِي،
هو مائِي! جوڳِينَ مُون سين جي ڪِيا.
"اِنَ اللّهَ وِترٌ يُحِبَ الوِترِ"، اِيءَ اُنهِين لاءِ آئِي،
هو مائِي! جوڳِينَ مُون سين جي ڪِيا.
رِيجهائِي رَمُوزَ سين، ڪاهوڙِينَ آڻُون ڪِجائِي،
هو مائِي! جوڳِينَ مُون سين جي ڪِيا.

## داستان ڇهون

(1)
ڪِنهن جِنهن ڪُنا ڪاتِ، جِئن سامي مُورِ نہ سَنَرا،
ڏِينهان ڏُکِي ڏِيلَ ۾، سُورَ سَڃِيائِي راتِ،
سَندي جوڳِيان ذاتِ، جِيجان آهِ جَڏاڻُڙي.

(2)
رُوحَ ۾ رَهِين رامہ، ٻَهرِ ٻولين ڪِي ٻيو،
پيالو پُر ڪَري، جوبَ پِيتاڻُون جامَ،
تِهان پوءِ تَمامہ، تِن تَڪِيا تاڪِي ڇَڏِيا.

(3)
رامُ رَهِيُن ۾ رُوحَ، ٻَهرِ ٻولين ڪِي ٻيو،
سَدائِين سفَرَ ۾، مَتا ٿِيَنِ مُوءَ،
سامِينِ جا صُبوحَ، سارِيان گهَٽُون سَيُدّ چَئي.

(4)
مَتا موءِ ٿِيانِ، سَدا سُوئيتا ڪاپَڙِي،
ڪونِي ڪِنهن نہ پُڇِيا، تہ ڪِي اَندَرَ اَندوهِيانِ،

جِيڪا ڄمارانِ، سا مَنجھِ گُوندَرُ گُذري.

(5)

وينِي جِنهن وَرِهَ ٿِيا، مَٿي سين ميري،
اَڪِيُون جِنهن جُون اَلَکَ ڏي، پُون ڏي نہ پيري،
ڪارِنئان ڪَڪا ٿِيا، ڄَراٽِيا ڄيري،
لُڙَڪَ لالُ لَطِيفُ چَئي، ڪَنبي ۽ ڪيري،
نِينهن نہ نبِيري، سُورَ چَرندي سَنرو.

(6)

وينِي جَنِ وَرِهَ ٿِيا، مَٿي ميري ساڱُ،
ڪارِنئان ڪَڪا ٿِيا، ڄيري وِجهِي ڄاڱُ،
خودي ڪانئين هلِيا، پُٺِيءَ وِجهي پاڱُ،
سي ٻَهرِ نہ هَٺَنِ پاڱُ، جَنِ گَڏِيو گُرُ گِربان ۾.

(7)

نانگَنِ ڪِينُ نمائِيو، ناٿُ نمائِيو نِينهَن،
مَڙهِن اُنا مِينهن، جوڳِيان سَنديءَ ذاتِ ڪي.

(8)

نَڪِي نَمَنِ ناٿُ ڪي، ناٿُ نہ نمائِينِ،
جاٽا ڪَنِ نہ جوڳَ جي، جوڳُ نہ جُهارِينِ،
آديسِي آٽِينِ، اُهجاٽِيُون اَلماسَ جِيُون.

(9)

پَنا ڄَرَ ڄراٽِيا، مُنهن ڪانئِيا سِيءَ،
مايَنِ مَگَنِ ٻُڪِيا، نہ ڪا لَڄَ نہ لِيهہَ،
بابُو بيڪاري ٿِيا، نہ ڪو پُٽُ نہ ڌيءُ،
پَسو! ڄَلايا ڄِيءَ، ويراڳِينِ ويراڳَ سين.

(10)

هَرَ هَرَ ڪَنِ هَرنامُ، ڏُونِ ڏيهاڙِي ڏوتِيا،
جَنِ نہ رِيجهايو رامُ، ناٿُ نہ نَمِي تَنِ ڪي.

(11)

ڏُونِ ڏيهاڙِي ڏوتِيا، هَرَ هَرَ ڪَنِ اُميسَ،
جَنِ نہ ماري ميسَ، ناٿُ نہ نَمي اُنِ ڪي.

(12)

گهندبن پاسي گهِندَ، گڏُ گُذارِين گودَڙِيا،
پَليدِيءَ ڪان پانهِنجا، پاڪَ رَکِيائُون پِنڊَ،
نانگا ڪَنِ نہ نِندَ، وَجَنِ روُندا رامَ ڏي.

(13)

تِهڙا ڪَڙَڄَ ڪَڪرا، جِهڙا جائِنِ ڦُلّ،
تَنِ سامِيَنِ جِي سَڌَ مَران، جَنِ گودَڙِينَ ۾ گُلّ،
اَندَرَ ۾ اَمُلّ، ٻَهرِ ڪوجها ڪاپَڙي.

**(14)**

يادُ گُرو ڪَنِ گودَڙِيا، پَرَ بازارِينَ بِينا،
پَڙهَنِ سُورَ سُبَحانَ جِي، پِيَنِ تِنهن پِينا،
جيلان مُنهن مِينا، تيلان نشا چاڙهِيئُونُ نِينهن جا.

**وائي**

تَنِ اَڪِيَنِ دِل اَڙائِي، ٻَڙي! جيڏِيُون!
ڪِنهن دَر ڏِيان دانهَڙي؟
ڦَڪِيُون ڏيئِي ڦِڪيَون، ويجَنِ آئُون وِرچائِي،
ٻَڙي! جيڏِيُون! ڪِنهن دَرِ ڏِيان دانهَڙي؟
حُسَنَ هوتَنِ جي اَدِيُون، لالِيءَ آئُون لُچائِي،
ٻَڙي! جيڏِيُون! ڪِنهن دَرِ ڏِيان دانهَڙي؟
اُلفَتَ ڪَر مَ اُنَ سين، ڦُربَ جا ڪَڙائِي،
ٻَڙي! جيڏِيُون! ڪِنهن دَرِ ڏِيان دانهَڙي؟
صُحبَتَ سُپيرِيَنِ جي، مِنِي آهِ مِنائِي،
ٻَڙي! جيڏِيُون! ڪِنهن دَرِ ڏِيان دانهَڙي؟
اَلا! عَبداللّطِيفَ سين، وَحدَتَ وَٺَ وِرهائِي،
ٻَڙي! جيڏِيُون! ڪِنهن دَرِ ڏِيان دانهَڙي؟

# داستان ستون

(1)

ڦُوتَ ڪَڙايا ڪاپَڙي، طَعامَ نہ طاماعو.
سَينَ هَنيائُون سُڄَ ۾، پَهَرَ نہ پينائُو،
اَوسَرَ اَسائو، اُٿِي گُوندَرَ گَڏِيا.

(2)

ڦُوتَ ڪَڙايا ڪاپَڙي، طَعامَ نہ طَمعدارَ،
سَينَ هَنيائُون سُڄُ ۾، جوڳِي ڪِنهن نہ يارَ،
اَوَسَرَ جِيءَ آذارَ، اُٿِي گُوندَرَ گَڏِيا.

(3)

ڦُوتَ ڪَڙايا ڪاپَڙي، ٻُکَ چَکِيائُون ٻُوءِ،
وِيا نيرانا نِڪَري، جوڳِي مَنجهان جُوءِ،
اَوسَرَ آجا اُوءِ، اُٿِي گُوندَرَ گَڏِيا.

(4)
پِنَن ڪِينَ پَٽُ ڪٽِي، گھُرَنِ ڪِينَ گھَران،
مَھيسِي مَخلُوق جي، اُپِينِ دوُر دَران،
پُڇَنِ ڪوه شَرَعان، اَندَرِ عَدالَتَ اُنِ جي.

(5)
پِنَنَ جو پَٽُ ڪٽِي، سو جي سُجاڻَن،
تہ بَرَ ۾ بِيکَ لَھَنِ، پَھَرَ نہ پِنَن ڪاپَڙِي.

(6)
اَسُکُ جَن اَوِير، سي سانجھِيءَ رَھَن سُمَھِي،
لاھُوتِي لَطِيفُ چَئي، آڌِيءَ ڏِين اُلِيرَ،
سُتو لوڪُ پَسي پِيا سامِي مَتي سِيرَ،
ڪيڏھن ڪَندا پِيرَ، مِڙوئِي مَتو ٿِيو.

(7)
وِچِينءَ وِينا ھُونِ، سانجھِيءَ رَھَن سُمَھِي،
مُھيسِي مُنھن پانھنجو، ڌاران ڌوڙُ نہ ڌُونِ،
وِھاڻِيءَ واٽُن تِي، پاسا ڪوڙِيو پُونِ،
ڪِنھن ڪي اِيئن نہ چُونِ، تہ اَسِين آديسِي آھِيُون.

(8)
وِچِينءَ وِينا رَھَنِ، سانجھِيءَ رَھَن سُمَھِي،
بُکُ مَرندي بِکِيا، ڪِنھن ڪان ڪِينَ گھُرَنِ،
پِيٽُ نہ ھيرِياڻُون پانھنجا، چوري ساڻُ چَسَنِ،
ڦَڪي فَقِيرَنِ، ماڳان پِنِي ماٺِ جي.

(9)
ڪَشَن ساڻِ ڪَشي، ڏِيلَ ڪياڻُون ڏُبِرا،
پيٽ نہ ھيرِياڻُون پانھنجا، چُورِيءَ ساڻُ چَسي،
ويراڳِينَ وسي، رامَ سَدائِين رُوح ۾.

(10)
ڪَشي، چِيلِھ ڪَشا، ڏِيلَ ڪياڻُون ڏُبِرا،
لاھُوتِي لَطِيفُ چَئي، تَن ڪي ڏِين تَسا،
گُروءَ جي گسا، پاسي ڪَنِ نہ پاڻَ کي.

(11)
آديسِي آديس، ھِتان ڪَري ھَلِيا،
ڪاپَڙِيَن قَلبَ ۾، ڪيو ڏَوُراڻُون ڏيسُ،
ويراڳِي نَٿُون ويسُ، راوَلَ ڏِڪي رَمِيا.

(12)
آھي اَڳِڙين ۾، آديسِيَن اَدبُ،
تَن جو حَسَبُ نَسبُ ناھِ ڪو، نہ اَما نہ اَبُ،
سامِيَن کي سَيِين پَرين، رُوح ۾ رَھِيو رَبَّ،
ري لانگوتِي لَبُ، پاڇي ڪَٽَن نہ پاڻَ سين.

(13)
لانگوتِي لاھِي،، وَنءُ ويراڳِين سامُھُون،
بُڌ سُورَنِ جو سَندرو، مَنجھان سِڪَ ساھِي،
اُنِھِين وَٺِ آھي، اوچَڻُ ڳالھِ اُگھاڙَ جِي.

(14)
لُنگُ ڪَڍِياڻُون لانگَ، موتِي ڪَن نہ مَسَحو،
جا اِسلامان اڳِي ھُئِي، سا سُٽاڻُون ٻانگَ،
سامِي چَڏي سانگَ، ڳَڏِيا گورَکِناٿَ کي.

(15)
ويراڳِي واڳِي، ڏِين ڏِھاڙِي ڏِيلَ کي،
راوَلَ رَتين مولِھئين، سامِي سُھاڳِي،
جَن سين لَنئون لاڳِي، سي جوڳِي پَسان تہ جِيان.

(16)
ويراڳِي واري، اَلا! اَگڻِ آڻِيين،
ڏُکَ لاھِيندا ڏِيلَ مان، تُھَن جِئَن تاري،
اِيندَمِ اوتاري، ڪِينءَ جُون ڏِيندَم خَبرُون.

(17)
اَرتو اَڪِين مان وَھي، مَتي ڳِلَنِ ڳاڙَ،
ڪوري ڪَنَنِ وِچَ ۾، ڦَچَ ڏِناڻُون ڦاڙُ،
ھَٽِي توبَہ تاڙَ، نانگا نِسورا ٿِيا.

(18)
لاھُوتِي، لَطِيفُ چَئي، سَڌَ نہ ڪَٽَن ساڻُ،
اِيءَ آديسِين اُھجاڻَ، جِئَن تَعَلُّقَ چَڏِياڻُون تَڪِيا.

(19)
جَرَ جَراڻِين اَڳِڙا، کُوري ڪائِينَ کَلَ،
ماءُ مارِيندَمِ اُنِ جا، اَڏِيا ماڳَ مَحَلَ،
ڪياڻُون ڪائہ ڪَھَلَ، اَدِيون! عَبداللطِيفُ چَئي.

(20)

پُوڄا ڪارِ مَ پاڻَ کي، ڪوءِ! راوَلَ، ٻَنِ رجاٿُ،
لِباسان لَطِيفُ چَئي، پَلِ ويراڳِي واٿُ،
مَنُ ماري ڪَر ماٿُ، تہ تِيرَٿَ پَسِين تَڪِيو.

(21)

پُوڄا ڪارِ مَ پاڻَ کي، پَلِ پُوڄا ڪان پاڻُ،
جاٽِي ڇَڏي جاڻُ، پُرِجُ پُورُبَ پَنڌُ تي.

(22)

پُوڄا ڪارِمَ پاڻَ کي، جوڳِي رَڱِجِ جوڳُ،
خَلقَ خادِمُ جِئن ڪَرِين، اِيءُ راوَلَ وَڏو روڳُ،
پَڳَن ڪونهي پوڳُ، نانگا وَڃَنِ نِڳيا.

(23)

پُوڄا ڪارِ م پاڻَ کي، سَمُجهہُ ڪِي سامِي،
تِي سُورَنِ سين سَنَرو، ويهہُ مَ وِسامِي،
خَطرا ڇَڏِ خامِي، تہ نانگا رَسِين ناٿَ کي.

**وائي**

مِڙِيَنِئُون موڪَلَ، ڪالَهہ ڪَندا وِيا ڪاپَڙي،
ڪَڏِهن اُتَر سامُهان، ڪَڏهِن دونهِينءَ جهَل،
ڪالَهہ ڪَندا وِيا ڪاپَڙي.
هُنِ سيڪِيندي هَٿَڙا، مُون ڳاڙِيندي ڳل،
ڪالَهہ ڪَندا وِيا ڪاپَڙي.
چِيري چَندَنَ ڪاٺَ جِئن، سُورَ ڏنائم سَلَ،
ڪالَهہ ڪَندا وِيا ڪاپَڙي.
بابو ڪُنِ نہ ٻِڪِيا، نَڪا وَٽن وَل،
ڪالَهہ ڪَندا وِيا ڪاپَڙي.
اَلا! عبداللطِيفُ چَئي، اِيندُم شالَ اَمُل،
ڪالَهہ ڪَندا وِيا ڪاپَڙي.

## داستان اٺون

(1)

رَهيا اَتِيئي راتِ، صُبُحَ وِيندا صابِري،
لُئن لُئن مَنجهہِ لَطِيفُ چَئي، ڪَرِ تَنِين جِي تاتِ،
سندي جوڳِنِ ذاتِ، پيري ڪِنهن پاڳ مِڙي.

(2)

صُبُحَ وِيندا صابِري، اَڳَٽِ آهِنِ اَڄُ،
ڪِڄ ڪو ڪاپَڙِينِ مان، رُوحَ رُچَندو رَڄُ،
پيرَ تَنينِ جا پُڄُ، مَتان سِڪِين سَناسِينَ کي.

(3)

جان آهِينِ اوطاقُنِ ۾، تان ڪِي ساڻُنِ اور،
ڏَہ ڏَہ پيرا ڏِينهن ۾، پاڻُ مٿانئُنِ گهور،
وِيا جي هِنگِلور، تہ ڪَرَمِ مِلَندءِ ڪاپَڙي.

(4)

جان آهين اوطاقُنِ ۾، تان ڪِي وَٽِنِ وِيهُ،
سامِي سفَرِ هَلِيا، ڏورِ چِتائي ڏِيهُ،
ڇَڏي سُک ساٽيہ، مَٿي گنگا گڄِيا.

(5)

جان آهِين اوطاقُنِ ۾، تان ڪِي وَٽِنِ وَڃُ،
سامِي سَفَرَ هَلِيا، رائو چِتائي رُچ،
اِهڙو جَنِ اُهڃُ، سي ڪَرَمِ مِلَندَءِ ڪاپَڙي.

(6)

جان آهِين اوطاقُنِ ۾، تان ڪِي وَٽِنِ آءُ،
وِيو تَنِ نہ وِسَري، لاهُوتِيڪو لاءُ،
فَنا ءِ فِراقَ جو سامِيَنِ چَکِيو ساءُ،
وٿان تو وِينداءُ، ڪاپَڙي ڪابُولَ ڏي.

(7)

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، جاڳُرُ جوڳِيَنِ جو،
سارِيو سَناسِيَنِ کي، رُوندين تان رو،
پَسُ پارِيان تو، لاهُوتِي لَڏي وِيا.

(8)

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، طالِبَ تَنوارِينِ،
آديسِي اُٿِي وِيا، مَڙهِيُون مُون مارِينِ،
جي جِيءُ کي جِيارِينِ، سي لاهُوتِي لَڏي وِيا.

(9)

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، سَندي جوڳِنِ جوڙَ،
ساري سَناسِيَنِ کي، ڪامِي ٽِپَسِ ڪوڙَ،
مَنَ جَنِين سين موڙَ، سي لاهُوتِي لَڏي وِيا.

(10)

اَڄُ نہ اوطاقَنِ ۾، سَندي جوڳِيَنِ ذاتِ،
ساري سَناسِيَنِ کي، رُنُمِ ساري راتِ،
مُون جَنَهين جي تاتِ، سي لاهُوتِي لَڏي وِيا.

(11)

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، تازا پَٿرِ ڪَکَ،
آديشي اُٿِي وِيا، پيىءِ اُڏامِي رَکَ،
سامِي ڪَٽِي سَنکَ، وَڃائِي واٽَ ٿِيا.

(12)

اَڄ نہ اوطاقُنِ ۾، دُونهِين، ڏُنڍُ، نہ لاٽَ،
وِيا ويراڳِي نِڪِري، ڇِتَ ڇَڪائِي چاٽَ،
آئُون مارِيَسِ تَنهِين ماٽَ، جِيجان جوڳِيڙَنَ جي.

(13)

جِياسُون جوڙَ ٿِي، جوڳِي ڏِنوسُون،
مُلا تَنِهين مُون، حاصُلُ ڪِي حالُ ڪِيو.

(14)

جِياسُون جوڙَ ٿِي، جوڳِيءَ لاٿو جارُ،
سَندو پُورَبَ پارُ، آڇِياڻُون اِيندَنِ ڪي.

(15)

جِياسُون جوڙَ ٿِي، جوڳِي ڏِنوسُون جان،
سَگُّ ھو جَنهِين سان، سامِي سو سانپِي ٿِيو.

(16)

جِياسُون جوڙَ ٿِي، نانگو ڏِنوسُون نِٽُ،
ڇُنجهو ھو جو ڇِٽُ، ڪُلِي سو باغُ ٿِيو.

(17)

هَئي! جي هُئا هِتِ، تہ مَتِنِ هُوندَ حَقُ ٿِيو،
مَٽِيُون، مُورَتَ مَتِ، مانُ وِسِريُون ڪي لَهان.

(18)

هَئي! جي هُئا هاڻ، تَہ مَتِنِ هُوندَ حَقُّ ٿِيو،
پيهِي وِيا پاڻ، اَڏِيا مَڙَه مارِينِ مُون.

(19)

ڪاپَڙي ڪَنَ چيرَ، وِيا ويراڳِي نِڪري،
دِل هَٽِي وِيا دَلق سين، ڦُورُو هُئڙا فَقِيرَ،
سِڱِيُون مَنجهہِ سَرِيرَ، هَٽِي وِيا حِلمُ سين.

**وائي**

جوڳِي جَڳِ ڳهَٽان، لا، مُون وَهُ ويراڳِينِ سين.
پاڇِي ڪَنِ نہ پاڻ سين، ٽُبِيءَ مَنجهہِ ڪَٽان، اَلا،
مُون وَهُ ويراڳِيَنَ سين.
جان ڪِي ڏاٽِيُون ڏُوڙِ ۾، جان ڪِي ڪِينِ ڇَٽان، اَلا،
مُون وَهُ ويراڳِيَنَ سين.
وينِي واٽَڙِيَنِ تي، پَٽَنِ جِئن پُٽان، اَلا،
مُون وَهُ ويراڳِيَنَ سين.
سارِيو سَناسِيَنِ ڪي، وينِي هَٿَ هَٽان، اَلا،
مُون وَهُ ويراڳِيَنَ سين.
آيَلِ آدِيسِيَنِ جا، مُون تي ڳُنَ ڳهٽانَ، اَلا،
مُون وَهُ ويراڳِيَنَ سين.

## داستان نائون

(1)

جِئن تا پُڇَنِ اَن ڪي، تِئن جي پُڇَنِ پَنڌُ،
تہ رِڙهي لَڏائُون رَند، لِتِينِ لُڪَ لطِيفُ چَئي.

(2)

جِئن تا پُڇَنِ اَن ڪي، تِئن جي پُڇَن اَللهَ،
تَہ رڙِهِي لَڏائُون راهِ، لَتِيَنِ لُڪَ لَطِيفُ چَئي.

(3)

سُبِريءَ سَيّدَ چَئي، جِئن تا پُڇَنِ اَنَّ،
تَنِ ڪاپَڙِيَنِ نہ ڪَنَّ، جوڳِي چائِينِ جاڙَ تا.

(4)

گَندي ۽ گِراهُ، جينهن سَناسِيءَ سانڍِيو،
اُنهِيءَ ڪان اَللهُ، اجان آڳاهُون ٿِيو.

(5)

وينو پُڇِين پَرُ، ڪَر هِنئارَ هَلَڻَ جِي،
اَڄُ آدِيسِي مَرُ، سُيانَ مَرَندو سَيُڪو.

(6)

جو ڪُهنڍِ سُهنڍِ سامُهون، پِرتِ تَنهِين سين پارِ،
نِينهُن نہ نِبهي جِنهن جو، تنهن سين ٿُون مَ تَنوارِ،
هَڏِ مَ واٽِ وِسارِ، ٿِيءُ نِرالو نِبري.

(7)

پُوري پَئِي رَهُ، اُپَٽي اُجهہُ مَ ڪاپڙي،
اَلا جي عِشقَ جا، سي ٿُون سَهِيو سَهُ،
پُڇُ پاڻَ ڪي پَهُ، هِنگِلاجَ هَلَڻَ جو.

(8)

ڏورَڻَ کَھَٽُون ڏاکَڙو، ڏورِج ري مَ ڏِئي،
تان تُون هوئِج حُجَري، جانسِين يارُ جِئي،
جَڏهِن پاسي پاڻُ ٿِئي، تَڏهِن چِڙج تَڪِيو.

(9)

ڏورَڻُ کَھَٽُون ڏاکَڙو، ڏورِ مَ ڏِيان ڏارَ،
ڪوڙين لَکَ هَزارَ، اِنَ اُونڌائِيءَ اَنڌا ڪِيا.

(10)

تو جو ڏِيو پانئِيو، سا سُورجَ سَھائِي،
اَنڌَنِ اوُنڌائِي، جي راتِ وِھامِي ڏِينھن ٿِيو.

(11)

ناٿَ جِنھِين نِنڊِ، تِتِ نہ نِھاريو جوڳِئين،
ڪي ڪُويساهِيا ڪاپَڙي، پُريا پَراهِين پَنڌِ،
هوءِ هِنھِين هَنڌِ، هو هُونهين وِيا هِنگلاج ڏي.

(12)

سامِي تُون سُلوُڪَ ڪي، هَٿان هَڏِ مَ ڇَڏِ،
لَڏِيندَنِ سين لَڏِ، تہ رَهِين تُون راڄُ ڪري.

(13)

ويندَنِ ڪي وِيڪَ ٿِي، هُوندنِ ڪونهي هَنڌُ،
”مَن لَه المولىٰ فله الڪل“، اِيءَ پَروُڙِجُ پَنڌُ.

(14)

ڇَڏِ ڄاڳُوتا جوڳِئين، ڏُونهين ڪامَ ڏُکاءِ،
”واذڪُر رَبَڪَ فِي نَفسِڪَ“، اَندَرِ آڳِ جَلاءِ،
جَن سَجَڻَ سين ساجاءِ، تَن ڪِينا مِنو ڪِي نہ پِيو.

(15)

لَنگهہ لاهوتِيان ڪاپَڙي، ڏُونهين ڪامُ ڏُکاءِ،
اوري ڪَرِ مَ آسَرو، پَري پيرُ مَ پاءِ،
جِنهن جي جاءِ نہ ماءِ، وَنءُ تَنھِين سين واڳِيو.

(16)

ڪوءِ گودَڙُ، بَن گَبَرِيُون، نيئِي کِداڻُون ڪانءِ،
جيڏاهِين جوڳُ وِيو، نيڻَ تيڏاهِين نانءِ،
پُٺو اِيھِين پانءِ، تہ سِگِيُون شومَتَ هَٿَ جُون.

(17)

نَگِڻ کَھَٽان نَگائِيا، تُون نَگِڻ ڪي نَگاءِ،
اُٿِي آڏيءَ راتِ ڪي، پَنھنجو تَنُ پچاءِ،
لاهُوتِي مَ لَجاءِ، نانگا تُون نامُوسَ ڪي.

(18)

گُلَ گُلَ ڏِسي گودَڙِيا، کَھَٽان مَ پانئيجَ،
سوئي سُڄاڻيجُ، هِيءُ هُو آهي هيڪڙو.

(19)

راتِيان رُجھَن رامَ سين، ڏِينھان ڪَنِ سَنان،
جوڳِي سي اَنان، وَٺُون جَنِ وِراهِيوُن.

(20)

دَلَق دِڪائِج دِلِ ڪي، لائِج ڪو مَ لِباسُ،
پُوري ڪائِيج پانھنجو، مَڙهيان اَندَرِ ماسُ،
تہ ويراڳِي تو واسُ، بَرَ ۾ بُوِيُون موڪَلي.

**وائي**

ويهُ مَ ويسَري، تُون ڪي ڄاڳِي اورِ الله سين.
مَحَبَتَ جي مَيدانَ ۾، سُڄي ڳالھ ڳري،
تُون ڪِي ڄاڳِي اورِ الله سين.
سي پُٺِ رُوندا رَتُ وِيا، مِڙيا جي مَري،
تُون ڪِي ڄاڳِي اورِ الله سين.
سُتي سَجَڻُ نہ مِلي، آهي ائَ ڪري،
تُون ڪِي ڄاڳِي اورِ الله سين.
جي اوسِيڙي آڏيءَ اُٿِن، تَنِين واڳَ وَري،
تُون ڪِي ڄاڳِي اورِ الله سين.

## داستان ڏهون

(1)

بُکَ وِڏاڻُون بُکَرِئين، جوڳِي ڪَندا جُڄَ،
طَلَبَ رَکَن نہ طَعامَ جي، اوتِيو پِيَن اُڃَ،
لاهُوتِينِ لَطِيفُ چَئِي، مَنُ ماري ڪِيو مُڄَ،
سامِي جهاڳِي سُڄَ، وَسِيئَن ڪي ويجها ٿِيا.

(2)

نہ ڳِندا، نہ ڳبري، نہ لانگوٽِي لِينگ،
پُنگا جَنھِين پِينگَ، صاحِبُ تَنھِين سامھُون.

(3)

نہ گندا، نہ گبري، نہ لانگوٽِي لِکَ،
جيڏانهن پَرِينِ وِکَ، تيڏانهن صاحِبُ سامهُون.

(4)

نہ گِندا، نہ گبَري، نہ لانگوٽِي لِيڙَ،
جيڏانهن ڪَرِين پيڙَ، تيڏانهن صاحِبُ سامهُون.

(5)

نہ گِندا، نہ گبري، نہ ڪَڇَ نہ ڪاڇوٽِي،
سامِيَنِ باري سُڃَ ۾، بابُنِ باهوٽِي،
جوڳِي جَبرُوتِي، وَڃائي واٽَ ٿِيا.

(6)

ڪَڇِي ڪاڇوٽِي، نانگَنِ بَڌي نِينهن جِي،
جِهَڙا آيا جُڳَ ۾، تهِڙا وِيا موٽِي،
سُکِ نہ سُتا ڪاپَڙي، لاهي لانگوٽِي،
اُنِين جِي چوٽِي، پُورَبِ ٿِيندي پَڌَري.

(7)

جا بَرادُ بُتَنِ جِي، سا اُڃَ بُکَ آديسِيَنِ،
روزا رِندُ رَکنِ، عِيد نہ اوڏا ڪاپَڙي.

(8)

رامُ ڪَلِي ڏُکِيا ڪَهي، سُکِيا ڪَهي نہ ڪوءِ،
ڪو مِٽِي ڪو مائِٽِي، ڪو روچِي ڪو روءِ،
رامُ ڪَلِي ڪَهي سوءِ، جِنهن ٻاڱي دکُ اَچِي.

(9)

پَرِينديهِي پيرَ ٿِيا، گنجو ڇَڏي گامَ،
ويهِي ڪِيو نہ وِچَ ۾، آدِيسِينِ آرامُ،
راهَ ۾ گَڏِئَنِ رامُ، پَنڌان ڇُٽا ڪاپَڙي.

(10)

اَڪِيُون آلو ماهُ، سَدا سَناسِينِ جُون،
واري نيڻَ نندانءُ، جاڳِي جهَلِيا جوڳِيين.

(11)

اَڏَ لَڳِيُون آهِينِ، آيَلِ آدِيسِيَنِ جِيُون،
ويهِي وِهائِين، ڪا قَضائي راتَڙي.

(12)

اَجان سي آهينِ، جي سَزاوارَ سِڱِيَنِ جا،
وينا وَڃائِينِ، جي سَناسِي سُٽِئين.

(13)

مَرَڻُ مُسَلّمُ جَنِ، واحِدُ تَنِ نہ وِسَرِي،
مَٽي سَڳَرَ ڪاپَڙي، نانگا نِندِ نہ ڪَنِ،
نيڻَ سَدائِين تَنِ، اوجاڳِي اُجارِيا.

(14)

عاشِقَ شَهرَ فَقِيرَ، دَرِ دَرِ هَٽَنِ سَينَ،
”مَن عَرَفَ اللهَ كُلّ لِسانُهُ“ اِهڙائِي آمِينِ،
جِتي پَسَنِ ڪِينَ، تِتي ڪَرِينِ تَڪِيو.

(15)

پِنِيءَ ٿِيون پَڙَڪَنِ، باهِيُون بيراڳِيَنِ جِيُون،
هَلو تہ سيڪِيُون هَٿَڙا، مَٽي تَنِ مَچَنِ،
مُلا سَناسِيَنِ، جَڙَ لَڳِي مُون جانِ ۾.

(16)

هُو جي ٿِيا هَر ڪيسَ، تَنِ لَڳِي ڪِينَ لِباسَ سين،
وَتَنِ وِلهي ويسَ، لاهُوتِي لَطِيفُ چَئي.

(17)

بُکَ اُنهِين جِي بِکِيا، ڏُوڙِ اُنهِين جو ڏُوپُ،
سو ڪِئائُون رُوپُ، جِئان لوڪَ لَڄَ ٿِئي.

(18)

سِڱِيُون، سيلِيُون، گبرِيُون، ٿيئِي ٿولَ ٿڳو،
پَٽَ ڪي هَٽِي پَٽَ سين، پيري تَنِ پَڳو،
لاهُوتُ جَنِ لَڳو، سي مَڙِهيان مُورِ نہ نِڱِيا.

(19)

وينِي وَٿِيائُون، ڪي جي سَڳا سُورَ جا،
پُويو پاتائُون، ساڃا ڪيو سِڱِيَنِ ۾.

(20)

گُرَ جا ڏِني گودَڙي، سا مُون ڪي ٿِي مَرَڪُ،
چيلا! مارِ چَرخُ، اوڍِي ويهُ اَدَبَ سين.

(21)

گُرَ جا ڏِني گودَڙي، سا ٿِئي لاهِيندي لَڄَ،
سَندا تِنهن سَهجَ، چيلو چُوندو ڪيتَرا.

(22)
جا گُرَ ڏِنِي گودَڙي، سا مُون گهَٽُون سُهاءِ،
نيئِي رَساٽِي ماءِ، اوڍِين جي اَدَبَ سين.

(23)
پَٽَ چَڏِياڻُون پَٽَ ۾، ڏَندَ چَڏِياڻُون ڏُور،
مَهيسِي مَعمور، وَڃِي ڪالَهه ڪُلُ ٿِيا.

(24)
پَٽَ چَڏِياڻُون پَٽَ ۾، ڏَندِ چَڏِياڻُون ڏِس،
آلائِشان اَڳي ٿِيا، موتِي ٿِين نہ مَس،
هِيءَ چَڏِياڻُون حس، وَڃِي ڪالَهه ڪُلُ ٿِيا.

(25)
ڏاڳا هَڏِ نہ ڏوءِ، دِل ڏوتائون ڏُکَ سين،
لاهوتِي لَطِيفُ چَئِي، روحان اَندَرِ روءِ،
ڪو نہ ڏِنوسُون ڪوءِ، سَنِياسي سُورَنِ ري.

(26)
پُڇَڻُ پَرَ ڏيهيَن جو، آسَڻُ وَٽِ آهي،
لَڳَڻَ جي لاهِي، هَنهين تان حَقَّ لَهي.

(27)
نَڪِي طَعامُ تُنبڙيَن ۾، نَڪِي گَبريَن،
مُون پُڻ مُلا تَن، حاصُلِ هِيءَ حالُ ڪيو.

(28)
بولِي بُجهارَتَ، جوڳِيان سَنديءَ ذاتِ جي،
ڏورَڻَ گهَٽُون ڏاڪَڙو، هَلڻ ۾ حَيرَتَ،
عَجَبُ عِبادَتَ، پَهرُ پَروُڙَڻُ اُن جو.

(29)
جِنهن ڪارَڻِ جوڳِي ٿِيا، جان جان سو نہ پَسَنِ،
تان تان سَنياسِيَن، وِرهہَ وِهامي راتَڙي.

(30)
نہ ڪِلِن، نہ ڪِين ڪِي، نہ ڪِي ڳالهائِين،
ڪنهن جِنهن ۾ آهِينِ، سا پَرِ پَروُڙَڻُ ڏاڪَڙو.

(31)
ڪِي جو ڏِنائِوُن، جِئَن ڏهڪِجي ڏُورِ ٿِيا،
وِهَکَ نہ ڪِياڻُون، اُپِيکَ عَيبُ نہ اُنِ جو.

(32)
ڌَرو ناهِ زَمين، جِتي عَرشُ نہ اُپ ڪو،
نہ ڪو سُورَج، چَندَ جو، پَتو اُتِ پَسِين،
نہ ڪي تارا ڪَتِيُون، نہ ڪي جِسمَ جَنِين،
اُتِي آديسِين جي، قَدَمَ ري پِيو ڪِين،
مِلِي ٿِيا مِسڪِين، رامُ رِيجهائي رازَ سين.

(33)
جِتِي عَرشُ نہ اُپُ ڪو، زمِين ناهِ ڌَرو،
نہ ڪو چاڙهائو چَندَ جو، نَڪو سِجَ سَرو،
اُتي آديسِين جو، لَڳو دَنگ دَرو،
پَري پيُنِ پَرو، ناٿَ ڏِناڻُون نائهن ۾.

**وائي**

جوڳِي ڏادِي ذاتِ، جِيجان سامِي ڏادِي ذاتِ،
ماءُ مون قَبُولِيا ڪاپَڙي.
راتِيان ڏِينهان روُحَ ۾، مُون ڪي سَنديَن تاتِ،
ماءُ مون قَبُولِيا ڪاپَڙي.
سِگها اِيندَمِ سُپِيرِين، شَلَ سُپاٽِي پرياتِ،
ماءُ مون قَبُولِيا ڪاپَڙي.
اُنهَن آديسَين جِي، مُون ڪي وائِي آهي واتِ،
ماءُ مون قَبُولِيا ڪاپَڙي.
ڪَرِيان عَرضُ اَللہ کي، آئُون اُتِي آڏيءَ راتِ،
ماءُ مون قَبُولِيا ڪاپَڙي.

# سُر ڪاھوڙي

## داستان پھريون

(1)

ڪاھوڙِيَنِ خَفِيءَ سين، سوجھي لَڌو سُبُحانُ،
عاشِقُ اِھڙين اڳرين، لَنگھِيا لامَڪانُ،
ھُوءِ ۾ گَڏِجي ھوءِ ٿِيا، بابُو سي بِريانُ،
سَيوئِي سُبُحانُ، آيو نَظَرَ اُنِ جي.

(2)

مُون سي ڏِٺا ماءَ، جَنھِين ڏِٺو پِرِينِ کي،
اُنھين سَندي ڪاءَ، ڪَري نہ سَگھان ڳالھڙي.

(3)

مُون سي ڏِٺا ماءِ، جَنھِين ڏِٺو پِرِيَنِ کي،
رَھِي اَچِجي راتڙي، تَنِ جُنگِنِ سَنديءَ جاءِ،
اَنھِين جي ساجاءِ، تُرَھو ٿِئي تارِ ۾.

(4)

وينِيُون پَٻَ پَئِي، ڪيرُوَن ڪاھوڙِينَ جُون،
آئُون تَنِ ڏوٿِينِ جُون، پُڇان ڪير پَھِي،
رُجَنِ راتي رھِي، جَنِين ڏُونگرَ ڏوريا.

(5)

پاران پُڇي آءُ، خَبَرَ ڪاھوڙِين جِي،
ڏوٿِين ڏُونگرانءُ، ڪِنھن پَرِ ڏورِيُو ڏُٿُ کي.

(6)

ٿُون ھَڏِ ڪُڄاڙيا، سَنجھي سَعيو نہ ڪَرين؟
سَوارا سَندَ ڪٽِي، ڪاھوڙي وِيا،
آٽِيندين ڪِئا، ڏُٿُ ڏوراٽي ڏيھہَ جو.

(7)

ھوءِ ڏوٿِي، ھوءِ ڏِينھن، ھوءِ ڏوُنگرَ، ھوءِ لَڪِيُون،
ڪِنھن جِنھن لڌا نِينھن، پُٽان لھسَنِ لُڪَ ۾.

(8)

جا جُوءِ، مُئِي نہ بَڌي، ڏوٿِي سا ڏورِين،
پاسا مَٿي پاھَٽين، ڪاھوڙي ڪوڙِينِ،
وِيا اُتِ ووڙِينِ، جِتِ نِھايَتَ ناھِ ڪا.

(9)

ڪاھوڙي ڪِجَن، پَسِيو پورِھَيتَ ويسَرا،
سي ڏوٿِيَڙا ڏُورِ وِيا، رُجُن جي رَھَن،
ڪا مَنِ آھي تَنِ، مُون پِريان جي ڳالھَڙي.

(10)

دَلق گَڏِيو ڏُوڙِ ۾، پَڪُلِيا پُٽِنِ،
ڳالِھيُون ڳُھلي لوڪَ سين، پَڌَرِ پَئِي نہ ڪَنِ،
ڪا مَنِ آھي تَنِ، مُون پِرِيان جِي ڳالھَڙي.

(11)

ٿُون وَنئَنَ ويھِي آءُ، اَگَٿِ ڪاھوڙِيَنِ جي،
جوشَ ڏِناءُون جِيءَ کي، لِڪائي لوڪاءَ،
ڏوٿِيَنِ ڪِنھن ڏُڪاءَ، سُمَھِي سُکُ نہ ماٽِيو.

(12)

ڪِ ڪِي ڪاھوڙي! ڇَپَرَ ۾ سَڏُ ٿِيو،
اَڳِي ٿي مُئِي، جَنھِين سَندي ڳالھَڙي.

(13)

ڏُٿُ گھٽائِي ڪَنِ، اِنَّ اورانھين ڏيھہَ جو،
سَندا ڪاھوڙِيَنِ، پَري سُڄَنِ پيچَرا.

(14)

ڏُٿُ نہ ڪُتو ڏوٿِين، جيڪي ڏُٿَ ڪَرِينِ،
اُھچاٽِيُون عالَمَ جُون، اورِيائِينِ آٽِينِ،
تِھان پَري ڏَسِينِ، پِرِيان سَندي ڳالَھڙي.

(15)

جيڪو ڏُٿُ ڪَري، تہ ڏُونگرُ ڏورَڻُ ڏاکُڙو،
ڇَپَرُ ڪِينَ ڏِئي، سُوکڙِيُون سُتَنِ کي.

(16)

مُون ڪاھوڙي لَڪِيا، مُوران ۾ ماتامَ،
ڪيائُون قِيامَ، جُھہ ڏوٿِي ڏُٿَ گَڏُ ٿِيا.

(17)

مُون ڪاھوڙي لَڪِيا، گَھَرين نہ گھارِينِ،
واحِدَ لَڳَ وِلَھنِ ۾، رويو جَرُ ھارِينِ،
گُوندَرَ گُذارِينِ، جُھہ ڏوٿِي ڏُٿَ گَڏُ ٿِيا.

(18)

مُون ڪاھوڙي لَڪِيا، ويھِي نہ ويرمَ ڪَنِ،
ڏِينهِن تَتي ۾ ڏُونگرِين، ڪارَڻِ ڦُوتَ ڪَهَنِ،
جهَنَگلَ ۾ جهُٽڪَنِ، جُھ ڏوتِي گڏُ ٿِيا.

(19)

مُون ڪاھوڙي لَڪِيا، آيُنِ نہ آرامُ،
ڪِياٺُون تَنُ تَمامُ، جُھ ڏوتِي ڏُٿَ گڏُ ٿِيا.

(20)

مُون ڪاھوڙي لَڪِيا، سُمهَنِ ڪِينَ پَئِي،
سَمَرُ ڪياٺُون سُج جو، ڏوري ڏُٿَ لَهِي،
وِيا تِتِ وَهِي، جِتِ نِهايَتَ ناهِ ڪا.

(21)

رائو رُجَ رَهُون، جِتِي نِينهان نِڪَٽِي،
لَڳِيو پيرَ لَڪَنِ سين، چِڃيو ٿِينَ ڇهُون،
تان ڪا سارَ لَهُون، هوتَ! ڪَمِيٽِيءَ سُپِرِين.

(22)

ڪاھوڙِيَنِ ڪَٽِي، ساجهر ٻَڏا سَندَرا،
ڏورِيندي ۾ ڏوُنگرين، پاڻُ ڪِياٺُون پَٽِي،
ڏُکَنِ ڏِيل هَٽِي، چيهہُ لَڏائُون چَپرين.

(23)

ماءِ! ڪاھوڙي هَلِيا، ڏُونهان ڏُڪائي،
وِئَڙا وِسائي، ڏوتِي ڏونگرَ وَٽِ ۾.

(24)

ماءَ! ڪاھوڙي هَلِيا، ڏُڪائي ڏُونهَان،
چَپَرَ جا سُونهان، ڏوتِيئَنِ ڏُٿُ چِتائِيو.

(25)

ڪَٽِن نہ ڪيڪان، پَنڌِ پَراھين هَلِيا،
ڏوتِيَڙا ڪِنهن ڏُٿَ ڪي، جُنبِيا ڏَنهَنُ جابانَ،
ڪاھوڙِيَن اُهجاڻَ، اَنگِ نہ سَڄِي اَڳِڙي.

(26)

سُکِ نہ سُتا ڪَڌِهين، گرڪَٽان لاهي،
اوسيئڙو آهي، ڪاھوڙِينِ اُنَ پَنڌَ جو.

(27)

پيرين پراٽان ڪيترا، سُڪا مُنهن سَندَنِ،
سا جُوءِ ڏوري آئِيا، سُونهان جِتي مُنجَهنِ،
ڳُجها ڳُجهِيُون ڪَنِ، تِهان پَراھين پَنڌُ جِيُون.

(28)

سُڪا سَندَ ڪَڃُنِ ۾، گرُڪُٽان پيرين،
تِمنَدي نيٽين، آن ڪي ڪاھوڙي گڏِيا.

(29)

سُک سَندَ ڪَڃُنِ ۾، ڪَلِڪَٽان پيرين،
وِهائِيءَ ويرين، اُڻ تُڻ هُيَنِ آڳَ جِي.

**وائي**

وَسائِيندَڙي مِينهَن، مانَ مِلان ڪي سَڄَڻين،
آئُون مِلَندي پِرِينءَ ڪي، راتِيُون ڏوري ڏِينهن،
مانَ مِلان ڪي سَڄَڻِين.
مُون ڪي پِرِيَنِ ميڙِئين، روجهُڙِيُون ميڙئين مِينهَن،
مانَ مِلان ڪي سَڄَڻِين.
اَڪِيَنِ آگمَ لائِيا، ڪَرُ مُندائِتا مِينهن،
مانَ مِلان ڪي سَڄَڻِين.
مادَر! موتي نہ وِهان، جان پِرِيان سين نِينهنَ،
مانَ مِلان ڪي سَڄَڻِين.

## داستان ٻيو

(1)

پِيوَ جَنِ پَرو، گَنجي ڏُونگرَ گامَ جو،
چَڏِي ڪيٿ گرو، لوچي لاهُوتِي ٿِيا.

(2)

پيئِي جَنِ پَرَکَ، گَنجي ڏُونگرَ گامَ جي،
وانچِي سَبَ وَرَقَ، لوچي لاهُوتِي ٿِيا.

(3)

پيئِي جَنِ پَٽِي، گَنجي ڏُونگرَ گاَم جي،
چَڏِي نِندَ گهَٽِي، لوچي لاهوتِي ٿِيا.

(4)

پيئِي جَنِين پُوءِ، گَنجي ڏُونگرَ گامَ جِي،

ڏوري سائِي جُوءِ، لوچي لاهُوتِي ٿِيا.

(5)

پيئِي جَنِين باسَ، گنجي ڏُونگَرَ گامَ جي،
چَڏي سَڀِ لِباسَ، لوچي لاهُوتِي ٿِيا.

(6)

گنجي ڏُونگَرَ گامَ جي، پيئي جَنِين سُڌِ،
بِي سَڀَ چَڏي بُڌِ، لوچي لاهوتِي ٿِيا.

(7)

گنجي ڏُونگَرَ گامَ جي، پِيئِي جَنِ پَرُوڙَ،
چَڏَ سَڀِ ضَروڙَ، لوچي لاهُوتِي ٿِيا.

(8)

پيهِي جَنِ پَرُوڙِيو، گنجو ڏُونگَرَ گامہ،
ڪَري تَنُ تَمامُ، لوچي لاهُوتِي ٿِيا.

(9)

ڪِهڙو اُتِيئي ڪامَ، گنجي ڏُونگَرَ گاَمِ ۾،
پَسِي تِنهن پَهاڙَ کي، اَچي نہ آرامُ،
مَتان ڏُونگَرَ ڏورِيين، اُجهين ڪُهہ عَوامُ،
”هُئَڻ“ ڪَر حَرامُ، ڪامُ تہ ڪاهوڙي ٿِيين.

(10)

گنجي ۾ گُڻَ گَهَڻان، پِيرُ پَرُوڙِي پاءِ،
ڪاهوڙي ڪرا وِيا، نَڪا اوڏي ماءِ،
جَنِين ڏِٺي جاءِ، تَنِين مونَڻُ مِنهڻُون.

(11)

جِتِ نہ پَکِيءَ پيرُ، تِتِ تِمڪي باهڙي،
پِيو بارِيندو ڪيرِ، ڪاهوڙِڪِيءَ ڪيرَ ري.

**وائي**

آئُون جيهائِي ذاتِ، تُون پاڻُ سُجاڻِج سُپِرِين،
اوڻيُون آديسِين جِيُون، پَرِيان ساري راتِ،
تُون پاڻُ سُجاڻِج سُپِرِين.
جي بانهِي ڪونِيين باجهہ سين، تہ ڪَرَ لَڏِيَمِ ذاتِ،
تُون پاڻُ سُجاڻِج سُپِرِين.
تان ڪِي ڏُونگَرُ ڏورِيان، جان نہ وِهامِي راتِ،
تُون پاڻُ سُجاڻِج سُپِرِين.
ڪَندِيَس عَرضُ اَللهَ کي، وِهاڻِي پرِياتَ،
تُون پاڻُ سُجاڻِج سُپِرِين.

## داستان ٿيون

(1)

اَچِي پِيا آٿَ ۾، واٿُ وِجائِي جَنِ،
اوءِ بَصِيرَ بَرَنَ ۾، اَنڌا ٿِيو اُيَنِ،
ڪَنَنِ آڏِيُون تاڙِيُون، ڳُنگَنِ جِئَن ڳُهُمَنِ،
فِراقِي فَرمانَ جو، آهِي بَرُ بوڙَنِ،
لَنگها ٿِيا لاهُوتَ کي، سُتا پِيا سِڪَنِ،
ڪَپَٽ ڪاهوڙِين، آه اُتِئي پِئي نہ لَهي.

(2)

ڏِسِي ڏوري ڏُونگرِين، واٿَ وِجائِي جَنِ،
ڪُرَندان ڪِي پَرُوُڙِيو، رَندين سي نہ رِڙهن،
پيئي دارَ دَيُون ڪِيو، پيرَتِ تان نہ پُڇَنِ،
ڏُوڙِ پريان لَئي ڏار ڪيو، ويچارا وِجهَنِ،
خَبَرَ ڪاهوڙِين، آهي لِکَ لاهُوتَ جِي.

(3)

ويجهو وَڃُ مَ واٿَ کي، ڪَهِج ڏَنهنُ ڪُواٿَ،
اُجهي مَنجهان آٿَ، اَويسِي ٿِي آءُ تُون.

(4)

ڪُپيريءَ ۾ پيرَ، ڪَنِهين پاتو پيريين،
جِئان مُنجهَڻُ ماڙُهئين، سَڄَڻَ تِئان ٿِي سيرُ،
اِنَ پُون سَندو پيرَ، ڪوڙِنِ مَنجهان ڪو لَهي.

(5)

ڪُپيريان پَري ٿِيا، اُبُڙِي بُڌائُون،
اُنِهين کي آئُون، هِينئَر ڏِسِي آئِيو.

(6)

ماءُ ڪاهوڙِي آئِيا، ڏوري ڏوري ڏيهہُ،
مَيَنِ پيرين کيهہُ، ڪُهہ جاڻان ڪِنهن پارَ جِي.

(7)

جهَنگَل هُلِيا، سي نہ پُلِيا، راهَ هَلِيا ڦُرجَن،
اوجهَڙَ سي نہ پَوَنِ، بيئِي جَنِين چَڏِيُون.

(8)

جهَنگُ کامِي پَٺَ ٿِيو، پَڳِي چوران لِڪَ،
سيڪَڙُو ۾ سِڪَ، ٻَئِي ڳڏِيا پاڻَ ۾.

(9)

جهَنگلُ آهِيڙِيَنِ کي، پَنَڻَ ڪَيو روءِ،
نَ ڪُتا، نَ ڪوڙِڪِيُون، چَڙِهيو اُپو چوءِ،
هاڻي هِنهان پوءِ، لَڳِي لونو نَ ٿِئي.

(10)

جهَنگلَ آهِيڙِيَنِ کي، پَنَڻُ ڪَيو رؤُندو،
نَ ڪُتا، نَ ڪوڙِڪِيُون، چَڙِهيو اُپو چوُندو،
هَڏهين نَ هوندو، اِنهان پوءِ عالمَ ۾.

(11)

نہ ڪُتا نَ ڪوڪارَ، نَ سي سَڏَ شِڪارِئين،
پِٽِيو ڳٽي پارَ، جهنَگلُ آهيڙِيَنِ کي.

(12)

ورَ سا سُڄِي وِيڙه، ڄِنهن ۾ سَڄَڻُ هيڪَڙو،
سو ماڳُ ئِي ڦِيرِ، ڄِتي ڪوڙِ ڪُماڙُهئين.

(13)

وَر سا ڪاري راتِ، ڄِنهن ۾ راهُ گُم ٿِئي،
نَ ڪا هُنِ جِي تاتِ، هِيءُ پُڻ وَڃي وِسري.

(14)

ڪاري راتِ اَچو ڏِينهن، اِيءُ صِفَتان نُورُ،
ڄِتِي پِرِينءَ حُضُورُ، تِتي رَنگُ نَ رُوپُ ڪو.

(15)

تحقِيقَ جي ٿُون پَري، مَٿي ريءَ ڪٽِيڄِ،
جا حاجَ هَٿَنِ ري نَ ٿِئي، سا ٿُوننو ٿِي ڪَريڄِ،
هَڪَلَ حَقِيقَتَ جِي، ٻوڙو ٿِي ٻُڌِيج،
اَنڌو ٿِي پَسيڄِ، مُشاهدو مَحبُوبُ جو.

(16)

وائِي وَڃِيمِ شالَ، ڪَنَنِ سين ڪِيمَ سُڻان،
پَلو ڪَري پالَ، اَکِيُنِ سين اَنڌو ٿِيان.

(17)

ڏُونگرين ڏِسجَنِ، اڄُ پُڻ رَيُون اُنِ جِيُون،
ڏوٿِيَڙا ڏُٿَ کي، آراڙان اَچَنِ،
خِيما ڪاهوڙِيَنِ، اَڄُ نَ اُنهين پيٽِئين.

(18)

ڏُونگرَ نَ ڏوٿِي، ڏُونگر سُڄُون ڏوٿِنِ ري،
پُڄان پَروتِي، ڪِ ڏوٿِي ڏُٿِ اَچٽان؟

(19)

ڪاهوڙي ڳرا، سُوڏي خَبَرَ پَڪٽين،
سوجهي جَنِ ڪِيا، مَٿي اَگَڻِ آهِرا.

**وائي**

(1)

سِياڪو سيٽان، پوري تو پاڻُ سُجاڻِي نَ ڪِيو.
موتِي ماڳَ نِهارِئين، ڪِهڙِي مُنهن ڪيٽان،
پوري تو پاڻُ سُجاڻِي نَ ڪِيو.
مَڄُ پَسِي ڪِئن موتِئين، سَڙِئين نَ لَئي سيٽان،
پوري تو پاڻُ سُجاڻِي نَ ڪِيو.
واريءَ ڄِئن وِڄري هِينئُون، ڪُٽڪي لَئي ڪيٽان،
پوري تو پاڻُ سُجاڻِي نَ ڪِيو.
اَٿن مُنهنجا اَنگڙا، ڪَلَ نَ پَوي ڪيٽان،
پوري تو پاڻُ سُجاڻِي نَ ڪِيو.

**وائي**

(2)

جاڳِي اَکِڙِين، تو ڪوه اوجاڳو نَ ڪِيو؟
اَکِڙِيُون پِرِيَنِ لَئي، ٿَهه ٿَهه ڪِيو ٿِمَنِ،
تو ڪوه اوجاڳو نَ ڪِيو؟
جي سَنجهِيئي سُتِيُون، سي سَرُ سُورَ سَهَنِ،
تو ڪوه اوجاڳو نَ ڪِيو؟
جَنِ کي آرَسُ اَکِيين، سي ڪِئن پِرِين پَسَنِ؟
تو ڪوه اوجاڳو نَ ڪِيو؟
جَنِ نيڻَ هيرايا نِندَ سين، سي ڪِئن مُحِبَ مِلَنِ؟
تو ڪوه اوجاڳو نَ ڪِيو؟
وِهاڻِيءَ وَهائِيين، ڳوڙها سَرِ ڳِلَنِ،
تو ڪوه اوجاڳو نَ ڪِيو؟

# سُر پورب

## داستان پهريون

(1)
ڪري ڪانگَ ڪوُرنِشُون، پيرينءَ پِرين پَئيج،
آئُون جو ڏِيانءِ سَنِيهڙو، وِچ مَ وِساريج،
اَللهَ لَڳِ لَطِيفُ چَئي، ڳُجهو ڳالهائيج،
چُئان تِئن چَئيج، تہ ڪِنياتا خوش هُئين.

(2)
اُڏُر لَڳِ اَللهَ، ويلو ڪَرِ مَ وِچَ ۾،
آئُون جو ڏِيانءِ سَنِيهو، ساندِ بَرابَرِ ساهَ،
سَندي ڳُجهاندَرَ ڳاهَ، ڪَهجِ مَ قَرِيبَنِ ري.

(3)
آءُ اُڏامِي ڪانگڙا، پارانيانِ پَچار،
ويهِي هِتِ وِصالَ جو، تان ڪو تِرُ تَنوار،
جي ڏِسَڻَ ۾ ڏيسار، سي اُڏامي آڻِ پِرِين.

(4)
مَتي لامَ لَطِيفُ چَئي، پارانيانِ پَچار،
قِيرِ مَ فَضِيلَتَ تُون، جا ڪُرَ اوهان جِي ڪار،
جي ڏِنئِي ۾ ڏيسار، سي اُڏامِي آڻِ پِرِين.

(5)
وَهلُو وَرُ، وَرِيا پِرِين، آءُ ڪانگا وَڻ ويهُہ،
جَنِ ڏوُرِ وَسايو ڏيهُہ، سي اُڏامِي آڻ پِرِين.

(6)
پِرِين جي پَرَڏيهہِ وِيا، ڪانگَلَ سيئِي ڪوٺ،
جَنِين ري جَهانُ ۾، اَڪَرِين اَروٺ،
اَللهَ لَڳِ لَطِيفُ چَئي، ڪِجِ ڳاراچو ڳوٺ،
جي ڏَمَرِيا ڪِنهن ڏوٺ، سي اُڏامِي آڻِ پِرِين.

(7)
پِرِين جي پَرَدِيسِ وِيا، تَنِ جِي ڪانگا ڪِجِ خَبَرَ،
تہ سَبِ مَڙهِيان سونَ سين، پَکِي تُنهِنجا پَرَ،
گَهُمِي مَٿان گهَرَ، ڏِجِ پارانيا پِرِينِ ڪي.

(8)
آءُ ڪانگا وَڻ ويهُہ، سُڏِيُون ڏي ساٽيهہَ جُون،
چَڱا پَلا سُپرِين، ڪِي سُکِ وَسي ساٽيهہُ،
پِرِيَنِ لَئي پَرَڏيهُہ، مُون تان گهَٽون نِهارِيو.

(9)
ڪَرُ ڪَٽِيو ڪانگُ لَنئي، مُنِيءَ تي مَضبُوطُ،
آٽِيو ڏِئي آتَڻَ ۾، سَنِيها ثابُوتُ،
ڪانگَلَ اَتئون قُوتُ، پيغامق تَنِ پِرِيَنِ جا.

(10)
مَٿان مَنَهن مُنهِنجي، ڪِنهن اُڏايو ڪانءُ،
ڳِنهي آئِيو ڳالَهڙي، سَندي سُپِيرِيانءُ،
جيڏيُون جاڙَ ڪِيانءُ، سُڻُمِ هوُندَ سَنِيهڙو.

(11)
ڪَدِي ڪانگا تو ڏِيان، هِنئُون ساڻَ هَٿَن،
وَجِي ڪاءُ وِلاتَ ۾، اَڳِيان عَجِيبَن،
پِرِين مانَ چَون، تہ هيئن قُربانِ ڪير تِئي.

(12)
ڏائِي چَڙهِي ڏارَ تي، ڪِي جو ڪانگَ ڪَهِيو،
سُوريتِيءَ سُور پَئِي، پَهو پَٽِ هَنيو،
ڪامِي اَرٿُ ڳنيو، ويچاريءَ وِروُنَهن مانِ.

(13)
ڏائي چَڙهي ڏارَ تي، تو زاغُ ڪَري زارِيُون،
آٽِيو ڏي آتَڻَ ۾، سَنيها سارِيُون،
ماٺِ ڪَرِيو مارِيُون، تہ ڪَهِيو سُڻان ڪانگَ جو.

(14)
ڏائي چَڙهِي ڏارَ تي، ڪا جا لاتِ لَتي،
آتَڻَ ۾ اَندوهُ تِيو، سَگهي ڪانَ ڪَتي،
ويڙهِي مَنجهہِ وَتي، ڪِي جو ڪانگَ ڪَمائِيو.

(15)
ڪِي جو زاغ زَبانَ سين، لَنيو مَتي لامَ،
پَهُچايائين پِرِينِ جا، سَرتِيُون اَجِ سَلامَ،
ڪاڪِيُون ڪَتي ڪا مَ، تہ ڪَهِيو سُڻان ڪانگَ جو.

(16)
واڪا ڪيو وَٺَنِ ۾، اَچِيو اَچِيو پُونِ،

سَنيھا سيڻن جا، چوڻي چڙھيو چُونِ،
ڪانگَ نہ ڪوڙا، ھُونِ، پريان سَندي پارَ جا.

(17)

پريان سَندي پارَ جو، ڪانگلُ نہ ڪوڙو،
اَچي وَجي وِچَ ۾، مَٿي ڏَرَ دوڙو،
جو اَندر اوسيڙو، سو لاٿائين لَطِيفُ چَئي.

(18)

ڪانگل قَرِيبَن جا، اَچي وائِي وَٽُ،
تو ۾ بُوءِ بَھارَ جي، مُشڪَ ڪَٿُوري مٽُ،
اَچي عَجِيبَن جو، اورانگِھج اگٽُ،
توکي پَسِي تَٽُ، سُورِنٽُون صافُ ٿِئي.

(19)

آنديُون ڪانگَ قَرِيبَ جُون، اَڄُ واڌايُون واهَ،
مَنَ مُرادُون پُنيُون، ٿِيُون سَرھائِيُون ساهَ،
آندا پِرين اللهَ، سَڌَ مُنھنجا ساب پيا.

(20)

پيو آھين پَٽ ۾، ڪانگلَ ڪوهُ ٿِيوءِ،
اَچِي اُس تَڙڪو نہ سَھِين، اَڄُ سارو ڏِينھُن سَنوءِ،
پَسِي حالُ سَندوءِ، ڪانگِن ڪانگيرو ڪِيو.

(21)

ھُئين وَسِيلو وِچَ ۾، ڪانگلَ پاڙِيَئِي ڪانَ،
اُتوءِ ڪِينَ عَجِيبَ ڪي، ظاھِرُ ساڻ زَبانَ،
توڙ پَھُتين تان نہ، اوريان ئِي آٽِيو ڏِئين.

(22)

ڪانگلَ تُنھنجي چانگَ، جَڏو جيءُ جيارِيو،
مَٿان لامُن لَتَ ڏِيو، بولئين سِر بيلانگَ،
اُڏُرَ مٿان ڦانگَ، تہ ڳَھَر اَوَنِ سُپِرِين.

(23)

ڪانگلَ نيئِي ڪانگِ، مُنھنجي ڏي مَحبُوب ڪي،
”لالَن لايَئِي ڏِينھَڙا، ڪِنھن سَٽاٽِي سانگِ،
اوھان ريءَ آڙانگ، وينِي وِره وَسائِيان.“

(24)

آءُ ڪانگلَ تو ڏِيان، چِنِي چورائي،
مُنھنجي ڏِج مَحبُوبَ ڪي، لوڪان لِڪائي،
پرين پَڙھائي، مانَ سُڌِ لَھَن سُورُ جِي.

(25)

اَگٽان ھيٺ نہ اُترِي، ڪانڪان ڪانگُ ڪَري،
پِريان سَندي پارَ جِي، ڪانگل ڳالھ ڳُري،
پَٽِ نہ پيرُ ڌَري، اُيو چَوي آيا پرين.

(26)

آءُ ڪانگا بَھُو ڪولِ، سُڌِيُون ڏي ساٽيھَ جُون،
جي آنَدءِ عَجِيبَنِ جا، سي خَطَ خُوشِيءَ مان ڪول،
اَٿُون سُٽان ٿُون بولِ، سَنِيھو سَڄَڻَ جو.

(27)

ڪانگا ڪِتابَتَ جِي، آنَدِئي خُوبُ خَبَرَ،
لَسَ تِنھِين ۾ لِڪيا، دِلاسا دِلبَرَ،
ھِينئَڙو مُون ھَرَ ھَرَ، وانچِيو وانچِيو وِندري.

(28)

ري پِريان پَرَديسَ ۾، وِره وَڌي ڪِي وَسُ،
اَکِيُون پارِ پِرِيَن جي، ٿِيُون ڳامَ نِھارِين ڳَسَ،
ڏِيندا پانڌي ڏَسَ، ڪِينءَ جُون آٽي خَبَرُون.

(29)

زاغُ تُنھنجِيءَ ذاتِ جو، تورو مَٿي مُون،
اُڌامِج، عَبدُاللطِيفُ چَئِي، صُبحَ سيڻن ڏُونھن،
ڪِج وِينتِيُون وِترِيُون، باجھائِج بَھون،
لالَن ڪون لَھُون، جِھو تو جَھانَ ۾.

(30)

قَرِيبَن جو ڪانگڙو، تاريءَ تي تِلي،
ڪٽِيو ڪِنياتو خَبَرُون، ڪِيرُون ڏِيو ڪِلي،
لائِي جَنھن لالَنَ سان، مُنھنجِي باتِ بِلِي،
سو وَر چَشمَن تي چَلي، جو دَرباري دوس جو.

(31)

ڪانگلَ قاصِدَ پرينءَ جا اَگٽِ آيو تِلُ،
بِيائيدِ، بنشِنيدِ، مُحِبَ مُون ڪي مِلُ،
زاغ گُفتِ فَھميدَم، خُوشحالُ وينو ڪِلُ،
غُرابُ نہ غافِلُ، جِنھن طعنا تَنڪا لاٽِيا.

(32)

پِريان سَندي پارَ جو، ڪُتو جي ڪانءُ،

اُنِھين مَٿان آءٌ، ڪوڙين قُربانِي ٿِيان.

(33)

سو ڪانگُ مَ قاصِد ڪَر، جو سَدا ڍوُنڍي ڍُونڍَ ڪي،
ڪِ ڪَندو پَنھنجي پيٽَ جي، ڪِ وِيندو دوسن دَرِ،
جِنھن جي بولِيائِي ”بَر بَر“، سو نِياپا نيئِي رَھِيو.

**وائي**

سائِين! سَڱُ سَندومِ، مَ ڇِڄِي سين جوڳِئين،
هَلَڻَ جو هَنگلاجَ ڏي، آدِيسِيَنِ اُتومِ،
سائِين! سَڱَ سَندومِ!
نيئِي پُورَبَ پارَ ڏي، ويراڳِيَنِ وِڏومِ،
سائِين! سَڱَ سَندومِ!
سوئِي تِيرَٿُ تَڪِيو، سوئِي پَنڌُ سَندومِ،
سائِين! سَڱَ سَندومِ!
هُو جو تِيرٿَ تَڪِيو، سامِيَنِ سُونھايومِ،
سائِين! سَڱَ سَندومِ!

# داستان ٻيو

(1)

سَدا شوق پِريَنِ جي، قِران قيري دار،
مانَ سَجيھُون يارُ، اَڳِيان اَڳڙِيُون ڪٽِي.

(2)

تَنِ اَڪِيَنِ اُتان سُڪَ، ڪِلَندي ڪٺَنِ جي،
پِرِينَ پاٻوهَڻ سان، ڏوُر ڪِيا سَڀِ ڏُکَ،
ماڙهُنِ ليکي ٻُکَ، سامِي سُورَ سَنھان ڪِيا.

(3)

سامِي چائِيين، سُک طَلَبِئين، هُوندَنِ جِئن مَ هو،
توکي ويسَ وِجائِيو، ويسُ وِجايو تو،
سامِي آهي سو، جنھن پاڻُ وِجائي پُوريو.

(4)

سامِي چائِيين، سُک طَلِبئين، سِڪئين نَہ سامِي،
اَجا اورِئين پَنڌُ ۾، وينين وِسامِي،
گُرَ ڪي ٿُون نَہ گَڏِئين، چائيين اِنعامِي،
دائِمُ مُدامِي، پُورو رَهِجِ پِرِينِ سين.

(5)

سامِي چائِيين، سُک طَلبِئين، هو مَ هُوندَنِ جِئَن،
لاهُوتِي لَطِيفُ چَئي، هُونِ آدِيسِي اِئَن،
سي ڪاپَڙِي ڪِئَن، جي تَعلق رَڱنِ تَڪِيا.

(6)

سامِي چائِيين، سُک طَلبِئين، وارِئين نَہ ويراڳُ،
لاڳاپا لَطِيفُ چَئي، جوڳِي ڇَڏي جاڳُ،
جيئَن ٿُون ٻُٽين سَنَرو، ايّ آدِيسِيَنِ اَياڳَ،
لاهُوتِيڪو لاڳُ، مَرين جي تہ ماڻِئين.

(7)

سامِي چائيين، سُک طَلبِئين، تَسِئا ڏِئين نَہ تَنَ،
ماڙُهنِ ڪان منھن ڪيو، ڀِنين اَٿا ۾ اَنَ،
ڪاپَڙِي تو ڪَنَ، ڪِ چِيرايا ڇَشَن لئِي.

(8)

پُورِبِيا پُوري وِيا، آسَڻ آڏيءَ راتِ،
سُيُمِ نَہ سَناسِيَنِ جُون، پَچارُون پِرِياتَ،
ڪا جا جوڳِي ذاتِ، سِٺَ نَہ مَعذوُرن جا.

(9)

پُورَبِيا پُوري وِيا، آسَڻَ اَڄُ صُبُوحِ،
خَستُوريءَ خُوشبُوءِ، آهي آديسِي گَيا.

(10)

مَٿي راهُ رَوان ٿِيا، پوُرب پُورِيائُون،
هِي گهَر گهورِيائُون، اَڳانڊِيائُون اَڳِيان.

(11)

پُورب ۾ پيھِي، تان مُون گهَٽُون نِھاريا،
سُڌِ نَہ مُڪِي سَڄَٽين، جيھِي نَہ تيھِي،
هُئا پَرَڏيھِي، وَڃائي واٽَ ٿِيا.

(12)

پُورب مارِياسِ، ڪِنھن دَرِ ڏِيان دانھَڙي؟
مَتِيُون ڏِيندي لوڪَ ڪي، ڇَري پاڻَ ٿِياسِ،
جنھِين نَہ جِيھِياسِ، ما لَنئُون لَڳي تَنِ سين.

(13)

پُورب پُورب تَب ڪَروُن، جُب هِينئري آوَن پُورَ،
سِڪَندي ڪي سَڄَٽين، نڪُون لايُون نُورَ،

مارِيَسِ انھين سُورَ، جِئن ساجَنُ سُجي، نہ مِلي.

**وائي**

جَنِ جو وارِثُ تُون، اَلا! سي كِئن رَھندا نينڌَ مُنھِنجا؟
آڳي أپ خَلقِيا، پَلي خَلقِيائِين پُون،
جَنِ جو وارِثُ تُون، اَلا!
جوڙِيائِين جوڙَ جَھانِ جِي، چَئِي "كُن فَيَكُون"،
جَنِ جو وارِثُ تُون، اَلا!
كُوڙي دُنِيا، كُوڙا پَسارا، ڏِينھن مِڙيئِي ڏُوُن،
جَنِ جو وارِثُ تُون، اَلا!
آھِيُون اَلفَ آسَري، مُحَمّدُ مَجيوسُون،
جَنِ جو وارِثُ تُون، اَلا!

# سُر بلاول

## داستان پھريون

(1)

وِسَهُ اِنهِين ويڻ کي، جِئَن دَعوَتَ ڪِي داتا،
مُضمَضَهُ واتا، وِجهُ تَئَن ڏِيئَي واتَ ۾.

(2)

ڪَڍي ڪَهَلِ گھران، صُلحَ ڪَرِ سُلطانَ سين،
تہ تُون تَنِهن دَران، ڏيھاڙِي ڏانَ لَهين.

(3)

پِيءُ مَ ڍَھوُرا، وانءُ اورانگھي اوريان،
وِجان جي وِصَال کي، سي سڀِ اُجوُرا،
حاصِلُ حُضورا، سَمي جي سَڀِ ٿِئي.

(4)

سَما! تو سِرُ ڇَٽُ، تاتَ پاڳارا پُرس ڳهَٽان،
گھرڻ ٿُنهنجي گنج تي، اچي جالَ جَڳَٽُ،
جن جھڙو ئي پَٽ، تن تھڙيئي ٻکيا.

(5)

پيريُون پيري پَجُ، هي جي مَنجھان پوريُون،
ٻي دَرِ ڪَنهِين مَ وَڃُ، ريءِ هاشِميءِ هِيڪڙي.

(6)

سَمُون تَن سَڏُ ڪَري، جَن تي وڏو ويرُ،
اُتي نہ آجِي ٿِيان، پاءِ پاڪوڙي پيرُ،
تو ريءِ ٻِيو ڪيرَ، سَرَٽِين جا سونا سَهي؟

(7)

سَرَٽِينَ جا سونا سَهي، وَسِيلو وِلهَن،
لُڏي ڪِينَ لَطِيفُ چَئي، اڳِيان لالُ لَکَن،
جِتِ ڪوڙين ڪِينَ ڪُڇَن، اُتي پاٻوهي پَدرو.

(8)

جو چِلِيُون پَسِي نہ چَڪِيو، تِنهن واڪاڻِيو وِڪَ،
لُڏي ڪِينَ لَطِيفُ چَئي، لَکَن اڳِيان لِکَ،
پيرَ نہ موڙي پانهِنجو، تِڪِيءَ پيئِي تِکَ،
سَرَٽِينِ ڏِئي نہ سِکَ، هَڪَلَ سين هالارَ ڏَٽِي.

(9)

تَڙِ تَڙِ ڪِيمُ تَرسُ، سَرُ نِهارِج سَيرَو،
ڏِيندءِ لَکَ لَطِيفُ چَئي، راڄ راهُوءَ جي رَسُ،
وِلَها جِنهن وَنِهيان ڪِيا، پاڳُ تِنهن جِي پَسُ،
ڪوڙين لاهي ڪَسُ، جي ڳالهائي ڳاٿَ ڪَٿِي.

(10)

اَروڙجي اُتِيو، ديمِن پِيَسِ ڏُکَ،
لاٿائِين لَطيفُ چَئي، عالَمَ تان اُهُکَ،
تَنِ سَرِٽينِ ٿيا سُکَ، جي اَجهي آئيُون آبڙي.

(11)

اَروڙِجي اُٿيو، دِيمِن پِيَسِ دانهَن،
پاٻوهيو پيرَ ڪَٽي، سَمُون سَرَٽِينِ ڏانهَن،
مَٿان مَٿي ٻانهَن، اُيو آجِي سُلطانَ کي.

(12)

سَرَٽِينِ جي سُکَ لَئِي، سامِ ڪَنئِي سَردارَ،
جي آيُون اَبڙي جي آڌارَ، سي سُونگَ نہ ڏِينديُون سُومرِيون.

(13)

اَبڙو آڳاهَنِ ۾، سَيَرُ جِئن بيلي،
سي پَٽَ ڪَنهِين نہ پُوريا، جي تو پَڙُ پيلي،
سَجَڻُ سانوَڻُ مِينهَن جِئن، رُجُون تو ريلي،
اَچَن جي ويلي، تَنِ پُورَ بخشي پِٽ ڏَٽِي.

(14)

آءُ جَکري جيهو، پُرس پَسان ڪونہ ٻيو،
وائِي جِنهن جي وات ۾، ڏِيو ءِ ڏِيو،
وَڃِي چونہ وِهو، اُن در مٿي مَگَّڻان.

(15)

اَبڙو وَڏو سُوڙو، جهَلي سامُنِ،
سَرَٽِين جا سونا سَهي، سَمُون سُونهن سَيَنِ،
تَنهن دَرِ سَڀ اُچِنِ، ڪَنڌُ نہ ڪڍي ڪَڃَ ڏَٽِي.

(16)

پَڙَ ۾ اُيو پاڻ، ساٿِين کي سَڏُ ڪَري،
يَلي جي لاڏاڻِ، سڀِ لَنگهِيندا لَڪِيُون.

**وائي**

ڏَکُ ڏِکيندو، مُون نہ ڇَڏِيندو، شَفِيع شافعَ سُپرِين.

اَنڌا اُونڌا، اَڪَرِيا، سَڀِ نِباهي نِيندو،
شَفِيعُ، شافِع سُپِرِين.
بَدلي بَدڪارَن جي، دارُوُن پاڻَ ڏَرِيندو،
شَفِيعُ، شافِع سُپِرِين.
جي ڏُهارِين، ڏَڪُڙا، لَڪَ سي لَنگهائِيندو،
شَفِيعُ، شافِع سُپِرِين.
نُورُ ناڪارو نَہ ڪَر، مُحَمَّدُ مِنٿَ مَڃِيندو،
شَفِيعُ، شافِع سُپِرِين.
هِتي پڻ حامِي هيڪَڙن جو، هُتِ پُڻ هٿُ ڏَرِيندو،
شَفِيعُ، شافِع سُپِرِين.
طهورا تَڙِين ڪي، پاڻُئون پِيارِيندو،
شَفِيعُ، شافِع سُپِرِين.
پاڻَ سُڃاڻي پاڻُهين ڪامِلُ ڪَرَم ڪَرِيندو،
شَفِيعُ، شافِع سُپِرِين.
تَنبو آڻي تاءَ ۾، عاصِيَن ڪاڻ اَڏِيندو،
شَفِيعُ، شافِع سُپِرِين.
داتا دوزخِين تان، لِينگهو لَهرائِيندو،
شَفِيعُ، شافِع سُپِرِين.
رَسَڻَ وِيرَ، رَسي ڪَري، مُشڪَ رَنگ مَتِيندو،
شَفِيعُ، شافِع سُپِرِين.
”رَحمَةً لِلعالَمِينَ“، اَهڪِيءَ آڳهه ٿِيندو،
شَفِيعُ، شافِع سُپِرِين.
اُتي عَبداللّطِيفُ جو، هادي هَٿُ جهَلِيندو،
شَفِيعُ، شافِع سُپِرِين.

## داستان پيو

(1)
جَڪرو جوڙي، پاڻَ ڏِٺي پيدا ڪِيو،
ڪيهَرَ جِئن ڪَرُ ڪَٽي، مُڃون مَلهه موڙي،
جَڏِهن گهوٽُ چڙهيو گهوڙي، تڏِهن عالَمَ آسُودو ٿيو.

(2)
جَڪرو جَس ڪَرو، ٻِيا مِڙيئي خانَ،
مِٽِي اِنُ مَڪانَ، اَصلُ هُئِي ايتَري.

(3)
جَڪرو جَسُ ڪَرو، ٻِيا مِڙيئي جامَ،
مِٽِي اِنَ مُقامِ، اَصَلُ هُئِي ايتَري.

(4)
جَڪرو جَسُ ڪَرو، ٻيا مڙيئي مِيرَ،
جِئان گهِڙيو جَڪرو، تِئان نَہ پَڙيا پِيرَ،
مِٽي انُ خَمِيرَ، اَصُلُ هُئِي ايتري.

(5)
جَڪرو جَسُ ڪَرو، ٻيا مِڙيئِي مَلَ،
سَمي جي سُهاڳِ جي، ڪَنهِين نَہ پيئي ڪَلَ،
مِٽِي اِنَ مُرسَلَ، اَصلُ هُئِي ايتَري.

(6)
جَڪرو جَسُ ڪَرو، ٻيا سَڀِ آنِيرا،
جِئان جُڙيو جَڪرو، تِئان تان نَہ ٻيا،
مِٽي اِنُ ماڳا، اَصلَ هُئِي ايتَري.

(7)
جَڪرا ٿُون جِئين، ٿُنهنجو مَدو ڪَنين مَ سُٽان،
اَڪِيُنِ ءِ هِينئن، ٻِنَهي تاري ٿُنهنجِي.

(8)
جَڪرا جِئين شالَ، ٿُنهنجو مَدو ڪَنين مَ سُٽان،
جِئن تو اَچِي ڪالهہَ، نالائِقَ نوازِيا.

(9)
ڏِني جادَمَ جَڪري، چِتِ نَہ ٻِيا چَڙهن،
تَہ ڪي ڪُوه ڳَجَن، جُہ سَر لَيِي سَيَرو.

(10)
سَرُ نِهارِج سَيَرو، تَڙِ تَڙِ ڪِيمَ تَرَسُ،
لاهِيندو لُطفَ سين، مَٽان قَلبَن ڪَسُ،
اوڳا چَڏِ آرَسُ، اوڏو ٿِي تہ اُجَرين.

(11)
هَٿان جادَمَ جَڪري، وِٽِي پوءِ مَ وِڄُ،
”اَچو، آيا نِڄُ“ سَمي وائِي واتَ ۾.

(12)
وِٽِي وِڄ نَہ پوءِ، هَٿان جادَمَ جَڪري،
پيئي سو پُر ٿِئي، جو حاتَمَ پاسي هوءِ،
ڪَيفَ ڏاران ڪوءِ، جِيئي ڪو مَ جهَانَ ۾.

(13)
راھُوءَ جا رَھِيامِ، سَنِيھا سَرِيرَ ۾،
بِيا دَرَ وِسَرِيامِ، ڏِٺي جادَمَ جَکري.

(14)
راھُو تُنھنجي رِيتِ، پَرَ ڳنڍين پَڌري،
گھَٽان گهوڙنِ چاڙھَيئِي، مُسافِرَ مَسِيتِ،
پُڇين ڪانهُ وَڏِيتِ، جي آئِيا سي اگهِيا.

(15)
ڏِٺي جادَمَ جَکري، چِتِ بِيا چَڙھن ڪِينَ،
سَمُون تَنِ سارُوَن لهي، جي مُنا ۽ مِسڪِينَ،
اِنهي مَلَ مُبينَ، لَڌي سارَ سَپِنَ جي.

(16)
جَکرَي جِهو جُوانُ، ڏِسان ڪونهَ ڏيهَ ۾،
مُهڙَ مِڙنِي مُرسَلين، سَرسُ سَندُس شانُ،
"فَکَانَ قَابَ قوسِينِ أَوادَنيٰ" مُيسر تِيُس مَڪانُ،
تِنهن آڳي جو اِحسانُ، جِنهن هادي ميڙيُمِ هِهَڙو.

(17)
سَمُون سَوائِي، ٻَهون ٻِئِنِئِان اڳرو،
دائِهَ جي دَربار ۾، وَرتي اِيءَ وائِي،
گَهَڻَ گالهائي، مُهَڻَ سَڀِ مَلهائيا.

(18)
سِنڌُ، سُورَتِ، هِندُ هاڻِ، جِهڙُس ڪونهَ جَهانِ ۾،
دَرِ داتا مَگَ مَگّنا، ٻِئِي جي ڪَڏِ مَ ڪاڻِ،
اِيءَ پاڻُونڊرُ پاڻَ، حالُ پَسِيو پالَ ڪَري.

(19)
ڪَري آسَ اَپارَ، پاريءَ جهَلِيو نَهَ رَهي،
بيلي ۽ ڳرِنارَ، اُنو ڳنگا جَلُ جَکرو.

(20)
پيهِي پن پاتارِ ۾، جِتِ ڳَڙِه ڳنگا جَرُ واءُ،
چِڏي جيلا هِنَ هَنڌَ جا، تِي جَکري پاسي جاءُ،
اوڏو تِي اَللهُ کي، ڪاڄُ تِنهن جو ڪاءُ،
سُڳنِ اينڌءِ ساءُ، وِيلَهِ وِيندئي وِسَري.

(21)
ڏمَرِيو نَهَ ڏِئي، پَرچي نَهَ پاڻُ پَري،
جُنگَ جَکري کي، ٻَئِي چَڱيُون چِتَ ۾.

**وائي**

آسرو آهي، الا! مُون کي هوتَ حَبيبَ جو،
جانَ جانَ اوڏا ڪَرَها، پُجان تان ڪاهي،
مُون کي هوتَ حَبيبَ جو.
موُتَ مُنهنجا سُپرين، واڳُون وَرائي،
مُون کي هوتَ حَبيبَ جو.
شَفاعَتَ جا شَفِيعَ جِي، تِنهن ۾ ڦيرَ هَڏِ نَهَ آهي،
مُون کي هوتَ حَبيبَ جو.
مِيرُ مُحَمّدُ ڪارَڻي، اَڙِيا چَڏائي،
مُون کي هوتَ حَبيبَ جو.
اِهي ڪَمَ ڪَرِيمَ جا، جِئن لَنگا لَنگهائي،
مُون کي هوتَ حَبيبَ جو.
لُطفُ ساڻُ لَطِيفُ چَئِي، مُوڙها مِلائي،
مُون کي هوتَ حَبيبَ جو.

## داستان ٽيون

(1)
مارِ مَ مُطِيعَنِ کي، مَجُوسِيءَ کي مار،
وَڏي جَنگ مَ وِسار، ٽَنِيِيان نفعو ناهِ ڪو.

(2)
ٽنِيِيان نُفعو ناهِ ڪو، وَڏي مَ وِساري،
مَجُوسِي ماري، اَڪبَرَ ڏانهن اَچيج تُون.

(3)
اَصغَرَ ڏي آهِن گهَٽا، تُون اَڪبَرَ ڏي آءُ،
مَتان لوڙو لاهِئين، مَجُوسيءَ مثانءُ،
حَيدَرَ هَتانءُ، وڙهه نَهَ ويري مارِئين.

(4)
پانڊَبَ سين نَهَ پاڙِيان سَوين بِيا سَردار،
آهي مِثلِ مينهَن جي، سَخِي تُنهنجي سارِ،
حاتِمَ هَڙده هَزارَ، جَهڙَ تُنهنجِيءَ جَهپِيا.

(5)
جهڙ تُهنجِيءَ جهپِيا، هَزارين حاتِمَ،
ڪوجهَن سَندا ڪَمَ، ڪامِلَ ري ڪيرُ ڪَري.

(6)

جي ٿُون آسائو آئِيو، تہ وَنءُ جَکري لائي،
مَتان وَڙ وِڃائِيين، ڪنهن ٻِئي دَر لِيلائي،
سَمي سامائي، چِنتا لَٿِي چارٽين.

(7)

جي ٿُون آسائُو آئِيو، تہ چانئُٽ ٻِي مَ چور،
ڪِيرا ڪُميتَن جا، ڳَٽِي آٽي ڪوڙ،
اِنَ دَر عِراقِي ڳهَٽا، چانگُون ڪيو چوڙ،
تِنهن سَيّد وَڏي سوڙِ، جنهن ۾ مَتو لِڪايو مَڱَٽي.

(8)

سَمُون سَخاوَتَ جي، وينو پُڇي پَرِ،
ڪونِيو ڪَنگالَنِ ڪي، ڏئي دِلاسا دَرِ،
مَتي وِلَهنِ وَرِ، ڏِيهاڙِي ڏاتارَ جي.

(9)

ڪوهُ نہ جُهارِيين جَکرو، جِنهن ڏيهہَ ڍِيا ڏيئي؟
جِي لُڏِيا تي لِينگهُنِ ۾، سالُنِ ۾ سيئي،
سَمي سَپِيئي، طاماعو تارِ ڪِيا.

(10)

آلا! جُنگَ جِيَنِ، جَنِهين اَجهي گهارِيان،
شالَ مَ سُڪي وِيرَي، جِئان پِيّ پِيَنِ،
مَرڪَڻ اَکڙِينِ، تو ڏِنِي مُن سُکُ ٿِيو.

(11)

اِيندي لَٿِي اُجَ، پيرَ پَريندي ٿَرِيا،
منجهِ وِيَريءَ سُجَ، ڪَرَ لَڏي رڻُ اُڪارِئين.

(12)

ٿُون اوڍَرُ، ٿُون اوڍَکو، ٿُون اَجهو، ٿُون آڳُ،
هِت پُڻِ تُنهِنجو تَڪِيو، مَهندِ پُڻِ ٿُونهِين ماڳُ،
سي لورِيون ڏِينِ نہ لاڳُ، جي اَجهي آئِيون آٻڙي.

(13)

اَڪِين سوئِي اوڙکِيو، جو ڪَنين سومِ قَرَنُ،
ماءُ مُنهِنجو مَن، جامُ پَسنديئي پَتيو.

(14)

پَسنديئِي پُرِ ٿِيا، جَکرو ئِي جاجِڪ،
تِئان ڏِنِي مڱَٽي، طَهُورا مان تِڪ،
سَمي پَڳِينَ سِڪ، واصِلُ ٿِيا وِصَالَ کي.

(15)

جي اَڏمِيو اَڄُ، تہ وَسائِيندو سونَ پَٽِي،
جالَ ڍَئِيندو جَڳُ، جودان وسي جکرو.

**وائي**

جِئان ڏِنائون پيرَ، جِئان ڏِناٿُون،
مَتي اَڱڻ آئِيا، سُونهَڻَ لَڳا سيرَ،
جِئان ڏِناٿُون پيرَ.
جِئان ئِي نَبِي نِگِيو، پَري مُبارَڪَ پيرَ،
جِئان ڏِناٿُون پيرَ.
لَٿا ڏُکَ، سُکَ ٿِيا، ٿِي واڌائِيءَ ويرَ،
جِئان ڏِناٿُون پيرَ.
لُطفُ توريءَ لَطِيفُ چَئي، ڪَندو ٻِيو ڪير؟
جِئان ڏِناٿُون پيرَ.

## داستان چوٿون

(1)

گَندي، مانِي، ماڳُ موچارو، پاسي پير ٿِيوسِ،
وَسِ نہ ڪِنهن وِڏوسِ، وَڳَندَ وَري آئِيو.

(2)

وڳَند وَري آئِيو، پِينارَنِٿُون پوءِ،
مَحڪمُ لَڳَسِ موچِڙا، ڌَرو نہ ڏِنُسِ جوءِ،
وينو اِيهين چوءِ، تہ پيران پاسي نہ ٿيان.

(3)

اَسُورَ سَندي آسري، وينو آه وَڳَنَد،
هَڏِ نہ ڇَڏِيندو هَنڌُ، آيَسِ بُوءِ بَهارَ جي.

(4)

اَسُورَ سَندو آسَرو، وَڳَند کي وَڏو،
جُسي ۾ جَڏو، پَرَ ڪِيَڻُ تي ڪُڙا ڳَٽي.

(5)

وڳَند وَري آئِيو، بَدّو سين بَدبُوءِ،
خاوندَ! ڏي خُوشبُوءِ، تہ سُرَهو ٿِيان سيگهہَ ۾.

(6)
وڳند وَري آئِيو، ڪِنو ٿِي ڪوجهو،
ڇَڏِي نہ موزو، لَڱُسِ آرُ عَطرَ سين.

(7)
وڳند وينو پَسُ، داتا سندي دَر تي،
تِنهن روڳِيءَ کي رَسُ، جو آلودُو آزارَ سين.

(8)
دائِمُ آهي دَرَ تي، وڳند ويچارو،
عَطر سين آرو، لَڱُسِ تي لِڙَ ڪَٺي.

(9)
داتا سندي دَرَ تي، وڳند ٿِي وِينو،
بَصَرَ سين بازارَ ۾، ڪَرَ واٽِيُون جينو،
دَران تِنهن پينو، جيتِ ڪُفرَ ٿِئي ڪِينَ ڪِي.

(10)
وڳند وَري آئِيو، نِسورو نَرڳُ،
گندا گُلابي ڪَري، سيّد جو سَرڳُ،
عَطر سين اَورَڳُ، تہ هُئين سَدائِين سُرهو.

(11)
وڳند وَري آئِيو، ڪوڙِيان ڪُلاٺُ،
سَندو ڪِرڙ ڪاٺُ، هَڻُ نرڳِيءَ کي نِڪَٽين.

(12)
وڳند وري آئِيو، بَدُو بي نِمازُ،
جِئن تِترَ مَٿي بازُ، وڳندُ تِئن خوُشبوءِ تي.

(13)
باندو بيلي نہ ٿِيو، ورو اَڄُ وِيو،
پيٽر پَنڊِ پِيو، سُونهاري سَيّدَ ڏي.

**وائي**

مُون ۾ عَيبَ اَپارَ، يار! آئُون جا طامع آهِيان تُنهنجي.
هيڪُ وِجايَمِ ويسري، جاڙِي سَڀِ جَمارَ،
آئُون جا طامِعَ آهيان تُنهنجي.
هِنَ مُنهنجي حالَ جِي، توکي سُڌِ سَتارَ،
آئون جا طامِعَ آهِيان تُنهنجِي.
اَمُرَ اوڏي نہ ٿِيان، نُهيءَ ڪِيَسِ نِڪارَ،
آئون جا طامِعَ آهِيان تُنهنجِي.
جيڪي وَهي وُجُودَ ۾، سو جاڻين جاڻڻهارَ،
آئون جا طامِعَ آهِيان تُنهنجِي.
جِئن سي گُلَ گُلابَ جا، ڪِڙيا ڪَنڊَهارَ،
آئون جا طامِعَ آهِيان تُنهنجِي.
مُون کي سِڪَ سَيّدُ جئي، آهي مَديني موچارَ،
آئون جا طامِعَ آهِيان تُنهنجِي.

# سُر سارنگ

## داستان پھريون

(1)

لَڳَهَ، پَسُ! لَطِيفُ چَئي، آڳِميو آھي،
وَنا مِينھَن وَڏ ڦُڙا، ڪَڍيو ڏَڻَ ڪاھي،
وِھو مَ لاھي، آسَرو اَللّٰهَ مان.

(2)

لَڳَهَ، پَسُ! لَطِيفُ چَئي، آڳَمَ ڪِيا اَللّٰهَ،
پَلُرَ جي پالوٺ سين، پَٽَنِ جھَلِيا پاهَ،
واحِدَ وَڌائِي ڪِيا، مَٿي گَسَنِ گاهَ،
سانِگِينِ وَرِيا ساهَ، اُنو آب آگُونڊَرو.

(3)

اگَمَ اِيئن نہ اَنگَ، جِھڙو پَسَڻُ پِرِينءَ جو،
سيٽَنِ ريءَ سَيّدُ چَئي، روُحَ نہ رُچَنِ رَنگَ،
سَھَسين ٿِيا سارنگَ، جانِي آيو جُوءِ ۾.

(4)

جانِي آيو جُوءِ ۾، ٿِيو قَلَبُ قَرارُ،
وَھلو وِچان ئِي ويو، ڪري غَمُ گُذارُ،
نِظارو نِروارُ، پِيّ پَسايو پانھِنجو.

(5)

پِي پَسايو پانھِنجو، نُورِي نِظارو،
وِيو غَمُ وُجُود مان، ڪِيو ڪُلفَتَ ڪِنارو،
آيو سوپارو، مَنَ مرادوُن پُنِيُون.

(6)

اُبُونَ ڪَڪَرَ ڪَڍِيُون، اُتَرَ ڏي آھِينِ،
ڪَري آگَمَ آئِيُون، مُندَ نہ مٿائِينِ،
مَٿان لوڪَ لَطيفُ چَئي، گَوُندَرَ گنوائِينِ،
پَلُرَ پِيارِينِ، اُجِيين آبُ آگُونڊَرو.

(7)

ماٿھو، مِرگھہَ، مينھِئون، سَڀِ سارَنگَ ڪي سارِينِ،
آڙِيُون اَبرَ آسري، تاڙا تَنوارِينِ،
سِپُون جي سَمُوندَ جُون، نَئين سِج نِھارِينِ،
پَلُرَ پِيارِينِ، تہ سنگھارَنَ سُک ٿِئي.

(8)

اَڄُ پُڻ اُتَرَ پارَ ڏي، تاڙي ڪِي تَنوارَ،
ھارِينِ ھَرَ سَنباھِيا، سَرَھا ٿِيا سَنگھارَ،
اَڄُ پُڻ منھنجي يارَ، وَسَڻَ جا ويسَ ڪِيا.

(9)

اَڄُ پُڻ اُتَرَ پارَ ڏي، ڪَڪِرِيُون ڪارِيُون،
وَسي ٿو وَڏَ ڦُڙو، ٺھڪَن ٿِيُون تارِيُون،
لَٿِيَنِ لُڪَ لَطِيفُ چَئي، ڏِايُون پاسارِيُون،
پَجَندِيُون پَٽارِيون، وَري وَٿاڻين آئِيُون.

(10)

اَڄُ پُڻ اُتَرَ پارَ ڏي، ڪَڪَرَ ٿو ڪَري،
وَسايو واٺِنِ تي، ٿو خالِقُ ڪَندَ پَري،
پاساريُون پَري، شالَ مَ وَجَنِ سُپرين.

(11)

اَڄُ پُڻ اُتَرَ پارَ ڏي، ڪارا ڪَڪَرَ ڪيسَ،
وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، ڪَري لَعلَ لَبيسَ،
پِرِين جي پَرَديسَ، سي مُون ڪي مِينھَن ميڙيا.

(12)

اَڄ پُڻ اُتَرَ پارَ ڏي، ڪَڪَرَ ڪِي چوٽِي،
مُندائِتي مِينھَن جِي، ڪِنوَڻِ نہ ڪوٽِي،
آءُ، لالَن! موٽِي، گھورِيا رُسَڻَ ڏِينھڙا.

(13)

اَڄ پُڻ اُتَر پارَ ڏي، ڪَڪَرُ ٿو ڪَري،
روضي پاڪُ رَسُولَ جي، پَلٽِيو پَٽَ پَري،
وِڄنِ ساڻ وَري، تہ سَنگھارَنَ سُک ٿِيا.

(14)

اَڄُ پُڻ اُتَرَ پارَ ڏي، ڪَڪَرُ ڪيائِين،
مُندائِتَنِ مِينھَن جِي، رتِ نہ روڪِيائِينِ،
پَلُرَ پَلٽِيائِين، سانگِيَنَ گھَٽا سُکَ ٿِيا.

(15)

اَڄُ پُڻ اُميدُون، آگَمَ سَندِيُون اُڀَ ۾،
ساوَڻُ پَسِي، سَرِتِيون! سَڃَڻُ سارِيو مُون،
آئُون آسائِتِي آھِيان، مانَ پِڃائي پُونَ!
گھَرِ نہ گھُرِجين ٿُون، مُندَ مِڙِيُوئِي مِينھَن جِي.

(16)

مُندَ مِڙيوئِي مِينهن جِي، وَسي تَڏهِن وَسُ،
کَٿُرنِ کيتا ڇَڏيا، جي مِڙيُون تي مَسُ،
گابا مَٿي گَسَ، ڏُک نہ کندا ڏُٻرا.

(17)

وَسَڻُ اَگَڙِينِ جِيئن، جي هُوندَ سِکئين، مِينهنَ!
تہ هُوندَ راتو ڏِينهَن، بَسِ بُوندِنئُون نہ کَرِيين.

(18)

وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، سارَنگُ سِينگاري،
اُڃِيا لَکَ لَطِيفُ چَئي، پَلُرَ پِياري،
وِڄُڙِيَنِ واري، کَڙِي کَعبي تي کَنڌَ نائِيا!

(19)

گَامَ گُنديءَ گَنَجَ، اَبرَ ۾ اُهاءُ ٿِيو!
پَسِي پَرِ پِرِينَ جِي، ڏُوُر ٿِيا سَڀِ ڏَنجهَہ،
شالَ وَسندو سَنجهَہ، عاشِقَ تي اوهِيڙا کَري!

(20)

اُنو اوهِيڙا کَري، عاشِقَ مَٿي اَڄُ،
ڏورِ ڏُکارِيا! پَڄُ، مِينهَنِ مُنهن ڏيکاريا.

(21)

کَکَرَ پَسو اُڀَ ۾، اُتَران جي اَچَنِ،
اَبرَ سَندي اُوجَ ۾، وِڄُون وَراکا کَنِ،
وَسِي وَڏَ ڦُڙَنِ، ساٽيهہُ سَڀِ سُکي کيو.

(22)

کَکَرَ مَنجهہِ کَپارَ، جهُڙُ نيٽَنئُون نہ لَهي،
جِهڙا مُنهِنجا سُپرِينِ، تِهڙا ميگهہَ مَلارَ،
کَڻُ اَکِيُون کِل يارَ! وَجَنِ سُورَ سَنڌا کيو.

(23)

جُهڙ نيٽَنِئُون نہ لَهي، کَکَرَ هُونِ نہ هُونِ،
سارِيو سُپيرِيَنِ کي، لُڙکَ گِلَنِ سين پُونِ،
سي مَر رويو رُوُنِ، جَنِ مُسافِرَ سُپرِين.

(24)

اَگَڻِ تازي، بَهرِ کُنڍِيُون، پَکا پَٽِ سَونهنِ،
سُرَهي سيجَ، پاسي پِرِين، مَر ٿا مِينهَن وَسَنِ،
اَسان ءِ پِرِينِ، شالَ هُون بَرابَر ڏِينهَڙا.

(25)

پِي پَسائِيو پانهِنجو، نِظارو ناگاه،
لَٿو کَٽ قَلبَ تان، سُرَهو ٿِيو ساه،
اُميدون اَرواح، پِي پَسندي پُنِيُون.

(26)

بَرَ وُنا، ٿَر وُنا، ونِيُون ٿَرايُون،
پِرِه جو پَٽَن تِي، کَنِ وِلوڙا وايُون،
مَکَڻَ پَرِينِ هَٿڙا، سَنگهارِيُون سايُون،
ساري ڏُهَنِ سامُهِيُون، ٻولاهِيون رايُون،
ٻايُون ءِ دايُون، پَکي سُونُهنِ پانهِنجي.

(27)

بَر وَنا، ٿَر ونَا، وَنو جيسَرُ ميرَ،
آگَمَ کَري آئِيُون، پائُرِ پَري پيرَ،
لاٿائُون لَطِيفُ چئي، وانڍِينِ مَٿان وير،
سَرَها کِيائُون سيرَ، سَرَهِيُون سَنگهارِيُون ٿِيُون.

(28)

بَر وَنا، ٿَر وَنا، وَنِي کَڇَ کِنارَ،
پونياڙيءَ پَٽَنِ تي، ڏِسُ! نايائِين نارَ،
سَٻاجهي سَتار، لاٿا ڏُرتَ ڏيهہَ تان.

(29)

مَکي مَٿان موتِيُون، اُنِيُون تي عَرفَات،
روضي پاکَ رسُولَ جي، رَنگَ کِيائُون رات،
وِڄُڙِيُون پِرِيات، موتِي مِصرَ آئِيون.

(30)

کِيائُون مِيران سَندو مُجرو، جَرَکِيُون ۾ جِيلانَ،
جتي غوث بهاؤالدِينُ، اُتي مَرَکِيُون ۾ مُلتانَ،
کِنوي خُراسانَ، سُکَ وَسايَئُون سِنڌُڙي.

(31)

کانڌَ! مَ وِکڻُ کُنڍِيُون، ڏَنُ سَيوئِي ڏارِ،
اَيَرِيُون سَيَرِيُون پانهنجِيون، سِسيون سَڀِ سَنيارِ،
ٻَنُ چِڏي چَنِ پَئِي، وَجِي وَلهارَن وارِ،
تہ اَچِي اگَٽان ٻهارِ، سَرلا کَنڍِيُون سَڏَڙا.

(32)

سارَنگ کي سَعيو، توکي سَعيو نہ ٿِئي،

ڳڙي تو ڳُمانُ ۾، آيو ڪِين آيو،
هارِينِ لاءِ هَرجاءِ ۾، هاديءَ هَلايو،
مَتان اَئِين پانيو، تہ ڪا بادَلَ آهي بَسِ ڪِي.

(33)

سارَنگَ سارَ لَهيج، اَللهَ لَڳِ اُڃِين جي،
پاڻِي پوچَ پَٽَن ۾، آرزان اَنّ ڪَريج،
وَطَنَ وَسائيج، تہ سَنگهارَنِ سُکَ ٿِئي.

## داستان ٻيو

(1)

پري پِٽَ تي آئِيو، سارُنگُ سَهجَ مَنجها،
ڪِڙيُون ڪَنڌهارِ جئِن، وِجُون اُتر واءِ،
سُرها سَبزا موريا، دامَنُ ڊِبِ ڪيا،
ڀَهري پَٽَنِئا، پَرِيائِين ڪُنَ ڪِراڙِ جا.

(2)

پَرِيائِين ڪُن ڪِراڙِ جا، وَنو واريا سو،
ڪوُٽيتِي ڪِوَڙِ جو، چَڳُوُن چوماسو،
ماڪاڻيءَ تان موٽِيو، ڏيئي ٻِيَ پاسو،
خالِقَ ڪِيو خاصو، چِيهو چُڪِيءَ ڪَنڌِين.

(3)

ڳَنگوُءَ جِيان ڳوڙ ڪَري، ڪاهِيائين ڪاهوڄِي ڏانهن،
وُنو مِينهُن وَڏ ڦُڙو، سِري پَرِيائِين ساهَ،
ڏيئِي پَٽَن پاهَ، پَرِيائين ڪُنَ ڪِراڙِ جا.

(4)

چِيهو چُڪِيءَ ڪَنڌين، ڪِيائِين ڳَڙنگَ تي ڳُلَ،
هَڏا ڪُتيان هلِيو، پَري ٿُرايُون ٿَلَ،
آندئِين آبُ اُجِلّ، مَٿي باغ ٻَهارِ ٿِي.

(5)

اڄُ رَسِيلا رَنگَ، بادَلَ ڪَيا بُرجَن سين،
ساز سارنگِيُون سُرَندا، وڄايَئِين بَرجنگَ،
صُراحِيُون سارَنگَ، پَلُٽِيُون پَدامَ تي.

(6)

مِينهان ۽ نِينهان، ٻَئِي اَکَرَ هيڪَڙي،
جي وَسَڻَ جا ويسَ ڪَري، تہ ڪَکَرَ ڪَن ڪِيهان،
بادَلُ ٿِي بِيهان، جي آگَرَ اَڇڻ جا ڪَرِين.

(7)

ڪُٽِڪَن ڪانڌُ چِتِ ڪِيو، جُهڙُ پَسِيو جِهجَنِ،
وَرَ ريءَ واندِينِ اَڏِيا، پَکا سي مَ پُسَنَ،
اُتَر داهي اُنِ جا، تہ ڪَنِهن ڪي ڪاروُن ڪَنّ،
وارِثُ وَر تَنّ، اَچِي شالَ اولو ڪَري.

(8)

ڪُٽِڪَن ڪانڌُ چِتِ ڪِيو، جُهڙ پَسِيو جهُٽِڪَنِ،
سُٽِيو رَڙِ رَعدَ جي، ڪَلِيُون ٿِيون ڪَنبَنِ،
ڪُنيُون ڪِينَ ڪُڇَنِ، ويچارِيُون وَرَنِ ري.

**وائي**

ڳرُ مَرُ ڪامي، پَچي، آڻُون وِيندي دَرِ دوسِتَن جي.
جِيائِين ڏُجهن تَڪِيو، سَجَڻُ تِيائِين اَچي،
آڻُون وِيندي دَرِ دوسِتَن جي.
نُورا پايو نِينهَن جا، دَرِ پَلي جي نَچِي،
آڻُون وِيندي دَرِ دوسِتَن جي.

## داستان ٽيون

(1)

ڳَنيَرَ ڳَت سِکَنِ، چَلَڻُ جي چاهَ پَئِي،
هِندَوا حَيرَتَ ۾ پِيا، لالِي ڪِي لَبَنِ،
چِمڪَن چوڏِس چَندَ جئن، وِجڙيون وِهَسنِ،
لوچَنَ تا لَطِيفُ چَئِي، پَسَڻَ لَئِي پِرِينِ،
ڪَيسَر ڦَرِيبَنِ، سَنياري سَيّدُ چَئِي.

(2)

مُندَ تِي مَندَل وَچِيا، ڪِي اوهيڙن اوڪَ،
چاچَر تِي چَٽَن ۾، مِينهُون چَرَنِ موڪَ،
سَرَهيُون ٿِيُون سَنگهاريُون، پويو پائِنِ طوقَ،
ميها، چِيڙ، ڦُنگيُون، ٿِينَ سَپِيئي ٿوڪَ،
لاهئِين مَتان لوڪَ، ڏولائي جا ڏِينهَڙا.

(3)

مُندَ تِي مَندَلَ وَچِيا، تاڙي ڪِي تَنوارَ،
هارِينَ هَرَ سَنباهِيا، سَرَها ٿِيا سَنگهارَ،

اَڄُ پڻ مُنهنجي يارَ، وَسَڻَ جا ويسَ ڪيا.

(4)

مُندَ ٿي مَندَل وَڃيا، آيو جُهُڙ جهاتي،
هيڪُ آرزان انّ ٿِيو، بِيو مَکڻ مَنجهہِ ماتي،
ڪَلمِي سين ڪاتي، لاٿُم ڪَٽُ قُلوبَ تان.

(5)

موٺ، مُنهنجا سُپرِين، آٿيئي اللهُ،
توکي ساري ساهُ، اَکَنديئو آهُون ڪَري.

(6)

آگمَ ڪِيو اَڄَنِ، سَجَڻ سائوڻ مِينهَن ڄِئن،
پاسي ٿَنِ وَسَنِ، جي سَپُ ڄَماندَرَ سِڪِيا.

(7)

پاڇاٽِئان پَئِي، ٿِيو اَڳاٽِئا آگرو،
ڇُڪس سَپ ڇَئِي، تَڏهِن موليٰ مِينهَن وَسائِيا.

(8)

اوڇَڻُ گهُرجي آڇِڪو، جُهپو سَهي نہ سِيءُ،
سُٽائيجَ سُوَڙَ ڪي، حالُ منهنجو هِيءُ،
اَڳَڻَ آيو ٿيءُ، تہ ڍولا ڪِنهن ڍَنگِ ٿِيان.

(9)

ڪانڌَ! تُنهنجي پاندَ ري، سَنجهي سِيءَ مَران،
ڪامِلَ! ڪَپاهَنِ ۾ پِيئي نارَ نَران،
تاريءَ تِنهن تَران، جِنهن وَرُ وِهاٽيءَ واريو.

(10)

ڪانڌ! تُنهنجي پاندَ ري، سِيءَ مَران سَپَ راتِ،
ڪامِلُ ڪَپاهَنِ ۾، جهَپَ نہ اَچي جهاتِ،
اَچِين جي پِريات، تہ آئون سيءُ نہ سارِيان.

(11)

سِيندو مِينهَن پُسائِيو، سِري ٿِيو سيلو،
پکي پيهي آئِيو، رَحمَت جو ريلو،
ساڄَنُ سَويلو، پِيچَ پِنِيءَ گهَرِ آئِيو.

**وائي**

اکِيُون ميگهہَ مَلارَ، صُورتَ تُنهنجي سَپُ جَڳُ موهيو.
سِڄدو فِيلَ فِي الحالُ، ڪِيو پَسِي مُطلب نُورُ نِراڙُ.
جاپَڻ وقتِ جامَ جي، ڪِريا ڪوٽَ ڪُفارُ.
آڳي آسِمانَن جو، توکي ڪارِيو سَيرُ سَتارُ.
"وَلَسَوفُ يُعطِيڪَ رَبُّڪَ"، توسين قادِرَ ڪِيا قرارُ.
آهِينِ ڪَرَمَ ڪَرِيمَ جا، اَحمَدَ ساڻ اَپارَ.
اُڪنڊِئا جي اَبرَ کي، سَرَها ٿِيا سَنگهارَ.
موڪَلَ ٿِي مِينهَن کي، دوسِتَ هَٿان دِلدارَ.

## داستان چوٿون

(1)

موٽِي مانداٽِن جي، جُڙي ڪِيائِين جوڙَ،
وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، ٻَهہ ٻَهہ ڪَري ٻُوڙَ،
اَئَنَ جا عالَمَ ۾، ڪَرَنِ اَندَر ڪوڙَ،
سارَنگَ لاٿِي سوڙهہَ، ساندهہ سُهائو ٿِيو.

(2)

موٽِي مانداٽِن جي، پِري ڪِيائِين پيچَ،
وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، سارَنگُ چَڙهيو سيجَ،
تِنهن ٿُورِيُون ٿوازِيُون، ڏوُٽان ڏيئي ڏيجَ،
ٻِجَ ڪَٽِي پَٽِ هَليا، هاري مَنجهان هيجَ،
راضِي مَنجهان ريجَ، عالَمَ سَپ آبادُ ٿِيو.

(3)

موٽِي مانداٽِن جا، پِري ڪِيئاين پَرَ،
وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، ڪوڏِئان ڪَٽِي ڪَرَ،
مِينهِڻُون پاڻُ مُرادِيُون، ٿَڌا چَرَنِ ڦَرَ،
وَڏي اوهِ آئِيون، پُنِيءَ لائي ڦَرَ،
ساري اَچِيو سامُهِيُون، ڏِينِ ڪِيرَ سَڄَرَ،
ساڻ وانِڍِيَنِ، وَرَ، پَرِيُون پَرچَڻَ جُون ڪِيُون.

(4)

موٽِي مانداٽِن جي، واري ڪيائين وارَ،
وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، ڇَڳِي پَتِ چوڏارَ،
ڪي اُتِيُون اِستنبولَ تي، ڪَنِ مَغرِبِيان مَغربَ پارَ،
ڪي چَمڪَن چِين تي، ڪي لَهَن سَمرقَندَ سارَ،
ڪي رَمي وِيئيُون رُومَ تي، ڪي ڪابُلِ، ڪي قَنڌارَ،
ڪي دِهلِي، ڪي دکَنَ، ڪي گُڙنِ مَٿي گِرنار،
ڪَنِ جُنبِي جيسَلميرَ تان، ڌِنا بيڪانيرَ بَڪارَ،
ڪِنهين ڀُڄُ ڀِڄائِيو، ڪَنهين ڍَٽ مَٿي ڍارَ،
ڪَنهين اَچي عُمَرڪوٽَ تان، وَسايا وَلهارَ،

سائِيَنمَ! سَدائِين، ڪرِين، متي سِنڌُ سُڪارَ،
دوسِتَ! منا دِلدارَ! عالمَ سَڀِ آبادِ ڪَرِين.

(5)

حُڪمُ ٿيو بادَلَ کي، سارَنگَ ساٿَ ڪَجَنِ،
وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، ٿه ٿه مِينهن ٿِمَنِ،
جَنِ مَهنگي لَئي ميڙِيو، سي تا هَٿَ هَٽَنِ،
پَنجَن مَنجهان پَندرَهنِ ٿيا، اِيئن تا وَرَقَ وَرَنِ،
ڏُڪاريا ڏيهَہ مان، موُذِي شالَ مَرنَ!
وِهِڪئِي جَنِ وَرِهَ ٿِيا، موتِيو سي مِڙَنِ،
وَري وَڏيءَ وَسَ جُون، ڪِيُون ڳالهِيُون ڳنوارَنِ،
سَيّدُ چَئي سَيَنِ، آهِ توه تُنهنجِي آسرو.

(6)

واهُوندان وِڄون ٿيون، ڪِڙيون ڏُنهنَ ڳنياٿَ،
ڪُنڍيُون ڪاهي ڳس ڪَريو، وَڄُون ڪَرِيو واٿَ،
سَنگهارَنَ سُکَ ٿِيا، لَٿِي اُڄ اُساٿَ،
جهَڙُ ڦڙُ ڏيئي جهاٿَ، پُسائِيندو پَٽِيُون.

(7)

ڏَٿِ ڏَري پَٽِ پِيُون پاسي پارَڪَرَ،
سَپِيئي پَرِيا سَرَ، پَلُرَ جي پالوٿِ سين.

(8)

ڏَٿِ ڏري پَٽِ پِيُون، آيُون عُمَرَڪوٿَ،
پُسايائُون پَلُرَ سين، سُڪا پَٽَ جي سوٿَ،
چنچَل ڏيئِي چوٿَ، سَڀُ سامارو سَرِ ڪيو.

(9)

ڏَٿِ ڏري پَٽِ پِيُون، آئِيون ڪاهي ڪاماري،
وٺا پَٽ پُراڻِ جا، وَنِيُون ساماري،
ڪَڪَرَ ۾ ڪاري، وِڄَڙِيَنِ، پَسو! ويسَ ڪِيا.

(10)

ڏَٿِ ڏَري پَٽِ پِيُون، وِڄُون ويسَ ڪَري،
مِينهَن وَسِي مُلڪَ جا، ڇَڏِيا تَلّ پَري،
قادِرُ ڪَرَمَ ڪَري، سُڪا پَٽَ ساوا ڪِيا.

(11)

ڏَٿِ ڏَري پَٽِ پِيُون، ٿِيا وَلَهارن وِيءَ،
سُورِجُ قَمَرُ نَہ پاڙِيان، سيٽَنِ جي شَبِيهَ،
جي جانِبَ اَندرِ جِيءَ، سي پِرِين پيهي گَهَر آئِيا.

(12)

ڏَٿِ ڏَري پَٽِ پِيُون، وِڄُنِ ڪِيو واڄو،
پَکو پَنهِنجي پِرِينءَ لَئِي، سِبِي ڪَرِ ساڄو،
سَڄَڻَ سَباجهو، پيجَ پِنِي گَهَر آئِيو.

(13)

ڏَٿِ ڏَري پَٽِ پِيُون، وِڄونِ ڪَري وارا،
اُنا وَڏي اور سين، ڪَڪَر جي ڪارا،
واحِدَ وَسِڪارَا، چوڏاري چَڱان ڪِيا.

(14)

ڏَٿِ ڏِري پَٽِ پِيُون، وِڄُنِ ڪِيا ڏرَمَ،
واحِدَ وَڏائِي ڪِيا، ڪُنڍِينَ ساڻُ ڪَرَمَ،
سَنگهارَنِ شَرَمَ، رَکُ مُنهِنجا سُپِرِين.

(15)

ڏُونگا آڃِ مَ تَنِ کي، ڪاسا جَنِ جو ڪَمُّ،
پِنندي پَرَڏيهہَ ۾، تَنِ سودِيُنِ ٿِئي شَرَمُّ،
اُتِينِ گهَٽي اَدبَ سين، ڳالهائِين نَرَمُ،
قادِرَ ڪَر ڪَرَمُ، تَنُ وَطَنَ ۾ وَسَ ٿِئي.

(16)

سَڄو صافُ نَہ اُپَري، سَرَلي وِڇان سِڄُّ،
مُنهن چَڙِهيو ماڻُهنِ کي، ڏي واڏايُون وِڄُّ،
هِينئڙا ڳَپَ مَ ڪِڄُ، سِگها مِلنَدءِ سُپِرِين!

(17)

سَڄَڻَ ساوَڻَ مِينهَن جِئَن، جهِٽڪِن پاسي جهوڪَ،
ڏِيندا پاهُ پَٽَنِ کي، مَنجهان مِينهنَ موڪَ،
لَسُ پِيارِينِ لوڪَ، آگمَ ڪِيو اَڪِينِ سين.

(18)

اَندَرِ جهُڙُ جهورَ وَهي، بَهرِ بَرسي بُوندَ اَپارَ،
وَٽِ جَنين جي يارَ، سي اوڪاڙِينِ نَہ اَڪِيُون.

(19)

اَندَرِ جهُڙُ جهورَ وَهي، بَهرِ ڪَڪَرَ نَہ ڪوءِ،
وَسائيندي وِڄڙي، حُبّ جَنهين کي هوءِ،
لالَنُ جنينِ لوءِ، سي اوڪاڙِينِ نہ اڪِيُون.

(20)

اَندَرِ جھُڙُ جھورَ وَھي، ڀِھري نہ بَرسي ٻُوندَ،
سَجَڻَ جَنھِين جي ھُوندَ، سي اوڪاڙِينِ نہ اکيون.

(21)

وَسِي ساري راتِ، صُبحَ جو ساھُ کڻِي،
مَنجھيئِي مِينھُن پِرِيَن جو، جي تَنَ ۾ ھُئي تاتِ،
تہ وِھاڙِيءَ پِرَياتِ، ھُوندَ بادَل بَسُ ئِي نہ ڪَري.

(22)

آڳَمَ جِي آئِيُون، اُتران ڪَري اُورِ،
جي پِرِين ھُئَڙا ڏُورِ، سي مُون کي مِينھَن ميڙِيا.

وائي

آئي مُندَ مَلارَ، ميگھہ مَلارَ آئون ڪُنھنبا ڪَنڍِيَس ڪَپڙا.
وَسَڻَ جا ويسَ ڪِيا، اَڄُ مُنھِنجي يارَ،
آئِي مُندَ مَلارَ.
لارَ لاٿِيندي وَڃڙا، پِنڙَس پَنيا وارَ،
آئِي مُندَ مَلارَ.
پَکي آءٌ پرِين تون، لَھُ تُون سَيّدَ سارَ،
آئِي مُندَ مَلارَ.

# سُر سريراڳ

## داستان پهريون

(1)

مانَ پُڇَنِئِي سُپِرين چِتان لاهہِ مَ چُرَ،
اُنين جا اَمُرَ، ڪَڻُ، تہ خالِي مَ ٿِيين.

(2)

مانَ پُڇَنِئِي سُپِرين، چِتان چُرَ مَ لاهہِ،
پِرِيَن اِڳيان پاءِ، پَلوَ مَڱَڻهارَ جِئَن.

(3)

مانَ پُڇَنِئِي سُپِرين، چِيتاريج چِتُ،
دائِما دُوربِيءَ ۾، پَسين وِلاتُن وِتُ،
نيهہَ نيڪاري نِتُ، مَلاحَ گَڏُ مُعلِمَ سين.

(4)

مانَ پُڇَنِئِي سُپِرين، چِتَ ۾ رَکِجَ چِيتُ،
سِينو ڌوئِي صافُ ڪَرِ، صابُڻَ ساڻَ سُپِيت،
سامُوندِي سُڄيتُ، ٿيءُ تہ پُهچين پارَ کي.

(5)

مانَ پُڇَنِئِي سُپِرين، چِتَ مَ چِيتاريج،
ڪَڍِج ڪائي ڪَڄَ کي، ڪُوڙُ مَ ڪَمائيج،
وَٽِجُ وِهائيج، سَڀُ سوداگَرَ سَچَ جو.

(6)

مانَ پُڇَنِئِي سُپِرين، چِتان لاهہِ مَ چورُ،
ڪَڍِي چَڏِ ٿُون قلبَ مان، ماري ڪُوڙو ڪورُ،
هُنَ پَرِ سَندو هورُ، مَتان تو مَعاف ٿِئِي.

(7)

ڪائو ڪَمايومِ، موتِي مُون نہ وَٽِجيا،
سِيهي جو سَيدُ چَئِي، وَکر وِهايومِ،
هِهَڙو حالُ سَندومِ، توهَ تُنهنجي اُبهان.

(8)

ڪَچُ ڪَمايُمِ ڪُوڙُ، پَڳُمِ عهدَ اَللہ جا،
پِچِرو جو پاپَن جو، سو چوتِيءَ تائِين چُورُ،
معلومُ اَٿيئِي مَذڪُورُ، ڳُوڙها، اِنهيءَ ڳالهہ جو.

(9)

ڪُوڙ ڪَماءِ مَ ڪَچُ، اُتِي اورِ اللہ سين،
ڪَڍُ تون دَغا دِل مان، صاحِبَ وَٽي سَچُ،
مَحبتَ سَندو مَنَ ۾، ماڻِڪَ بارج مَچَ،
اِنَ پَرِ اُتي اَچُ، تہ سودو ٿِيئي سَڦِرو.

(10)

سودو جو سَڦِرو، سو مون پَلَئِي پاءِ،
وَسُ ويچاريءَ ناهِ ڪو، تون آڳا! عَرضُ اگهاءِ،
ريءَ همراهيءَ هاديءَ جي، مُورِ نہ ٿِئي ڪِي ماءِ،
لُطفَ ساڻُ لَنگهاءِ، لاهُرو لَهرِنِ وِچَ مان.

(11)

لُڙ، لَهرِيُون، لَسَ، ليٺَ: جتي اَنتُ نہ آبُ جو،
اَللہ! اُتَ مَ اولِيين، بيڙا مَتي بيٺَ،
جوکو ٿِئي مَ جهازَ کي، ڦَرهي اَچي مَ ڦيٺَ،
لَڳِي ڪا مَ لِپيٺَ، هِنَ غارِيبِي غُرابَ کي.

(12)

سِڙهہ سَنوان، لاچُو نُوان، اولا سَندَنِ عاجَ،
ساٿِي سَفرِ هَلِيا، پَري جُنگ جَهاجَ،
حاصُل ڪَريين حاجَ، واحِدَا! وَڻِجارَنِ جي.

(13)

سِڙهہَ سَنوان، لاچُو نُوان، مُهاٽا سَندَنِ مِيرَ،
ساٿِي سَفرِ هَلِيا، ٿِيا سَٽاوا سِيرَ،
جي اَچَنِ ساڻُ اُڪِيرَ، سي بيڙا رَکين باجهہَ سين.

(14)

مَنجهان پِيئي مَڪُڙيءَ، ڪا جا پاٽِيءَ پِڪَ،
وَکرُ هٽِي وُنڪ، ڪَنِجِي ڪارو ٿِيو.

(15)

مَنجهان پِيئي مَڪُڙيءَ، ڪا جا پاٽِيءَ بوندَ،
سيئي ڏِنَمِ رُوندَ، وَکرُ جَنين وِڃائِيو.

(16)

وِهائِيندَڙ ويسَرا، وَکرُ ڊيرئون ڊيرَ،
ڪَنين وِهائِي وَسُ ڪيو، وَکرُ وڏيءَ ويرَ،
ڪَنين ڳهُمندي سِيرُ، وَکرُ وِڪامِي ويو.

**وائي**

سهسين شُڪرانا، ڪوڙيين ڀالَ ڪَريمَ جا.
حَمدَ چَئج حَڪِيمَ کي، جورِ هَٿِيي جانا،
ڪوڙيين ڀالَ ڪَريمَ جا.
تو ڏيکاري تو ڏِٺي، باطِنَ جا بانا،
ڪوڙيين ڀالَ ڪَريمَ جا.
مَتان مَردا! وِساريين، صاحِبَ جي ثَنا،
ڪوڙيين ڀالَ ڪَريمَ جا.
دوستُ رَکِي دِل ۾، پَڙهه لالَنُ لِسانا،
ڪوڙيين ڀالَ ڪَريمَ جا.
جَفا ڏيئي جيءَ کي، ٿِي فِڪرَ مَنجهه فَنا،
ڪوڙيين ڀالَ ڪَريمَ جا.
ٿُسِي تو سين توهُ ڪَري، مَنَ آڳو اِحسانا،
ڪوڙيين ڀالَ ڪَريمَ جا.
ڪَڏُ ٿُون دَغا دِل مان، ٻانهپَ سين ٻانها،
ڪوڙيين ڀالَ ڪَريمَ جا.
صاحِبَ وَٽي سَچَ سين، ٿيءُ دائهُ ديوانا،
ڪوڙيين ڀالَ ڪَريمَ جا.
جي تَسليمَ سين تحقيقَ هُئا، سي ڪِئَن آمانا،
ڪوڙيين ڀالَ ڪَريمَ جا.
جاڳِيا جي جَبارَ لَئي، سيئِي سَمانا،
ڪوڙيين ڀالَ ڪَريمَ جا.
فاذڪُرُونِي اَذڪُر ڪُم، ڪَهيو قُرآنا،
ڪوڙيين ڀالَ ڪَريمَ جا.
واشڪُرُوالِي وَلاَ تَڪفُرُونِ، ڪَي تو ڪُفرانا،
ڪوڙيين ڀالَ ڪَريمَ جا.
سَڀِ سَنوارِيا سُپِرين، ڪُوَلَ تو ڪَنا،
ڪوڙيين ڀالَ ڪَريمَ جا.
چَڱِي چَئج چاهَ سين، مَدحَ اِيءَ مَنا،
ڪوڙيين ڀالَ ڪَريمَ جا.
تائِبَ ٿِيو تَڪِڙا، جوشان، جُوانا،
ڪوڙيين ڀالَ ڪَريمَ جا.
نَہ لَهين ٿُون لَطِيف ڪان، اَمنُ اِيمانا،
ڪوڙيين ڀالَ ڪَريمَ جا.

**وائي**

(2)

مون ۾ تون موجود! آءٌ ڳاهِين آهِيان!
آءٌ آ سونِهين آهِيان!
اَڪِيُون اَکڙِينِ کي، سِڪيو ڪَن سُجُودُ،
آءٌ آڳاهِين آهِيان!
آءٌ اَسُونهِين آهِيان!
تيلانهن رَسِيُون ٻُودَ کي، جيلانهن ٿِيُون نابُودَ،
آءٌ آڳاهين آهِيان!
آءٌ اَسُونهِين آهِيان!
ماڙهِن جي موئَڻَ جو، صاحِبَ هَٿِ سُجُودُ،
آءٌ آڳاهين آهِيان!
آءٌ اَسُونهِين آهِيان!
اِنَ دَرَ سيئي اَگهيا، جَن وِڃايو وُجُودُ،
آءٌ آڳاهين آهِيان!
آءٌ اَسُونهِين آهِيان!

## داستان پيو

(1)

جيڪي مَنجهه جَهانَ، سو تارِيءَ تَڳِي ٿُنهنجي،
لَطفَ جي لَطِيفُ چئي، تو وَٽِ ڪَمِي ڪانَ،
عَدَلَ جُٽان آن نَہ، ڪو قيرو ڪِجِ فَضُلَ جو.

(2)

ساري راتِ سُبحانُ، جاڳِي جَن يادِ ڪِيو،
اُن جِيءَ عَبداللطيفُ چَئي، مِٽيءَ لَڌو مانُ،
ڪوڙِيين ڪَنِ سَلامُ، اڃيو آڳِهِ اُن جي.

(3)

سيوا ڪَرِ سَمُنڊَ جِي، جِتِ جَرُ وَهي تو جَال،
سَئين سُپجُن سَمُنڊَ ۾، ماڻڪَ، موتي، لالَ؛
جي ماسو مِلِيئِي مالَ، تہ پُوجارا پُر ٿئين.

(4)

سي پُوجارا پُر ٿِيا، سَمُنڊُ سيوِيو جَنِ،
آنداءُون عَمِيقَ مان، جُوتي جَواهَرِنِ،
لَڌاءُون لَطِيفُ چئي، لالُون مان لَهرِنِ،
ڪانهي قِيمَتَ تَنِ، مُلُ مَهانگو اُنِ جو.

(5)

سيوئو جَن سُبحانُ، وِيرِ نہ وِڙهي تَن سين،
توبَهَ جي تاثِيرَ سين، تَري وِيا طُوفانُ،
ڏيئي تَوَڪَلَ تَڪِيو، آرُ لَنگهِيا آسانُ،

ڪامِلُ ڪِشتيانُ، وِچَ ۾ ڳَنڍِيُنِ واھَرُو.

(6)

ساري راتِ سُڄاڻَ، سَودو ڪَنِ صاحِبَ سين،
ٻانهپَ ٻَري ٻيڙيُون، ھَلِيا جوبَ جُوانَ،
پاڻِي پَھلِوانَ، لَحظي مَنجھِ لَنگھي وِيا.

(7)

ٻانهپَ جو ٻيڙيَنِ ۾، وَکَرُ وِڌاٿُون،
موتِي مَعَرفَتَ جا، سَچا سودِياٿُون،
اَلتّائِبُ مِنَ الذّنبِ، ايءُ ڪَٿِ ڪُتِياٿُون،
اُنين جِيءُ آٿُون، بَرڪتَ بارُ لَنگھائِيان.

(8)

جَنِين سَودي، سَچَ جو، وَکَرَ وِھايو،
بَحرِو لَھُمُ البُشريٰ جو، اُنهين لَئي آيو،
اُنِ کي لالَنَ لَنگھايو، ساندارو سَمُوندَ جو.

(9)

اِيءُ گَتِ غَواصَنِ، جِئَن سَمُندُ سوجھياٿُون،
پيھي منجھِ پاتارَ جي، ماڻِڪَ ميڙياٿُون،
آڻي ڏِناٿُون، موتِي لالَ ھَٿَنَ سين.

(10)

اُجارا عَميقَ جا، ڳَڏِيا غَواصَنِ،
جھَرِيُون جھاڳِي آڻِيا، ڪارُونيار ڪُنَنِ،
سَمُندَ سوجھي جَنِ، آڻي اَمُلَ اوليا.

(11)

وِيا جي عَميقَ ڏي، مُنهن ڪائو ڏيئِي،
تَن سِپُون سوجھي ڪَڍِيُون، پاتاران پيھِي،
پَسندا سيئِي، اَمُلھَ آڳِرِيَن سين.

(12)

آڏو چِڪَڻُ چاڙُھ، مُنهِنجي موجَ نہ سَھي مَڪُڙِي،
ميڙي مَنايُنِ جو، بيحدِ چاڙھيُم بارُ،
چَوَڻَ چارو ناھِ ڪو، بَديُون بي شُمارُ،
ڪَپَرُ ڪارُونيارُ، اُڪارِئين اِحسانَ سين.

(13)

وير مَ لاھي ويھُہ، متي آرَ اوڙاھَ جي،
پَسِي پاڙي وارِيُون، ڪِج آنديشو ايھُہ،
وِيندو نہ پَسين ڏيھُہ، پَتَڻِ ھُنَ پارِ مَٽِي؟

(14)

اَنئِي پَھَرَ اوڙاھَ تي، مَنجھِ گُھرءِ گھاري،
وَسُ نہ ويچاري، تہ ڪا ماڳِ ڏِڪَندي مَڪُڙِي.

(15)

ھِڪِي ٻانهي چِتَ ۾، ٻِي صاحِبُ سَنواري،
دَنگِي ھِنَ درياھ مان، ھَلائي ھاڪاري،
تَرازُو تاري، سُتَرِ سَيِيئِي ڪَري.

(16)

ھِڪِي ٻانهي چِتَ ۾، ٻِي سِتي صاحِبُ،
ڪَڍي اُونهي ڪُنَ مان، اِي آگي جو عَجَب،
اِيءُ سائِينءَ جو سَبَبُ، جِئَن ٻُڏا اُڪاري پارِ مان.

(17)

ھِڪِي ٻانهي چِتَ ۾، ٻِي جا ڪَري اللهُ،
پاڻهين وِجھي ڪُنَ ۾، پاڻهين اُڪاري اوڙاھُ،
تنهن واحِدَ کي واھُ، جو سُتَرِ سَيِيئِي ڪري.

(18)

ھِڪِي ٻانهي مَن ۾، ٻِي جا الله ڪري،
پاڻهين وجھي ڪُن ۾، پاڻهين ڪنڌيءَ تي،
سُتَرِ سي ڍوئِي، جي تَرِ توائي مَڪُڙا!

(19)

ھِڪي ٻانهي چِتَ ۾، ٻِي ڪري جوڙَ جَبارُ،
ڪَڍي اُونهي ڪُنَ مان، اِيءُ آگي جو آڌارُ،
جھازُ جوھَرِينَ جو، تنهن کي پَوَ نہ ڏي پَتارُ،
نَنڍيا وَڏا مَڪُڙا، سَڀِ پَسندا پارُ،
جيڏانهن مُنهن مَديني جو، سُڄي مُحَمّدُ موچارُ،
سَباجھو سَتارُ، سُتَرِ سَيِيئي ڪري.

**وائي**

ڪنڌِي ساريان ڪانَ، يا اَمُن اَمانَ!
يا اِلاھِي! ٻاجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.
ڳُٽَڻَ ڳاٽيتو ناھِ ڪو، اُپر ڻِيا عِصيانَ،
يا الاھِي! ٻاجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.
خَبَرَ ناھِ قَبَرَ جي، نِسورا نِسيانَ،
يا اِلاھِي! ٻاجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.
والِي! رَسِج وَھلو، اَرڪِ ٿِيا اِنسانَ،

يا اِلاھِي! باجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.
سُڻُ سَباجھا سُپِرين! نَعرو، نِگھبانَ،
يا اِلاھِي! باجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.
مَدِيُون پَسِي مُنھنجِيُون، شَرمايا شيطانَ،
يا اِلاھِي! باجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.
هِنَ مُنھنجي حالَ تي، هَئِي هَئِي ڪَنِ حَيوانَ،
يا اِلاھِي! باجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.
سائِين! سُڪاٽِي آهِيين، سامُونديءَ سُبحانَ،
يا اِلاھِي! باجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.
تُرَهو ڇِنُم تارِ ۾، رَسِجِ ٿُون رَحمانَ،
يا اِلاھِي! باجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.
ٻيلِي جو ٻُڏَنِ جو، مون تي موتِي مانَ،
يا اِلاھِي! باجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.
وينو پِنِي پِنٽو، ڪَرِ پيرو مٿي پانَ،
يا اِلاھِي! باجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.
خالِقَ تان خُوبُ ڪِيا، گولَنِ جا گُذرانَ،
يا اِلاھِي! باجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.
آئُون پُڻُ آنڌو اُنِ ۾، وينو پِنان پانَ،
يا اِلاھِي! باجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.
سَڀِ سُوالِي سَمَڪِئا، داتا ڏِيئِي دانَ،
يا اِلاھِي! باجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.
وِلها سَڀِ وَنِهيان ڪِيا، ٿُنھنجي جُودَ، جُوانَ!
يا اِلاھِي! باجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.
مٿان مُون ڪِي ڇَڏِيين، ٻيلِي سَندا ٻانَ،
يا اِلاھِي! باجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.
وِيرُ وَسِيلو آهِيين، داڙوُ ۾ دِيوانَ،
يا اِلاھِي! باجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.
لاءِ ڌُهارِينِ ڏِينهن ڪِي، خِيمُون اَڏِيو خانَ،
يا اِلاھِي! باجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.
اُتي عَبداللطِيفُ چَئِي، سُڄِ ڪا سُلطانَ،
يا اِلاھِي! باجھہَ ٻِلاتِي پائِيان.

## داستان ٽيون

(1)

ٻيڙِي پُراڻِي، وَکَرُ پاءِ مَ وِتَرو،
تَري ۾ ٿُنَ پِيا، پاسِنئُون پاٽِي،
هي، هَڏِ وِهاٽِي، ڪَرَهُ ڪالهُوٽي ڏِينهَن ڪِي.

(2)

تَري ٿُنَ پِياسِ، پاسَنِئُون پاٽِي وَهي،
کُوهو جھُر جھُنو ٿِيو، لاجُو سَڀِ لَڙِياسِ،
جيلان سَڏَرُ سُڪاٽِياسِ، وَهي تي وَهُ سامُهُون.

(3)

وينو ٿُنَ ٿُنِينس، مُکِ ڏِيهاٽِي مَڪُڙي،
سَنباهي سَيّدُ چَئِي، مَٿي نيڊوُءَ نِينسِ،
وَٿائي وڏاندَرا، لاجُو لَڳائِينسِ،
آخِرِ اُهِرائِينسِ، تہ جوکو ٿِئي نہ جَهازَ کي.

(4)

ٿُنَ ٿُنِيندو آءٌ، مَکِ ڏِيهاٽي مَڪُڙي،
سانباهي سَمُوندَ جي، مَنا مُورِ مَ لاهُ،
اَڄُ ڪِ سَنجهِہ صُباح، اُهِرَندي اَٿانگَ تَڙين.

(5)

تانگھي ۾ تاٽِي، ٻَنڌِ پَنھنجو ترهو،
اونهي ۾ آٽِي، ڪوڻہ ڏِينڌُءِ ڪو ٻِيو.

(6)

وَکَرُ سو وِهاءِ، جو پَئِي پُراڻُون نہ ٿِئِي،
ويچِيندي وِلاتَ ۾، ڌُرو ٿِئِي نہ ضاءِ،
سا ڪا هَڙَ هَلاءِ، آڳُهِ جنهن جي اُبهِين.

(7)

وَنِي وِجھُ وَکَرَ جا، دَنگِي ۾ داٽا،
وِيرِ وِڙهَندِيَئِي، ويسَرا، وِهُ مَرِ، ويڳاٽا!
هِيءَ ٻِندَ، نہ جاٽان، کَڏِهن هَٽَندِيئِي تارَ ۾.

(8)

وَڻجارا، ويڻي، تو نہ سَرَندي شاهَ ري،
مَکِ پَنھنجي مَڪُڙي، چَگِي ڪَرِ چِيني،
پاسا پَاکَڙِيَنِ جا، سَمُنڊُ تو سيکي،
جي لُنڊا ۾ ليکي، وِيرِ وِڙهندي ٿَنِ سين.

(9)

وَهَ تِکَ وَهَڪُرا، جيت نَنگَر نہ ٿُهرَنِ،
وَڏاندَرِيُون وَهَ سامُهِيُون، جَجهي زورِ جُنبَنِ،
نيڊُوءَ ۾ ناتارِيُون، وڻجارا وِجھَنِ،
مُلا مُعلِمَنِ، مُون گَري سُئِي ڳالهَڙي.

(10)
جُتو وانءُ، جَھازَ، گَڏيو غُرابنَ سين،
پُوريندي ھُنَ پارَ ڏي، سَڌَرَ ڪَٽِج سازَ،
اَچَنِ تا آوازَ، سَنڀاڻي سَمُوندَ جا.

(11)
ڪُوھا ڪالھہَ ڪَٽِي، اُنِ وِڌا اُتَرِ آسَرِي،
آلا! جُھري مَ اُنِ جي، اولي جي آٽِي،
وَٽِجارَن وَٽِي، وَکَرُ وِڌو بيڙِيين.

(12)
بيڙي ٿُنھنجِي باجھہَ، وَکَرُ تِنھن وِصالَ جو،
ڪُوھا، اولا، تو ڪِيا، سَڀِ سُونھارا ساجَ،
اُتِ ڪا مُعلِمَنِ حاجَ، جِتِ پُورَھُ وارو پاڻِھين.

(13)
جَرَ ۾ ڦوٽو جِئن، لَھرِيُون لَڳندي اَڌ ٿِئي،
تُون پُڻ آھِين تِئن، دُنيا ۾ ڪو ڏِينھڙو.

**وائي**

ساڻِيَنِ ٺندا بارَ، وو! تَن پانڌِيَن ٺندا بارَ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
پاتا پاڙيوارِيين، پَگَھہَ مَنجھِ پاتارَ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
پَتَڻُ تو پُورَ ڪَرِي، آئِي ٿُھجَڙِي وارَ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
سَجِيُون راتِيُون سُمَھين، ڪِيو منجھ خُمارَ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
ڪِ تو ڪَنين نہ سُئِي، ھَلَڻُ جِي ھاڪارَ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
تائِبَ ٿِيو تڪڙا، سَچِي اِيءَ سَنيارَ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
ننڊَ نہ ڪَجي ايتَري، سُٽِج، اَدا يارَ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
سائِينءَ مُڪُئِي سَجَ ڪي، تون ڪوڙو مَنجھِ قَطارِ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
ڪِ تو ڪَنين نہ سُئِي، ڪَپَرَ جي ڪُوڪارَ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
گھڙان ڦِي ريءَ گَھڙي، اِلاھي ٺُھارَ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
ھو جو شَڪُ شارِڪَ جو، تِئان رَکُ، سَتارَ!
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
ڪُلُّ نَفسٍ ذائِقَةُ المَوتِ، پَڙھو اِيءَ پَچارَ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
شِڪارُ تون شَھبازَ جو، تون تان مَنجھہِ شِڪارَ!
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
يَومَ يَفِرُّ المَرءُ مِن اَخِيہِ، جِت پَجَندا پارَ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
ٺُرھو چنو تارِ ۾، اَچِجِ ٺُون، اوسارَ.
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
لَکَ مِڙِيئي لُٺيا، ھُنھين ويا ھَزارَ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
ڏِنِئِي جي اَللہَ کي، ھُوندَ ٿيين پَرِيين پارَ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
جوڻَنِ مَٿان جُٽِکي، دُنِي ٿُنھنجي دارَ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
جِيئو آھِ حَدِيث ۾، اَنڌي اِي آچارِ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
وَٺيئِي ڪِينُ وِلھَنِ سين، ڪَنبِي پَرِ قَھارَ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
سا ڪِئَن ھَلِي توسين، جا پَڳِي ڪان پَتارِ؟
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
جِئَن جالُ نہ نِبَھِي، سُٽِج، اِي سَنيارَ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.
جِمَ وِسارِيين ويسَرا، پِتِنِ جي پُلِڪارَ،
توکي آرَسُ اَگَڙيُنَ ۾.

## داستان چوٿون

(1)
مُون ٿي چَيَئِي ڪانڌ، پُٺِي پاڙِ مَ مَڪُڙِي،
سِڙہ پُراڻا پاندَ، لَھرِيُون سَھِي لَڳندِيُون.

(2)
اَڳِھين اُتومانءِ، تہ مَک پَنھنجِي مَڪُڙِي،
پورا شَڪُ مَ پانءِ، لَھريون سَھِي لَڳنديون.

(3)
اَچِي سو ڏِنوءِ، جو ڪَپَرَ سوءِ ڪَنَن سين،
سُتي لوڪ، لَطِيفُ چَئي، يادِ نہ ڏرو ڪِئوءِ،

غافِلُ ٿِي غُرابَ کي، اوڙاھہ تي آندوءِ،
سو ڇِتَرُ ڇُوھي کان رَکين، جو پِيو پُراڻُون پوءِ،
جَھازُ ضَعِيفَنِ جو، پاڙِي ۾ پَرِتوءِ،
سَيّدَا! ساٿُ سَندوءِ، پُرِ بَندَرَ پَھُچائِيين.

(4)

پانڌَ پَرائو چاڙِھيو: وَکَرُ وَڻِجارا،
اَچِي لَھِريُون لَڳِيُون، ٻيڙي ٻِپارا،
جاڳُو جي يارا، تہ تَڙِ تَوائي نہ ٿِئي.

(5)

لَھرِيَنِ لِيکو ناھِ کو، جِتِ ڪَپَرَ ڪُنَ کارا،
اَچارا عَمِيقَ جا، اَچَنِ اوپارا،
اُتي اَسارا، وِيرِ وِيڙھَنديئي ويسَرا.

(6)

وِيرِ وِڙھندِيئِي ويسَرا، اُتي توھُ طَلَبَ،
سائِرَ کنھن سَبَبِ، کالَھہ نہ وِڌِي ڪُنَ ۾.

(7)

کالَھہ وِڌائِين ڪُنَ ۾، جاڏا جُنگَ جَھازَ،
تُنھِنجِي اَجُ تَرازَ، آھي آرَ اَکِيَنِ ۾.

(8)

آھي آرَ اَکِينِ ۾، ناکُئا ڪِج نِگاھہَ،
وڏا ٻيڙا ٻوڙِيا، سائِرَ ڏيئي ساھہَ،
مُلاحِظو ملاحَ، ڪِجِ کو اِنھَي ڪُنَ جو.

(9)

دَنگِي وِچِ دَرِياھہَ، کِي ٻُڏي کِي اُپڙي،
ھو جي وادِي واٽِيا، سي سُونھَنَ سَڀِ سَڙِيا،
مُعلَمِ ماڳَ نہ اَڳِيين، ڦِلنگِي مَنجھِ ڦِرِيا،
مَلاحَ، تُنھِنجِي مَکُڙِي، اَچِي چورَ چَڙھِيا،
جِتي ڊِينگَ ڊِرِيا، تِتي تاري تُنھِنجِي.

(10)

ٻيڙياتا ٻيئِي، تو نہ ڦَبَندِيُون ڳالَھڙِيُون،
سَڄِيُون راتِيُون سُمھين، پَرُ سُکانڙَ ڏيئِي،
صُباحَ سَيِيئي، پارِ پُڇَنَدءِ خَبَرُوُن.

(11)

بَندَرِ جان پَئِي، تہ سُکاڻِيا، مَ سُمَھو،
ڪَپَرُ تو ڪُنَ ڪري، جِئَن ماٿي مَنجھہِ مَھي،
ايڏو سُورُ سَھِي، نِندَ نہ ڪِجي، ناکُئا.

(12)

سَندي مُعلَمِ آسري، سُتا سَڀِ پَئي،
اَئِين پُڻِ سُمھو ناکُئا، بَندَرِ ناھِ پَئِي،
جَنِ جي لائِقَ لَڄَ رَکِي، سي سَڀِ لَنگھِيندا لَکِيُون.

(13)

اوريائِين آڻِينِ، ميڙيو مُعلمَ خَبَرون،
سا تان سُڌِ نہ ڏِين، جِتي وَہُ ويڌَ کَري.

(14)

ناکُئو نِگھبَانُ، مُعلِمَ مُنجي خَبَرُوُن،
جَنِ ساري کَنيو سَمُوندَ تي، سَفَرَ جو سامانُ،
لُطفَ ساڻ لَطِيفُ چَئي، تَنِ لَنگھِيو طُوفانُ،
سَنياري سُبحانُ، وجِي عادَنڻُون اُکتا.

(15)

مُلاحِظو مِھرانڻَ جو، مُور مَ لاھِ مَناءُ،
سامُوندِي سَنيال ڪِي، سُمھَڻَ آيئِي ساءُ،
جاڳِي جَرَ مَٿاءُ، تاري وانءُ تَرازَ کي.

(16)

تاري وانءَ ترازَ کي مَنجھان موجَ ملاحَ،
داھُون کَنِ دَرِيَاھہ جِيُون، اُونھي جا آگاھہَ،
سُونھَنِ جي صَلاح، وَٽُ تہ وِيرِ لَنگھي وجَين.

(17)

سُونھان سُڌِيُون ڏِينِ، ھِنَ ديواني دَرِياہَ جِيُون،
کُوڙَ اوڏائِي کِينَ کِي، رُکو سَچُ سودِينِ،
عِجزَ جو اَڏ راتِ کي، وَکَرُ وِھائِين،
ساٿُ نِباھِيو نِينِ، ثابِتُ اِنَھِين سِيرَ مان.

(18)

ٿُون ويسَرو وِيرَ، ساٿِينِ سَنيَتِ پَنڌَ جي،
جوڙي جُنگَ جھازَ کي، کوڏِ ھَٽائِج کِيرَ،
وِھي وَڻجارَنِ جِي، بَندَرَ ڏانھنَ بَھيرَ،
گَھرِ تَنِين جي کِيرَ، جَني لاڳيدارَ لَنگھائِيا.

(19)

قَرقُلَ، قوتا، پارِچا، پاڙِيتَ پاتاڻُون،

ڪونِيُون قِيمَتَ سَندِيُون، تَرَ ۾ تاڪِياڻُن،
لاڄُن مَنجهہِ لَطِيفُ چَئي، بيڙا بَڌائون،
نَڏر نَبِي جامَ جو، چَڙهندي چِيائون،
جي چُهي چوڙِياڻُون، سي بيڙِيُون رَکين باجهہَ سين.

(20)

وِچين جان ويهي، جَرِ پَلَئو پائِيان،
"تَرِ بيڙا، گهُر سُپِرين" اوسَهِ اِي پيئي،
جِئَن وَڻجارو سين وَکرين، سَرَها سِپيئِي،
حرمَتَ ساڻُ حَبِيبَ جِي، سُونگَهِا نہ سيئي،
پاڻهي اُوءِ پيهِي، گندَ ڪيڙائو آئيا.

**وائي**

عُمر سَڀ عَبَٽُ، ويلَ وِڃايم، وقت وڃايم پانهنجا.
ويني لِکِيو لوڙِيان، جيڪين ڪِئَڙو مَسُ،
ويلَ وِڃايم پانهنجا.
اَچِي اَياڳِيَني کي رَسِڄ، اَچِي رَسُ،
ويلَ وِڃايم پانهنجا.
حالُ مُنهِنجو هِڪَڙو جهَڙو، تان تُون پِريمَ پَسُ،
ويلَ وِڃايم پانهنجا.
قَلبُ جو ڪارو ٿيو، ڪاتِبَ لاهيين ڪَسُ،
ويلَ وِڃايم پانهنجا.

## داستان پنجون

(1)

سَپيئِي سَئِينءَ ڪَرِين، ڪو مَ مُنجهايين واٽ،
سَهڪِي ڪِڄ سَچا ڏَٽِي، سُڄِي جا صِراط،
سُپيرِيان جي ساٿ، لائو لَڱو ميڙيين.

(2)

سَپيئِي سُبحانَ جِي، ڪَرِ حَوالِي ڪَمَ،
تِيءَ تحقيقُ تَسلِيمَ ۾، لاهي غَمَ وَهَمَ،
قادِرُ ساڻُ ڪَرَمَ، حاصُلُ ڪَري حاجَ تو.

(3)

چَڱَن ساڻُ چَڱائِيُون، اِينءَ سَيُڪو هوءِ،
تو جِئَن ڪَري نہ ڪوءِ، بُڇَن ساڻُ ڀَلائِيُون.

(4)

چَڱا ڪَن چَڱائِيُون، مَنائِيُون مَنَن،
جو وَڙ جُڙِي جَن سين، سو وَڙُ سيئِي ڪَن.

(5)

مَيَن مَتِي سَمَرا، ڪُهيَن سَڌَ ڪَرِين،
ساڻُ نِباهِيو نِين، اِيءَ پَرِ سَندي سَڄَڻين.

(6)

وِٽُ وِيمي جو جي لَهين، تہ ٻي ڪارِ نہ ڪَريين ڪا،
سا پَرُوڙِج ڳالهَڙِي، وَڻجارَنِ وَٽا،
موتِي جَنِ هَٽا، آندَئِي ڳَهَٽي اَدَبَ سين.

(7)

اَمُلهَ آڄ مَ اُنِ ڪي، جي نہ پَرُوڙِنِ مَٽِ،
جِتي گَڏِ جِيئي جوهَري، ماڻِڪُ تِنهِين مَٽِ،
جَنِين سونَ سين سَٽِ، تَن هَٽي ري رَدِ ڪِيو.

(8)

سونا! وانءُ صَراف سِينءَ، لَڌو لاهِ مَ لَڌِ،
سودو سوئِي چَڌِ، جِنهن ۾ جَواهِرُ ناهِ ڪو.

(9)

سونا! وانءُ صَرافُ سِينءَ، لَڌو هَڌِ مَ لاهِ،
آهي تَن اُونداهِ، جَنِ جَواهِرَ ضايَع ڪِيا.

(10)

جو صَرافَنِ لَڌِيو، تہ تُون پُٽِ لَڌِج، سونَ!
قَدُرُ لَهَندُءِ ڪونَ، نيئِي گَڌِيندَئِي گَڏوءِ سين.

(11)

وَڃَنِ مَ وِينجهارَ! پاڻِيَٽَ جي پَرَکَٽا،
ڪَنيرُ پايو اَکِيين، لَهَنِ سَيَڪِنهن سارَ،
موتِيءَ جي مزاجَ جو، قَدرُ مَنجهہِ ڪِنارَ،
صَرافِنَئُن ڏارَ، ماڻِڪَ مُلاحِظو ٿِئي!

(12)

جي نہ سُڄاڻَن سَچَ ڪِي، وِهہُ مَ تَنِين وَٽِ،
اَمُلهَ ڪِي اَڌُ ڪَري، پاڻا هَٽَندا پَٽِ،
وَڃِي مُهرَ تَنِين وَٽِ مَٽِ، جي پارَکُو پارِسَ جا.

(13)

قَدَرَ وارا ڪَم ٿِيا، کُٽا خَرِيدارَ،

پاٽِيَٽ جي پَرَڪٽا، وِيا سي وِينجهارَ،
عَينَڪَ پائي اَکيين، لَهَن سَپَ ڪَنهن سارَ،
صَرافَنِئُون ڏار، ماڻِڪَ مُلاحِظو ٿِئي!

(14)
اَگهيو ڪائو ڪَچُ، ماڻِڪَن موٽ ٿِي!
پَلَوُ پايو سَچُ، اَڃِيندي لَڄَ مَران!

(15)
ويا سي وِينجهارَ! هِيرو لَعلُ وِنڌين جي،
تَنِين سَندا پوئِيان، سِيهي لَهَن نہ سارَ،
ڪُٽِين ڪُٽِ لُهارَ، هاٺي اُنهِين پيٽِيين.

(16)
تا صَرافَ سُڄَنِ، پاڻُ ڪوناٸِن جوهري،
ماڻِڪُ ڪَري مُٺِ ۾، وانءُ وِني وَٽِ تَنِ،
سَندُسِ ئي سَيّدَ چَئي، ڪِهڙو قَدُرُ ڪَنِ،
پاٽِيٽ ئِي پَرکِنِ، ڪِ ڪَئنِچَلُ ڳُڏِن ڪَچَ سين؟

(17)
اَمُلُ، اَساري پَئِي، پوري! يَڳَئِي جِتِ،
ڪُه نہ رُنُئِي تِتِ، ٻَئِي اَڏَ هَٽِ ڪَري.

(18)
اَمُلُ، اَساري پَئِي، پوري! يَڳَئِي جِيئَن،
وانءُ صَرافَنِ سِيئن، ٻَئِي اَڏَ هَٽِ ڪَري.

(19)
اَمُلُ، اَساري پَئِي، پوري يَڳَئِي جان،
ٻَئِي اَڏَ هَٽَ ڪَري، سِري صَرافَن وانءُ،
تہ سو تنهين تان، سَڄو ڪَرايين سيگهہ ۾.

(20)
ماڻِڪُ، مُنڌَ هَٽان، پيتِيءَ ۾ پَرِزا ٿِيو!
سَڄو تان سَيّدَ چُئي، لَهي لَکُ سوا،
يَڳي پُڄاڻان، پَدَمانُ ئِي پَري ٿِيو!

(21)
جِتي ماڻِڪَ ماڳُ، تِتي چوران تَڪِيو،
سَنئُون تَنِ سَياڳُ، اَمُلُ جَنِ اوباهِيو.

(22)
چورُ اُپو اِيئن چوءِ، تہ آءٌ اُهوئِي آهِيان،
جي آسِي اَکِينِ هوءِ، تہ لِڪي ڪي ڪونہ لَهي.

(23)
چوري پَهتُ ڳُجهہ سين، پَڌَرِ ناهِ اَرَٿُ،
پوءِ لِڪائِج وَٿُ، پِهرِين لِڪائي پاڻَ کي.

(24)
جهَنگُ ڪامِي پَٽُ ٿِيو، لَٽِي چوران لِڪَ،
ويئِي وِجُودان نِڪري، جيڪا دَڙي دِڪَ،
هيڪُ سَڄَڻُ ٻِي سِڪَ، ٻَئِي پُهتا پاڻَ ۾.

**وائي**

جاڳو، يارا! جيڏِيُون! پاڻَ پَرنجي،
جاڳو جوشان، جيڏِيُون! پاڻَ پَرنجي.
هَلندي حَبيبَنِ ڏي، ويلو وِڃَ نہ ڪجي،
جاڳو جوشان، جيڏِيُون!
مَٿا اُهِس اُسِري، پَتنگَ جئَن پَئجي،
جاڳو جوشان، جيڏِيُون!
عَرضُ اَحوالُ اُنِ کي، چَڱِيءَ يَتِ چَئجي،
جاڳو جوشان، جيڏِيُون!
ڪري نِيازُ نِڪَڻُون، واحِدَ ڏي وَرِجي،
جاڳو جوشان، جيڏِيُون!
آهي موٽُ مِڙنِ تي، گوڙِيُون ڪِيو گجي،
جاڳو جوشان، جيڏِيُون!
اَجَلُ اِيندُءِ اوچتو، جو سَدا ٿو سُڄي،
جاڳو جوشان، جيڏِيُون!
اَڳِيان اُونداهِيءَ جو، سَمَرُ ساڻُ ڪجي،
جاڳو جوشان، جيڏِيُون!
ڪَڻُ تون ڦُوٽُ قَبَرَ جو، گهٽو ٿو ڳُهرجي،
جاڳو جوشان، جيڏِيُون!
آڳو عيبَ آنهجا، ڍَڪِيا ڳُجهہَ ٻُجهي،
جاڳو جوشان، جيڏِيُون!
جيڪِي وَهي وُجُودَ ۾، صاحبُ سو سَمُجهي،
جاڳو جوشان، جيڏِيُون!
اَمُنُ آهي اُن کي، جو مَنجهِہ اَللهَ اَجهي،
جاڳو جوشان، جيڏِيُون!

## داستان ڇھون

(1)

تانگھي ۾ تاڻي، بَڌُ پَنهِنجو تُرَهو،
اونهي ۾ آڻي، ڪونہ ڏِينڊُءِ ڪو ٻيو.

(2)

تارُو تَرِيو وَڃَنِ، نَنڍا وَڏا واهُڙ،
هَئي، ٻَرِ! اَتارُنِ، جِئَن ڳرا مَٿِنِ مولهيا.

(3)

ڏوري لُهہُ ڏاتارُ، جِمَ وِهين ويسَرو،
هَڪِئو هوڄ هُشيارُ، ڪِوَڙِ ڪِوَندَئِي اوڇِتِي.

(4)

سُتين ڪهڙيءَ سارَ، وِڄ ڪِوَندِيئِي ويسَرا،
تو جيڏا تو يارَ، لهَرِيَنِ لَهوارا ڪيا.

(5)

سُتين سَنجهيِئي، وِڄَ ڪِوَندِيَئِي ويسَرا،
وِير وَري ويئِي، اَسارَنِ تان اوچِتي.

(6)

ڪِوَڙِ ڪِوايو، آيَئِي نِندَ اَياڳَ جِي،
جَنِين نہ پَئو پانيو، ڪَري تَوائِي تَنِ ڪي.

(7)

سامُوندِي تو سَنبَهين، ساڄو جهَلِ سُڪاڻُ،
لَڳِي واءُ وَڏاندَرو، مُنجهائي مهراڻُ،
جَنِين پانيو پاڻُ، ڪَري تَوائِي تَنِ ڪي.

(8)

نُڪو سُڪُ نَڪَتين، نہ ويساندِ نَئين،
جيڪا اَچئي سامُهِين، پايين سا سَئِين،
مُوڙي ڪوهہُ مَئين، جِئَن سَجِيُون راتِيُون سُمَهين.

(9)

اَهڪِي راهہَ اَللهَ جِي، اَهُڪِي، اَهُڪِي پَتِ،
هوءِ جي ڍِهائِي ڏيهہَ جا، تَن پُڻِ مُنجهي مَتِ،
آچارانِ اُبَتِ، ڳِهڙِج ڳهاٽي نِينهَن سين.

(10)

مَ ڪِين هيج، مَ هوڄ؛ تَرِسُ مَ، تاڻِ جَهازَ ڪي،
ڇَئو ڪَلِمُون مُحَمّدَ تي، تہ اَڳِيان اَچيئِي اوجَ،
سَهُڪِيءَ پَتِ، سَبوجُهہ، تُنهِنجِي مَڪي ڍُڪي مَڪُڙي.

(11)

تَنَ ۾ تَراز توهہَ جِي، ڳهَڻُون لَهہُ ڳهوري،
اَدَب ۽ اِخلاصَ جا، سِڙهہَ ٻَڌِج سوري،
وَڪَرُ وينَتِينِ جو، تِنهنِ ۾ پاءِ توري،
تہ عادَنِئُون اوري، تُنهنجو تَوائِي نہ ٿِئي.

(12)

ثابت لنگهيا سِيرَ، لَهرِنِ لوڏِيا ڪِينَ ڪِي،
وِڄِي پهتا پارَ ڪي، نِرتُون مَنجهان نِيرَ،
ماءِ پهتا مِيرَ، ٻارِ لَنگهائُون ٻاجهہَ سين.

(13)

ويهہُ تُون وِساري، ڇَندا جي ڇُلَڻ جا،
جو لَڪَ لَهِرِيُون ڏي، ڪَرِ ساڃاهِ تِنهن سَمُوندَ جِي.

(14)

سَمُندَ جي سيوِينِ، تَنِين ماڻِڪَ ميڙِيا،
ڇِلُرَ جي ڇوئِينِ، تَنِ سانگوٽا ۽ سُتِيون.

(15)

توڙي تَوائي، توءِ تُنهِنجو آسَروَ!
سَڄَڻَ ڳِرِ لائي، ڪِيرُوُن ڏِيندِيَسِ جيڏِين.

### وائي

هي جي، هو جي لَڪَ، مُون مارِيندا لَڪَ،
مُون مارِيندا لَڪَ.
يا والِي، ڪيڇُ نہ اوڏي ڇَڪَ،
مُون مارِيندا لَڪَ.
اَنتُ نہ ڏِجي عامّ ڪي، لوڪان ڪِجي لِڪَ،
مُون مارِيندا لَڪَ.
پاڻَ ۾ پارِيُون ڪري، نِينهَن وهائجي نِڪَ،
مُون مارِيندا لَڪَ.
سَهُڪِيءَ پَتِ، سَبوجُهہ، تُنهِنجِي مَڪي ڍُڪي مَڪُڙي.

# سُر ساموندي

## داستان پهريون

(1)
پَڳهَہ پاسي گهارِ، آيَلِ سامُوندِيَنِ جي،
وِجهِي جِيءُ جَنجارِ، جِمَ وَجَنِئِي اوهَري.

(2)
پَڳهہ پاسي پَچُ، آيل سامُوندِيَنِ جي،
مَنَ ۾ ٻاري مَچُ، جِمَ وَڃِنَئِي اوهَري.

(3)
پَڳهَہ پاسي ويھُہ، آيل سامُوندِيَنِ جي،
ڌُون ويسَري وِکَ ڪٽين، هُو پُورِيندا پَرڏيھُہ،
سَمُنڊُ جَنِ ساڙيھُہ، ڪوهُ نَہ وِيئن تَنِ سين.

(4)
جان ايندين تان آءُ، هَٿِي هَٿُ پَڳهہ ۾،
لَڳي واءُ سُواءُ، سِڙهُ سانباهِي نَہ سَهِي.

(5)
نَنگر جان نَہ ڪَٽَنِ، وانءُ وَهِلِي نِڪري،
مَڃُڻَ ڏيهہ وَجَنِ، ناڙِيُون پُوري ناڪُئا.

(6)
نَنگر ۾ ناڙِيُون، پَڳهَہ ڪَٽِي پَندِ ٿِيا،
بَندَرَ بازارِيُون، سُڃا سامُوندِيَنِ ري.

(7)
نَنگرئون نيٽين، مَنُ اولِيءَ نَہ اوهَري،
سباجهين سيٽين، پائي ڳُڻُ ڳِهِيو هِينئُون.

(8)
سيئِي جويَنَ ڏِينهن، جَڏِهن سَجَڻَ سَفرَ هَلِيا،
روُئان رَهَنِ نَہ سُپِرِين، آيَلِ ڪَرِيان ڪِيئَن،
مُون کي چاڙهي چِيئَن، ويو وَڻجارو اوهري.

(9)
نَہ سي تَڙِ هوڙاڪَ، نَہ وايُون وَڻجارَنِ جُون،
سَرَتِيُون سامُوندِيَنِ جا، اَڄُ پُڻِ چِڪِيَم چاڪَ،
مارِينهُون فِراقَ، پاڙيچِيون پِرين جا.

(10)
وِيا اوهَري اوءِ، مون کي ڇَڏي ماڳهين،
جُڳَنِ جا جُڳَ ٿيا، تِئان نہ موٽِيو ڪوءِ،
گُوندَرَ مارِيندوءِ، ويچاري وِئَنِ جو.

(11)
اُونهي ۾ اوهَري، جَڏهِنِ جي وِيا،
سانداري سَمُوندَ جي، نِهوڙي نِيا،
وَجي تِت پيا، جيتي نِهايَتَ ناهہ ڪا.

(12)
اُونهي ۾ اوهَري، جَڏِهن وِيا جي،
موٽِي ماڳِ نہ آئِيا، ماءِ سامُوندي سي،
ڪارو تَنِين کي، جيڪُسِ وَهُ وري وِيو.

(13)
اوڙاهِ وِيا نہ وَرِيا، آءٌ تِنهن ماري ويڻَ،
ڪَري سامُوندي سيڻَ، جُسي جارُ پِرائِيو.

(14)
جي وِيَڙَمِ اَڄُ، سي ڪَڏِهن ايندا مان ڳِري،
پِريان جي هُنَ پارَ ڏي، وَڃِي دؤنڪِي ڏَڄُ،
سامُوندِيَڪو ڏَجهہُ، ماءِ مارِيندَمِ ڪَڏِهِين.

(15)
اوهَرِيا جِئائِين، ڏُکَنِ تَنِ تَڙَنِ تي،
سامُوندِيَنِ، سائِين! واءُ سَٽائو وارِيين.

(16)
سامُوندي ساري، مَٿي تَڙُ گُذاريان،
مُون کي تِي ماري، اُنهين سَندي ڳالهڙي!

(17)
سامُوندي ساري، ماءِ مُنهِنجو جِندَڙو،
بَندَرِ ويچاري، وَڃِي لايا ڏِينهَڙا.

(18)
سامُوندِيَڪو سَنگَ، آهي گُوندَرَ گاڏُئون،
اَنگهن چاڙهي اَنگُ، وِيو وَڻجارو اوهَري.

(19)

وجيئي وِسَري شال! جو ٿُون سودو سِکيو،
اجا تائين ڪالهہَ، موٽِيو سَفَرَ سَنبهَين.

(20)

ڳِريو جهَلِيو روءِ، مَتي مُهري هَٿَڙا،
ڪوءِ! سودو سَندوءِ، جو ٿُون، ڍوليا سِکِيو.

(21)

اَلوڙَڻ نہ ڏِئي، وَرَ وِڌائِين وَنجهَہ ڪي،
رَهہُ اَجوڪِي راتَڙي، لالَنَ! مُون لائي،
وَجُ مَ ڦوڙائي، ايڏي سَفَر سُپرين.

(22)

مُون جهَلِيندي نہ رَهِيا، جُڪُسُ نِبَرُ نِينهُن سَندومِ،
قادِرُ شالَ ڪَندومِ، ويجهي وَٽجارَن سين.

(23)

جَڪُس نِبَرُ نِينهَن سَندومِ، جِئَن مُون اُيي، هَنِ ٿيلِيو،
سَعيو سامونڊِينَ سين، اَڳهين تان نہ ڪِيومِ،
وِجهَڻُ مَنجهِہ هُئومِ، پاڻُ وَراڪِي رَسِ سين.

(24)

بيڙيءَ جي پُٽن، نِينهُن نہ ڪِجي اُنِ سين،
اُپيُون ڏَنيَ ڏِسَنِ، جُهہ سِڙَهہ ڏيئي سِيرَ ٿِيا.

(25)

هِينئڙو بيڙيءَ جان، ڏَٿَڙِ پئي ڏِينهن ٿِيا،
پُڇيو تان نَہ پِريان، ڪَرَ لاهُو ٿِي ڪَڏِهِين.

(26)

تَن جَنِين جِي تانگَہَ، سي سَجَڻَ سَفَرِ هَلِيا،
لَئِج لاتِ، لَطِيفُ چَئي، ڪَڏِهين اِيندَم ڪانگَہَ،
ڪِنهن سَٽاٽي سانگَہَ، پِرين پَرڏيهِي ڪِيا.

(27)

تان ڪِين لَئِج ڪانگَہَ، ڪَڏِهن اِيندا مُون گهَرين،
سيڻَنِ ڪارَڻِ سانگَہَ، مُون تان گهَٽيئي ڪِيا.

(28)

سَرَ نِسَرِيا پاندَ، اُتَرَ لَڳا آءُ پِرين،
مون تو ڪارَڻِ ڪانڌُ، سَهسين سُڪائون ڪيون.

(29)

سَرَ، لوهِيڙا ڳِپيا، ڪُسَرَ نِسريا،
تو ڪِئن وِسريا، ڍوليا! ڏِينهَن اَچَڻَ جا.

(30)

جيڪَرَ اَچي هاڻِ، تہ ڪَرِيان روُحَ رُچَندِيون،
آيلِ ڍولِئي ساڻِ، هُوندَ ڳِرِ لَڳِي، ڳالِهيُون ڪَرِيان.

(31)

آيَلِ ڍولِئي ساڻُ، اَچي تہَ جهيڙِيان،
”لايَئِي ڏِينهن گهَٽان، مُون سين ڪيئِي ٿورڙا.“

(32)

ڍوليو وِئڙو ڏُورِ، تي ٿِي سِيءَ ڳُذاريان،
مادَرِ مُون مَ چورِ، نا تہَ پَڌَرِ پُوندي پِرينءَ ري.

(33)

لاهِيندا ئِي ڪَنِ، ڳالِهيُون هَلَڻَ سَندِيُون،
ڏِيندا مُون ڏُکنِ، وَهِ وِجهَندا جِندَڙو.

(34)

مُون کي جِياريو، پِرِيَنِ جِي ڳالهِہ ڪَري،
ڊَنو اَجُ اَڏيو، هِينئڙو کوٽ بُرجَ جِئَن.

(35)

وانءُ وَجِي وائُٺِ، هِينئڙا ماڳُ پِرينَ جو،
چُميو، چُمُ چَائنٺِ، هُوءِ جا سَندي سَجَٽين.

(36)

آئُون جَنِ آساري، مَتي تَڙَ ڳُذارِيان،
مُون کي وِساري، شالَ مَ وَجَنِ اوهَري.

(37)

آساري آهِيين، مَتي تَڙَ ڳُذارِيين،
تون ڪِئن وِسارِيين، سنَگت سامُونڊِينِ جي.

(38)

سَنهي لَڪِ، نَڪِ سَئِين، ڪَجَلَ پِنَنِ نيڻَ،
سامُونڊي مُون سيڻَ، ڪِ تو ڪالهہَ لَنگهائِيا؟

(39)

هي سَجَڻَ سيئِي، جي مُون ڪوڏِ نِهارِيا،

اِيندم جان پيھِي، تہ سَبِ لاھِيندَمِ ڏُکڙا.

(40)

ڇَمَڪِيُون چوڏارَ، ڏَجُون ڏاڙيچَنِ جِيُون،
ماءِ سامُوندي آئِيا، سَھسين ڪَري سِنگارَ،
اُنھِين جِي پَچَار، ڪالوھونڪَرَ ڪانگُ ڪَري.

**وائي**

ڪَرَھَل پائي لَجُ، ڪُہُ نہ وِيئينءَ اُنِ سين؟
اُجارِياڻُون اولِيُون، ڏُئارِياڻُون ڏَجُ،
ڪُہُ نہ وِيئين اُن سين؟
مَتان وِھين ويسَري، اُتِي پُورُلَ پَجُ،
ڪُہُ نہ وِيئين اُن سين؟
سيڻَنِ ساجُھر لَڏِيو، ڻُون آئي نِھارِين اَڄُ،
ڪُہُ نہ وِيئين اُن سين؟
ڪالَھہ سِبايُئِي ڪَنجِرو، آنگُون پاتِيُئِي اَڄُ،
ڪُہُ نہ وِيئين اُن سين؟
ڪيرُ سُڱَندو ڻُنھِنجِيُون، اَدورائُون اَڄُ،
ڪُہُ نہ وِيئين اُن سين؟

**وائي**

(2)

وِيندي آئُون هوتَنِ وَٽِ، مُون وَھہُ وَٽِجارَنِ سين.
پَڳھہُ ڪَڻُ مَ، پاتَٽِي، جانِي مُون لَئي جَٽِ،
مُون وَھہُ وَٽِجارَنِ سين.
وايُون وَٽِجارَنِ جِيُون، اَڊِيُون اَڄُ نہ هَٽِ،
مُون وَھہُ وَٽِجارَنِ سين.
ڳَرھيان سُورُ سَفَرَ جو، هَلِي پَنھِنجي اَرَٽِ،
مُون وَھہُ وَٽِجارَنِ سين.
پورِينديَسِ پرِينَ ڏي، ڪانہَ ڪَرِينديِسِ ڳھَٽِ،
مُون وَھہُ وَٽِجارَنِ سين.
ڏيئي سِڙھہَ سِيرَ ٿِيا، پيرُ نہ لايئُون پَٽِ،
مُون وَھہُ وَٽِجارَنِ سين.

## داستان ٻيو

(1)

پُران، مانَ پُڄان: ٻَندَرَ مُون ڏُوُر ٿِيا،
نہ مُون هَڙِ نہ هَنجِ ڪِين، جو آئُون چَئِي چَڙھان،
اِيھين ڪِجِ پاتِڻِي، جِنھن پَرِ پرِينَ مِڙان،
ڪارُوُن ٿِي ڪَرِيان، تو دَرِ اُپِي، ناڪُئا.

(2)

هَڙَ ۾ ڪِينَ هُيون، هونھَئين هُنِ نہ چاڙِھيا،
سارو ڏِينھُن سَمُوندَ تي، لَھِي سِجُ ويونِ،
جَڏِہ سائِين سَبَبُ ڪِيونِ، تَڏِہِ سُتَڙِ ٿِيا، سَيَدُ چَئي.

(3)

اَسان اُڏارا، آٽي آونگَ چاڙِھِيا،
مُنھن ڏيئي مُون آئِيا، سَمُھان سِيارا،
اُيرَنِ سِيڪارا، پَسِيو وَرَ ٻِيَنِ جا.

(4)

مُون اُيِي تَڙَ وَٽِ، پِرِيَنِ پَڳھہ چوڙِيا،
ڪا مُنھِين ۾ ڳھَٽِ، ناتَ سَڄَڻَ سَٻاجھا ڳھَٽُون.

(5)

مُون اُيِي تَڙ هيٺ، پِرِينَ پَڳھہ چوڙِيا،
ڪا مُنھِين ۾ ڏيٺِ، ناتَ سَڄَڻَ سَٻاجھا ڳھَٽون.

(6)

مُون اُيِي تَڙَ جھَلَ، پِرِيَنِ پَڳھہَ چوڙِيا،
ڪا مُنِھين ۾ آلَ، ناتَ سَڄَڻَ سَٻاجھا ڳھَٽون.

(7)

مُون اُيِي تَڙَ پاسِ، پِرِيَنِ پَڳھہِ چوڙِيا،
هو اَللهَ هارا اُهَرِيا، آءٌ دَمِدَمِ دُعا ڪَنديِاسِ،
آہَ نہ لاهِينديِاسِ، موٽِي اِيندا مُون ڳھَرين.

(8)

ڪِيڙائُن ڪارو، سَنجھيئي سارِيو،
آيَلِ اُمارو، آهِنِ پِريين پارَ جو.

(9)

ڪاري ڪيڙائُو، مَٽي مِني موٽِيا،
سودو ڪَنِ نہ سونَ جو، وَڏا وِھائو،
موٽي جي مِھراڻَ جا، تَنِ جا طاماعَو،
سامُوندي سائُو، لَنڪا لوپي آئِيا.

(10)

لَنڪا لَنڪا ڪَنِ، لَئي لَنڪا جي اوھَرِيا،
سُٽِي سونُ لَنڪا جو، سُکُ نہ سامُوندِينَ،
پِرِهَ پَڳَهَ چوڙِيا، ڪاري ڪيڙائُنِ،
وَي ياڳِ پِڙَن، جي ڪَھيا ڪارونيارَ ڏي.

(11)

وَڻِجارَنِ وَري، پِرِهُ پَڳَهَ چوڙِيا،
اولِيُون پَسِي اُنِ جِيُون، پِئَڙَمِ ڳَچَ ڳَري،
وِيندَيسِ ماءِ مَري، ساري سامُوندِينِ کي.

(12)

وِڻِجارَنِ واري، پِرِهَ پَڳَهَ چوڙِيا،
ڪيڙائُوُ ڪاري، سَنيُوڙا، سَيّدُ چَئِي.

(13)

وَڻِجاري وائِي، سَدا آهِ سَفَرَ جِي،
آيَلِ اِيھائِي، مُون مارِيندي ڳالَھڙي.

(14)

وَڻِجارَي جِي ماءِ، وَڻِجارو نہ پَلِيين،
آيو ٻارھين ماهِ، پُڻِ سَفَرِ سَنَبھي.

(15)

وِڻِجاري ڪانڌاءُ، مُون وَرُ ويني گھارِيو،
لَڳِي اُتَرَ واءُ، ڊوِلِيو هَلَڻَ جِيون ڪَري.

(16)

جي تُون وِڻِجارو ڪانڌُ، تہ مُون هَڏِ مَ لاتُون لِڏِيُون!
پَرَڏيهَ مٿي سانگُ، اَنَئِي پَهَرَ جِنهن ڪِيو.

(17)

پَرَڏِيھہ پُورِيائُون، سامُوندِيَنِ سِڙَه سَنباهِيا،
مان تَنُ مارِيائُون، پاٽان وِجهِي ڳُوندَرِين.

(18)

تِيا ڏياريءَ ڏِينهُن، سامُوندِيَنِ سَفَرَ جِي ڪَئِي،
مُون سر وتا جيڏيُون، ڏُکَنِ سَندا مِينهَن،
ڪَيَسِ نِماٽي نِينهنَ، ڪاري ڪيڙائُنِ جي.

(19)

ڪارو جي ڪيڙِين، سيئِي منهنجا سُپِرين،
رُوئان رَهَنِ نہ لِکَ سِينءَ، جهَلِيان جهَلَ نہ ڏِينِ،
وِرهَ ويڏ ڪَرينِ، آيَلِ سامُوندِيَنِ جا.

(20)

ڏِٺي ڏِياري، سامُوندِيَنِ سِڙَه سنباهِيا،
وِجهِيو وَرُ وَنجهہَ کي، روئِي وَڻِجاري،
مارِيندَءِ ماري! پِرَهَ سُورَ پِرِينِ جا.

(21)

ڏِٺِي ڏِياري، سامُوندِيَنِ سِڙَه سَنباهِيا،
اُنِ کي مُندَ اُتَرَ جِي، اوچِتِي آئِي،
وَڻِجارَنِ وائِي، آهي پَرِيين پارَ جي.

(22)

تِي ڏِياري ڏيٺِ، ڊوِلِيو هَلَڻَ جِي ڪري،
مَکِيو پَنهنجي مَڪُڙي، چِيني چَڱِيءَ چيٺِ،
رُوئان رَهَنِ نہ سُپِرِين، جانڪِين جهَلِيان بيٺِ،
مُون سِين ڪَري ميٺِ، سَجَڻَ سَفَرِ هَلِيا.

## وائي

(1)

آئين اچِي پَسو، جيڏيُون! ووءِ! هِي جو وَهُ مُنهنجي جِندَڙي
پائي وِئڙا پيرَ ۾، منجهان ڳرِسَ ڳسو،
ووءِ! هِي جو وَهُ منهنجي جِندَڙي.
ڏيئي وِئڙا ڏاهِ کي، سُورَنِ جو سَرَسو،
ووءِ! هِي جو وَهُ منهنجي جِندَڙي.
آءٌ ڏورِيندي اُنِ کي، ڏيئي تَنَ تَسو،
ووءِ! هِي جو وَهُ منهنجي جِندَڙي.
ساءُ نہ آيان سُورَ جو، هاڻي ٿِيون هَسو،
ووءِ! هِي جو وَهُ منهنجي جِندَڙي.
مَتان وِهو، ويسَرِيُون! رِڙهو تي رَسو،
ووءِ! هِي جو وَهُ منهنجي جِندَڙي.
مُندائتي مِينهَن جِئَن، ويروتارِ وَسو،
ووءِ! هِي جو وَهُ منهنجي جِندَڙي.

## وائي

(2)

آئين مُون کي، زورِ مَ جهَلِيو، جيڏيُون،
ووءِ! آئُون هَلندي هوتَ ڏي.

اُونهي وِٽڙا اُوهَري، تَرازُون تاري،
ووءِ! آئُون هَلندي هوتَ ڏي.
مَري رَهَنديَس ماڳِهين، سامُوندي ساري،
ووءِ! آئُون هَلندي هوتَ ڏي.
سُورُ ٿُنهِنجو سُپرين، مُون مَعذُورِ کي ماري،
ووءِ! آئُون هَلندي هوتَ ڏي.
هاڻِ نہ جِيان جِيڏيُون، آئُون کُنئِيس کوهِياري،
ووءِ! آئُون هَلندي هوتَ ڏي.

**وائي**

(3)
آيَلِ ڪَرِيان ڪِيئَن؟ مُنهِنجو نِينهُن اَپَلِيو نہ رَهي.
وِيو وَڻجارو اوهَري، مُون کي چاڙهي چِيئَن،
مُنهِنجو نِنهُن اَپَلِيو نہ رَهي.
سامُوندِيَن جي سَڱَ کي، روُئان راتو ڏِينهَنَ،
مُنهِنجو نِنهُن اَپَلِيو نہ رَهي.
اُڏوهِيءَ جِئَن ڏُکڙا، چَڙهِيا چوٽِيءَ سِيئَن،
مُنهِنجو نِنهُن اَپَلِيو نہ رَهي.
ڳُوندَرَ مَٿاءِ جِندَڙي، وَرِيا وَلِن جِيئَن،
مُنهِنجو نِنهُن اَپَلِيو نہ رَهي.
مادَرِ پائي مَندِيُون، وَجان هاديءَ سِيئَن،
مُنهِنجو نِنهُن اَپَلِيو نہ رَهي.

## داستان ٽيون

(1)
جي وِيا پهرئين پُور، آهِيان گهوري اُنِ جي،
سامُوندِيڪو سُورُ، ماءِ مارِيندَمِ ڪَڙهِين.

(2)
سامُوندِيَن سَعيو، سَدائِين سَفَرَ جو،
ڪو ڏيهُ چِتايو، اونهي وَڃَن اوهريا.

(3)
اَڄُ پُڻ وايُون ڪَنِ، وَڻجارا وَڃَڻَ جِيُون،
اَنِئي پَهَرَ اَٿنِ، سَعيو ڪنهن سَفَرَ جو.

(4)
اَڄُ پُڻ وايُون ڪَنِ، وَڻجارا وَڃَڻَ جِيُون،
مُون اُپِيئِي هَليا، بَندرَ جَن ٿَڙَن،
سرتيُون سُورُ سَندُنِ، مُون مارِيندو جِندَڙي.

(5)
اَڄُ پُڻ وايُون ڪَنِ، وَڻجارا وَڃَڻَ جِيُون،
هَلَڻَ هارا سُپرين، روُئان تان نہ رَهَنِ،
آءٌ جهَلِيندي ڪيترو، آيَلِ سامُونڊِيَنِ،
پَڳهَہَ چوڙي جَنِ، وِڌا ٻيڙا ٻارِ ۾.

(6)
لاهِيان جي نہ چِتان، اَلا! اُنِ مَ وِسَران،
مَڙهيو مَنجهاران، جِيءُ مُنهنجو جَنِ سين.

(7)
چِتان جي نہ چُرَنِ، اَلا! اُنِ مَ وِسَران،
مُون مَنُ آهي تَنِ، مَڙهيو منجهارا هِينئين.

(8)
ٽَڙين ٽَنوارين، ماءِ ساموندي آئِيا،
مُون کي جِيارين، وايُون وَڻجارَنِ جيون.

(9)
اولا ڪٽِي اُوءِ، پَڳهَہَ چوڙي پَنڌِ ٿِيا،
آيَلِ سامُوندِيَن جي، آهِ اَڙانگِي جُوءِ،
ڪَڙهن ڏِسَندِيَس رُوءِ، وَري هِنِ اَکِين سين.

(10)
لَڳي اُتَرَ هِيرَ، سامُوندِيَن سِڙه سَنباهِيا،
ٺَنگَرَ ڪٽِي ناڪُئا، ٿِئا سَٽاوا سِيرَ،
هينئڙي نِٽُ اُڪِيرَ، ڪاري ڪيڙائيَ جي.

(11)
لَڳِي اُتَرَ اُهَرِيا، واهُوندَنِ وَرَنِ،
آءٌ گهَٽوئِي گهوريان، سان سودو سامُوندِنِ،
اَگِهِ جَن اَچَنِ، عِيدَ وَرَتي اُنِ کي.

(12)
اَگِهِ آيا جان، تہ سَرَتِيوُن مون سُکَ ٿِيا،
اَمُل پِرين مَتان، ٻُرَڪِيو ٻِئَن ڏِيان.

(13)
آئِي اُتَرَ مُندَ، هينئين اُڌڪو نہ لَهي،

وَتِين لاجُوبَندَ، بِھَرَ مَکِن بيڙيُون.

(14)
لاجُو تا لَوَنِ، اَچَنِ سِڙه اُپَٽِيا،
کارَن ٽَنِ پِرِينَ، وينِي واٽ نِھاريان.

(15)
سِڙه سُجاٽِيو چوءِ، ”ماءِ، سامُوندي آئِيا،
مانَ منھنجو ھوءِ، جاتِي ھِنَ جَھازَ ۾.“

(16)
سِڙه تي سِبِياڻُون، بَندَرجَنَ تَڙَنِ تي،
سِڙه سِبِي ساجا ڪَري، کُوھا ڪنياڻُون،
بيرَڦُون بَحرن ۾، چوڙي چَڙھياڻُون،
لَھَريُون لِنگھياڻُون، لُطف سانڱ لَطِيفُ چَئي.

(17)
سِڙه تي سِبِياڻُون، بَندَرَجَنِ تَڙَنِ تي،
مُلا مُعلم خَبَروُن، پُڇِي پُورياڻُون،
سُتَڙ سونِياڻُون، اوَتَڙَ ڪِنهن نہ اوليا.

(18)
بَندَرَ ديسان ديس، مُلُ نہ ملي وارِيين،
فَقِيراڻي ويس، اَمُلَ ڏِينِ اَتورِٺا.

(19)
پَتَڻِ پوءِ پَچارَ، اَن ڪي سِڙه وِيندا گَڏِيا؟
اُڪَنڊَ مُون اَپارَ، شالَ منھنجا موٽِيا.

(20)
اُپِيُون تَڙَ پُوڄِين، وَھُون وِڻجارَنِ جِيُون،
آڻِيو آکا ڏِينِ، ڪَٿوري سَمُوندَ ڪي.

(21)
جَنِين ڪارَڻِ مُون، تي تَڙَ پُوڄارا پُوڄِيا،
پُنِيَمِ اُميدُون، سيئي سَجَڻَ آئِيا.

(22)
واڻُنَٽِيُون ٽِيُون وَرَڪَنِ، اَجا سِڙه نہ پَٽرا،
سيئي ٽِيُون مَرڪَنِ، جُنِين سَندا آئِيا.

(23)
کُوھَنِ سِرِ وانئِٽِيُون، واڻُنِٽِين سِرِ ڳَنڍَ،
ڪيڙي ڪيڙي ڳنڍ، ماءِ سامُونڊي آئِيا.

(24)
جَرِ ٿرِ ڏِيا ڏي، وَڻِ ٽِڻِ بَڌي واڻُنَٽِيون،
”اَلا! ڪانڌُ اَچي، آسائِتِي آھِيان.“

(25)
جا جَرِ جاڻُون نہ ڏِئي، ڏِيا نہ موھي،
سَڌُون ڪوهُ ڪَري، سا پَنھِنجي ڪانڌَ جِيُون.

**وائي**

(1)
پِرِينَ جي پَنڌان، مُون ڪي جي جھَلِيندِيُون،
سي نہ پُڄَندِيُون.
پَلِي ڪَري آئِيو، نانارو ڏيھان،
سي نہ پُڄَندِيُون.
پَڳِي ڪُٽِ سَجي ٽِي، لَٽي جاڪِ ڳِران،
سي نہ پُڄَندِيُون.
سَرَتِيَن سُور پِرائِيا، ھاڻِي ھِنَ ھَنڌان،
سي نہ پُڄَندِيُون.
تان ڪِين واسُ وِھائِيو، ٻاروچي مُلان،
سي نہ پُڄَندِيُون.
تان ڪِين ڏونگَرُ ڏوريان، جان ڪُڙه اَندرَ ساهُ،
سي نہ پُڄَندِيُون.
مَتِيُون موٽَڻَ سَندِيُون، ٿُون ھَڏِ آچ مَ ماءُ،
سي نہ پُڄَندِيُون.

**وائي**

(2)
تَڙَ نِھاريان تي، مُنھنجا بَندَرِ وِٺڙا جي،
مان سِڙه سُجاٽان سَجَڻِين.
اُپِي اوسَهِ پائِيان، ڪارَڻِ وَڻِجاري،
مان سِڙه سُجاٽان سَجَڻِين.
ڳَھَڻُون اُڪندي آھِيان، پِرينءَ پَنھنجي ڪي،
مان سِڙه سُجاٽان سَجَڻِين.
آسائِتي آھِيان، اَلا! ڪانڌُ اَچي،
مان سِڙه سُجاٽان سَجَڻِين.

# سُر ڪامودُ

## داستان پهريون

(1)
ٿُون سَمُون، آئُون گندري، مُون ۾ عَيبَنِ جُوءِ،
پَسِي راڻِينَ رُوءِ، ماڳرِ مَٿِيين.

(2)
ٿُون سَمون، آئُون گندري، مُون ۾ عَيبَ اَپارَ،
پَسِي لِيَ لَغارَ، مَتان ماڳر مَٿِيين.

(3)
ٿُون سَمُون، آئُون گندري، مُون ۾ عَيبَنِ ڪوڙِ،
پَسِي ڪِڪي ڪوڙِ، مَتان ماڳر مَٿِيين.

(4)
ٿُون سَمُون، آئُون گندري، عَيبَ مُون ۾ وِيهہَ،
پَسي مِئڪِي ڏي، مَتان ماڳر مَٿِيين.

(5)
ٿُون سَمُون، آئون گندري، مُون ۾ عَيبَنِ لکُ،
هِنَ مُنهنجي حالَ جِي، توکي سَڀَ پَرکَ،
ڪارَڻِ رَبَّ اَلکَ، مَتان ماڳر مَٿِيين.

(6)
ٿُو تَماچِي، تَڙَ ڌَڻِي، آئُون مُهاڻِي مي،
مُون ڏُهاڱُ مَ ڏي، آئُون جا نالي سُيَسِ ٿُنهِنجي.

(7)
ٿُون تَماچِي، تَڙ ڌَڻِي، آئُون گندري غَرِيب،
توسين ڄامَ قَرِيب، ڪِي ڏَن ڇَڏائي ڏيج مُون.

(8)
ڪاڄُ جَنين جو ڪِڪِيون، مالَ جَنِين جا مَڏَ،
سَمي سيئي سيڻَ ڪِيا، هِيٺا جَني جا هَڏَ،
ڄامَ پَرِتِئي لَڏَ، سانِگين جي سَيّدُ چَئي.

(9)
ڄارا ۽ ڪارا، مالُ جَنِين جو مَڪڙِيُون،
تَماچِي جي تَڪِيي، اَچَنِ سوارا،
جي ميءَ مَڇِيءَ مارا، سَمي سي سيڻَ ڪيا.

(10)
ڪِڪِي هاڙِيُون ڪارِيُون، ڇِڇِيءَ هاٺا ڇَڄَ،
پاند جَنِين جي پاندَ سين، لَڳو تِئي لَڄَ،
سَمُون ڄامُ سُهَڄَس، اُيو ڪَري اُن سين.

(11)
ڪارِيُون، ڪوجهِيُون، ڪوُڙِيُون، مُورِ نہ موچارِيُون،
وَني وينِيُون واٺُ تي، ڪِڪيءَ جِيُون ڪارِيُون،
اُنهين جِيُون آريُون، سَمي ريءَ ڪيرَ سَهي.

(12)
ڄارِيُون، ڪارِيُون، ڇَڄَ ڇِپرِيُون: جَنِ جي مَحَبَتَ مَڇِيءَ ساڻُ،
رَهَنِ، وِهَنِ سِرِ بانڌِيين، سَپِيئي بَدِبُو هاڻُ،
نِڌِڙَنِ جِئن لطيفُ چئي، پاڻِيءَ وِجهَن پاڻَ،
تَنِ مَلاحَنِ جو ماڻُ، سَمي سِرِ ڪِيو پانهِنجي.

(13)
گَندَ جَنِ جِيءَ گوڏِ ۾، پابوڙا پوشاڪَ،
اُنهِين جي اوطاق، راجا رِيجهي آئِيو.

(14)
گَند جَنِ جِي گَوڏِ ۾، پابوڙا پينام،
اُنهِين کي اِنعام، مَڄر مِڙوئِي ڏِيو.

(15)
گَند جَنِ جِيءَ گوڏِ ۾، مَٿَنِ تي مُوڙِيُون،
اَچَنِ سَنيُوڙِيُون، سَمي جي سَلام تي.

(16)
ڏِيا تَماچِيءَ ڄامَ سين، مُهاڻا مَحرُومَ،
نَنڍيءَ وڏيءَ گندرِيءَ، مَٿي ماڙيءَ ڏُومَ،
جي ڪِينجُهر جي رُومَ، تہ سَڀِ اِنعامِي ٿِيا.

(17)
نہ وَڍي، نہ وِڪَڻي: نہ ماري، نہ ڌاري:
ڪارو وِڌائِينِ ڪُوهَ ۾، نِرتون نِهاري،
سائِي پَرِ پاري، جا گَهَرِ سَمي جي سَپجي.

(18)
نہ وَڍي، نہ وِڪَڻِي: نہ ڳَٺي ۾ ڪاري:
اُهِجَ سُهِجَ، ساهِمِيُون، ڌُرِيان نہ ڌاري،

سائِي پَرِ پاري، جا گھَرِ سَمي جي سپجي.

(19)
پاپوڙو پيش ڪِيو، نُوريءَ ٺُون نيئِي،
حاضُرُ هُيُون هَڪِيُون، سَمِيُون سَيِيئِي،
ٺوازي نيئِي، ڳاڏِيءَ چاڙهِي ڳندري.

(20)
مُهاڻِيءَ جي مَنَ ۾، نہ ڳيرَبُ، نہ ڳاءُ،
نِيڻَن سين ناز ڪَري، ريجهايائين راءِ،
سَمُون سَيَن مُلاءِ، هيريائين حِرفَتَ سِين.

(21)
نُوريءَ جي نِيازَ جو، عَجَبُ اَجَهلُ هوءِ،
سَمون سِرُ سَيَن ۾، ميءَ مُورَچِيو سوءِ،
اَچِيو اُپِيَن پوءِ، حُجَتَ پَڳِي راڻِيين.

(22)
ميءَ مَڇِيءَ ۾ هَٽَڙا، وينِي ڪَري وَرَنَ،
راءِ اَگِهين رَکِيي، مُهاڻِي مَنجهہ مَن،
تَماچِيءَ جي تَنَ، ڳالهِيُون ڄِيُسِ ڳُجهِيُون.

(23)
هٿين، پيرين، لڪٿين، مُنهن نہ مُهاڻِي،
جِئَن سَڳو وِچ سُرَندڙي، تِئَن راڻين مَنجهہِ راڻِي،
اَصل هُئِي اُن ڪي، اَهل جاماڻِي،
سَمي سُجاڻِي، پِيڙو بَڌُسِ بانهَن ۾.

(24)
تِهَڙو ڪِينجُهَر ۾، ڪِينَ پِيو، جهڙي سونهن سَنديِاس،
مَڎُ، مِياڻيُون، مَڪُڙا، مِڙئِي مَعافُ ٿِياس،
مُورچَل مَٿاس، هَٿِي جامَ هَٿن سين.

(25)
تَڙُ تَماچِيءَ جامَ جو، تَماچي تَڙَ راءُ،
تَماچِي جي تَڪئين، ٿُون تَماچِي ڳاءِ،
تہ ٿُون تَماچِياءِ، تَماچِي تَڙَ لَهين.

(26)
سَبِ سَمِيُون، سَبِ سُومَرِيُون، سَينِي ڳِچِيءَ هَسَ،
پَسَڻَ ڪارَڻِ پِرِينءَ جي، وَڏا ڪِياڻُون وَسَ،
ڍِول تَن جي ڳَس، هيناَيُون هَلَن جي.

(27)
ڪوءِ سَمِيُون، پَنِ سُومَرِيُون، جي جامَن جِيُون جايُون،
ڪَريو ويسَ وَڏاندرا، اَڳَڻَ تي آيُون،
ڳُونڍَرَ ڳمايُون، جهپِي سَبِ جهَڙَپَ سين.

(28)
ڪوءِ سَمِيُون، پَنِ سُومَرِيُون، جي اَچَن اُونچي ڳاٽ،
وَرُ سي ڪِينجُهر جائِيُون، جَنِ تَماچِي جِي تاٽ،
راڻين مُلا رات، ماڻِڪُ ميءَ پِرائِيو.

**وائي**

هِيري هَٽُ وِڌائين، ويهي ساٿين وِچ ۾.
ٺوازَشِ نُوريءَ جي، آهي تَماچِيءَ تائِين،
ويهي ساٿين وِچ ۾.
ڳندَڳِيءَ ڳوشو ڪِيو، عَطر اوتِيائِين،
ويهي ساٿين وِچ ۾.
اَنڌا مَندا آئيا، سَخا سَڌُ وِڌائِين،
ويهي ساٿين وِچ ۾.
پَسو جُود جُوانَ جو، ڪو هَنڌُ ڪونَ مَٽِيائِين،
ويهي ساٿين وِچ ۾.
قِيمَتَ ڪَمِيڻَن سِين، جهڙي وَٿ وَٽِيائِين،
ويهي ساٿين وِچ ۾.
موتِي مَڇِيءَ هَٿَ تي، ڪوڏِنِ جِئَن ڪِيائِين،
ويهي ساٿين وِچ ۾.
ماڻِڪَ مِياڻين ۾، چِلُرَنِ جِئَن چَٽِيائِين،
ويهي ساٿين وِچ ۾.
ڏيئِي سونُ سُوالَ ۾، رُپي راندِ ڪِيائِين،
ويهي ساٿين وِچ ۾.
پاڻِيَتَ آٽي پاڻَ سين، لَعلُون سَبِ لُٽِيائِين،
ويهي ساٿين وِچ ۾.
فيروزا فَقِيرَنِ تان، گهوري سَبِ گهورِيائِين،
ويهي ساٿين وِچ ۾.
اُتي عبدُاللّطيفُ چَئي، اُجلي اَمُلَ ڏِنائِين،
ويهي ساٿين وِچ ۾.

## داستان ٻيو

(1)
سِرِ صَلابَتَ، سُپرين! مَرَڪَڻَ، ٿُون مَ مَريج،
آهيين نارُ اڪين جو، وَٽان مُون مَ وَڃيج،

تَماڇِي تَڳيج، ڪو ڏِينهُن ڪِينجهُرَ ڪَنڏين.

(2)

ڪو ڏينهن ڪِينجهُر ڪَنڏِيين، تُون تَماڇِي تَڳُ،
اُونچو ٽِيومِ اَڳُ، مُون ڪَر مَلاحَن ۾.

(3)

هيٺِ جَرُ، مَٿِي مَجَر، پاسي ۾ وَٽراء،
اَڇي وَجي وِچَ ۾، تَماڇِي جي ساء،
لَڳِي اُتَرَ واء، ڪِينجهُر هِندورو ٿئي.

(4)

هيٺ جَرُ، مٿي مَجَر، ڪَنڌيءَ ڪَونرَ تَرَن،
وَرئي واهُوندَنَ، ڪِينجهُر ڪٿوري ٿِئي.

(5)

هيٺ جَرُ، مَٿي مَجَر، پاسي پِرِين سَندامِ،
ڪوڙِيين ڪاجَ سِڏامِ، اَنَڳ سِڏو ڪونَ رَهيو.

(6)

سَمِيُون ڪَري سِينگارُ، راءُ رِيجهائِڻَ آئِيُون،
ڄامَ هَٿَ ۾ ڄارُ، ڄُلي ڄبيرين وِچَ ۾.

(7)

ميءَ هَٿَ ۾ مَڪُڙي، ڄامَ هَٿَ ۾ ڄارُ،
سَڄو ڏِينهُن شِڪارُ، ڪِينجهُر ۾ ڪالههَ هُيو.

(8)

جيلانهن نُوري نوازِيئِين، ٿِيو تَماڇِي تي،
ڳاڏيءَ چاڙهي ڳندري، ماڙهُو ڪِيو مي،
ڪِينجهُر چوندا ڪي، تہ سَڄُ سَيائِي ڳالهَڙي.

(9)

پَڳَنِ پوءِ پَچارَ: ”اَڄُ تَماڇِي آئِيو“،
مَرِڪَنِ مَلاحَنِ جا، مَٿي ٻانڌيءَ ٻارَ،
وَڏي ڄامَ ڄمارَ، ڄِنهن مِياڻِيُون موڪِيُون.

(10)

پَڪا پَڪارِيو، ڄامُ تَماڇِي آئِيو،
ڳُوندَر لاهِيو، ڳندريُون! آتَڻَ اُجارِيو،
ڪِينجُهر قَراريو، سَمي سامَ بَخشِئي.

(11)

ڪو جو ڪامَڻُ ميءَ، آهي اَڪَڙِيَنِ ۾،
تَنُ تَماڇِيءَ ڄام جو، ناڀُون پايو تي،
عِشقُ اِيئن ڪَري، ڄِئن ڄارو ڄامَ کُلهي ڪيو.

(12)

ڄامان اَڳِي جي ڄائِيُون، تَنِ جِي نِرتِ نُوريءَ ڪي نانهہ،
نہ مَنهن نہ مارِڪي، نہ وَجَنِ ڪينهن وِيهانءِ،
سي ڪينجهَر ڪَندِيُون ڪانِهہ، جَنِ تَماڇِي تَڪِيو.

(13)

نہ ڪِنهن ڄايو ڄامَ ڪي، نَڪو ڄامَ وِياءُ،
نَنڍيءَ وَڏيءَ ڳندريءَ، سَين آهي سِياءُ،
”لَم يَلِد وَلم يُولد“ اِيءُ نِجابَتَ نِياءُ،
ڪِبر ڪِبرِياءُ، تَختُ تَماڇِيءَ ڄامَ جو.

**وائي**

تنهن ڪي ڪيرُ چوندو مي؟ اَڙي! اِيءَ سَمي جا سَمنگِي.
سَمي جي سُهاڳَ جو، مِينديو ڳُتو مي.
ڄارو ڄامَ ڪُلهي ڪيو، عِشقُ اِئَن ڪَري.
جَنِ وِهَڻُ نہ ڏِٺي وَٺِ ۾، ٿِيا سَلامي سي.
عالَمَ اِنعامي ڪيو، نوريءَ ناز ڪَري.

تنهن ڪي ڪيرُ چوندو مي؟ اَڙي! اِيءَ سَمي جا سَمنگِي.

# سُر معذوري

## داستان پهريون

(1)
هَلندي هوتَ پُنهوُنءَ ڏي، ڪُهجَن ڪي ڪوٺيون،
پانهڻ تَن پَٽُ ٿِئي، جي لَئي لالَن لوڻيُون،
سَڀ سَهيلِيُون سِڪَ ڪي، چُنجُهون ۽ چونيُون،
بانيڙِ! ٿئي بوٿِيُون، تہ ڪُتا ڪِيئِي ڪيچَ جا.

(2)
ڪُتا ڪِيئِي ڪيچَ جا، سَندا جي پُنهُونءَ،
اَگهين هُوندَ، اَسُونهن جي جانارَنِ يادِ پُئين.

(3)
تَنِ پيئي جانارَنِ يادِ، جي پارِئَل پُنهوُنءَ جامَ جا،
سَندي لالَنَ لاڙِ، مُيان پوءِ مُنڊ ٿِئِي.

(4)
جاڳايَسِ جَنبُورَ، ڪُتي قَريبَن جي،
بَهي بَهُڪِي اُٺيو، گهڏي مَنجهان گهوُرَ،
سَڀِ لاهِيندو سُورَ، گَري هِنَ غَريبِ تان.

(5)
نَڪِين آهِيُون چُوهَڙا، نَڪِين آهِيُون چورَ،
هانگاما ۽ هورَ، ڪُتا! ڪَرِئين ڪَنِ تي.

(6)
ڪُتو چَئي قَرِيبَ جا، آهِيُون ساڻ سَهِي،
پِهرين باتِ بَهِي، پُڇُون پوءِ پانڊِينَ کي.

(7)
ڪُهين، تان تون ڪُهہ، ڏَسِ مَ چُوهَڙِيان،
سَندا آهيڙِيان، اَنُ نہ سَهَندي هَٿڙا.

(8)
ڪُتو طالِبُ ڏُونڌَ جو، اَسِين ڪُتي ڪِيڙَ،
چَهُٽِي آهي چيڙَ، ڪارايل جي ڪَنَ ۾.

(9)
ڪَتو ڪُرِتي هَڏِيُون، جُوانمَردُ جِگر ڪاءِ،
"اَلدِنيَا جِيفَۃٌ وَطالبُها كِلابٌ"، اِيءَ هِنئين سين لاءِ.

(10)
جُہ يارُ ڏِناٺُون يارَ جو، پُنِيءَ پيرُ ڪَڙِينِ،
قِرِيا نہ فَرمانَ کان، اُنهِيءَ ۾ آهِينِ،
ڏِسِي نہ ڏاڙِهِينِ، شَبانَ جي سَڳَ کي.

(11)
سَڳِبانَ سِينداريا، بَچِيا، تي بِهَنِ،
قِرِيا نہ فَرمانَ کان، مُلهہ نہ موتِيڙَنِ،
ڪونهي ڏوهُ ڪُتَن، ڏاڪارِيا ڏاڙِهِينِ تا.

(12)
ڏُکا، ڏُونگَرَ جا مِروُن، مَرُ تا مُون تي ڪَنِ،
پَڙُندا ڪِينَ پَرِيتَ تي، هِنَ جا سَڌَرَ تا سُجَنِ،
سَڳائيءَ جِي، سَيّدُ چَئي، آهي سُتِ سَيَنِ،
هُوندَ نہ هِتِ ٿَرَنِ، پَرَ قَرابَتَ ڪَمُ ڪيو.

(13)
ڪَم قَرابَتَ جَن جِي، هِتي آيَم هِيئَن،
رِفاقَتَ راڳنِ جي، پَهُتِيَس پاهَڙَ سيئَن،
ماڙهُو مُلاحِظو تنهن جو، ڪيچ نہ ڪَندا ڪِيئَن،
ذاتِ نِسوريائي نِيئَن، پَرَ سَڌَرَ سين سَڳُ ٿِيو.

(14)
سُڌَرِ سين سَڳُ ڪَري، پَرَڪندين پيياسِ،
ڪير بِرَهَمڻ ڪَنِ جي، ڪيرُ جاٽي ڪيٽاسِ،
هُوندَ نہ سِنڌِ سُياسِ، هِنِ پُرئين ڪيس پَڌري.

**وائي**

خُوبي مَنجهہ خِقَتَ، اي دوسِتَ دِقَتَ،
آهي عَبدُاللطِيفُ کي.
مَدَحَ مُون کان نہ ٿِئي، سَندي سُورَ صِقَتَ،
آهي عَبدُاللَطِيفُ کي.
هِجي ڪَرِيان هيجَ سين، مُطالِعُ مَحَبَتَ،
آهي عَبدُاللَطِيفُ کي.
حُزنُ هوتَ پُنهوَّنُ جو، رُڳِيائِي راحَتَ،
آهي عَبدُاللَطِيفُ کي.
پريان جي پِستَان جو، فاقوئِي فَرَحَتَ،
آهي عَبدُاللَطِيفُ کي.

# داستان پہريون

(1)

ڏُکِيءَ ڏَمَرُ ناهِ، ٻُکِيءَ کِلَ نہ اُجهَي،
اُگهاڙيءَ وِهاڻُ، وِيو ويچاريءَ وِسَري.

(2)

ڏُکِيءَ ڏورَڻُ پاڻَ تي، ويچاريءَ وِڌو،
ڏِيلُ تَنِهين جو ڏُکَ سين، سَيوئِي سِڌو،
هُڙُئِسِ اَڳَ لِڌو، پوءِ تِي کَري پَنڌُڙا.

(3)

ڏُکِي تِي ڏَڌورَ، لَهسي لَنئون پُنهوُنءَ جي،
ڏيئي آڳِ آتورَ، سَپِ نہ ساڙي سَسُئِي.

(4)

ڏُکِي! ڏِکَ وِسارِ، سيجَ ڦِتِي کَر، سَسُئِي!
پَٿِيين پيرُ نِهارِ، تہ آرِياڻِي اُتان لَهين.

(5)

ڏُکِي! ڏُکَ مَتي کَري، وَانءُ چِپَري پيهي،
گَڏِيَئِي ڏيهي، سُوڌِيُون ڏِينڊءِ خَبَروُن.

(6)

ڏُکيءَ ڏِيهاڙِي، مُنِيءَ مَتي هَٿُڙا،
تنهن پَر نہ کاڙِي، جنهن پَرِ جِئي، جيڏيُون!

(7)

ڏُکِيءَ سَندِيُون ڏُونگرين، آڌيءَ آهون پُونِ،
ڏاري جو ڏوُنگَرَ کي، سو کِين چَيو چُونِ،
آري جي اَفسوسَ ۾، ماڙُهو، مِروُن رُونِ،
اِنَ پرِ سيئي هُونِ، هِينئڙا جَنِ هَڄِي وِيا.

(8)

ڏُکِيءَ سَندِيون ڏوُنگرين، پَسو! پٿُون پُونِ،
مُئي پُڄاڻا مُنڌَ کي، روجهَ رُڃُنِ ۾ رُونِ،
پُٺا اِيهين چُونِ، تہ ”مُئِي آسان کي مارِيو!“

(9)

ڏُکِيءَ سَندِيُون ڏوُنگرين، اوڇنگاروُن اَچَنِ،
هَٿِي سانگِ سَسُئِي کي، کِلو کِئو کيچِينَ،
جي هَٿان هوتَ مَرَنِ، هوتُ تَنين جي هَنجَ ۾.

(10)

ڏُکِيءَ سَنديُون ڏوُنگرين، وَڻَ تِڻَ وايُون کَنِ،
وَٿان ويهِي جَنِ، وَڍِيءَ سي واڍِوڙِيا.

(11)

وَڍِيءَ سي واڍِوڙِيا، رَتُ نہ ڏِنو جَنِ،
مَوتُ قَبُولِيو تَنِ، ڏِنو جَنِ ڏُکِيءَ کي.

(12)

کنهن جِنهن ڏُکان ڏِي، پارانيا کي پانڌِيين،
سُورَ پَرِيائين سي، ڳالهِ کِيائِين جَنِ سين.

(13)

کو جو وَڍي وَڍُ، جِئن وِڻَ وَڍِيائِين وَڍَ سين،
ڏُکُ ڏُکِيءَ کي ڏَڍُ، جَنِ ڏِنِي سي ڏُکِيا ٿِيا.

(14)

وَڍِيَلِ تِي وايُون کَري، کُنَلِ کُوکاري،
هُنَ پَنَ پَنهنجا سارِيا، هِيءَ هَنجُون هَڏَنِ لَئي هاري.

(15)

ڏُکِيءَ توءِ ڏُکارُ، توٽِي وَسَنِ مِينهَڙا،
صاحِبَ هَتِ سُکارَ، هِنَ وَسِ آهِينِ هَٿڙا.

(16)

ڏُکِيءَ توءِ ڏُکارُ، سيٽَنِ ڏيهہ سُکارِيو،
ٻاروچاڻُون ٻارُ، سَپوئِي سُواءِ سين.

(17)

اولاکن اچِي، معذور تي مارو کيو،
متان وَرَ وِسارِئين، مَنجهان کُرَ کَچِي،
سُپَک تِي سُورَن سين، پَهچنڊِئن پَچِي،
سُپَکَ تِي سُورن سين، پَهچنڊِئن پَچِي،
لاهي لاڳاپا لَنگهہ ٿُون، سيٽَنِ ڏانهن سَچِي،
مَنجهان راهہ رَچِي، ٿِيندئِن لال لَطِيفُ چئي.

### وائي

اَچِي لالَنَ! لَٿِ، مِيان مُيَ جو لوڙُه لَکَنِ ۾.
هُو کان کَٿُوريءَ هيرَئُون، مُون ۾ صابُڻَ ڇَٽُ،
مُيَ جو لوڙُه لَکَنِ ۾.
آرِياڻِي! اَچِي کَري، کا کَهڙِي مُون وَٿِ جَٿِ،

مُيَ جو لوڙُہ لَڪَنِ ۾.
ڪٿُوري ڪُشبُوءِ سين، هارِياٺُون هَٽِ هَٽِ،
مُيَ جو لوڙُہ لَڪَنِ ۾.
دَردَ مُنهنجي دِلِ جو، ٺُون ڪامِلَ اَچِي ڪَٽِ،
مُيَ جو لوڙُہ لَڪَنِ ۾.

## داستان ٽيون

(1)

جهلِي تان تہ رَهان، پَسَڻِ ڏاران پِرينءَ جي،
اَپِرَ عاجِزِ آهِيان، لالَنَ جان نہ لَهان،
فردا مُون ڦِٽِي ڪِي، وَعدي ڏي نہ وَهان،
صَباحَ سِينءَ نہ سَهان، خواهَ ميڙين خواه مارِيين.

(2)

صُباحَ سِيئَن تان سُورَ، سَهي ڪيرَ سَرَتِيُون!
گهُٽِيان رَهَنِ نہ گهَٽَ ۾، پَيغامَنِ جا پُورَ،
مُئِيائِي مَنظُورَ، هيرَ هَلَندِيَسِ هوتَ ڏي.

(3)

هيرَ هَلَندِيَسِ هوتَ ڏي، بِيُون وِجهِي بَنِ،
جئڙو جانِ فِدا ڪَرِيان، مَٿان ٺَنِ پِرِيَنِ،
آيا اَجُ گهُرجَنِ، فَردا مون ڦِٽِي ڪِئي.

(4)

فَردا مُندَّ ڦِٽِي ڪَئي، نَقدُ گنيو نارِ،
هِيءَ جا واڳَ وِلَهيءَ جِي، ويرَمَ ڏي مَ وارِ،
جَيڪِين مُنِيءَ مارِ، جيڪين مِيڙِ مُنِيءَ ڪي.

(5)

مُنِي ٺِي مدعا گهُري، موٺُ ٺِيو مَوجُودُ،
اَچِين تہ اَجُ ڪَرِيان، صُباحَ جو سُجُودُ،
جيڪين تي وُجُودُ، جيڪِين ميڙِ مُنِيءَ ڪي.

(6)

جيڪين ميڙِ مُنِيءَ ڪي، جيڪِينِ مُنِيءَ مارِ،
جِيرو بِنهِين ڪَنڌِيين، بِنهِين پارين بارِ،
ڏُکِيءَ ڪي ڏيکارِ، هيڪَرَ هوتُ اَکِينَ سين.

(7)

ڏَسَڻُ ڏِکان اَگِرو، سَسُئِي! آڻِ مَ شَڪُ،
ٺِيءُ بانِهي، پَرِ اوئِيُون: لَوڏَ مَ،س پَسِي لَڪُ،
وَرُ پُنهوُنءَ سين پَلَڪُ! ڪوءِ بارَهن ماهَ بِيَنِ سين!

(8)

هَردَمَ هوتَ پُنهون جو، ڏِسَڻَ يانِئج ڏِکَ،
وَرُ پُنهوُنءَ ساڻ پَلَڪَ! بَنِ بارَهن وَرِهَ بِين سين!

(9)

ٺورَ ويرَمِي ٺِيءُ، وَجَڻُ ويرمَ نہ سَهي،
ڏيئي مَرِج ڏوُنگرِين، جٺَنِ ڪارَڻِ جِيءُ،
هَڏِ نہ هُوندو هيءُ، ساهُ پِرِيان تان صَدَقو!

(10)

اَدِيُون! وَرُ اُگهاڙ، وِهانءُ جنهِن وِسارِيو،
جيڏيُون! چِڏي جاڙَ، سَپِ نَنگِيُون ٺِي نِڪَرو.

(11)

سَپِ نَنگِيُون ٺِي نِڪَرو، لالَچِ چِڏي لوپَ،
سُپيريان سين سوپَ، نِندَنِ ڪَندي نہ ٺِئي.

(12)

سَپِ نَنگِيُون ٺِي نِڪَرو، پَرَهَڻَ چِڏي پوءِ،
مَهَندِ مِڙَنِيان هوءِ، ڪَهي جا ڪِينَ ڪٽِي.

(13)

ڪَهي جا ڪِينَ ڪٽِي، پِرِينءَ پَهُٺِي سا،
وِهي ويڙهجِي جا، وَصلُ ٺنهن وِجائِيو.

(14)

وصلُ ٺنهن وِجائِيو، سِينڌِ سرمي سينءَ،
سا لونِي لِيلان جِين، مَٽِيون جِنهن مِٺُ ڪيو.

(15)

هُوندِئان هوتُ پَري، اوڏو اَڻِ هوُند ڪي،
ساجَنُ ٺَنِ سَري، 'لا' سين لَڏِين جي.

(16)

لائي خَنَجَرُ 'لا' جو، هِنَ خَچَرَ ڪي هَڻُ،
سَڌُنِ جِيُون، سَيّدُ چَئي، وَٺُون سَپِ وِڪَڻُ،
پيرُ پَروڙي ڳَڻُ، تہ هَلَڻَ ۾ هوري وَهين.

(17)

هورِنِ هاڙهو لَنگهيو، تِيءُ جَريدي جوءِ،
هُوند جَنِين سين هوءِ، هوتَ نہ هُوندو تَنِ سين.

(18)

هورِنِ هاڙهو لَنگهيو، مُنِي! مُوسَڻُ چَڙهِ،
’لا‘ سين اُٿِي لَڏِ، ’کِينَ‘ رَساٽي ڪيچ کي.

(19)

هورِنِ هاڙهو لَنگهيو، ڳوريُون پاسي ڳوٺُ،
ڪيچَ تَنهين کي ڪوٺَ، ”کِينَ“ جِنهين جي ڪچَ ۾.

(20)

هورِنِ هاڙهو لَنگهيو، ڳوريُون ٿِيُون ڳَمَنِ،
هاجي تنهن هَجَنِ، ڏاران سِڪَ سَيّدَ چئي.

(21)

نَڪا هِتِ، نہ هُتِ ڪا، ڳوريءَ سَندي ڳالهہ،
ڪينَ پَهُتِي مالِ، حالِ پَهُتي هوتَ کي.

**وائي**

هَلُ هوتَنِ ڪارَڻِ حالَ، شالَ سَڳِرِ ٿِيندِيئن ساٿَ جي!
پيرَ پَنهنجي پِرينءَ لَئي، ڪوڏِ رَتائِين ڪالهہَ،
شالَ سَڳِرِ ٿِيندِيئن ساٿَ جي!
ڇَڙهَندي سِرِ جوٽيين، لَڪَنِ ڪيڙَس لالَ،
شالَ سَڳِرِ ٿِيندِيئن ساٿَ جي!
جي پايين جَتَنِ، جي، ويجهي ٿِيان وِصالَ،
شالَ سَڳِرِ ٿِيندِيئن ساٿَ جي!
بُري پَٻَ وَٽَنِ ۾، وِجهج ڪا وَڙالَ،
شالَ سَڳِرِ ٿِيندِيئن ساٿَ جي!
ڪيچان آيو قافِلو، مَيَن مَٿي مالَ،
شالَ سَڳِرِ ٿِيندِيئن ساٿَ جي!
اِينديئِي بُوءِ بوتَنِ جي، تُون جهَلِج پَٻَ پيالَ،
شالَ سَڳِرِ ٿِيندِيئن ساٿَ جي!
جِتي جَمازَنِ کي، جَبَلَ ٿِين جَنجَالَ،
شالَ سَڳِرِ ٿِيندِيئن ساٿَ جي!
پُڇي پيادِيَنِ کي، اُتِ آرياڻي اَحوالَ،
شالَ سَڳِرِ ٿِيندِيئن ساٿَ جي!

## داستان چوٿون

(1)

هَلَندي هاڙهو مَٿِي، ڪَرَڻَ ڪوهہَ پيامِ،
آرَڏا آري جامَ ري، ڳُوندَرَ ڳُڏِريامِ،
لَڪِيُون، لَکَ لَطِيفُ چَئي، اورانگهَڻُ آيامِ،
پُرَڻُ پُنهونءَ پُٺِ ۾، اِيءَ سَعادَتَ سَندِيامِ،
مَتِسِ ڪَمُ وِڌامِ، وِهان تان نہ وَسِ پيو.

(2)

هلندي هاڙهو مَٿِي، ڏَکَنِ مُنهنجا ڏوهَ،
هو اوچَڻ سِرِ اُنِن تي، هِيءَ پَنڌِ پُڄاڙي پوءِ،
ليڙن ري، لَطِيفُ چَئي، ڪِئن ڪَرينديِس ڪوهہ،
اِڳيان رائو سُڄي روهہ، وِهان تان نہ وَسِ پيو.

(3)

هَلَندي هاڙهو مَٿِي، سِسِي ڏِينديِس ساهُ،
لَڳَنِ تان لَطِيفُ چَئي، پَاري نِيمُ پاهُ،
ڪَندو باجهہَ اَللهُ، وِهان تان نہ وَسِ پيو.

(4)

هَلَندي هاڙهو مَٿِي، ڳَسان تان مَ ڳُسان،
لِڪَنِ تان، لَطِيفُ چَئي، رِڙهِي مانَ رَسان،
پُنهُون شالَ پَسان، ويهان تان نہ وَسِ پيو.

(5)

پائِي حالَ هَلِي وِيا، ڪِنهن کي سُور سُلان،
ڪَٽِيو لَڄَ، لَطِيفُ چَئي، لَکَنِ مَنجهہِ لُڇان،
پانڌي ڪيرُ پُڇان، ويهان تان نہ وَسِ پيو.

(6)

وَڏو ڪِيمَ وَٽاهہ! اُونچا، ڏُونگَرَ مَ ٿِيو،
ٿمو مَ، نيٽاهہ، تہ پيرُ نِهاريان پِرينءَ جو.

(7)

وارو مُون وَٽاهُ، ڪا سُڌِ سُونهَپَ جي نہ ڏِيو،
اِيءَ اِهائِي ڳالَهڙي، شَجَرَ سُٽيجاهُ،
چوٽيءَ چاڙهيجاهُ، تہ موڙهِيءَ کو مُنهن ٿِئي.

(8)

وارو مُون وَٽراهِ، ڪا سُڌِ سُونهَپَ جي نہ ڏيو،

وِڄهي وَراڪَنِ ۾، مَعذورِ کي مَ مُنجهاءِ،
مَنجهان پاڻَ پيادِيُون، هادي ٿِي هَلاءِ،
پِريان کي پَهُچاءِ، تہ لڳي لُونو نہ ٿِئين.

(9)

وارو مُون وَٽِڪارَ، ڪَا سُڌِ سُونهَپ جي نہ ڏِيو؟
آهي آسُونهَين جي، مَٿي تو مَيارَ،
وِڙهيا ويراڳڻ سين، لَڪَن جا ليارَ،
ڪَريان ٿِي ڪُوار، ڪَندن، ڪانڊيرَن جي.

(10)

ڪَنڊا مُون پيرَن ۾، توٽي لَڪَ لَڳَنِ،
آڱرُ، آڱوٺي نہ مِڙي، چِپُون پيرَ چِٺَن،
وِيندي ڏانهن پِرين، جُتِي جاتِ نہ پائِيان.

(11)

جُتِي سي پائِيندِيُون، جَنِين پيرَ پِرين،
لاڙيُون سَپ پَرين، سَسُئِي سُپيرِيُن کي.

### وائي

جيڏيون! جا جُڙُ لائي، جِيءَ جَتَنِ سين،
سا مُون سَرتِيُون! سيباڙِيام: تنهن جِئڻ جالَ ڪيامِ،
جِيءَ جَتَنِ سين، جيڏِيُون!
مَهَرَ جا مَيَن جي، سَنجهي هَٿِ هُيامِ،
جِيءَ جَتَنِ سين، جيڏِيُون!
صُبح سُتي سُکَ ۾، ويسَلي وييامِ،
جِيءَ جَتَنِ سين، جيڏِيُون!
هَڪَل هوتَ پُنهون جي، سَڳَرَ مَنجهہِ سُامِ،
جِيءَ جَتَنِ سين، جيڏِيُون!
ڏوريندي ۾ ڏُونگرين، ٿُهَرَ توبَ ٿِيامِ،
جِيءَ جَتَنِ سين، جيڏِيُون!
ڪوڙيين يالَ ڪَريمَ جا، گَنجي مَنجهہِ گهُرِيامِ،
جِيءَ جَتَنِ سين، جيڏِيُون!
سُتي سَڳَرِ پَٽِيين، سِگهَڙي سارَ لَڌِيامِ،
جِيءَ جَتَنِ سين، جيڏِيُون!
ڪِيهُون ڪوهَنِ پَٽِيين، ڪُوڪُون جمازانِ،
جِيءَ جَتَنِ سين، جيڏِيُون!
هوتاڻِي هَٿُ ڪَٽي، پُنهُون پيادِيانِ،
جِيءَ جَتَنِ سين، جيڏِيُون!
ڏُکُون، ٻُکُون، ڏاڪڙا، ڪارڻِ جَن ڪيامِ،
جِيءَ جَتَنِ سين، جيڏِيُون!
موتي ماءِ! پَنيورَ ۾، اَڱڻِ سي آيامِ،
جِيءَ جَتَنِ سين، جيڏِيُون!

### وائي

(2)

ويڄهي وِندُرَ جي وَٽِنِ.
اي اوڏي آيَس، جان پِريان جي پيچري،
جي تو اوڏا پانئِيا، سي ڏونگر ڏُورِ ڏِسَن،
مَدي نہ هُيَنِ مَنَ ۾، تہ ڪيچان ڪوهُ اَچَنِ؟
مَرَڻ مُنهنجي کي ڪيو، هِيُ پَهُ پاروچَنِ،
سُونهَن سَڳَرَ پَٽِيين، مَنهن مَعذُورِن،
وِندُر وائِي جا وَهي، مُون کي سا نہ سَلَنِ،
آٽِي ٻَڌا اونِيين، موتِي کي مَيَنِ،
لاتائُون، لَطِيفُ چَئِي، لَڏُون سِرِ لَکَن.

## داستان پنجون

(1)

هتين پيرين، مُونٿِين، هَلِج ساڻُ هِينئين،
عِشقُ آريءَ جامَ جو، نِباهي نِئين،
جان جان ٿِي جِئين، پاڙج ڪومَ پُنهُونءَ سين.

(2)

هَٿين، پيرين، مونٿيين، کَهج پر ڪَپارَ،
مَتان، چوري! ڇَڏيين، پريتَڙي پَچارَ،
توکي سَندَ، سَسُئِي! سَندي لَنئون لَغارَ،
جي هونئِي هَزارَ، تہ پاڙج ڪومَ پُنهُونءَ سين.

(3)

هَٿين، پيرين، مُونٿِيين، کُهج پَرِ ڦُدامَ،
وِچ وِسيلو ناهہ ڪو، اوري آريءَ جامِ،
هِينئين لائي هامَ، پاڙج ڪومَ پَنهُونءَ سين.

(4)

هَٿين پيرين، مُونٿِيين، پُري ڪج پَرَڪَ،
قَدَمُ ڪيج ڏَٽين ڏي، پاءِ وَڏندي وِڪَ،
جي هُونيءِ هوتَن لَکَ، تہ پاڙج ڪومَ پُنهُونءَ سين.

(5)
هَتين، پيرين، مونڙيين، سِرِ ج ساهَ پَساهَ،
هوتُ گَڏبِئِي حَبَ ۾، رَهَبَرَ مَتي راهَ،
جان جان ساڻِ ساهُ، تہ پاڙج ڪومَ پُنهُونَ سين.

(6)
جَڙَ جا هَنيَمِ جَتَ، تِنهن گُجهي گهاريُم جِندَڙو،
آٽي اَندرِ ڪوڙيا، ڪوهياري ڪَرَوَتَ،
سُورَنِ ساڙي آهيان، سِڪان ڪي صِحَتَ،
اَندَرِ ريلا رَتَ، باهِرِ ٻاڦَ نہ نِڪري.

(7)
تَتِي ٿَڌي ڪاهِ، ڪانهي ويلَ وِهَڻَ جي،
آسَرَ هَڏِ مَ لاهِ، چِڻَڻُ گِنيَڻُ اُنِ جو.

(8)
ٿَڌي ٿِڪي نہ وِهي، تَتي ڪَري تاڻَ،
وِڌائين وَٽِڪارِ ۾، سَسُئِي پاڻُ سُڪاڻَ،
پُڇي پَهَ پَکِينَ کي، پيئي مُنڌَ پَرياڻَ،
ڏِسِ ڏيهَ وَٽِن جا، تَنِ اَللهَ لَڳِ اُهڃاڻَ،
مانَ پَرچِي پاڻَ، اچي آرِياڻِي وَري.

(9)
توٽي وِلاڙون ڪَرين، توٽي هَلين وِکَ،
لِکِئي منجهان لِکَ، ذرو ضايَع نہ ٿِئي.

(10)
لِکِيو جو نِراڙِ، سو اَنگ ڪِياڙي نہ ٿِئي،
پاڙِيو ويني پاڙِ، جيڪين لاَنَ لِکِيو لوحَ ۾.

(11)
جِتي جيتَريُون، لِکِيُون لوحَ قَلَمَ ۾،
تِتي تيتريُون، گَهَڙِيُون گهارَڻُ آئِيُون.

(12)
ڪيائِين ڪيچِيَن لَئِي، جُسو جَلاوتَ،
چِڏي، پيني چَپَرين، هاري سَپِ حجت،
هُئِي نماڻي نِستَ، پَنڌُ وِڌائين پاڻَ تي.

(13)
پَنڌُ نہ پَنڌَنِ جيتَرو، ڪِئن سُجَندي ڪيهَ،
جيڪَرَ ڪَرِيان رِيهَ، پَرَ جُوندا مُنڌَ چَري ٿي.

(14)
چُونِمِ مَرُ چَري ٿِيي، پَرُ جي سَڌُ سُٺِين،
مَرُ مُنهِين کي ڏِينِ، ماڙهُو اَچيو مِهڻان.

(15)
ماڙهُو ڏيئِي مِهڻان، مُون کي ڪَندا ڪوهَ؟
جنهن چوري ۾ چوهُ، سا پٿون ٿِيندي پيرَ تي.

**وائي**
توڏَنِ تان نہ تَنواريو، مُنهِنجو لاَنَ واريو،
اَللهَ ڪارڻِ، مِيان اونيا!
شَرَفُ لَهي سَسُئِي، ڪُنلِ کي ڪَمُ ڪارِيو،
مُنهِنجو لاَنَ واريو.
ميندِيءَ مورَ مَلِيرَ جا، چَانگن کي سَپِ چارِيو،
مُنهِنجو لاَنَ واريو.

## داستان چهون

(1)
آڻُون نہ گَڏي پِرينءَ کي، تورا ڏِينهَن ٿِيا،
راتين روزَ وِيا، عَبَثُ آريءَ جامَ ري!

(2)
آڻُون نہ گَڏي پِرين کي، سَهَسين سِجَ وِيا،
هَلَڻَ وير هِئان، ديکِي شالَ دَمُ ڏِيان!

(3)
آڻُون نہ گَڏي پِرينءَ کي، ٿُون تو لَهين سِجِ،
آڻُون جي ڏِيائِن سَنيها، نيئِي پِريان ڏِجِ،
وَڃِي ڪيچِ چَئجِ، تہ "ويچاري واٽَ مُئِي."

(4)
آڻُون نہ گَڏي پِرينءَ کي، پويُون ٿِيو پَساهُ،
سِڪان تِي سَڪَراتَ ۾، رويو پُڇان راهُ،
شالَ مَ وَڃِيم ساهُ، ڏاران پَسَڻَ پِرينءَ جي!

(5)
آڻُون نہ گَڏي پِرينءَ کي، عُمرِ تان ويئِي،
وِلَهِيءَ ڏِينهَن وِجائِيا، سَرَتِيُون! سَپيئي،

پِيريءَ ۾ پيئِي، اَکِيُون آريءَ ڏي کڻي.

(6)

آئُون نہ گڏي پِرِينءَ کي، جويَنُ وِيو جاڙ،
آڏا آرِيچَنِ کي، چاڙهيڪا ۽ چاڙ،
مُون مُنِي کان نہ ٿِئي، وَڏَپَڻَ مَنجھہ وِلاڙ،
عُمرِ سَڀِ آواڙ، وِييمر! ٿِي واکا کَرِيان!

(7)

آئُون نہ گڏي پِرِينءَ کي، هِيءَ پُڻِ ڏِينهن وِيو،
نهوڙي نايُن سين، مُون کي نِيهَن نِيو،
مَنِي موٽ ٿِيو، "پِيَ، پِيَ" کَندي پَنڌَ ۾!

(8)

آئُون نہ گڏي پِرِين کي، آيو عِزرائِيلُ،
جو راڻي سين جيڏيُون، نَکو قالُ نہ قِيلُ،
آيو موت دَلِيلُ، مارِيندو مُرادَ کان!

(9)

آئُون نہ گڏي پِرِين کي، مَتان آيو مَوتُ،
واجهائِيندي وَرِهَ ٿِيا، هَڏِ نہ گڏِيُمِ هوتُ،
جيڪُسِ ٿِينديَسِ فوتُ، فَنا هِنَ فِراقَ ۾!

(10)

وِلاڙِيو وَٽين چَڙهي، ڳِجهُنِ ٿِيندي ڳاهُ،
سَسُئِي سوري چاڙِهيو، پِرِيان لَئي پُساهُ،
هو مِروُن، هيءُ ماهُ، ڪِينَ کَمِيٽي رَکيو.

(11)

وِلاڙِيو وٽين چَڙهي، رَئِي پَسِيو روءِ،
وچان جو وِچُ پوءِ، سو کنهن پَرِ کَهِي لاهِيان!

(12)

وِلاڙِيو وَٽين چَڙهي، اُنچَنِ مَٿي اَڄُ،
لالَنَ کارَڻِ لَڄُ، باسِيائِين بُردارَ جي.

(13)

وِلاڙِيو وَٽين چَڙهي، ڏِيو پَٽولي لانگَ،
تاريءَ تاريءَ چانگَ، سَسُئِي، مورَ بَچَن جِئن.

(14)

وِلاڙِيو وَٽين چَڙهي، ڪِي جو ڏِنائِين،
موٽُ بہ مارِيائِين، پاڻِ تَنهِين جي پُٺِ ۾.

(15)

وِلاڙِيو وَٽين چَڙهي، پَسو! سَگهہَ سَندِياسِ،
آڏيءَ وَجِيو آگڙي، نَکو پِيُ نہ ماسِ،
سوئِي سو سيٽاسِ، پَري پَڙاڏا کَري.

(16)

وِلاڙِيو وَٽين چَڙهي، ڏاڍو ڏوري ڏوُر،
سُپيرِيان جي سُورَ، پَري پَڙاڏا کَري.

(17)

پَري پَڙڏا کَري، اوري نہ آهي،
کَمتَرِ کا کاهي، پَهُچي هِنَ پَٽِيءَ کي.

(18)

رُجُنِ ۾ رَڙِ ٿِي، کَرُ کووَلَ جِي کُوکَ،
وَلولو ۽ وُوکَ، اِي تان آهَ عِشقَ جِي.

(19)

رُجَنِ ۾ رَڙِ ٿِي، کَرُ چَٽُونءَس جِي چانگارَ،
اِيءَ عِشقَ جِي اُبکارَ، نَعرو آهي نِينهن جو.

(20)

رُجَنِ ۾ رَڙِ ٿِي، جِهڙي کَري جوءِ،
اِيءَ نہ عَورَتِ هوءِ، اِيءَ تان آهَ عِشقَ جِي.

(21)

رُجُنِ ۾ رَڙِ ٿِي، کَرَ کَرَکي کُونج،
نَعرو مَنجهہِ نِکونجَ، اِيءَ تان آهَ عِشقَ جِي.

(22)

رُجَنِ ۾ رَڙِ ٿِي، کَرَ سارَنگِيءَ سازُ،
اِي عِشقُ جو آوازُ، ماڙهُو رَگَنِ مُنڌَ تي.

**وائي**

هيءَ گهايَلِ هَڏِ گهوري، وو! اَلا ميان! ڪيچِي مُون نہ سَگِيٽان.
عِشق آريءَ جامَ جي، هِيءَ جهُونَڙي هَڏِ جهوري،
وو! اَلا ميان! ڪيچي مُون نہ سَگِيٽان.
رَهِي جا رُجُنِ ۾، سا چِپَرِ چَڏِيو مَ چوري،
وو! اَلا ميان! ڪيچي مُون نہ سَگِيٽان.
اَدِيُون آرِيچَنِ لَئي، ڏُونگَرَ ٿِينديَسِ ڏوري،
وو! اَلا ميان! ڪيچي مُون نہ سَگِيٽان.

## داستان ستون

(1)
مري، جيءُ تہ ماڻيين، جانبُ جو جَمالُ،
تيين هُوندَ حَلالُ، جي پَندِ اِهائِي پاريين.

(2)
مَرُ، تہ موچاري ٿِيين، اَجَلان اَڳي اَڄُ،
جَان ڪِين هُئين جِئري، تہ مُنڌَ پَنيوران پَڄُ،
پُنهونءَ ساڻُ پَهَڄُ، تہ مَلَڪَ المَوتُ ماڻِيين.

(3)
مَرُ، تہ موچاري ٿِيين، جِئڻُ آڌو جَتَ،
هاري ڪَرِ هِمَتَ، تہ ڏيئي دَمَ دوسُ لَهين.

(4)
مَرُ، تہ موچاري ٿِيين، ويهي وِجهُ مَ ويرُ،
دِلِ ۾ آڻِ مَ دَورُ تُون، قُرَبِ سَندو قيرُ،
توٽي لَهين نہ پيرُ، توءِ راحَتَ آهِ رِڙهڻَ ۾.

(5)
مَرُ، تہ موچاري ٿِيين، ويهي جِيّ مَ جوءِ،
مُنڌَ! مَرَٽا پوءِ، پَهُچَندِئَن پُنهُوَنءَ ڪي.

(6)
اَجَلان اڳي، سَسُئِي! مُنڌَ جِيَريائِي مَرُ،
تولِئَان تِنهن مَ ٽَرُ، جنهن رُوحُ وِڃايو راهَ ۾.

(7)
مَرَٽا اَڳي جي مُئا، سي مَري ٿِين نہ مات،
هُوندا سي حَيات، جِيٽان اَڳي جي جِيا.

(8)
جِيٽان اَڳي جي جِيا، جُڳَ جُڳَ سي جِين،
اُوءِ موتِي ڪِينَ مَرَنِ، مَرَٽا اَڳي جي مُئا.

(9)
تو سامائي، سَسُئِي! مَرَڻُ ڪِيو مُردارُ،
ڪُپَرِ سين ڪوهِيارُ، لوئي! تو لَڄائِيو.

(10)
اُونچو اُتاهُوَن، ڪَهٽُوَن، جِيَڻُ ڪي جَبَلُ،
مَرَڻُ! مُون سين هَلُ، تہ پُنِيءَ تو پَنڌُ ڪَرِيان.

(11)
تو سَڳَ، ساهَ! ڳَهٽَن سين، جِئڻَ! گوشي جاءُ،
مَرَڻَ! مُون سين آءُ، تہ پُنِيءَ تو پَنڌُ ڪَرِيان.

(12)
وَڏا طالِعَ تَن جا، جي مارَڳَ مَنجهِ مَرَنِ،
پِيُون چا ڪي ڪَنِ، ڪوڙي دعويٰ دوست سين.

(13)
سَڌُ سُڄاڻِي پِرِينءَ جو، واڪي جي نہ وَرَنِ،
ڪُڄاڙي ڪي ڪَنِ، ڪوڙي دَعويٰ دوست سين.

(14)
مُيين جي مارَڳَ ۾، چِپَرِ چُلِي جي،
تہ قَدرُ ڪيچين کي، هُوندَ پوءِ ٿُنهنجي پَنڌَ جو.

(15)
پَرِ ۾ پَچِي پِرِينءَ کي، مَري نہ جاتوءِ،
”مُوٺُوا“ مُنڌَ نہ سوءِ، ڪَنڌُ ڪُڄاڙِيان ڪاتِيين.

**وائي**

وِهُ مَ واٽِ وِرچِي، هوا الا مِيان!
جِئَن ڪَهَندِئَن تِئَن لَهَندِئَن.
ڪَنِين اَچِي ڪا ڪَهِي، ڪَنِين اَچِي ڪا چَئِي،
جِئَن ڪَهَندِئَن تِئَن لَهَندِئَن.
اَمُلُ پانيان اَنَ ڪي، ساڄَنَ مون ڪي جا چَئِي،
جِئَن ڪَهَندِئَن تِئَن لَهَندِئَن.
پِيرَ پَٽائين ڪُونئرا، رائِي ڪِيَسِ رَچِي،
جِئَن ڪَهَندِئَن تِئَن لَهَندِئَن.
مُنهن ڪَرِ مَعذُورِنِ ڏي، پُنهون جامَ! پَرَچِي،
جِئَن ڪَهَندِئَن تِئَن لَهَندِئَن.
مُون کي تِنهين مارِيو، جَتَن جا چَئِي،
جِئَن ڪَهَندِئَن تِئَن لَهَندِئَن.
وِندَرَ وائِڙين ڪي، ڪانڊي ٽِيندَمِ ڪيچِي،
جِئَن ڪَهَندِئَن تِئَن لَهَندِئَن.

# سُر ديسي

## داستان پهريون

(1)
مُنِيَسِ! جهَل مَهارَ، کُنِيَس! کاهِ مَ کَرَهَو،
مُون نِماڻيءَ جي نِجهُري، پيرو ڪِجِ پَتارَ،
ساجَن توهان ڏارَ، ڏِنُم ڏِينهن قِيام جو.

(2)
ڏاگهَن، ڏيرَن، ڏُونگرن، ڏِنهين ڏِنُم ڏُک،
سي سَبِ پائيمِ سُکَ، هيڪاند ڪارڻ هوتَ جي.

(3)
ڏاگهَن، ڏيرَن، ڏُونگرن، ڏِنهين ڏُک ڏِنام،
لَکَنِ لُوساڻيو هِينئون، ڇپُن پير ڇنام،
رَندين رَتُ رُنام، پُرَندي پار پُنهونءَ جي.

(4)
ڏاگهَنِ، ڏيرن، ڏُونگرن، ڏُکَن آڻُون ڏَڌي،
پُڇان پيرُ پُنهونءَ جو، وِجهان وِکُ وَڌي،
لِکِئي آڻُون لَڌي، تاتَ پَئَنِ ڪيرَ پَنڌَ ڪَري.

(5)
ڏاگها ڪِيَمَ ڏَرو، اَجا آرياڻي اڳي ڻِيو،
موڙي مَجَرَ ڻاريون، چانگا ڻا چَرو،
آن تان حَرَفُ هَرو، مُورائِين مَعافُ ڻيو.

(6)
اَگَهَڻَ مَتي اوپِرا، جَڏهِن ڏاگها ڏِنئي ڏِينهن،
وَنِي سَڙَڪَ سَسُئِي، ويهُ وِهاڻيءَ سِيئَن،
چوتِي سين چانگَنِ کي، جَڙِ زنجيرَن جِيئَن،
تَ هوتُ ڻُنهنجو هِينئَن، پُنهون نياڻُون نَ پاڻَ سين.

(7)
اَگَهَڻَ مَتي اوپِرا، جَڏهِن ڏاگها ڏِينهن ڏِناءِ،
ڪُنجُون جي ڦُفلَنِ جِيُون، تان ڪِنهن لَلِ لِڪاءِ،
تَ سُياڻي سَندِياءِ، ڻِئي سارُوڻي سَسُئِي.

(8)
اَگَهَڻَ مَتي اوپِرا، جَڏهِن ڏِنئي اُٺ،
ڏائِئِي نَ ڏاگهَن کي، اوڳِي ساڻُ اڳٺَ،
تَ هُوندَ نَ ڻُنهنجي هَٿَ، سُورُ پِرايا سَسُئِي.

(9)
اَگَهَڻَ مَتي اوپِرا، جَڏهِن ڏِنئي توڏا،
وَنگِئُئِي نَ وارَن سين، ڻَن گورَن جا گوڏا،
تَ لَکَن جا لوڏا، هُوندَ نَ سَنئي سَسُئِي.

(10)
ڏاگهنڻُون ڏيرَنِ، جي آندا بَردَ پَنِيورَ ۾،
هَٽِي چيلَ چَرا ڪِيا، وَهِ پَئِي وَهُڙَنِ،
ڪُڙيءَ ڪُڙڪو اُنِ جو، هُوندَ سُتي سو سَيَنِ،
ڏاندَنِ ساڻ سَيَدُ چئي، پيادِيُون پَهُچَنِ،
جَن جو پيرُ نَ لَڳو پَٽيين، ڻَن آيُم ساڻُ اُئَن،
کُنگَن ۽ جُنگَنِ، مُنڌَ اَسُونهِين ميڙيين.

(11)
اڳِي اُٺُ رَڙَنِ، مُون پيري ماٺِ ڻِيي،
پَلاٽِيندي پاڻَ ۾، ڪُڇيو ڪِينَ کُنَنِ،
ڪا جا مامَ مُنَنِ، هِن پُٺِ هُئِي هُنِ سين.

(12)
چا جي ڏِنگا ڏيرَ، مُنهنجو ڏينهن ڏِنگو مَ ڻئي،
اُنَنِ، اونِيَڙَنِ جي، چا وَهِيٽو ويرَ،
هِيءَ ڪَمِيٽِي ڪيرَ، جا اَمُرَ کي آڏو اَچي.

(13)
ديسي سيڻَ ڪَجن، پَرَديسِي کِهڙا پرين،
لَڏِيو، لاڏُوٽا ڪيو، پَنهنجي ديس وَجَنِ،
پُجاڻا پرينَ، ڪجي بَسِ پَنيورَ ڪان.

(14)
ڏُريائِين ڏاريان، مِٺَ مُئِيءَ جا نَ ڻِيا،
مَدي ڏيرَنِ مَنَ ۾، کِلِيو ڪِيڪاريان،
صُبُحَ ڻِي ساريان، تَ اُٺَ نَ اوطاڻَنِ ۾.

(15)
اُٺَ مَ اوري آڻِ، ڏاگهَن ڏَڌي آهِيان،
هَٽِي هَٿُ هَيَن کي، پَري نِيئِي پَلاڻَ،
هوتُ مُنهنجو هاڻِ، پُنهُون نِياڻُون پاڻَ سين.

(16)

جتا! شالَ جِيو! جِيو تان جاڙُون ڪَريو،
ٻانيَڻِ ڪي ٻَروچ ري، ٻِيلِي ناهِ ٻِيو،
چِئَڻُ تان نه ٻِيو، هِي سَڱُ نه چِئَڻَ جيهَڙو.

(17)

جَتَن جا جيلان، ٿِي ساٿَ پُڇائي سَسُئِي،
آيُس آريءَ جامَ جا، ٿَڙِ توڏا تيلان،
اُنِ کي ناڪِيلِيُون نڪَنِ ۾، ڌُهرِيُون ڏليلان،
سِرِ هَٿِيو سيلان، لايو نِينهن نِنڊون ڪَرِيين.

(18)

جَتَن ڪج جَتَن جو، آئيا ڪي اِيندا،
وَنِي پُنهون پانهِنجو، وَٺان تو وِيندا،
دَمُ نه دَمِيندا، سِڌارِيندا ساٿيهَ ڏي.

(19)

جَتَ هَلَڻِين هُتِ، مُون هِتِ هِينئَڙي ۾ حَلُ ٿِيا،
چَنگَلَ جَنين چوقرا، راحَتَ تَن جي رُتِ،
گَنگن جي گُپتِ، چيڙي وَڏِيَسِ چَپَرِين.

(20)

جَتَن وِڏِيس جارِ، نات هُيَس نِماڻِي نِڪِٽِي،
ٿِيَڙا پاڻَ قَرار، مُون مَنُس گَڏي گُوندَرين.

(21)

جي جاٽان جَتَن، پوءِ پَٽاندَرُ هيترو،
آءٌ ڪيئن مُلا تَن، سَرَتِيُون سُورَ پرائِيان.

(22)

هي جي آيا هيرَ، مُون اڳَ نه ڏِٺا ڪَڏِهِين،
آڻُون تَرسان، هو تَڪِڙا، پَٽِ نه لائِن پيرَ،
پَنِيولِيَسِ ٻَرَنِ ۾، پَسِي پيندين پيرَ،
آءٌ آرِياڻِي آسري، ٿِي واهَرَ جي ويرَ،
هيءَ ڪَمِيڻي ڪيرَ، ٿُون پاريسَ رَسِج پَٻَ ۾.

(23)

جَتَنِ يارانُون، ڪيچِين مُون سين ڪونه ڪِئُو،
نالي سُيَسِ هوتَ جي، مَتِم بارانون،
تيلاهِين طعنون، ڏِيندا مُون ڏيرَ وِيا.

(24)

گورا وَجَنِ گامَرَ، ڏيرَنِ سَندا ڏيهَرَ تي،
توڏَنِ جِيُون تَڙِپيڙَ ۾، تريُون تِرڪَنِ تان مَرَ،
اونِيڙا آرامَ، لَنگهي پَٻُ پَري ٿِيا.

(25)

گهَرَ سِرِ ٿِئي مَ گُسُ، پَٽِي پوءِ مَ پِرينءَ تي،
جِنهن سِرِ ساجَنُ سُپِرِين، تِنهن اُٺَ مَ لَڳي اُسَ،
پُنهُونءَ پاڪَ پُرِسَ! هوتَ نه ڪجن هيڏيُون.

(26)

اُس مَ لَڳي اونِيين، ليڙان لُڪَ مَ لَڳ،
الله! آرِيچَنِ کي، ڪوسو واءُ مَ وَڳ،
جَتَ جَجها ۾ جَڳَ، مُنهنجِي پِرت پُنهُونءَ سين.

(27)

لَڏِيندي لِباسُ، جَتَن جيڏوئِي ڪيو،
اَچِي آريءَ جامَ جو، وَڻُ وَڻُ منجهان واسُ،
مِرون ڪِيئَم ماسُ، هَڏُ هَلَندا هوت ڏي.

(28)

اُٺَ ويري اونارَ ويري، ويري ٿِيَڙَم ڏيرَ،
جوڻُون ويري واءُ ٿيو، جِنهن لَٽِيا پُنهُونءَ پيرَ،
پَنجُون ويري سِجُ ٿيو، جِنهن اُلهي ڪِي اَويرَ،
ڇهُون ويري چَپَرُ ٿيو، جِنهن سَوان نه ڪِيا سيرَ،
سَتُون ويري چَندُ ٿيو، جو ڪِڙيو نه وَڏيءَ ويرَ،
واهيري جي ويرَ، چُلوُن ڪَرِيان چَپَرين.

**وائي**

ڏاگهَن، ڏيرَنَ ساڻُ، ڪَرهَن، ڪيچِين ساڻُ،
مَتان ڪا ٻِي لَنڱُون لائي!
آڻُون سُتِي، هو هَلِيا، وِئڙا ڪَرهَلَ ڪاهي،
مَتان ڪا ٻِي لَنڱُون لائي!
آسَڻُ اڳِيان اُن جي، ”بَر بَر!“ ڪِيو باڏائي،
مَتان ڪا ٻِي لَنڱُون لائي!
جَتُر ڏيئِي چِتَ کي، وِئڙا هوتُ چِپائي،
مَتان ڪا ٻِي لَنڱُون لائي!
جيڪا هُيَن مَنَ ۾، وِئڙا پَنهنجي پُڇائي،
مَتان ڪا ٻِي لَنڱُون لائي!

## داستان ڀيو

(1)
اَڄُ پِڻ وَسائِي اونيين، مَتي مارَڳَ ماڪَ،
پُنهوُن نِياڻُون پاڻَ سين، تاڙِيُون ڀَڃِي طاقَ،
"هَيهَاتَ هيهاتَ لِما تُوعَدُونَ"، سُڃِي تِي اوطاقَ،
ڇَڪِيءِ چوري چاڪَ، هاڙهي هوتَ هلي ويا.

(2)
مِڙِي مُنڌَ ڏِي آئِيُون، ساهيڙِيون سَهَجان،
"اَلسَّفَرُ قِطعَة مِنَ النَّار"، هاري! موتُ هِتان،
سَڱُ صِراطَ المُستَقِيمَ جو، اَتِئِي تان اَڳِيان،
سي ڪيچِي نِيندءِ ڪِئان، ڻُنهنجو نِينهُن نِفاقَ سين.

(3)
جَڏان ڪُن فَيَڪُون چَئِي، نِيو آرِياڻِيءِ اَرواح،
اَنڱُ اَڳِهِين لِکِيو، مُنهِنجو مِيثاقاءِ،
"مَن طَلَبَ شَيئا وَجَدَّ وَجَدَ"، اُتو عَلِي شاہ،
اَجا هِنَ حَدِيثَ جو، مُون آسَرو آہ،
پُنهوُسنءِ جي پَيغامَ تان، مُنهِنجو موتُ مُباح،
سَرَتِيُون! دُعا ڪجاہ، تہ ميڙائو مُون تِئِي.

(4)
صُبُح سِياهِي، آهي آريءِ جامَ ري،
ڪَڏهِن پَسي ڪا نہ ڪا، ري لالَنَ لالائِي،
دُود دِلِ تان دُورِ ڪَري، ڪَرِ ساجَنَ صَفائِي،
"مَن لاَ شَيخُ لَهُ فَشَيخُهُ الشَّيطَانُ"، اِنَ ري اُونداهِي،
هُوءَ جا هَلِي هيڪَلِي، سا گِيرَبَ گمائِي،
"بِلاَ شَيخ مَن يَمشِي فِي الَطرِيق"، اِهَڙِي آوائِي،
تِنهن ري تَوائِي، ڪوڙئين ٽِيون ڪيتَرِيُون.

(5)
بَرُ وڏو، بارُ گهَڻُون، ويجهو نہ وَٽڪار،
ليڙَن جو لَطِيفُ چَئِي، ڪَنيو مُنڌَ مَدارُ،
وَٽُندُنِ نہ وَڙ ڪَندا، ناتَ اَڳِينَ جي اِختيارَ،
ڪاڏِي ٽِيو ڪوهِيارُ، ڪاڏِي تِي هَتَ ڪَٽِي.

(6)
ڪيڙِي ڪيچايَن، گوُرا گسِ هَلائِيا،
لَڙِيو، چَڙهيو چوٽِيين، ڪَريو ڪوهَ ڪِڙَنِ،
سُونهِن جي سَردارَ سين، سي توڏُ مَ تَرِتِجَن،
لُطفُ ساڻُ لَطِيفُ چَئِي، لَنگهيو بَرُ بوتَن،
تَن ڪِهڙو غَمُ ڱُنگسنِ، هوتُ حِماتِي جَن جو.

(7)
جاڳائِي جَتَنِ، گورا گسِ هَلائِيا،
پَهُتِي ري پَهاڙ ۾، اُتَ مَ آگهَتِجَنِ،
لَتاڙِي لَطِيفُ چَئِي، لَنگهيو بَرَ بوتَنِ،
تَن ڪِهڙي چُڪَ چانگَنِ، هوتُ حِماتِي جَن جو.

(8)
پِني تا پَرِينِ، ساتِيَن سَندَ هَٿَن ۾،
ليڙَن جو لَطِيفُ چَئِي، مُون ڪي مَنجهہُ نہ ڏِينِ،
هوتُ پُنهوُن تا نِينِس، اَسُونهِيءِ جو آڃڪو.

(9)
اوڳارين نہ آنرا، ٻَڌا چَرَنِ نہ بُورَ،
ليڙَنِ ڪي لَطِيفُ چَئِي، هَلَڻَ جو مَذڪُورُ،
مَين ڪي مامُورُ، آهي اُٺَنِ اڳِيين پنڌ جي.

(10)
دوڪَ دَهليا چِتِ، گورا هَلَنِ نہ گسَ ۾،
چِڙُ سال ٿِي نہ چلٽا، تي تنگ نِهاري تِتِ،
سوڏِي اُنهِين سِيد چَئِي، پوءِ پانچارِئن پِرتِ،
اِن اَڙانگِي پَنڌَ جي، ڪا نيشَنِ پوءِ نِرتَ،
سسُئِي وَڏِي سَتِ، جا اِهڙِيءِ پر پَنڌُ ڪَري.

(11)
پُڻ تا پَلاٽِينِ، اوني اَڄُ اُيڪڙا،
پَهَ، پارسِيُون پاڻَ ۾، ڏيرَ ڏيهاڻِي ڏِينِ،
هوتُ پُنهوُن تا نِينِ، باروچي بولِي ڪيو.

(12)
پُڻ تا پَلاٽِينِ، اوني گهَڻُون اُباهَرا،
هوءِ جي هَلَڻَ سَندِيُون، ڳاهُون ڳالهائِينِ،
مُون ڪي تا مارِينِ، سَجَڻَ سانباهِي ڪيو.

(13)
"هَئِي هَئِي!" ڪيو "هاءِ!" تِي پاڻُ هَٽي سِرِ پاهٽِين،
لَڏائِين لَطِيفُ چَئِي، جَتَنِ سندي جاءِ،
شڪر بارِ سَنداءِ، جئن ستاٽِي ساتِ مِڙي.

**وائي**

لالَنُ آيڙو پيھي، وِئڙا سُورَ سَپيئي،
جِيَسِ جِيَسِ! وو جيڏِيُون، مُنهِنجو لالَنُ آيو پيهِي،
ڳالهِيُون ڪَندِيَسِ ڳُجهِيُون، مُنهن مُقابِل ويهِي،
جِيَسِ جِيَسِ! وو جيڏِيُون.
ڳٿُوريءَ بارُ پَري، آيو ڏُونگرَ ڏيهِي،
جِيَسِ جِيَسِ! وو جيڏِيُون.
سَرڪشِي سَردارَ سين، مُون ڪَميٽِي ڪيهِي،
جِيَسِ جِيَسِ! وو جيڏِيُون.
هُئِي شِڪستِي سَسُئِي، رازُ پُنهوُنءَ جي ريهِي،
جِيَسِ جِيَسِ! وو جيڏِيُون.

## داستان ٽيون

(1)

اَللهَ ڪارَڻِ اوٺِيا، ڪَرَها مَ ڪاهِيو،
جانِبَ جَڏي جِيءَ جو، آڳانڊو آهِيو،
لاڳاپو لاهِيو، مَتان مُنهنجو سُپِرين.

(2)

اَللهَ ڪارَڻِ اوٺِيا، ليڙا نِيو مَ لُرَ،
نِيو نِماڻِي پاڻَ سين، ٻانِهيءَ جهَلي ٻُرَ،
مُون کي ماري مَنجهِ ٿِي، سَندي هوتَنِ هُرَ،
ڪَچو لائِيان ڪُرَ، ڪيچان اوري جي وُران.

(3)

ڪيچان اوري ڪِٿهين، وَڻُ نہ ويساهِين،
ڪَميٽِي ڪيچين لَئي، پُورِج پَراهين،
تاڻِج تيڏاهِين، وارِج ڪا مَ وَرَڻَ جي.

(4)

ڪيچان اوري ڪيتَريُون، مَعذورِيُون مُيُون،
واٽُون وِيہَ ٿِيُون، ڪُهُ ڄاڻان ڪيهي وِيا.

(5)

الا! اَڇَنِ اوءِ، جَنِ آئي مَنُ سَرَهو ٿئي،
پَسان مان پَرِ ڪَهينِ، جَتَنِ سَندي جُوءِ،
لَنگهي لَڪ، لَطِيفُ چَئِي، سُٽِيان هوتَنِ هُوءِ،
گولِي ٿِيان گُلبُوءِ، جي سُڄاڻان ساٿَ ڏٽِي.

(6)

ڪيچان آيو قافِلو، عَطرَ آنداڻُون،
ڳٿُوري خُوشبُوءِ سين، وَڻَ ٽِڻُ واسِياڻُون،
پَسَنديئِي پُنهوُنءَ ڄام کي، وِسريُون وِڄاڻُون،
خيما ڪوڙِياڻُون، وَرِيو بَختُ پَنيورَ جو.

(7)

ڪيچان آيو قافِلو، ساٿَ ڏٽِي سَرِواڻَ،
وارَ وَڍِي واڳُون ڪَرِيان، پُٺان هُوندَ پَلاڻَ،
جَهِڙو پُنهون پاڻَ، تَهِڙي سِٽا ساٿَ جي.

(8)

ڪيچان آيو قافِلو، طَرَحَ موچاريءَ توڏَ،
سِينگارياڻُون سَيّدُ چَئِي، ڪَرَها مَنجهان ڪوڏَ،
لَڪُ لَهِي ٿِي لوڏَ، جِيجان تَنِ جَتَنِ جِي.

(9)

ڪيچان آيو قافِلو، جُنگُ سُونهاريءَ جوڙَ،
تَلِيارا توڏَنِ کي، ڳِچِيءَ سُونهَنِ موڙَ،
دولَتَ چايان دوڙَ، جي مُون نِيو پاڻَ سين.

(10)

ڪيچان آيو قافِلو، راتِ موچاريءَ روءِ،
بوتي ۽ بَلوچَ جِي، رِڙهِي پَسان روءِ،
لَنگهي لَڪَ لَطيفُ چَئِي، پَڇان ڪيچِيَنِ ڪُوءِ،
گولِي ٿيان گُلبُوءِ، جي مُون نيو پاڻَ سين.

(11)

ڪيچان آيو قافِلو، پَليرو پايان،
پَٽِي جا پيرَن جِي، لِڱَنِ کي لايان،
چَنبيلي چايان، جي مُون نِيو پاڻَ سين.

(12)

ڪيچان آيو قافِلو، ڄامَنِ سَندو ڄامُ،
پَسندي پُنهوُنءَ کي، آڪِنِ ڪِيو آرامُ،
ناٿَرِ چايان نامُ، جي مُون نِيو پاڻَ سين.

(13)

مِزِمانَنِ مَهري، آٽِي جهوڪِيا جهوڪَ ۾،
چاٽِي چَنبَنِ ۾، وِيا، جِئن بازُ سَٽِي بَحري،
ڪوهِيارو ڦَهَري، وِيو نِهوڙِي نَنڊ ۾.

(14)
ڪيچي ڪالھہ ڪهي وِيا، اَدِيُون آڌيءَ راتِ،
جاڳان تان جيڪين ٿيو، وهاڻيءَ پرڀاتِ،
قوڙائو فقِيرِ ڪي، ڏِنو جَتَن ذاتِ،
رَفيعَ الدّرجات، پَرَمَلُ پُنهوُن ميڙيين.

(15)
مُون پانيو مُون وَٽِ، هَميشَہ هُوندا پرين،
ويڙهو ڏيٺِي ويڪرو، پهري وِيا پَٽِ،
ساھُ جَنهين جي سَٽِ، وِڪِيُم تي وَٽڪارِ ۾.

(16)
مُون پانيو مِزمانَ، هَميشَہ هُوندا پرين،
کُهي ڪميڻي هَليا، ڪَهَل ڪِيائُون ڪانَ،
ڏيئي وِيا ڏاھِ ڪي، سُورَنِ جا سامانَ،
جورو راتِ جُوانَ، جيڏِيُون جَتَ ڪَري وِيا.

(17)
پانيُمِ جي سَرِوانڱِ، ڇُلائيندَم ڇَپَرين،
ڪانيَم هُوندَ پَلانڱِ، اُٺ گَڏايَم اُن جا.

(18)
ساٿِيڙَنِ سَويرَ، آٺي اُٺَ جهُڪائيا،
هِينئَين تہ پانيُم جيڏيُون، تہ ڏاڍي ڪَندا ڏيرَ،
اُتِيَسِ آئُون اويرَ، ڪَري سُڄَ سَنجهي وِيا.

(19)
جهُوڙا جَنِ جهُلَنِ ۾، هِيري لَڪُ هَزارَ،
لُڳا واٽ وَٽَنِ جا، پُنهوُنءَ ڪي پالارَ،
آن ڪي وِيندا گَڏِيا، اِهڙيءَ سِٽَ سُوارَ،
لَنگهي ڪالھہ قطارَ، ٿُون، آئي اَڄُ نِهارِيين.

(20)
ڪاڏي مُنهن مَڪَرانُ جو، ڪاڏي ڪيچُ ٿِيو،
هِهَڙو ساٿُ پَنيورَ تان، ڪَڏِهين ڪونہ پيو،
ڪوهِيارو ڪامَ هَٽِي، چوري چِٽُ وِيو،
جَنين جَتُ نِيو، تن اُنَن گهوري آهِيان.

(21)
بِرهَ مَٽايُس بَرُ، ناتَ سُکِي ڪيرَ سَٽوُن ڪَري،
کَهَڻُون ڏورِيان ڏُکَ سين، ڏيرَنِ لَئي ڏُونگَرُ،
وَري آيُس وَرُ، سَفَرَ مُيَ جا ساٿِ پيا.

(22)
وَرَ ۾ ڪونهي وَرُ، ڏيرَنِ وَرُ وَڏو ڪِيو،
نِهارِينديَسِ نَڪَٽِي، بوتَنِ ڪارَڻِ بَرَ،
آڏو نَڪَرَ نَرُ، مَتان روھَ رَتِيُون ٿِيين.

(23)
وَرَ وَراڪا وِچَ ۾، لَڪين آڏا لَڪَ،
هو جي آڏا حَقَ، سي ڪَندا ڪوھُ ڪُنيَ ڪي.

**وائي**

هوتَ! نہ پانيُم هينئَن، آئون جا ماري، سَڄَڻُ ٿُنهنجي نِينهن،
وو! چَڏِي ٿُون ڪو ڇَپَرِ وِيندين.
لُڪُون لُڳَنِ ڪوسِيُون، ڏاڍا تَپَنِ ڏِينهن،
وو! چَڏِي ٿُون ڪو ڇَپَرِ وِيندين.
عِشقُ آريءَ جامَ جي، ڪِيَسِ نِماڻِي نِينهن،
وو! چَڏِي ٿُون ڪو ڇَپَرِ وِيندين.
جهُونگارِيندي جهَنگَ ۾، ڏوٿِيَن ڏِٺِي ڏِينهن،
وو! چَڏِي ٿُون ڪو ڇَپَرِ وِيندين.
اُن جا چڏِي ڇَپَرين، ڪيچ رَسَندي ڪِيئَن،
وو! چَڏِي ٿُون ڪو ڇَپَرِ وِيندين.
وِلَهِيءَ هِتِ سسسسوَسائِيا، سَندا مَحَبتَ مِينهن،
وو! چَڏِي ٿُون ڪو ڇَپَرِ وِيندين.

## داستان چوٿون

(1)
وارو! وَرُ وَني وِيا، آرِيچا اَظلامَ،
آنداڻُون آريءَ جا، پُنهوُنءَ ڏي پيغام،
پَهُ ڪياڻُون پاڻَ ۾، مُونهان مَخفِي مامَ،
سَنيُوڙا ساٿُ ڪَٽِي، ويساهي وَريامَ،
ڪاڪِيُون! راتِ قِيامَ، جيڏيُون! جَتُ ڪَري وِيا.

(2)
وارو! وَرُ وَني وِيا، ڪَري ڏيرَ ڏِنگِي،
مُون وِلهِيءَ ڪِينَ وِنگِي، مامَ پَرُوڙي مَنجهہِ جي.

(3)
وارو! وَرَ وَني وِيا، هاجُون هوتَ ڪَري،

آڌيءَ اُتِي هَلِيا، سُجُون شَهرُ ڏَري،
هِيءَ ڏُکِي هِتِ ڏَري، هوءِ وَڃِي ڪيچِ قَرارِيا.

(4)

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، جابِرَ ڪَري جورُ،
بيدي ٿِيو يَنيورُ، حَشَرُ ڪَري هَلِيا.

(5)

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، ڪَري ڏيرَ ڏَمَرُ،
هاڻي ٿِيو حَشَرُ، پُنان قولَ قِيام جا!

(6)

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، ڏيرَ ڪَري ڏورو،
ساڃَنَ ري، سَرَتِيُون! آتَڻُ اَڏورو،
نِيَ سين نِسورو، حَشَرُ ڪَري هَلِيا.

(7)

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، جوري سين جابِرَ،
صَبَرَ ڪِئن صابِرَ، اَچي عَجِيبَنِ ري.

(8)

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، ڏاڙهِيءَ يَنيا ڏيرَ،
ڏِينديَسِ ڏادِين ڏُونگرين، اُنهِين لَئي اُليرَ،
ڪيچ پُهچي ڪيرَ، وَڄَڻَ سين وَس ڪَريان.

(9)

سَنجهي مُون نہ سَنپالِيو، تہ ڪي اونِي ڪَندا اِيئَن،
ڪُهِي ڪَمِيٽي ڪِئَن، جَڏي راتِ ڄتَنِ ڪِي!

(10)

سَنجهي مُون نہ سَنپالِيو، صُبحُ سارِيمِ سُورَ،
ڄتَنِ لاءِ ضَرُوَرَ، گهَٽا گهارِيمِ ڏِينهڙا.

(11)

سَنجهي مُون نہ سَنپالِيو، صُبحُ سارِيمِ سُورَ،
آڌيءَ راتِ اُٿَمِيو، ڏين پَلٽِيو پُورَ،
ڄتَنِ جي ضَرُورَ، مادَرِ! ماري آهِيان!

(12)

سَنجهي مُون نہ سَنپالِيو، مارِيَسِ سُورَ صُبُوح،
نيڻَ هيرايَئِي نِندَ سين، ڄتَنِ لَنگهِي جُوءِ،
هاڄُو ڪَري هُوءِ، آڌيءَ راتِ اُٿِي وِيا.

(13)

آڌيءَ اُوءِ اُٿِي وِيا، ڪَرَ رَکِيائُون ڪيچَ،
ٻاروچاڻِي پيچَ، مُنهنجو مَنُ مُنجهائِيو!

(14)

جَڏيءَ وَٽِ جالي، مانَ لِلّهِ ڪارَڻِ لِڪَ سِينءَ،
آهي آريءَ ڄامَ جي، هِتِ هُتِ حَوالي،
عَيبَ مُون ۾ اڳرا، مانَ نِرمَلُ نِڪالي!
پَرٿِياڻِي پالي، ڪامِل نِيندو ڪيچَ ڏي.

(15)

پَرِيَٿَنِ پالياسِ، ٻانيَڻِ بيٺِي آهِيان،
حُسنَ هوتَ پُنهونءَ جي، ماري موت وِڍِياسِ،
جانڪِين تان جِينديِاسِ، پيس وَرِ وِصالَ جي.

(16)

پَرِٿَنِ جي پاڙي، جاڙَ گُذارِيُمِ جيڏِيُون،
جَنهِين مُون کي مارِيو، سُورَنِ سين ساڙي،
اِرادي آڻي، سانگِينِ سين سَگَ ڪيو.

(17)

اَسِين پاڻَ پِرَٿَ، پورِهَيتَ پُنهُونءَ ڄامَ جا،
هوتُ ڪَٿُوريءَ هيرَئُون، مُون ۾ صابُڻَ ڇَٿَ،
آتَڻَ مَنجهِ اُگَهَٿ، ڪانڌُ ڪِهينِ جي مَ ڪَري!

(18)

گڏِيو ڏوبِيَنِ ڏوءِ، پُنهُوسنءَ پارچو هَٿَ ۾،
اُتي آريءَ ڄام جو، قاصِدُ آيُس ڪوءِ،
"ايءُ ڪامِلَ ڪَم نہ سَنلوءِ، جِئَن پَهَسَ پَچاڙِيين پوتِيين."

(19)

نَڪو ڪيچُ يَنيورُ، نَڪو مائِٽُ مَنڌُ جو،
هورُ مِڙوئِي هِنَ کي، هوتَنِ ڪونهي هُورَ،
زاريءَ ڏاران زورُ، هَلي ڪوئہ حَبِيبَ سين.

(20)

چوري، نِدوري، نَڪو مائِٽُ مُنڌَ جو،
سَوين هَلَنِ ساٿَ ۾، ڪَمِي ۽ ڪوري،
آئُون پُٺِ آهِيان اُن ۾، لَنگهِي ۽ لوري،
لَنگهائِيين لَطِيفُ چَئِي، ٿَرَنِ جا ٿوري،
آهِيان آزوري، تُنهنجي جوري جَبَلُ لَنگهِيان.

**وائي**

چا ڪي تا ڪَرَهَ قطاريو، ووا مُون نِماڻِيءَ تان ڪي نہ چيو.
اللہ ڪارڻ اونيا، آئِين واڳ وَنِي وَرُ واريو،
ووا مُون نِماڻِيءَ تان ڪي نہ چيو.
رَهو رات پَنيورَ ۾، تان ڪا گهَڙي هِتِ گهارِيو،
ووا مُون نِماڻِيءَ تان ڪي نہ چيو.
سِڪِي جِنهن سَگُ ڪِيو، تِنهن مَعذُور ڪي مَ مارِيو،
ووا مُون نِماڻِيءَ تان ڪي نہ چيو.
سائِينءَ ڪارَڻِ، سُپِرين! دوستَ دَرَسَنُ ڪاريو،
ووا مُون نِماڻِيءَ تان ڪي نہ چيو.
موڙي مَجَر تاريُون، چانگنَ ڪي آئِين چارِيو،
ووا مُون نِماڻِيءَ تان ڪي نہ چيو.
اَيَري عَبدُاللّطِيفَ ڏي، واڳ وَنهيَلِ آئِين وارِيو،
ووا مُون نِماڻِيءَ تان ڪي نہ چيو.

## داستان پنجون

(1)
نيڻَ نِهارا مُون ڪيا، مَٿي وائڙِينَ،
اِيندا مان پَسَن، اوٺِي آريءَ جامَ جا.

(2)
نيڻَ نِهارا مُون ڪيا، ڪيچِينَ ڪارَڻِ ڪالهہ،
اِيندا پَسان شالَ، اوٺِي آريءَ جامَ جا.

(3)
نيڻَ نِهارا مُون ڪيا، اوٺِيَن ڪارَڻِ اَڄُ،
پُنهُونءَ جامَ! پَهَچُ، تہ آري! اولُون نہ ٿِيان.

(4)
نيڻ جي نِهارِين، سي اَڄُ نہ اوٺِي آئِيا،
هَنجُون نہ وَسائِين، پاڻِي پُنهُون جامَ ري.

(5)
نيڻَ نِهاري مُنهنجا، روئِي ٿِيا رَتُ،
پُنهُون هوءِ پَهتُ، تہ پاري نِينِ پاڻَ سين.

(6)
نيڻَ نِهاري مُنهنجا، رَتُ ٿِيا روئِي،
ڏُکَنِ جي ڏوئِي، آهي هَتِ آسُونَهَن جي.

(7)
اَڄُ اَگڻَ ڪِيڏانِ، آسَرَ لَڳِي سورِيان،
ڏُونگر ڏِينهن لَڳانِ، مانَ وَرڪَن سُپِرِين.

(8)
ڏُونگر لَڳِن ڏِينهن، مانَ وَرڪَن سُپِرِين،
ڪَيَس نِماڻِي نِينهن، آيَل! بارُوچَن جي.

(9)
نيڻَ نِهاري مُنهنجا، روئِي رَتُ ٿِيا،
جي هَتان هوتَ وِيا، سي اَچَن تہ آجِي ٿِيان.

(10)
جِئَن سو هَرَڻُ هُماءُ، سَرگردان سَنسارَ ۾،
هِيءُ پَڳُ نہ ڪوَڙي پَٽيِين، هُو ڏَڙَ سِرِ ڏري نہ ساهُ،
جيڪُس تَن مُلاءُ، سَسُئِيءَ سُورَ پرائِيا.

(11)
راتِ ڏِٺائِين روجهہَ، پانءِ ڪَ اوٺِي آئِيا،
پرِيتَڙِي پرِيَن جي، سِڪَڻَ ڪِي سَبوجهہَ،
هَئِي گهَٽُون آبوجهہَ، سُورَنِ سُونهائِي سَسُئِي.

(12)
روجهہ ڏِٺائين راتِ، هوتُ گُوليندي حَبَ ۾،
ڪيچِيَن جي ڪَڙي ٿِيي، توءِ تَنين جي تاتِ،
بارُوچاڻِي ذاتِ، مَنان مُيَ نہ وِسَري.

(13)
جَبَلَ ۾ جانارَ، سَرَهَ گَڏَبَئِي سَسُئِي،
پِنِيءَ پوءِ پوارِئِي، بانيَڻِ جي باڪارَ،
هوتاڻِي هيڪارَ، مؤلا! مُون ڪي ميڙِيين.

(14)
سَرَهَ گَڏَبَئِي سَسُئِي، سوڙهِي مَنجهي سَبِيلَ،
ڪاهي رَسندا ڦهرِيا، جيت تَڪَڙا سين تَعجِيلَ،
آرِياڻِي اَصِيلَ، اُتِ پِيادِيءَ ڪي پُهچَ ٿُون.

(15)
سَمَرُ جَنهِين نہ ساڻُ، هوتُ حِماتِي تَنِ جو،
ڪَري چيچَ چِپَرَ ۾، پُنهُون اِيندو پاڻُ،
ٽِيندي ريجهہَ رِهاڻِ، لَحظي مَنجهہِ لَطِيفُ چَئي.

(16)

پَسِي سي سَرَهِي ٿِئي، جي مَيَن لَنگهِيا مَسَ،
تِنُ تنهن کي ناهِ کو، لَکَ مِڙيئي لَسَ،
حُبَ جنهين کي هوتَ جي، وِندُرُ تِنهن کي وَسَ،
سَنديءَ چانگن چَسِ، پيرَ تَرندَءِ پَٻَ ۾.

(17)

سَسُئِي لَنگهيو سو، مَردَ جِنهن ماٺَ ڪِيا،
جَبَلُ وَڏو جو، تُوڙِ مِڙوئي نِينهَن کي.

(18)

جَبَلَ ماري جَکَ، جو آڏو آرِيچَن کي،
توڙي لَکَنِ لَکَ، سَڀِ لَنگهِيندِيَس سِکَ سين.

(19)

جَبَلُ جيڏوئي، جو آڏو آرِيچَن کي،
وَنِي وَرُ واٺَ وِيا، بُرفَتَ بِروهِي،
رُڃَن ۾ روئِي، پَسان شالَ پُنهوُنءَ کي.

(20)

جَبَلُ سُڃَن جالَ، آڏا آرِيچَن کي،
هاڙهي ڏانهن هَٿُ ڪٽيو، ڇَپَرِ مِڙان شالَ!
ڪيچي وِٺَرِ ڪالهَه، تي تِي ڏونگر ڏورِيان.

(21)

ڇَپَرُ ڇَمَرُ پانِئِيان، ڪانيو ۽ ڪارو،
پَٻُ وِجهَندِيَس پُٺِ تي، صُبُح سَوارو،
وَڃَڻُ مُون وارو، ڪِينَ وِهَندِيَس وِچَ ۾.

(22)

ڪِينَ وِهَندِيَس وِچَ ۾، هَلَندِيَس ڪَري هاءِ،
ساڄَنَ سَندي ساءِ، ڏُوسنگرَ ڏورَڻُ مُون پيا.

(23)

ڇَپَرَ ۽ ڇَمَرَ، تا لَڳهَہ لَڳن پاڻُ ۾،
آڏا ڏُونگرَ ڪَرڪَرا، ويڙهِ وِنگايُون، وَرَ،
آئون پِيادي پِٽيين، نِماڻِي، نِڌَرَ،
سورِيُون جِتِ سَگِرِ، اُتِ باتاڙيءَ بيلِي تِيين!

**وائي**

هِينئڙو تو هُن ساري، مُنهنجو ساهُ سَيّدَ کي تو ساري:
جيڏِيُون! آئُون هَلَندي، وِيندي هوتَ ڏي.
سَرَتِيُون! آئُون ڪَهندي، ويندي ڪيچَ ڏي.
هوتَنِ هَلَڻُ مَنَ ۾، ڪيرَ ڪَهَڙي هِتِ گهاري؟
جيڏِيُون! آئُون هَلَندي، وِيندي هوتَ ڏي.
سَرَتِيُون! آئُون ڪَهندي، ويندي ڪيچَ ڏي.
آسَرَ پَري آهِيان، مان واحِدُ آٽين واري!
جيڏِيُون! آئُون هَلَندي، وِيندي هوتَ ڏي.
سَرَتِيُون! آئُون ڪَهندي، ويندي ڪيچَ ڏي.
پَنڌُ اڙانگا پَٽيين، مُون کي ڪوهيارو تو ڪاري،
جيڏِيُون! آئُون هَلَندي، وِيندي هوتَ ڏي.
سَرَتِيُون! آئُون ڪَهندي، ويندي ڪيچَ ڏي.
سَچو سُخَنُ سُپِرِين، مانَ پُنهَلُ پَنهنجو پاري!
جيڏِيُون! آئُون هَلَندي، وِيندي هوتَ ڏي.
سَرَتِيُون! آئُون ڪَهندي، ويندي ڪيچَ ڏي.
جيرو اَندَرِ چِندَڙي، وِيو باروچَلُ باري،
جيڏِيُون! آئُون هَلَندي، وِيندي هوتَ ڏي.
سَرَتِيُون! آئُون ڪَهندي، ويندي ڪيچَ ڏي.
وِڏا ڪَمَ ڪَرِيمَ تي، هِنَ ويچاريءَ واري،
جيڏِيُون! آئُون هَلَندي، وِيندي هوتَ ڏي.
سَرَتِيُون! آئُون ڪَهندي، ويندي ڪيچَ ڏي.

## داستان چهون

(1)

آڏَ تِراڇا، آهُڙا، ڏاڪا ڏُونگَرَ کي،
هو جي وَرَ وِندُرَ جا، مارِيندا مُون کي،
هاڙهو هيٺِيءَ کي، لَنگهائِج، لَطِيفُ چَئي.

(2)

آڏَ تِراڇا، آهڙا، ڏُونگَرَ کي ڏاڪا،
ڪِيمِرِ آهَ عَجِيبَ کي، سِکَ مَنجهان ساڪا،
پيئي هَٿِيڪِي هوتَ کي، ڪُوکَ وَڃِي ڪَنِ ڪا،
مُنهنجو وَسُ واڪا، ٻُڌَڻُ ڪَمُ بَروچَ جو.

(3)

آڏَتِراڇا، آهُڙا، ڏُونگَرَ کي ڏاڪا،
وَنِي وَرُ واٺَ ٿِيا، بَرِ چَڙهي بانڪا،
ٿَنِيا پيرَ فقيرَ جا، چَڙهندي چَڙهاڪا،
هُيَنِ جيءُ اَندرَ جاڪا، وِيا پُڄائي پانهِنجي.

(4)
آڏتراچا، آهُڙا، وِندَر وَراڪا، وَر،
حُبّ جَنهن کي هوتَ جي، سا ڏوريندي ڏونگر،
پَهُچاييِن، پَرورَ! لُطفَ ساڻُ، لَطِيفُ چَئي.

(5)
آڏتراچا، آهڙا، وِنڌَر وراڪا، واڪَ،
اُجهايَسِ اُنَن جي، ڦوڙائي فِراقَ،
پُنهُوَن پَرَمَلَ پاڪَ! واحِدَ لَڳِ، وَريج ٿون.

(6)
آڏتراچا، آهُڙا، وِنگا وَرَ واٽُن،
جيرا، جِگَرَ، بُڪيُون، آريءَ لَئي آئُن،
ڪَسي ڪَنوائُن، سَنيُوڙا سَيّدَ چَئي.

(7)
ڪوڏُر نہ ڪاتِي، جنهن سان ٽَڪَرُ ٽانڪيان،
جيڪو جَبَلُ لَنگهيان، سو هيبَتَ جو هاٿي،
پِرينَ جا پاتِي، سا جَرَ جِٽري نہ لَهي.

(8)
ڪَرِڙا ڏُونگَرَ، ڪَهہ ڪَهٽِي، جِتِ بَرِپَٽُ، بيران،
ڏاهَن ڏاهَپ وِسري، ٿِيا حَرِيفَ ٿِي حيران،
سَسُئي لَنگهيو، سَيّدُ چَئي، مَحبت سين ميدان،
جنهن جو آرِياڻي اڳوان، تِنهن جي ڪانهي باڪَ بَهِيرَ ۾.

(9)
ڪَرِڙا ڏُونگَرَ، ڪَهہَ ڪَهٽِي، جِتِ واٽُن تي واري،
آڏا لَڪَ، لَطِيفُ چَئي، بَرَ سُجَن باري،
جا مَنزِلُن ماري، سا قادِرَ! ڪيچ رَساڻيين.

(10)
ڪَرِڙا ڏُونگَرَ، ڪَهہَ ڪَهٽِي، جِتِ جَبَلَ گُوناگُونِ،
ليڙَن جِيُون، لَطِيفُ چَئي، تَنگ تَنوارُوَن پُونِ،
جَن ڏِنو پيرُ پُنهوُنءَ جو، سي نہ ڪِي روُنِ نہ جُونِ،
هُوندَن مَتي هُونِ، لاڳاپا هِنَ لوڪَ جا.

(11)
ڪَرِڙا ڏُونگَرَ، ڪَهہ ڪَهٽِي، جِتِ ماٿَرِ مٿاهين،
سُجَن ٿا، سَيّدُ چَئي، اُتِ مِروُن مَهائين،
تُون آرِياڻي آهين، مَنُهن مَعذوُرِن جي.

(12)
ڪَرِڙا ڏُونگَرَ، ڪَهہَ ڪَهٽِي، جِتِ وِيا روڏا رِنگائي،
ساڱاپي سيڻَن جي، ٿِي وِندُر واجهائي،
رَهِيَس رَسُ، لَطِيفُ چَئي، تِنهن ڪَميٽيءَ ڪاهي،
آرِياڻيءَ آهي، مَنهن مَعذورِن جِي.

(13)
ڪَرِڙا ڏُونگَرَ، ڪَهہَ ڪَهٽِي، جِتِ رِڻُ ٽتو رائو،
ٽِتِرُ ٽِئي مَ تَن کي، ڏُونگَر ۾ ڏائو،
جَڏهن جامَ پُنهُون جائو، تَڏهن تِي وَسَ وَٽِڪار ۾.

(14)
ماڻِڪَ مِٺُ سَندومِ، اُونداهِيءَ ۾ سوجهرو،
حَشَرَ ويلَ حِسابَ ۾، جِڏي نہ وِيندومِ،
سارِيو سَڌُ ڪَندومِ، ڪوهِيارو ڪيچَ ڏٽي.

**وائي**

(1)
وِيندِيَس ڪيچ ڪَهِي، سيڻَن ساڻُ سَهِي،
وو! پيئرُ! آئُون جِيندِيس تان تہ جَتَن ري.
وِهان ڪِئن ماٺِ ڪري، هيڏو سُورُ سَهي،
وو! پيئرُ! آئون جِيندِيس تان نہ جَتَن ري.
هيڏي شَهَرَ پَنيور ۾، سارِيان ڪوڙ سَهِي،
وو! پيئرُ! آئُون جِيندِيس تان نہ جَتَن ري.
صُبحُ ڏونگَر ڏورِيان، ڪِنهن پَرِ راتِ رَهِي،
وو! پيئرُ! آئُون جِيندِيس تان نہ جَتَن ري.

**وائي**

(2)
گهُمان جالَ جَبَلَ، مِيان، جيڏِيُون جانِبَ جَتَ لَئي،
ڏورِينديَس ۾ ڏُونگِرين، ڪَنديَس آئُون اُجَل،
جيڏِيُون جانِبَ جَتَ لَئي.
هيڏي شَهَرَ پَنيور ۾، رَهان نا هِڪُ پَل،
جيڏِيُون جانِبَ جَتَ لَئي.
پُنهُون پاڻَ نہ وَڃِڻو، ڪو مُونهين ۾ وَلَ،
جيڏِيُون جانِبَ جَتَ لَئي.
اوڏي تِي، عَبدَاللَّطِيفُ چَئي، هوتَ ڪارَڻِ هَل،
جيڏِيُون جانِبَ جَتَ لَئي.

# داستان ستون

(1)

پُنھُونءَ سين پرِيتِ جو، ڪو جو پيچُ پيومِ،
پَنيي هِنَ پَنيورَ ۾، وِهَڻُ وِهُ ٿِيومِ،
مَتِيُون موٺَڻَ سَندِيُون، ڪاڪِيُون ڪِيَمِ ڏِيومِ،
سَرَتِيُون ساهُ سَندومِ، ٿِيو حَوالي هوتَ جي.

(2)

پُنھُونءَ ساڻُ پرِيتَ جو، ڪو جو پيڙُمِ پيچ،
ڪَندِيَسِ ڪَشالا ڪافَ جا، هاڙهو پائِيان هيچ،
ڪاهي مَٽَدِيَسِ ڪيچ، ديرو دوسِتَ پُنهوُنءَ جو.

(3)

ڪُجاڙِئان ڪاهي، شُتَر اُنِ سِينگارِيا،
ٿَلِيُون، ٿوُنرَ، هَلوِيُون، وِيا چيروُن چِمَڪائي،
لَنگهِيا لَڪَ لَطِيفُ چئي، وِيا ڪَرَهَلَ ڪُڏائي،
بانَيَڻِ ڪي بَروچَ جو، آسرو آهي،
واڳُون وَرائي، ڦيرِينِ مانَ فَقِير تي.

(4)

ڪو مُنهِن ڪُنَلِ آئِيو، وَسِ نہ ويچاري،
هوتَ تنهُنجي هَٿَ ري، پَهُچِي نہ پاري،
اَچين جي آري، تہ پاندَ پُڄِي، لَڪُ لَنگهِيان.

(5)

ڪَڏِهن تان ٻاجهہَ پَئِي، ساڄَنَ مَجُ سَلامِ،
سِڪَ تُنهِنجِي سُپرِين، ڪيو تَنُ تَمامِ،
هَتين حاجَ وِهُ ٿِيي، نيڻين نِندَ حَرامِ،
دوسَ نہ سَهان دامِ، ٿُون وِندُرِ تو ويلا ڪَرين؟

(6)

ڪو مُنهن ڪُنَلِ آئِيو، ناهِ ويچاري وَسِ،
هوتَ! تُنهنجي هَٿَ ري، گولِي ٿِئي مَ گَسِ،
ڏُکُ ڏُکِيءَ ڪي ڏَسِ، تہ مُوڙهِيءَ ڪو مُنهن ٿِئي.

(7)

سُرَهِي مَنجهان ساٿَ، آئِي بُوءِ پَنيوَر ڪي،
ٻِينا بازارِنِ ۾، لائي جَتَ جَباتَ،
سَنديءَ هوتَ حِماتَ، ڪيچِ پَهُتو قافِلو.

(8)

ٻَرُ مِڙوئِي بُوءِ، چَپَرَ چاڙُون مُڪِيُون،
ٻَھ ٻَھِ ٿِي پَنيورَ ۾، هَنڌَ مِڙيئِي هُوءِ،
راڻِيَنِ وَري رُوءِ، گُوندَرَ لَٿا گولِيين.

(9)

جَڏِهن پيئِي چَٽُ، چَپَرِ هوتَ پُنهونءَ جِي،
پَرَهي وينِيُون پَٽَ، گُوندَرَ لَٿا گولِيين.

(10)

جَڏِهن پيئِي باسُ، چَپَرِ هوتَ پُنهوُنءَ جي،
اَدِيُون آرِيچَنِ جا، وَٽَنِ مُڪا واسَ،
آيَل! پُنِي آسَ، پُنهوُن آيو ڪيچ ۾.

(11)

آيَل! اوطاقُون، ڪَري ڪيچِي هَلِيا،
سُڪِيون نہ سيٽَنِ جي، ماڳِنِ تان ماڪُون،
نِسُورِيُون ناڪُون، سَجي هَلِيا سُورَ جِيُون.

(12)

جَتَنِ سان جانڪُون، سَرَتِيُون! مُون سَگَ ٿِيو،
ڪَري ڪوهِيارو وِيو، تَنُ چِنِي تانڪُون،
اَن پُڻَ تَڏاڪُون، اَڏَ ڏُکوئِي آهِيان.

(13)

مَتان ڪا ٻَڙي، ٻول ٻاروچي وِسَهي،
هُوندَ نہ سُتِيَسِ سَرَتِيُون، ويهِي رَهِيَسِ وَڙي،
جَتَ پَنهِنجي جُوءِ ۾، گهارِن مانَ گهَڙي،
ڪيچِينِ آن نہ ڪَڙي، ڪنهن ڏُکِيءَ ڏاوَڻُ ڏائِيو.

(14)

سِڪِي جان سُتِياس، تان سِڪَ سُمهڻ نہ ڏئي،
جاڳِي سُتيس جَنِ لَئي، سي آيا تان نہ اُٿِياس،
پيئرُ آئُون پُلِياس، تَتَ سِڪُ سُمهڻ چا لَڳي.

(15)

ڏيرَنِ ڏوهُ نہ جيڏِيُون، ماءِ، مِڙيوئِي مُون،
آئُون اَسوُنهِين، اُو سُونهان، پرِين سَندا پَرِيُون،
اَصلِ آريءَ ڄامَ جو، پاندَ نہ پُڄِتوسُون،
جنهن جو ٿُونهِين ٿُون، سي پيادِيُون پَهُچائِيين.

(16)

اَڏيُون آئُون نہ تِئن، جِئن پِرِيَتَڻُون پِرِينَ سين،
بَڏي سُتِيَسِ سوگھو، چِلَورُ چاتِيءَ سِيئَن،
نہ ڪيچِي ڪاھي ڪَرَھا، مُونهان وَڃَنِ ڪِيئَن،
ڏوهُ مُنهِنجي ڏِينهَن، پُنهوُنءَ کي ڪا مَ ڇَئي.

**وائي**

(1)

لَبِگڙي آهِ لَغارَ، وو يارَ! لُنءَ لُنءَ ۾ لالَنَ جِي،
سَنڌَ سَنڌَ ۾ ساجَنَ جِي،
آئُون سُتِي، هُو هَلِيا، سَنجهي ٿئِڙا سُوارَ،
وو يارَ! لُنءَ لُنءَ ۾ لالَنَ جِي.
جيڪِين اورَڻ پِرِينءَ سين، جيڪِين پِرِينءَ پَچارَ،
وو يارَ! لُنءَ لُنءَ ۾ لالَنَ جِي.
ڪوءِ سي جِيَڻَ ڏِينهَڙا، جي پُونِ پِرِينئان ڌارَ،
وو يارَ! لُنءَ لُنءَ ۾ لالَنَ جِي.
لَڳِي آهي، نہ لَهَي، سَندي عِشقُ پَچارَ،
وو يارَ! لُنءَ لُنءَ ۾ لالَنَ جِي.
ڪَهُڙُون اُڪَنڊي آهيان، تَنِ جَتَنِ جي جِنسارَ،
وو يارَ! لُنءَ لُنءَ ۾ لالَنَ جِي.
گَڏي وِيندِيَسِ گَسُ ۾، ڪاڪِيُون! ساڻُ قَطارَ،
وو يارَ! لُنءَ لُنءَ ۾ لالَنَ جِي.
ميخُون مُحَبَت سَندِيُون، هِينئَڙي مَنجهِ هَزارَ،
وو يارَ! لُنءَ لُنءَ ۾ لالَنَ جِي.
ڪانگَنِ قَطارُون ڪِيُون، چُڪِيءَ کي چوڌارَ،
وو يارَ! لُنءَ لُنءَ ۾ لالَنَ جِي.
آئُون نِماڻِي نِڪَڻِي، دَمِج تُون دِلدارَ،
وو يارَ! لُنءَ لُنءَ ۾ لالَنَ جِي.

**وائي**

(2)

هوتَنِ بِنا نِي، مِيان! دَردَ فِراق نِي، مِيان!
پُنهونءَ سائِينءَ، جيڏِيُون! آلولو! ماري آهِيان!
اَڊيون! آرِيچَنِ جي، آئُون نِهوڙِيس نِفاقَ،
هوتَنِ بِنا نِي، مِيان!
ڏُونگَرَ ڏورِيو نہ ٿِئي، مُون وِلهيءَ کان واڪَ،
هوتَنِ بِنا نِي، مِيان!

**وائي**

(3)

تَنِ پِرِينِ کي اُڪَنڊي آئون، لَڪَ لَنگهِياٿُون،
ڏيرُ قَرارِيا ڏيهَ ۾، تَنِ اُٺُنِ گهوري آئُون.
چَڙهِي ڏاڍِين ڏُونگرِين، ٻانيَڻِ اُڇَلي ٻانهوُن،
ڏيرَ قَرارِيا ڏيهَ ۾.
هُيَسِ پاسِ پَرِٿَ جي، ٻانيَڻِ ڏيءَ نائُون،
ڏيرَ قَرارِيا ڏيهَ ۾.

**وائي**

(4)

ڇوري ڇَڏِ مَ ڇِپَرِين، ٻاروچَلَ! ٻانهِي،
جانِبَ جِهڙو جَڳَ ۾، ناهي ڪو ثانِي،
ڇوري ڇَڏِ مَ ڇِپَرِين.
پُنَهَلَ نِيو پاڻَ سين، پورِهيَتِ پَرِتِياڻِي،
ڇوري ڇَڏِ مَ ڇِپَرِين.
پورِهيو ڪَندِيَسِ پِرَ جو، پَرِيندِيَسِ پاڻِي،
ڇوري ڇَڏِ مَ ڇِپَرِين.
هوتَ! مَ ڇَڏِيو هيڪَلِي، هِيءَ وِندرِ وِڪاڻِي،
ڇوري ڇَڏِ مَ ڇِپَرِين.

—

# سُر ڪوھياري

## داستان پھريون

(1)
لَيلَ نہ جاڳِئُن لِڪَ سِيئُن، ڪُلِي نوم ڪياءِ!
ڦُر ٿِي پُهچ قَرِيبَ کي، اِجلس تو نہ جُڳاءِ،
مُنِي! مِهمانن سين، ويھي راتِ وِھاءِ،
جيلانھن نِنڊ ڪياءِ، تي روزُ رھين ٿِي راہَ ۾.

(2)
لَيلَ نہ جاڳِئُن لِڪَ سِيئُن، شامَ سُتيئَن سَڀ رات،
اوڳِي اونِيَڙَن جا، ٿِي پَہ پُڄين پِريات،
ٿِيُ سَڳِرِ تَن جي ساٿِ، تہ پوري ڪنھن پاَل مِڙين.

(3)
لَيل نہ جاڳِئُن لِڪَ سِيئُن، سُتيئَن راتِ سُڄِي،
هِتان هوتاڻِين جِيوُن، وِيئُون خُرزينُون کڄِي،
پوري ٿُون پَڄِي، سَڳِرِ ٿِئين نہ ساٿ جي.

(4)
اِجلِس ڪَري اُتِيا، تَنواريو توڏَنِ،
نُوم نوَازِئن، اُنِ کي، مَرحَبا موڏَنِ،
رِڙهِي رَسُ روڏَنِ، اَليومَ سِيرُوا، سَسُئِي!

(5)
غافِلِ! غَفْلت چوڙ: ٿُون ڪِئن، اُٿاسِي اوجهَرِين؟
ڇُپاتا چَڙھي وِيا، وَڃِي پَھُتا توڙِ،
نيٺين نِنڊَ اَکوڙِ، جِمَ وَرَنِ ۾ واڪا ڪَريين.

(6)
نِنڊَ ويرياڻِي هوءِ، جيڏِيُون جِمَ سُمھو،
مَتان مُون جِئن پوءِ، وَرَنِ ۾ واڪا ڪَريو.

(7)
الوڙو اَکِينَ، اَيَمِ نِنڊَ اَياڳَ کي،
هاڻِي هِنَ پَنِيَور ۾، گھاريان ڪارَڻِ ڪَنِ،
اَدِيُون! اونِيَڙَنِ، هِينئين سين هاجو ڪِيو.

(8)
جَڏھِن سُتِيُون جي، پَٽرِ پيرَ ڍِگھا ڪَري،
تَڏھِن تَنِين کي، ساٿَ سُتيِئي ڇَڏِيو.

(9)
سُتِئِين پيرَ ڍِگھا ڪَري، وَڏي جاڙَ ڪِياءِ،
دَرَ پَرِ اُپِيئَن دوسَ جي، تہ سُرِپُرِ هُوندَ سُياءِ،
اَصل آريءَ جامَ جي، سَڳِي ٿُون نہ سِياءِ،
پُنهُونءَ سين پِياءِ، تِي نِياڳِي نِندوُن ڪَريين!

(10)
اِيّ ڪَمُ ڪَمِيڻِينَ، جِئن سُمَهَنِ پيرَ ڍِگھا ڪَري،
لوچِين چوئہ، لَطِيفُ چَئِي، هاري لَئِي هوتَنِ،
نندان نِياڳِنِ کي، اويالا اَچَنِ،
سي پُنهُوَن ڪوہُ پُڄَنِ، جي سَنجهي ئي رَهَنِ سُمهي.

(11)
سُتِيئَن سَواري، مُنهُن ويڙهي مُئِن جيئن،
اوجاڳو اَکِيَنِ کي، جاتوءِ نہ ڏيئِي،
هَتان تو پيئِي، ٿِي ڪَچو ڪيچِيَنِ کي ڪَريين.

(12)
سُتِيئَن سَواري، مُنهُن ويڙهي مُئَن جِئَن،
ڏِنَئِي نہ ڏيرَنِ جا، چوڏاري چاري،
تيلان ويچاري، ساٿ سُتيئِي لَڏِيو.

(13)
اوجاڳو، اَجاڻِ! ڪيَئِي نہ ڪَميڻِيَن جِئَن،
آساري اَهِڙِيءَ پَرِ، پيئِي ڪيچِيُن سين ڪاڻِ،
بانهي چايو پاڻ، تِي سَڄِيُون راتِيُون سُمَهين!

**وائي**
ڳَلا ڪا مَ ڪَري، لِڪِيو تان نہ ٽَري،
ٻَڙِي! جيڏِيُون! مُنهِنجِي، وو! شَهرَ پَنِيورَ ۾.
جو سِينگارُ سَرَتيين، سو مُون ناهِ ڳَري،
مُنهِنجِي، وو! شَهرَ پَنِيَورَ ۾.
جِهَڙي تِهَڙي حالَ سين، وَجان پيرَ پَري،
مُنهِنجِي، وو! شَهرَ پَنِيَورَ ۾.
جِنهن وَڻ هينان هَلِيا، سڄَڻَ سانگُ ڪَري،
مُنهِنجِي، وو! شَهرَ پَنِيَورَ ۾.
لامُون تِنهن وَڻ سَندِيُون، لوڏِيان، لايان ڳَري،
مُنهِنجِي، وو! شَهرَ پَنِيَورَ ۾.
قَضا جا ڪَرِيمَ جي، ڪِنهن تان ڪِينَ ٽَري،

مُنهنجِي، وو! شَهرَ ڀَنڀَورَ ۾.
جيڪِي لِکِيو لوحَ ۾، پاڙِيان، سو پَڙي،
مُنهنجِي، وو! شَهرَ ڀَنڀَورَ ۾.

## داستان ٻيو

(1)
ڏُونگَرَ تُون ڏاڍو، ڏاڍا ڏاڍايُون ڪَرين،
مُون تَنَ اَندَرِ تِيئَن وَهين، جِئَن وَڻُ وَڍي واڍو،
اِيُ ڪَرَمَ جو ڪاڍو، ناتَ ڀَڃِرِ ڪيرُ ڀَنڊَ ڪَري.

(2)
ڏُونگَرَ ڏُکَ سَنداءِ، پِرِينءَ گَڏِجان تہ چَوان،
ڀِنيِءَ ڀِيين ڀَوارَنُون، ڀِيا وِنگا وَرَ سَنداءِ،
ڇَڳِي ڪانَ ڪِياءِ، پيرُ وِڃايُئي پِرِينءَ جو.

(3)
ڏُونگَرَ ڏَسُ پِرِينِ جو، قافُ نہ ڏِيين ڪو،
قَطارِيا ڪالهہ وِيا، توڏا وَڻان تو،
هوتُ مُئِي جو هو، ڪو ساجَنُ اُنهِيءَ ساٿَ ۾.

(4)
ڏُونگَرَ ڏَسُ پِرِينَ جو، ڪافَ نہ ڏِيين ڪَلَ،
قَطارِيا ڪالَهہ وِيا، توڏا توهِين جهَلَ،
سُٽِي هوتُ هَڪَلَ، مانَ ٻُڌي ٻاروچو وَري.

(5)
ڏُونگَرَ ڏوراپو، پِهرِين چُونڊِيَسِ پِرِينءَ کي:
”پَهڻَ پيرَ پِٿُون ڪِا، ڌِريُون ڇِنِيُون تو،
رَحُم نہ پِيئِي رُوحَ ۾، قَدر مُنهنجو ڪو،
واڪو ڪَندِيَسِ وو، مُون سين جَبَلُ تو جاڙُون ڪَري.“

(6)
ڏُونگَرَ مُون نہ ڏُکوءِ، آن اڳَ ڏُکوئي آهِيان،
سارِيان ڪونَ سُکوءِ، سُورَ ڳَهَٽِيئِي سَنيَران.

(7)
ڏُونگَرَ ڏکوِين کي، دِلاسا ڏِجَنِ،
ڳَهَٽُون پُڇِجي تَنِ کي، جَنِ وَٺان هوتَ وَڃَنِ،
تُون ڪِئَن سَندا تَنِ، پَهڻَ پيرَ ڏُکوئيين.

(8)
ڏُونگَرَ ڏُکِ پَئِي، ڪَيمِ تو سين ڳالَهڙي،
پاڻان آئُون مُئِي، سُورُ سُٽائي پِرِينءَ جو!

(9)
ڏُونگَرَ مُون سين رو، ڪڍي پارَ پُنهوُنءَ جا،
سَڄَڻُ هُومَ هيڪَڙو، ويو ڦوڙائي سو،
ڪِنهن کي ڏِيان ڏوهہ، مُون سين ايرادي اِيئَن ڪيو.

(10)
ڏُونگَرَ ڏُکويُون، تو ۾ اورَڻَ آئِيُون،
جي اَچِنِ ڦوڙائِيون، ڏِجَن دِلاسا تَنِ کي.

(11)
ڏُونگَرَ ڏُکوِيَن کي، ڳِلِ نہ سُکا ڳوڙها،
هو جي پَهڻ پَٻ جا، پَڃِي ڦِيا پورا،
ڳُوندَرَ جا گهوڙا، وَڃَنِ جانِ جُدا ڪيو.

(12)
ڏُونگَرَ ڏِيهاڙِي، پاڻُ مَٿان تو گهورِيان،
تو مَنجهِہ رِهاڻِي، سَدا ٻاروچَنِ جِي.

(13)
ڪي جي ڪَڍِيا پارَ، ڏُکِيءَ ڏُونگَرَ پاڻَ ۾،
سُٽِي سا تَنوارَ، مِروُن ڀِيا مامِري.

(14)
ٻَئِي وينا روُنِ، ڏُکِي ڏُونگَرَ پاڻَ ۾،
ڪنهن کي ڪِينَ چُونِ، مَنجهِنِ جو پِرِيتَڙُون.

(15)
اَڄُ پُنِ وينو روءِ، ڏُکِي ڏُونگَرُ پاڻ ۾،
ڪوهياري جو ڪوءِ، اَچِي سُورُ اُڏَمِيو.

(16)
ڏُونگَرَ پُونِينِ ڪِيرَ، سَڄَڻَ ميڙُون ڏونگَرين،
هِهَڙا سيڻَ سُڏِيرَ، ڪِينَ لَهَندِيئَن کي ڀِيا.

(17)
ٽَپِي ڪَندين ڪوهُ، ڏُونگَر ڏُکوُين کي،
تون جي پَهڻ پَٻ جا، تہ لِڳ منهنجا لوهہ،
ڪنهن جو ڪونهي ڏوهہ، آمر مون سين اِئين ڪيو.

(18)
ڏُونگرَ، تہ ٻيلِي، ڏِجي ٻَنِ ٻيلَين ري،
ڪانَ ڇُلَندي ڇِپَرين، ساٿُس سَهيلِي،
چوٽِيُون چنبيلي، جِتَن تِتَن جهاڳي اُڪتِي.

(19)
ٻَڙي! تہ ٻيلِي گَهٽان، ساٿِي پُڇي سُڪُ،
رفاقتَ رُڃُن ۾، ڏُونگرَ ڪاري ڏُڪُ،
آريءَ جو آهُڪُ، مون رَهنما راهِ ٿيو.

**وائي**

آهِيان جَنِ سَندي، ڙي آڙي مِيان!
مُون ڪي تان، سي نہ ڇَڏِيندا هوتا.
ڀِهائِيندِيَس پُنهُونءَ کي، آئُون ڳُچيءَ پائي گندي،
مُون ڪي تان، سي نہ ڇَڏِيندا هوتا.
وينِي آهِيان واٽَ تي، آهِيان آسَرَوَندي،
مُون ڪي تان، سي نہ ڇَڏِيندا هوتا.
پرينءَ پُڄاڻان هِتَهين، آئُون رَتِي تان نہ رَهَندي،
مُون ڪي تان، سي نہ ڇَڏِيندا هوتا.
ڪَرمَ ساڻُ ڪَريمَ جي، آئُون پرينءَ مِلَندي،
مُون ڪي تان، سي نہ ڇَڏِيندا هوتا.

## داستان ٽيون

(1)
رويو وينِي راڳِ، آمَرَ اوريان نِجهُري،
لاٿو مُون ڏيهَہ وَٽَن سان، لاڳاپو ۽ لاڳِ،
ڏُونگرُ سي ڏوريندِيُون، جَن اَندَر ٻَري آڳِ،
هوتاڻِي هِنَ ماڳِ، مُون ڪي ڇَڏِ مَ ڇِپَرين.

(2)
مُون ڪي ڇَڏِ مَ ڇِپَرين، هِتِ، هوتاڻِي هاڻِ،
اوڏي مُنڌَ اُنَن کي، اَللہ ڪارَڻِ آڻِ،
پورِهيو ڪَنديَس پاڻ، اڳيان آريچَن جي.

(3)
مُون ڪي ڇَڏِ مَ ڇِپَرين، هوتاڻِي هِنَ هَنڌِ،
توسين پُونديَس پَنڌَ، ڏِيندِيَس باهِ ڀَنڀور کي.

(4)
مُون ڪي ڇَڏِ مَ ڇِپَرين، هاتِڪَ هوتاڻي،
توهِين لَئِي ڪاٽِي، ڏُکِي ڏوري ڏونُگرين.

(5)
مُون کي ڇَڏِيائون ڇِپَرين، پوءِ رَهايَسِ 'پاڻ'،
جي پُلائِيُون پاڻ، تَن کي رَسُ رَسِيلا راهَ ۾.

(6)
سُتِي پُونِ چِرڪَ، آيَلِ، ٻاروچَن جا،
وَمَ وِهاتِي، ووءِ ڙي! ڪوهِياري ڪِرڪَ،
ڏَڙُ ڏوٽِيو تِنهنِ ڏَڪَ، ڇَڏيءَ جيڻُ نہ ٿِئي.

(7)
سُتِي پُونِ چِرڪَ، آيلِ! ٻاروچَن جا،
پُنهُونءَ جي پِيڪانَ جِيُون، راسِيُون مَنجهان رُڪَ،
هَئيم هوتَ ڪِرڪَ، لوچان، لوهُ نہ نِڪَري.

(8)
جيهِي جي تِيهي، تَپِ ٻانهِي ٻاروچَن جِي،
حُجَتَ هوتَ پُنهونءَ سين، مُون ڪَميٽِيءَ ڪيهي،
اَصلِ آريءَ جامَ جي، پَلءِ آئُون پيئِي،
هُوءِ جا پائِن پيرَ ۾، تِنهن جُتِيءَ نہ جيهِي،
وِساري ويهي، تَن ڪيچِين کي ڪِئَن رَهان.

(9)
هُئِي، جي نہ هُئِي، تَپُ ٻانهِي ٻاروچَن جِي،
اِنَ سَڳَ مُقابِلِ سُسُئِي، سَندِيَن تي سُئِي،
هُن تان لَجَ لُئِي، هِنَ جو هَلَڻُ هوتَ ڏي.

(10)
ڪَنيزَڪَ ڪيچِيَن جِي، ٻانهِي، ٻانهوتِي،
ٻَئِي ٻاروچي هَٿَ ۾، ڇَڳَن سِرِ چوٽِي،
ٻانيَڙِ ڪي موتِي، پاٽهي پُڄَندو پَبَ ڏَٽِي.

(11)
ڪَنيزَڪَ ڪيچِيَن جِي، ٻانهوتِي، ٻانهِي،
سي ڪِئَن وَڃَن وِسَري، جي جِيءَ اَندرِ جانِي،
اَڱڻِ آماڻِي، شالَ ڪيچِيَن جي ڪامَ ٿِئي!

(12)
صَدا وِڏيَمِ سور جي، اڳئان ڪوهياري،
جو نِجس نِڪاري، سو پنهون وڏم پاند ۾.

**وائي**

مُون کي نِيندا ساڻُ، باروچا باجَهه پَئِي، آلو! آلو!
ڏيندا مُون ڏُکيءَ کي، اَللهُ لَڳِ اُهجاڻُ،
باروچا باجههَ پَئِي.
لاتَقنَطُوا مِن رَّحمَةِ اللهِ، پِرين چيو پاڻُ،
باروچا باجههَ پَئِي.
اِنَّ اللهَ يَغفِرُ الذنوبَ جَمِيعاً، سَچو اِي پَرِياڻُ،
باروچا باجههَ پَئِي.

## داستان چوٿون

(1)

ڳائو، نہ وائو، اَڍِيُون! آرِيچَن جو،
لَنگهي پَبُ پَري ٿِيا، چَڏي رِڻُ رائو،
ڏيئي قوڙائو، وِيا ويچاريءَ سُپِرين.

(2)

ڳائِي، نہ وائِي، اَڍِيُون آريچَن جي،
کِنهن پَرِ کَهِي لَنگهِيان، جَبَلَ جهاجهائي،
جيڪُس واجهائي، هاٿي مَرَندِيَس هوتَ لئي.

(3)

هَلَڻُ سَهان نہ هوتَ جو، وَڃَڻُ آئُون گهوريان،
هُونِ هَميشَهَ هِتَهِين، تہ ڏُونگر کُهَ ڏوريان؟
اَکِينِ سين اوريان، پَسان شالَ پُنهُونءَ کي!

(4)

هَلَڻَ سَهان نہ هوتَ جو، وَڃَڻَ مُون نہ وَسِ،
اَللهَ! آرِيچَن جي، گولِي ميڙيين گَسِ،
پِرين، پَنهُوارَ تو پُڇان، ڏُونگريا مُون ڏَسِ،
اَکِيَن جي آرس، مُنڌَ جيهائِي جوڙَ کِي!

(5)

هَلَڻُ سَهان نہ هوتَ جو، وَڃَڻُ مَ ورايو،
رَهو راتِ پَنيورَ ۾، ڪا کَهَڙي هِتي گهاريو،
مَعذوُر کي مَ ماريو، سِڪي جِنهن سَگَ ڪيو.

(6)

مُون کي جَنهِين ماريو، آن کي ڳَڏِيا سي،
تَنَ ۾ طاقَتَ ناهِ ڪا، ادا اُنهين ري،
سُورُ سُلِتم تي، جيلانهن ڳالهِ ڳري ٿئي.

(7)

مُون کي جَنِين ماريو، سُجاتَم سيئِي،
پُنهُونءَ پيڪانَ پُچَندِيا، بَلِن تان بِيئي،
ويجَنِئُون ويئي، ٿِي وَهِيڻِي سَجَڻين.

(8)

مُون کي جَنهين ماريو، سُجاتُمِ پاٽان،
لوهُو لِگّن ناهِ کِي، سَنڌَ مِڙَئِي ساٽان،
دارُوُنءَ جا داٽان، ڏِنَمِ هوتَ هَٿِن سين.

(9)

پَرتوو پُنهُونءَ جو، کِي چانئين کِي اُسَ،
قَريباڻِي کُسَ، آهي کَرَ بَکَرَڙي.

(10)

پَرتوو پُنهُونءَ جو، سُهائِي، سِياه،
مُنهُن ڏيئي مُون آئِيو، رنگا رَنگِي راه،
پِهرين ڏِيندا پاه، پوءِ رَڱِيندا رَڱَ سين.

(11)

پَرتوو پُنهونءَ جو جهُڙَ جِئَن جهالا ڏي،
آئُون تِنهن آريءَ کي، وَنِيو راهَ، رُئان گهڻُون.

(12)

پَرتُوو پُنهُونءَ جو، رُڳِيائِي راحَتَ،
پايان ڏِينهن پَوارَڻُون، ساجَنَ لاءِ صِحَتَ،
مِنِي مُصِيبَتَ، آهي آريءَ جامَ جي.

**وائي**

باروچي ساڻُ ٻَڙي! اي جيڏِيُون! هيڪَرَ ٿِيان، هيڪاندي.
چَڙهِي نہ سَگهان چوٽِيين، يارَ بِنان، دِلِ ماندي!
هيڪَرَ ٿِيان، هيڪاندي.
پَهُچائِج پُنهُونءَ کي، هِيءَ پيادَڙي، پاندي،
هيڪَرَ ٿِيان، هيڪاندي.
پيئرُ هِنَ پَنيورَ ۾، آئُون ايرادي آندي،
هيڪَرَ ٿِيان، هيڪاندي.
پورِهَيتَ پُنهُونءَ جامَ جي، باندِين جي باندي،
هيڪَرَ ٿِيان، هيڪاندي.
کَرَمَ ساڻُ کَرِيمَ جي، کيچِي ٿِيندَمِ کانڌي،
هيڪَرَ ٿِيان، هيڪاندي.

## داستان پنجون

(1)

ريءَ ڦريبَن ڦوٽُ ڪيو، وينِي وِرهَ ڇران،
اِنَ عَذابان آڳهين، مادرِ چوئہ مَران،
اَڏيُون! جو نہ اوهان، سو مان سُورُ سَرَتيُون.

(2)

ريءَ ڦريبَن ڦوٽُ ڪِيو، وِرهَ ڇران وينِي،
بانيَڻِ کي بَروچَ ري، تِي ڏُکَن سين ڏينِي،
تو پُجاڻان سُپرين، آئُون سُورَنِ سانييڻِي،
جا مَرضَن مَروتِي، سا سَرَتيُون ڪِئَن سَگهِي ٿِئي.

(3)

سَرَتيُون! ڪِئَن سَگهِي ٿِيي، ويڙهي جا وِرهَن،
ڇَتُ جنهن جو چُورُ ڪِيو، ڏُکويو ڏُکَن،
پُجاڻان پِرينَ، اَڏيُون اگهِي آهِيان.

(4)

اَڏيون اگهِي آهِيان، پِرينَ پُجاڻان،
سي کوهِيارا ڪيڏِ وِيا، ساجَنَ سياڻان،
جي سَسُئِي سيباڻان، سي وَڃِي ڪيچِ ڦراريا.

(5)

حَقِيقَتَ هِنَ حالَ جِي، جي ظاهِرُ ڪَريان ڏري،
لَڳِي ماٺَ مِرُن کي، ڏُونگَرَ پُونِ ڏَري،
وَڃَنِ وَڻَ ٻَرِي، اوپڙ اُپڙي ڪِينَ ڪِي.

(6)

حَقِيقَتَ هِنَ حالَ جِي، جي ظاهِرُ ڪَريان زبانَ،
لَڳِي ماٺِ مِرُن کي، رَسي سُورُ شَبانَ،
ٽاڪَرِ ٽِڪي ڪانَ، جَبَلَ سَپِ جلي وڃي.

(7)

جي حَبِ نہ هَلَڻُ سِکيا، سي جڏا ميڙ جَليلَ،
لنگهائي لَطِيفُ چَئِي، نِجَن ڪيچِ ڦَليلَ،
وِساري وَسِيلَ، مَتان مارَڳِ ڇڏِيين!

(8)

سارِيان ٿِي سَبِيلَ، پُر تقصِيرُن پاڻَ ڏي،
متان مون کي ڇڏِيين، آري جامَ اَصِيلَ،
وَرُ، وِلهن جا وَسِيلَ، رَسُ رَهَبَرَ راهَ ۾.

(9)

اَچِيو اَچِيو چُونِ: ”وِهُ، ويا تان گهوريا“،
سَرَتِينَ سانگَ سُکَنِ سين، مُون جِئَن رَٺ نہ رُونِ،
اومَرَ وينِيُون هُونِ، مُون ساڱاٽو سُورَ ٿِيا.

(10)

سَرَتيُون سُوراتِين جي، کوهُ ٿِيُون پَٿر پُونِ،
گهاءُ نہ لَڳِن گهَٽَ جو، ريا مان ٿِيُون رونِ،
چيتارِيو نہ چُون، پارَ مُنهنجي پِرينءَ جا.

(11)

ڪَڏِهن ڏِنيَم ڪانڪا، سَرتِيُون! سَراهِي،
ڏِيهاڙِي ڏيرَنِ ۾، وَڃَڻَ جي وائِي،
جي آئُون نہ جائِي، تہ عَيبُ نہ لڳو هُوندَ اونئِين.

**وائي**

توڙي نِينِ، نہ نِينِ، اَلو! مِيان! آءٌ اُنهين جِي آهِيان.
زورو هِنَ ضَعِيفِ سين، ڪامِلَ ڪوهُ ڪَرِين.
اَلو! مِيان! آءٌ اُنهين جي آهِيان.
جَتُ پَنهنجي جُوءِ ۾، جانِبَ مانَ جَتِين!
اَلو! مِيان! آءٌ اُنهين جي آهِيان.
پِڪَ پَدَمَنِئا اَگري، سُرڪِي مانَ سَجِين!
اَلو! مِيان! آءٌ اُنهين جي آهِيان.
بانهِي باروچا پانهنجِي، سَگِرِ مانَ سَڏِين!
اَلو! مِيان! آءٌ اُنهين جي آهِيان.
پيرين آئُون نہ پُڄَڻِي، ڪَرهَلَ هو نہ جهلِين،
اَلو! مِيان! آءٌ اُنهين جي آهِيان.

## داستان ڇهون

(1)

ڪنهن پَرِ رُئان پِرينءَ کي، روئِي نہ جاڻان،
مَٿِي ڪِيو پُٺان، هَنجُنِ هاڻان هَٽڙا.

(2)

ڪنهن پَرِ رُئان پِرينءَ کي، اَندَرِ ناهي اُساٽَ،
لوهُو ڪا لَڪَن ۾، ويري مَٿي واٽ،
ڇِپَرَ ۾ چُونجاٽَ، ڏِنَمِ ڏُکوين جا.

(3)

ڪنهن پَرِ رُئان پِرينءَ کي، پَچَنڌ ناهِ پَچارَ،
اَندَرِ تِي آهُون ڪَريان، ڪاٽِي مَنجهہِ خُمارَ،
گِرئِي جي گفتارَ، ٻِيءَ پَتِ باروچَنِ ۾.

(4)

ڪهن پَر رُئان پِرينءَ کي، پارُ نہ جاٽان پَنڌُ،
ڪيچِيَنِ ڪارڻِ ڪَنڌُ، نايو تي نُعرو هٽان.

(5)

ڪِنهن پَرِ رُئان پِرينءَ کي، پارُ نہ جاٽان پيرُ،
پَنَڌُ مُون پيڙو ٿِيو، سُورَنِ لايو سيرُ،
آريءَ لَئي اُليرَ، رَقصُ پاڳي رَن جي.

(6)

ڪِنهن پَرِ رُئان پرينءَ کي، رُئَڻَ مُون رياءُ،
بَرَنِ مَنجهہِ بُڪاءُ، پيءَ پَتِ بُڌم جيڏِيُون.

(7)

سُجَ وَسندي تَن کي، جوشَ جَلايا جي،
طالِبَ جِي تَحقِيقَ جا، نِينهُن تَنهِين وَٽِ ني،
ٽيڏي پَسي تي، هُو تان آهي هيڪڙو.

(8)

ٻيُون ڏيئي ٻَن کي، هَلِج پاسي هيڪَ،
وَرُ نہ سَهي ويڪَ، ٿُون ٽيڏي ٽِئايُون ڪَريين.

(9)

اَجان ٿُون اَوات، واٽان پاسي ويسَري،
سُونهِين تِي سُواتَ، تہ منجهان دِلِ دَکُ لَهين.

(10)

پانهِين، پَسِي پَبُ، مَتان ڪا مُنڌَ ڏيين،
اَڳِيان ڪَڙُ مَ ڪَبُ، اِي قالِي آڏو ڪيچَ کي.

(11)

ڏادِي لُڪَ لَڪَن جِي، پَٽَن پوءِ پَچاءِ،
چَپَرِ ڪوسو واءُ، هَريا تو نيڻَ ڪِيا.

## وائي

(1)

زاري سا زاري، آلو! پَلو! ڪوهِياري ساڻَ،
آئُون جا ڪَندِيَسِ زاري.
ڪِينَ جِيئَندِيَسِ، جِيڏيُون! سُورَ پِريان جي آئُون ماري،
آئُون جا ڪَندِيَسِ زاري.
اُتَ ڳُنگائي هَلِيا، بوتا هُتَّڙَنِ باري،
آئُون جا ڪَندِيَسِ زاري.
ڪَري ڪوهيارو هَلِيو، مُون سين قِيامَت ڪاري،
آئُون جا ڪَندِيَسِ زاري.
مانَ وِرَمن وِچَ ۾، اولاٽِي، آري،
آئُون جا ڪَندِيَسِ زاري.
هِندوئَنِ جِئن هولِي ڪَري، مُون ڏوُڙِ مَٿي تان واري،
آئُون جا ڪَندِيَسِ زاري.
لالَنِ لَڳِ، لَطِيفُ چَئِي، واجهائي تِي ويچاري،
آئُون جا ڪَندِيَسِ زاري.

## وائي

(2)

جِنهن جي آهِيان ڏوُنگرَ ڏوري،
تِنهِن ڪوهياري کي ڪَهَلَ پَوي!
آئُون تان گهوري گهوٽَ جي، ماڙُهو چُونِم پوري،
تِنهِن ڪوهياري کي ڪَهَلَ پَوي!
نيو نِماڻِي پاڻَ سين، چَپَرِ چَڙهيو مَ چوري،
تِنهِن ڪوهياري کي ڪَهَلَ پَوي!
روئِي رَڳِينديَسِ رَتَ سين، ساڻُ چِئاڪَنِ چوري،
تِنهِن ڪوهياري کي ڪَهَلَ پَوي!
روئِي رَڳِينديَسِ رَتَ سين، ساڻُ چِئاڪَنِ چوري،
تِنهِن ڪوهياري کي ڪَهَلَ پَوي!
اَدِيُون! آريچَنِ جو، لَهُ لَڳو مُون لوري،
تِنهِن ڪوهياري کي ڪَهَلَ پَوي!
ڪَشي ڪانُ ڪَمانَ مان، لائي وِتُڙا لوري،
تِنهِن ڪوهياري کي ڪَهَلَ پَوي!

# سُر حسيني

## داستان پھريون

(1)

لَڙُ مَ لاڙائُو ٿِيو، ڳَهُنُون گوهِيون ڇَڏِ،
لاهِ مَ لَڏو لَڏِ، تہ ڳاڙهي سِڄ ڳالهِہ مِڙئين.

(2)

لَڙُ مَ لاڙائُو ٿِيو، هَلِي ڪَرِ هِمَتَ،
سِڄ سامُهُون مُنهن ۾، مَتان ڪَرِيين ڪَٿَ،
سُپيريان جي سَٿَ، ڳاڙهي سِڄ ڳالهِہ مِڙئين.

(3)

لَڙُ مَ لاڙائو ٿِيو، وَرَ ڇُونديندي وَڃُ،
آهي ايءُ اَهڃُ، هاڙهي هَلَندِيَن جو.

(4)

لَڙيو سِڄُ لَڪَنِ تان، راسِيُون رَتائين،
مُون ڪي مارِيائين، اَڍِيُون اُونداهِي ڪَري.

(5)

وِيو سِڄُ وَڻَن تان، راسِيُون ڏيئي رَنگُ،
مُون جَنهِين سين سَنگَ، سو ڪوهِيارو ڪيچِ وِيو.

(6)

اُلَهِي سِڄَ اوِيرَ ڪِي، ڏِنائين ڏُونگَرُ،
سَسُئِي ڪِي، سَيّدُ چَئي، سُورَنِ جو سَمَرُ،
ڪُنَلِ رَکِيو ڪَرُ، ويچاريءَ وَڻڪارَ تي.

(7)

اُلَهِي سِڄَ اوِيرَ، مَ ڪَرِ مَعذُورِيَن تي،
پَسِي مَران پيرَ، ڏُونگَرَ ٻاروچَنِ جا.

(8)

وِيو ٻاروچو نِڪَري، هاڻي ڪَرِيان ڪِيئَن؟
سِڄَ اُلَتي سِيئَن، سَنُون ڏِيندِيَس سُڄَ ۾.

(9)

لَڙي سِڄُ لَڪَنِ تان، وينِي مُون وِيو،
آئُون ڏورِيندِيَس ڪيتَرو، پَهَڻَنِ پيرُ پيو؟
سُورَنِ ساڻُ سِهو، اَڃِي ٽِيُم اوڇتو.

(10)

سَرَتِيُون سُڄي سُڄَ، مَتان ڪا مُون سين هَلي،
پاڻِي ناهِ، پَنڌُ گَهڻُون، اڳِيان رائو سُڄي رُڃَ،
مَتان مَري اُڃَ، ڪا ڏِئي پاراتو پِرينءَ کي.

### وائي

جي هُوندَ ڏِناءُون، وو جيڏِيُون، حالُ مُنهنجو هِهڙو،
ڇڙهي نہ سَگهان چوٽيين، مارَڳُ مَتاهُون،
حالُ مُنهنجو هِهڙو.
ڏُکِيءَ سَندي ڏيجَ ۾، ڏُونگَرُ ڏِناءُون،
حالُ مُنهنجو هِهڙو.
وِيندي ڪِيُون وَڻَنِ سين، سَسُئي سُڪاءُون،
حالُ مُنهنجو هِهڙو.
وَنِي پُنهُون پاڻَ سين، اَچان جي آئُون،
حالُ مُنهنجو هِهڙو.
ڏِينديِسِ شاخَ سَيَڪِنهِين، وَڻِ وَڻِ واچاءُون،
حالُ مُنهنجو هِهڙو.
هِينئڙو ڏُندڻَ پاڙَ جِئَن، چِڪي چِناءُون،
حالُ مُنهنجو هِهڙو.
هِينئڙو ڏاڙهُونءَ گُل جِئَن، ريهي رَتاءُون،
حالُ مُنهنجو هِهڙو.
هو جي پَهَڻَ پَبَ جا، مَٽِيان مُڪائون،
حالُ مُنهنجو هِهڙو.
هُونِ سَلامَتَ سُپِرِين، گهوري سا آئُون،
حالُ مُنهنجو هِهڙو.
سو جي سُئومِ ڪَنَن سين، پهُ جو ڪياءُون،
حالُ مُنهنجو هِهڙو.
ٻانهُون ٻيلَ نہ لاهِيان، پُنهَلَ کي آئُون،
حالُ مُنهنجو هِهڙو.

## داستان ٻيو

(1)

ڪِين ڏر ٽُٽِي ماهِ، ڪِين جَرَ سَندي سجڻين،
هَلي ءِ واجهاءِ، پِنهِين جيرَن وِچَ ۾.

(2)

مَٽِئان مَٽِي مَچ، بَرِيُمِ ٻاروچَنِ جو،

مُون کي طَعنا تي ڏيين، جِئَن نہ پَرُوڙِيين سَچ،
آمَڙ اوري اَچ، تہ سِڻَ سُٺايَئِين سُورَ جِي.

(3)

مَتي مَنجهان مِينهن، پَسو پاڻِيءَ جِئَن وَهي،
مُون پانيون نِينهن، ڄِپِيُون جيري سَنديُون.

(4)

جي وَڃي ساڄَنَ وِسري، مَنجهان مُنهنجي رُوحَ،
تہ مَرُ لَعي لُوهَ، ٿَرَ باپِيهو ٿِي مَران.

(5)

لَڳِي مون کي لُوهُ، وِرِهَ واڻُون لائِيُون،
رازُ جِنهن سين رُوحَ، سو ڪوهِيارو ڪيچِ وِيو.

(6)

ٿِمَن نيڻَ، رَتُ وَهي، ڇُڏاڪا ڪِيو،
مُون کي ڏُئَنُ ڏِيو، آئِين تا وَڃو اونيا.

(7)

اَمَڙ وَڃِي آڻِ، چَرَخو آتَڻَ وِچَ مان،
ڪِتُم جِنهين ڪاڻِ، ڪوهِيارو ڪيچ وِيو.

(8)

پَهِي ڪامُ پِڃاءِ، اَمَڙ مُنهنجي آسري،
ڏيئِي لَتُ چَرخي کي، پُوڻِيُون پاڻِيءَ پاءِ،
ڪِتُمِ جِنهين لاءِ، سو ڪوهِيارو ڪيچ وِيو.

(9)

پَهِي ڪامَ پِڃاءِ، اَمَڙ مُنهنجي آسِري،
ڏيئي تُون ڪَتاءِ، مُون کي نِينهن نِهوڙِيو.

(10)

ڪَتَڻُ ٻَنِ ڪَپاه، ڪوءِ آتَڻُ، ٻَنِ جيڏِيُون،
ساڄَنُ مُنهنجو ساهُ، هاڃي مَنجهہِ هَٽي وِيو.

(11)

آتَڻِ ڇُونِمِ ڪَتُ، تاڻِيان، تَندُ نہ نِڪَري،
پاڻان روئِي رَتُ، چَرَخو مُون ڇِڪَ ڪيو.

(12)

تاڻِيان تَندُ نہ نِڪري، جِيءُ نہ مُنهِنجو جاءِ،
ساڄَن ڏاران سَرِتيُون، سَيَئِي مُون نہ سُهاءِ،
جِئَڻُ ڪِينَ جُڳاءِ، آيَلِ ٻاروچَنِ ري.

(13)

ڪوءِ هاڙهو، ٻَن هوت، ڪوءِ پُنهُون، ٻَن پِرِيتَڻون،
مادَرِ مُون موتَ، پَسَٽان پِرائِيو.

(14)

ڪوءِ ٻولِي، ٻَنِ ٻَرچوَ، گهوري ذاتِ جَتَنِ جِي،
مُون کي ڇَئِي ”لوچ“، پيهِي وِيا ڇَپَرِين.

(15)

جِئَن جِئَن تَپي ڏِينهَن، تِئَن تِئَن تاڻي پَنَڌَ ۾،
ڪو آڳانجهو نِينهُن، ٻانيَڻِ ٻَروچَنِ سين.

(16)

جِئَن جِئَن پِڇي راتِ، تِئَن تِئَن تاڻي پَنَڌَ ۾،
پوريءَ ٻِي نہ تاتِ، جيڪا سا جَتَنِ جِي.

(17)

نَکو ليکوئِي ٿِيو، نَڪو تَتو ڏِينهن،
تِهان اوري نِينهُن، ڇِنو آتَڻَ وارِيين.

(18)

جان جِئين تان جَلُ، ڪانهي جاءِ جَلَڻَ ري،
تَتيءَ ٿَڌيءَ هَلُ، ڪانهي ويلَ وِهَڻَ جِي.

(19)

تَتِيءَ ٿَڌيءَ ڪاهِ، ڪانهي ويلَ وِهَڻَ جِي،
مَتان ٿِئي اُونداهِ، پيرُ نہ لَهِين پِرِينءَ جو.

**وائي**

شاديءَ جو سِينگارُ آيُلِ، آيُلِ مَرَڪُ مُنهِنجو مُون پِرِين.
آهي ٻُهُ ڳِچِيءَ جو، ڏي هالورا هارُ،
آيَلِ مَرَڪُ مُنهنجو مُون پِرِين.
آهي اُگهاڙِيَنِ کي، جانِبَ جو جِنسارُ،
آيَلِ مَرَڪُ مُنهنجو مُون پِرِين.
آهِيين ڪاڄُ ٻُکِيَنِ جو، تُون تان طَعامُ تِيارُ،
آيَلِ مَرَڪُ مُنهنجو مُون پِرِين.
اَعليٰ اَچو عِيدَ ۾، دوسِتاڻُون دِيدارُ،
آيَلِ مَرَڪُ مُنهنجو مُون پِرِين.
حُسنَ هوتَ پُنهُونءَ جي، ڪَڪورِيو ڪوهِيارُ،

آيَلِ مَرَڪُ مُنهنجو مُون پرين.
سُجَ ڪِيائِين سُرَهِي، واسِيائين وَٽڪارُ،
آيَلِ مَرَڪُ مُنهنجو مُون پرين.
چِپَرَ چاڻون مُڪِيُون، عَطَرَ ٿِيو آزارُ،
آيَلِ مَرَڪُ مُنهنجو مُون پرين.
ڪوڙِيين ڦِيا ڪِيتَرا، نالي تان نثارُ،
آيَلِ مَرَڪُ مُنهنجو مُون پرين.
سَدا صَلابَتَ جي، گولِي گِرِفتارُ،
آيَلِ مَرَڪُ مُنهنجو مُون پرين.
گهوريان گهَرُ گهِتيءَ تان، اَچي جِئان آڌارُ،
آيَلِ مَرَڪُ مُنهنجو مُون پرين.

## داستان ٽيون

(1)
ڪو جو گهُمندي گهورُ، آيُم بارو چَنَ جو،
ڇَڏيندِيَس پَنيورُ، هِينئُون هِت نہ وِندري.

(2)
مُون کي ساٿان ڪاريو، پَنيورَ جن سُڪَن،
هاٿي ساڻُ ڏُکن، تان ڪِيئن ڏُونگَرَ ڏوريان.

(3)
پيئَر پَنيورا، پَچو تان اُبَهو،
آڳي اِنَ ماڳان، سَرَتِينِ سُورَ پِرائِيا.

(4)
پيئَرَ هِنَ پَنيورَ ۾، دوزَخَ جو دُونهُون،
سَوارو سُونهُون، پُڇِي پُورج سَسُئِي.

(5)
پيئَر هِنَ پَنيورَ ۾، گهايَل ٿِي گهاريان،
سَجَڻُ جي سانگ ويا، سيئي ٿِي ساريان،
سي ڪِئَن وِساريان، جي وَٽان مُون واٽ ٿِيا.

(6)
پَنيوران اُجاڙُ، سَرَتِيُون سَڱَرُ پائيان،
مُون سين تنهن پَهاڙ، ڏُکان هَڏِ نہ ڏوريو.

(7)
اُجاڙان پَنيورُ، سَرِتيُون سَڱَرُ پائيان،
آرياڻي اَتورُ، ڏِنُم چِت اَکِينَ سين.

(8)
لَڳِي لاڳاپي، پوري مُنڌَ پَنيورَ جي،
پِرينءَ وِڃايو تي، ڏُکِي ڏوري ڏونگرين.

(9)
بُرو هو پَنيورُ، آرياڻيءَ اُجاريو،
لاتو سَڀَ لوڪُ تان، هاڙهي ڏِٺيءَ هورُ،
چوريُون چُرَڻُ سِڪِيُون، پُنهون ڪياڻُون پورُ،
آيو سو اَتورُ، جنهن ڏُکِيُون ڏيک وِهارِيُون.

(10)
پُلِيو سَڀُ پَنيورُ، جو پُنيءَ هوتِ نہ هَليو،
شَهر سُجاتو ڪِينَڪي، آرياڻي آتورُ،
ماڻِيو تِنهين مورُ، ديکِيو جَنهين دِل سين.

(11)
جَنهين ديکيو دِل سين، پُنيءَ سي پيئُون،
نہ پُٺِ تي وييُون، جي پُنهُونءَ پاڻُ لِڪائِيو.

(12)
ڏُکن پُنيان سُکَ، سِگها ٿيندئي سَسُئِي،
پيرُ مَ ڇَڏِجُ پِرينءَ جو، توڙي لُڪُون لَڪَ،
ڏورِجُ پاسي ڏُکَ، نہ پَوي باجهہَ بَروچَ کي.

### وائي

لَڳو مَنجهہ لَڪنِ، آيَلِ، آيَلِ، تازو پيرُ پُنهُونءَ جو.
نہ ڪِنهن واءَ وِڃائِيو، جهوريو تان نہ جهَڪُنِ،
آيَلِ تازو پيرُ پُنهُونءَ جو.
ڪِهَ ڪَٿُورِئان آڳري، هاٿِي جا هوتَنِ،
آيَلِ تازو پيرُ پُنهُونءَ جو.
بوراڻُو بَرِن جو، رِڙهِيو مَنجهہِ رَندَنِ،
آيَلِ تازو پيرُ پُنهُونءَ جو.
لُطِفُ ساڻُ، لَطِيفُ چَئي، ڪَندو وَرِ وِلَهَنَ،
آيَلِ تازو پيرُ پُنهُونءَ جو.

## داستان چوٿون

(1)
لَڄايا مُونهان، ساڄهُر تي سيڻَ وِيا،
پِيَينِ پَنيوران، سُڌِ مُنهنجيءَ ذاتي جي.

(2)
هُيَس جي آئُون، بانهي باروچَنِ جي،
هُوندَ نہ ڇَڏِياٺُون، ڏُکيءَ کي ڏُکَنَ ۾.

(3)
آئُون جي هُيَس هَڏُ، اَدِيُون آرِيچَنِ جو،
ساٿ لَڏيندي سَڌُ، مانَ کوهيارا ڪَرِينَ مُون.

(4)
هُيَس جي سِياءِ، تہ ڪَيم ڏُکَ ڏيرَنِ تي،
اَدَبَ وِجان اُن سين، ڳالھ نہ ڪَيم ڪاءِ،
ذاتِ مُنهنجي ماءِ، ڪَڇِي ٿِي ڪيڇِيَن کي.

(5)
اونِيَن اُمارو، مُون جهَلِيندي نہ رَهيا،
ساٿِيَن سَوارو، ڪِيو ڪيچُ اَکِين ۾.

(6)
ساٿِي توءِ هَلَن، پَٿَر جي وارَ ڪَريان،
جيڪُس باروَچَنِ، ڪو ڏِنو عيبُ اَکِين سين.

(7)
ساٿِين سَئِين نہ جاڳيين، پوءِ ڪُجاڙِئا روءِ،
اِيءَ پَر ڪُپَرِ هوءِ، جِئن هو سانگِي، ٿُون سُمَهين.

(8)
ساٿِي نہ پَسان سي، جي هُئَم هِينئين ٿُوٽِيُون،
هاٿِي کَنهين جي، وَجيو اَگَڻِ اُپِيان.

(9)
آن کي ساٿِي ڏِٺَ، جي مُون ويڙهِ وِڄائِيا،
رُئان رَتُ مَڇُڻَ، هاٿِي تَن پِرِيَن کي.

(10)
مُون سَڏِيندي سَڏَڙا، ساٿِي سَڏَ نہ ڏِينِ،
وِلهِيءَ جي وَٿاڻَ تي، توڏَ نہ تَنوارين،
هيڏا هاجا ٿِين، ٻُري هِنَ پَنيَور ۾.

(11)
ڪَهان تان ڪيچان پَري، وِهان، تان وَٿِ مُون،
پُلِي ڏوريَم پُون، عَبَٿُ آريءَ جامَ کي.

(12)
ڪهان تان ڪيچان پَري، سُمَهان، تان سِرُ هيٺِ،
باروچي سين ڏيٺِ، جيهِيءَ پَرِ ٿي جيڏِيُون.

### وائي

(1)
هوتَ، هوتَ، اي هوتا، ڏِينديَس ماهُ مِرُن کي،
آئُون جَرا جِيءُ ڪَري.
ڏيئِي باهِ پَنيورَ کي، آئُون آيَس تو ڳري،
ڏِينديَس ماهُ مِرُن کي.
آرياٽِي پُنهوُنءَ ري، مُون کي سَرَتِيُون تان نہ سَري،
ڏِينديَس ماهُ مِرُن کي.
جَندي پايو جان ۾، ڏُکِي ڏُکَ ڏَري،
ڏِينديَس ماهُ مِرُن کي.
آءٌ اوراهُون سُپرين، وَڃَ مَ، پِيُ پَري،
ڏِينديَس ماهُ مِرُن کي.
مُون ڏِني، مُون وِسَهو، وِرچي تان نہ وَري،
ڏِينديَس ماهُ مِرُن کي.
ڏُکيءَ جي ڏيکارِيين، ڏاران مُنهَن مَري،
ڏِينديَس ماهُ مِرُن کي.
پِيالي پِرين جي، موهِيَس ميٺَ ڪري،
ڏِينديَس ماهُ مِرُن کي.
آريءَ جي عشقَ جِي، مُون کي اَندَرِ آڳِ ٻَري،
ڏِينديَس ماهُ مِرُن کي.
توکي توءِ نہ ڇَڏِيان، جي وجان پُونءِ تري،
ڏِينديَس ماهُ مِرُن کي.
ڏَڙُ وِجهَندِيَس ڏوڙ ۾، مَتو ڏارَ ڏَري،
ڏِينديَس ماهُ مِرُن کي.
هَلَڻُ سُٽِي هوتَ جو، ڏُکِي پَسُ ڏَري،
ڏِينديَس ماهُ مِرُن کي.
پِرين ڪَٽِڄ پانهنجِيُون، اَکِيُون باجهَہ پَري،
ڏِينديَس ماهُ مِرُن کي.

### وائي

(2)

ڏُونگرِ تِي ڏوري، وِندُرِ تِي ووڙي،
جَتَنِ لئي جِيڏِيُون، ڏُونگرِ تِي ڏوري.
سُورَ پائِي ٿِيَسِ سُجَ ۾، جامَ پُنهَلَ کان اوري،
جَتَنِ لئي جِيڏِيُون، ڏُونگرِ تِي ڏوري.
اُٺَ چارِيندِيَسِ اُنِ جا، ٺَکَرَ پاسِ ٺوري،
جَتَنِ لئي جِيڏِيُون، ڏُونگرِ تِي ڏوري.
مَهارُون ٿَنِ مَيَنِ جِيُون، خُوبُ خُوشِيءَ مان جوڙي،
جَتَنِ لئي جِيڏِيُون، ڏُونگرِ تِي ڏوري.
ڪاهي ڪَڍِ ڪيچِيَنِ جي، ڪِي پُڇي، ٿَڙ توڙي،
جَتَنِ لئي جِيڏِيُون، ڏُونگرِ تِي ڏوري.

## داستان پنجون

(1)

ليڙَنِ لَنگهِي لَسَ، مانباٽِئان مَٿي وِيا،
وَنِي وَرُ واٺَ ٿِيا، پُنهون جامُ پَهَسَ،
هُئا وَڏي وَسَ، ٻاروچا ٻَنيورَ ۾.

(2)

وَڏِي وَسَ هُئا، ٻاروچا ٻَنيورَ ۾،
وَڃِي ڏُورِ پِيا، سانگين پُٺِيءَ سُپِرِين.

(3)

ساندِ پَنهنجي ساهِ، ٻانهِين ٿِي ٻُورا ڪَرِيان،
واڳِيُون جي وَرَنِ سين، تَنِ سَرِتِيَنِ سيجَ سُهاءِ،
مُون کي طَعنا تي ڏيين، مُون جِئَن مُنِئَن نہ ماءِ،
آريءَ جي آڪاهِ، رُلايَس روهَن ۾.

(4)

ماءِ وِهاٽُون وار، ڪَڻُ پَٿراٽِي پانهِنجِي،
جيڪين ڏِنئي ڏيجَ ۾، سو سَيوئِي سار،
وَجان ٿِي وَٽِڪارِ، ڏِنَمِ پيرُ پُنهوُنءَ جو.

(5)

ڇِپُون ڇَپَرَ ڪَٺَ، پَهَڻَ پَٿراٽِيُون پانئِيان،
جِتي رَهان راتَڙِي، مِرُون مُنهنجا مِٺَ،
سيٽَنِ جِيءَ سَهَٺَ، ڏُونگرُ ڏولِي مُون ٿِيو.

(6)

ڏِنِي سِڪَ سَسُئِيءَ کي، ٻيلِياٽِي ٻَروچَ،
لوڪَ وِچان ئِي لوچَ، نيئِي پَهُچائي پُنهوُنءَ کي.

(7)

مُسافِرِ نِئون ماءِ، وِرِهُ وِهايُمِ وِتَرو،
اَچِي ٿِيَمِ اوچِتِي، تَنِ سانگِيَنِ سين ساجاهِ،
جِيجان جهَلَ مَ پاءِ، هِينئُون هوتَ هَٽِي وِيا.

(8)

ڪِئن آڙايُئِي پاند، پَلَؤُ پَرڏِيهِيَنِ سين،
مَتِيُون مُوڙِهِيُئِي سَسُئِي، ڪِيُئِي ڪوهِيارو ڪانڌ،
رُلِي پانيُئي راند، ٻانيَڻِ عِشقُ ٻَروچُ جو.

(9)

مُنهنجو پاڙيَچَنِ، ڪَچو ڪونَ ڏِڪيو،
پاسي چَڙهي پُنهوُنءَ جي، ذاتِ سَلِتِي جَنِ،
تيلان ٻاروچَنِ، نڏَرِ چَڏي نِندَ ۾.

(10)

حُسينِيءَ جِيءَ هاڪَ، مادَرِ ماري آهِيان،
ڏِيهان ڏورَڻَ ڏُکَ سين، راتِيان چِڪَنِ چاڪَ،
ڊِجان پَرِ فِراقَ، مَتان پوئِمِ پِرِينءَ سين.

(11)

جيڪين فِراقان، سو وِصالان نہ ٿِئي،
اَچِي اوطاقان، مُون کي پِرِينَ پَري ڪِيو.

(12)

ڦِري آءٌ فِراقَ، مُون کي وِصالان وِچ پِيو،
جي ٿي چِڪِيَمَ چاڪَ، سي پِرِينَ گڏِجِي پُورِيا.

### وائي

(1)

پُنهوُنءَ پَريشانُ، ٻَرِ ٻَرِ، نکو خان نہ مان،
هَئي هَئي! حالُ مُنهِنجو.
موُن کي ٻُکُ ٻوتَنِ جِي، ناقي پانيان نانُ،
هَئي هَئي! حالُ مُنهِنجو.
شَهرُ صحَرا پائِيان، موُن ليکي مَيدان،
هَئي هَئي! حالُ مُنهِنجو.
رُئان ٿِي رُجُن ۾، آريءَ لَئي عُريان،

هَئي هَئي! حالُ مُنهِنجو.
پِٽيان مُنهنُ پَسَڻَ لَئي، هِتي ٿِي حَيران،
هَئي هَئي! حالُ مُنهِنجو.
آهي آريءَ ڄامَ جو، مُون کي ڪاري ڪان،
هَئي هَئي! حالُ مُنهِنجو.
ديوانِيءَ کي دِلِ ۾، سُورَنِ جو سامان،
هَئي هَئي! حالُ مُنهِنجو.
وِڃهِج پِڪَ پينارِ تي، پِرينم ڪاٿِي پان،
هَئي هَئي! حالُ مُنهِنجو.
ڪَڏِهن ٿِيندو ڪيچَ ۾، مُنِيءَ جو مَڪان،
هَئي هَئي! حالُ مُنهِنجو.

**وائي**

(2)
پاڙيچِيُون ڪا پَچارَ، مُنهِنجا ڏير ڏمَرَ ڪنهن ڏيه وِيا.
وينِي گُوڙها گاڙِيان، تَنِ ڄامَن لاءِ ڄمارَ،
مُنهِنجا ڏيرَ ڏمَرَ ڪِنهن ڏيهِ وِيا.
ڪَرِ ڪا ڪانگَ، اَچَڻَ جِي، تَنِ جي ڪا تَنوارَ،
مُنهِنجا ڏيرَ ڏمَرَ ڪِنهن ڏيهِ وِيا.
مُئِي ماري هَليا، ڪيچِي ڪاهي قطارَ،
مُنهِنجا ڏيرَ ڏمَرَ ڪِنهن ڏيهِ وِيا.

## داستان ڇهون

(1)
باروچا پَنيورَ ۾، آيا آسُ ٿيام،
پَسي پَهرَ پُنهوُنءَ جي، نَهنُ سِيئَن نيڻَ نَريام،
گُوندَرِ وِسريام، سُڪَنَ شاخُون مُڪِيُون.

(2)
ڏيکارِيُس ڏُکَنِ، گُوندَرَ گَسَ پِرينَ جو،
سُونهائِي سُورَنَ، کِي هيڪاندي هوتَ سين.

(3)
ڪَنهِين ڪَنهِين ماڙُهئين، گُوندَرُ وَڏي وَٽ،
ٻَڌي گوڏِ گَرَٽ، ساٿو ڪجي سُورَ جو.

(4)
سؤ سُڪَن ساٿي ڏِيان، سِرُ پُڻِ ڏِيان سَٽِ،
جي مُون مِڙي مَٽِ، تَہ وِرهُ وِهايان هيڪِڙو.

(5)
سَؤ سُکَن ڏيئِي، وِرهُ وِهايم هيڪِڙو،
مُون کي تِنهن نيئِي، پيرُ ڏيکارِيو پِرينءَ جو.

(6)
سُورَ مَ ڏي ڏوڻَ، آئُون آهيان اَڳِهين ڪاهِري،
جا پَرِ پاٽِيءَ لُوڻَ، سا پَرِ مُنهِنجي جِندَڙي.

(7)
سُورَ مَ وَڃيجا، سَڄَڻَ جِئَن سانگِ وِيا،
پِرينَ پُڄاڻا، آئُون اوهان سين اوريان

(8)
سُورَنِ سانگهارو، ڪَڏِهن تان ڪونَ ڪيو،
آيَلِ اوپارو، بائِڙَ ٻَڌو بوڙَ وَهي.

(9)
سانگهارو سُورَنِ، ڪَڏِهن تان ڪونَ ڏِنو،
بائِڙَ بوڙَ وِهَنِ، ڪالهوڻِئان اَڄُ گهڻان.

(10)
سُورَ نَہ ساڱاهِين، ڏِينِ اُڌمان اوڇِتا،
مُون کي مُون پِرينِ جا، اَمَيا آهِين،
لَڄُون جِي لاهِين، سيئِي ٿِيَم سامُهان.

(11)
سُورَنِ لَڌو سَجهُہ، پاٽهئِي پيهِي آئِيا،
ڪنهن کي ڏِيان مَنجهُہ، مَرُ تان ڇِڪَن ڇتَ ۾.

(12)
سُورَ مَ مَٽِج ساءُ، آئُون نَہ وِڪَنِي آهيان،
وَڃِج مَ ويلَ ڪِنهِين، وِرهَ مُون وَٽاءُ،
ٿُون پُڻِ ٿَڏِهين جاءِ، جَڏِهن ٿِيان هيڪاندي هوتَ سين.

(13)
سورَ ہِ پَٿُون پَتِ، هِيءَ ڇِٽِڪيو کي پيو،
پريتَڙِي پِرينءَ جي، ماءِ مُنجهايَم مَتِ،
پيئَرَ پَليءَ پَتِ، لَڳُمِ باڻُ بَروچ جو.

(14)

لَڳُمِ باڻُ بَروچ جو، اَمَڙ پَلِ مَ مُون،
سَڀِ رَڳِيَنديَسِ رَتَ سين، ڪيچان اوري يُون،
مادَر مَتان مُون، ڪانگ لَوَندا ڪَڍهين.

(15)

لَڳُم باڻُ بَروچ جو، ڪَرَها ٿِيا قَزاق،
اَهُڪِي جا اُنَن کي، سا مَين پوءِ مَ ماڪَ،
اَڳڙين خوراڪَ، پَسَڻُ پَرڏيهين جو.

(16)

سُورُ وِراهِيان سَرَتِيُون، جي وِراهِيا وِجن،
بِيُون ڪوهُ پُڇهَن، جَنِ سَندا تَن سامُهان.

(17)

مُٺِ مُٺِ سُورَنِ سَيَڪِهين، مُون وَٽ وَٺاڻان،
پَرِيُون ڪِيو پُٺان، وِيا وِهاڻُو نِڪري.

(18)

ڏُکَ سُکَنِ جِي سُونَهن، گهوريا سُکَ ڏُکَن ري،
جَنِين جِيءَ وِرونَهن، سَجَڻُ آيو مان گَري.

(19)

ڏُک لَڳو، ڏُونگَرَ بَريو، پيئَرُ ڪاٺِي يُون،
مَنان لاٿو مُون، سَندو جِئَڻ آسرو.

(20)

ڏُکويُون ڏيهان، جيڪُسِ لَڏي وِيئِيُون،
هاٽِي ڪِن مُلا، پُڇان پِرين خبرون.

(21)

ڏُکِيُون جان نہ مِڙَنِ، تان تان پَنَڻُ نہ ٿِئي،
بِيُون هُونهين هَٽَ هَٽَن، رُونديُون رُوئَڻَ وارِيُون.

(22)

نَڪي رُوئَڻَ وارِيُون، نَڪي اوسارِين،
مُونهِين کي مارِين، مُونهِين سَندا ڏُکڙا.

(23)

پيڙي پيڙي بَنڌُ، سُورائِتِي سَندرو،
ڪيچ اَڳاهُون پَنڌُ، مَتان لَڪَن سين لَڳِي مَرين.

(24)

پيڙي بَنڌُ بِيهارَ، سُورائِتِي سَندرو،
ڏُونگَرَ توهان ڏارَ، ڪانَ ڏورِيندي ڏُک سين.

**وائي**

ڪوهياري جي ڪاءِ، مارِينديِمِ ماءِ، مُون کي مَنَ اَندرِ جا ڳالهَڙي.

چَڙهان ڏُونگَرَ چوٽِيين، سُپيريان جي ساءِ،
مُون کي مَنَ اَندرِ جا ڳالهَڙي.
نِهارِينديَسِ نِڪَري، هاڙهو هوتَنِ لاءِ،
مُون کي مَنَ اَندرِ جا ڳالهَڙي.
پانڌِيڙا پيرَ پَري، پِريان کي پَهُچاءِ،
مُون کي مَنَ اَندرِ جا ڳالهَڙي.
موليٰ! مُون کي ميڙَئين، سَنديءَ جانِبَ جاءِ،
مُون کي مَنَ اَندرِ جا ڳالهَڙي.
هوتَ هَلَنِ، آئون وِهان، تہ ڪا اِيئن جُڳاءِ،
مُون کي مَنَ اَندرِ جا ڳالهَڙي.
سَسُئِيءَ جي سِريءَ کي، اوڏاهِين اُناءِ،
مُون کي مَنَ اَندرِ جا ڳالهَڙي.
پيرانديءَ پُنهُونءَ جي، مُنهِنجو لوڙہ لَٽاءِ،
مُون کي مَنَ اَندرِ جا ڳالهَڙي.
اَلا! عَبدُاللطِيفُ چَئي، اِيها آسَ پُڄاءِ،
مُون کي مَنَ اَندرِ جا ڳالهَڙي.

## داستان ستون

(1)

پُڄَن سي پَسَن، جَڏهِن ٿَڏهن پِرينءَ کي،
ڏورِينديُون ڏِسَن، اَڳَڻَ عَجِيبَن جا.

(2)

پُڇيوءِ، تان پُور: ناٿ پُڄَڻُ هوءِ مَ پِرينءَ کي،
ڏورَڻُ وارِيُون ڏُور، هَڏ نہ آهين هوتَ کي.

(3)

ڏوريان، ڏوريان، مَ لَهان، شالَ مَ مِلان هوتَ،
مَنَ اَندرِ جا لوچَ، مَڄُڻِ سا مانِي ٿِئي.

(4)

ڏوريان، ڏوريان، مَ لَهان، ساٿِي ڪالهوُٽا،
لاهي لاڏُوٽا، سَفرِ ڪنهن سانگ وِيا.

(5)
آڌُون ڏورِئين، شالَ مَ لَهَئين، پِرين هُئين پَري،
هَڏِ نہ ساهَ سَري، تَنَ تَسلي نہ ٿئي.

(6)
آڌُون ڏورِئين، شالَ مَ لَهَئين، تَنَ مَ ملين ٿُون،
لُنءُ لُنءُ مَنجهان مُون، لوچَ تُنهِنجي نہ لَهي.

(7)
آڌُون ڏورِئين، شالَ مَ لَهَئين، ساجَنَ مَڃُ سُوالُ،
سِکَ تُنهنجِيءَ، سُپِرين ٿِئي جانِ زُوالُ،
وِهاڻيءَ وِصالُ، اُتيان آرامِي کَري.

(8)
ڇَڏِيَمِ ڇُڄَ هَلَڻَ جي، چاڙهيڪا چَکِيامِ،
آرِياڻِيءَ جي آسري، ڏُونگر ڏِينهن لَگامِ،
پُڇِجِ، پِرين سَندامِ، ويئيسِ، وِکَ نہ اُپڙي.

(9)
ڇَڏِيَمِ ڇُڄ هَلَڻَ جي، چاڙهِيڪَن چَڙهي،
آڙِيڪَن آڙي، پِيَسِ هوتَ پُنهُونءَ سين.

(10)
ڇَڏِيمِ ڇُڄَ هَلَڻَ جي، چَکِيمِ چاڙهيڪا،
اَڍِيُون آڙِيڪا، هِينئڙي پِيِيمِ هوتَ سين.

(11)
ويئيَسِ، وِکَ نہ اُپُڙِي، اَڄُ آرياڻِي ٿُون آءُ،
ڇُڪِيءَ توسين چاءُ، پاسي پَرِ پيئي رڙهِي.

(12)
جيڪا ڪندي نِينهُن، مُون جِئَن ٻاروچَن سين،
سِڪَڻُ سارو ڏينهن، چَڙهَڻُ چاڙهيڪَن تي.

(13)
جيڪا ڪَندي سَگَ، مُون جِئَن ٻاروچَن سين،
اَنگَن چاڙهي انگَ، رُوئندي سا رَتَ ڦُڙا.

(14)
جيڪا ڪندي لاگِ، مُون جِئَن ٻاروچَن سين،
اَندَر تَنهِين آگِ، لِڱندي لاٿون ڪَري.

(15)
جيڪا ڏِيندي مَنجهہُ، مُون جئَن ٻاروچَن کي،
مَٽان ڳَلَنِ هَنجُ، ڪِينَ لاهِيندي ڪَڏهين.

**وائي**

مُنهنجي حُجَتَ ناهي واٽِ، ڪانهي واٽَ،
جِيجان تَن جَتَن سين.
ڪاٽيءَ کي ڪانئي ٽِي، جيري جي جَڙاٽ،
جِيجان تَن جَتَن سين.
ڪَنديَس ڪيڃَ ڏَٽِيَن لَئي، لَڪَنِ ۾ لُولاٽ،
جِيجان تَن جَتَن سين.
تازو پيرُ پُنهُوَنءَ جو، لُڙيو مَنجهہ لُڙاٽ،
جِيجان تَن جَتَن سين.
آهيمِ آريءَ جامَ جي، اَندر مَنجهہ اُساٽ،
جِيجان تَن جَتَن سين.
مارِيو ڪِيمَ مُنيءَ کي، ڪيڃِي ڪاهي ڪَنواٽ،
جِيجان تَن جَتَن سين.
ڪٽِيو نينڊَ نِهارِيان، ڳوڙهَن پَرِيو ڳاٽ،
جِيجان تَن جَتَن سين.
سَبَبِ تِنهن سُتي وِيا، جهُوتي ڏِينَمِ جهاٽ،
جِيجان تَن جَتَن سين.
ڏِنَمِ ڏُکوين جا، چِپَر ۾ چُونچاٽ،
جِيجان تَن جَتَن سين.

## داستان اٺون

(1)
آتَڻِ اورانگهي وِيا، آڻُون ٽِي مَران ماءِ،
پِٺُون ڀِينديَس پيرَ تي، "هَئي هَئي! ڪَري، "هاءِ!"
جِيَڻِ مُون نہ جُڳاءِ، پِريَن تان پاسو ڪِيو.

(2)
آتَڻِ اورانگهي وِيا، اَڱڻِ مُون افسوس،
ديوانِيءَ سين دوسُ، ساٿِي آهي سُڃَ ۾.

(3)
آتَڻ اورانگهي وِيا، ڪَري ڪَميٽِي ڪِيئَن،
هاڻِ ڳُهِرجي هِيئَن، تہ ڏِجي ٻاهہ پَنيورَ کي.

(4)
آتَڻُ اورانگهي وِيا، پُنيءَ توڏِن تاڻ،
ويھہُ مَ، مُنڌَ پنيورَ ۾، هُن پڇنديئن هاڻ،
رائِي مَنجھ رِهاڻ، هَلُ تہ تِيَئِي هوتَ سين.

(5)
آتَڻُ اورانگهي وِيا، پاري چَڏي پوءِ،
آرِيچا اُئَن تي، هيءَ تان چَڏي جوءِ،
کِين هَلي، کِين هَتَ کُٽي، کين رڙهي، کِين روءِ،
کو پُنهُونءَ کي چوءِ، تہ مُنِيءَ ماتَمُ آئِيو

(6)
جاڙي سُجاڻي، مُون کي چَڏي هليا،
اَديُون آرِيچَن لئي، آئُون کُوري جِئَن کاٽي،
پاهَڻَ ۾ پاٽي، هاريُون! هارَڻَ آئِيو.

(7)
جاڙي سُجاڙي، مُون کي چَڏي هَليا،
آئُون کِئَن چَڏِيان پانهِنجو، اَدِيُون آرياڻِي،
پَريِم جو پاٽي، سو کيچين کَمِ نہ آئِيو.

(8)
جاڙي جي جاتوم، تہ پوندو فِلِق فِراق جو،
اگر اِرادَتَ جو، ڏُريائِين ڏوتوم،
پوءِ تان کون کيوم، هُوند کَشالو کيچَ ڏي.

(9)
وارو، وَجن تا، سيڻَ تُنهنجا سَسُئِي،
ههڙا ٻاروچا، کينَ لَهَندئن کي پِيا.

(10)
واري وَرائي، تو پَنهنجا نہ کِيا،
پوري رَنجائي، هُوندَ نہ پيئِين هيتري.

(11)
جِئان واري وَڳَ، اوٺي ٿِيا چُلنگيُون،
مَٿي تِنهن مارَڳَ، پَئِي پُرزا نہ ٿِيين.

(12)
ڏُکائيندي ڏُونهَڙا، مُنڌَ سِيٽائِي وَڄُ،
پَرياڻُون مَ پَڄُ، ساڻَ چَڙهندو لَکيين.

(13)
ڇڄُ مَ قطاران، ساڻَ چَڙهندو لَکيين،
مَچُڻ ٿِيين پُئان، وَڳَ واڻَ ٿِي نہ لَهين.

(14)
کا جا کيائُون، وائِي واري وِنگڙي،
آيَلِ تنهن آئُون، ٻولِيءَ ٻاتاڙي کئي.

(15)
وائِي واري وِنگڙي، ٻولِي ٻي نہ کَن،
اَلا، کيچَ ڏِٺِين، مون سين پوءِ مَ مامَرو.

(16)
کا جا آندي کيچِيين، وَٽِکاران وائِي،
سَٽِي مُون سائِي، نيٽين نِندڙي وِهُ ٿي.

(17)
پُڇيوئِي جان دوست، تان پاسي کَرِ پَرهيزَ کي،
گَڏِيُئِي جي هوت، تہ ڏِين سڀ دور ٿيا.

(18)
هَلو ءِ مَلهو، ڏُکَ مَ پَسو ڏوٿِيا،
سُونهون جو ساٿَ جو، سو مُون هوتُ سَلو،
آن پُڻ ٿِئي پَلو، آئُون پڻ گَڏِجان پِرِينءَ کي.

**وائي**

مُون کي ڇَپَرِ مَ ڇَڏيجا، ٻاروچا پَليءَ لَڳي آهِيان.
جوري ڇِني آهِيان، نِينهُن نِباهي نيجا،
ٻاروچا پَليءَ لَڳي آهِيان.
جوري ڇَڏي ڇَپَرين، کيچي کِيمَ وَجيجا،
ٻاروچا پَليءَ لَڳي آهِيان.
پُنهُون مُنهجو آن سين، ساٿُ سَلامَتَ نيجا،
ٻاروچا پَليءَ لَڳي آهِيان.
مُون تان وَڙُ وِجائِيو، آئِين پَنهنجو وَڙُ کَريجا،
ٻاروچا پَليءَ لَڳي آهِيان.
جوڳِئَکو وِيسُ کَري، سِکَهَڙي سارَ لهيجا،
ٻاروچا پَليءَ لَڳي آهِيان.

# داستان نائون

(1)
ڪاتيءَ تان نہ ڪھين، مَنُ وِجھُلَڻَ وَڍيو،
ماريَسِ سُورَ تھين، جو نہ جِياري جيڏيُون.

(2)
ڪاتيءَ تان نہ ڪُنو، ماءِ مُنھنجو جِندَڙو،
جَنھين ماءِ مُنو، سي جَتَ نہ پَسان جُوءِ ۾.

(3)
جِيءُ مُنھنجو جَن، آنگَڙيارو وَڍيو،
پُڄاڻان پِرين، سڀان سَڄو نہ ٿِئي.

(4)
اَچيو مَرُ اَچَنَ، باروچا پَنيورَ ۾،
پُنِيءَ لَڳي جَن، ڪَميٽي ماڙھو ٿِئي.

(5)
رو، وِسانئي راندِ، پَہ پَرُوڙِج ساڻ جا،
ھوتَنِ سين ھيڪاندِ، ھُيَمِ باتي ڏِينھَڙا.

(6)
رُئِڻُ ۽ راڙو، مُون نِماڻيءَ جي نجُھري،
ڪُنَلِ ڪي قَلَبَ ۾، قُرَب جو ڪاڙھو،
ھوتَنِ لَئي ھاڙھو، رِجائِيندِيَسِ رَتَ سين.

(7)
روئِي ڪَندِئن ڪوھُ، ھاٿي ڪَو ھوتُ وَري،
جيڏيُون جيڏوئِي ڪِيو، ساٿُسِ سيڻَ ستوھُ،
دوھِي اَٿيان، دوھُ، مَتان ڪا مُون سين ڪَري.

(8)
رُئان تان راند، ڪِلان تان ڪامي ھِينئون،
اَڳَڙيُون ويساند، پِرينءَ ڳَڏِجي ڪَنديُون.

(9)
اَڪِيَن ڪِينَ ڪِيو، رَتُ نہ رُنائُون!
اُيي ڏِنائُون، قوڙائِبا سُپِرين.

(10)
ڪاٽيُون، لونِيُون اَڪِيُون، ڪُنِيُون ڪِينَ ڪُڇن،
مُنِيُون ماٿِ نہ ڪَنِ، ھَنيُون رَھَن نہ ھوتَ ري.

(11)
وَسِي، وِساٽِيُون، رَتو روئِي پِرينءَ ڪي،
پِيبُون ڪَٽُن پَبَ ڏي، نَظر نِماٽِيُون،
سي ڪِئن ڀيلياٽِيُون، جَن وِيندو ھوتُ نہ واريو.

(12)
وَسِي وَسِي مِينھَن، جِئَن لَٽي وِيَسَ ڪيھُ،
توءِ پِريان جي ڏيھَ، پيئِي پُڇي خَبَرُون.

(13)
ڪاٽِيءَ مَ ڪانيو، مُنِيءَ مَنَگرُ مَ ڏِيو،
ھيڪَرَ اُجھايو، ڏيئِي ٻُرَ لُھارَ جِئَن.

(14)
ڪاٽِي ڪيرن ھيٺِ، وِينِي روئي رَتَ ڦُڙا،
ڪا مُون ٿِيندي ڏِيٺِ، پِيھَرَ باروُچَن سين.

(15)
پُنھوُنءَ پيرَڙِيُون، گَھرِ گھُمَندي جي ڏِنيُون،
سي مُون سيرَڙِيُون، نِتُ نِھارَڻ پيئِيُون.

(16)
مُيَس، مَرُ مَران، سُيَسِ وِچ سَرَتِيين،
پورھِيَت ٿِي پَران، پاڙي جامَ پُنھوُنءَ جي.

(17)
مارِيو جي معذُورِ، تہ ھيڪاري ھورُ لَھي،
ساڄَنَ اَھنجي سُورِ، ڪِينَ جِيان ٿِي ڪيچِيا.

(18)
نَڪِي مُئِي آھِيان، نَڪِي ٿِي جِيان،
ساجَنَ ساھُ ڏِيان، توکي سارِيو سُپِرين.

(19)
ٿُون جي ڪالَھ مُئِي، تہ ڪالَھ ئِي گَڏي پِرينءَ ڪي،
ڪَڏھِن ڪانَ سُئِي، تہ ڪا سَگھِي گَڏي سَجَٽين.

(20)
اَڳِي پوءِ مَران، مَرُ مَران مارَڳ ۾،
مَٽي پوءِ پِريان، خُونُ مُنھنجو جيڏِيُون.

(21)
پُنھوُنءَ ڪارڻِ پَبَ ۾، مَرُ مَتا ڏيئِي،
تہ سَرَتيُون سَيِيئِي، واڪاٽينئِي وينِيُون.

(22)
تَنهين ٿون نہ سِياءَ، جي ڪوھيارا ڪيچ ڏٿِي،
اَنگَنِ چَڙھيو آءُ، جان نالو گِيڙءِ نِينهَن جو.

(23)
مَتان جِيءُ جَتَنِ، گھوريو گھوري سَسُئِي،
پازي جي پُنھوُنءَ جا، ڪارُون ڪَري تَنِ،
ڪيچِ مَتان ڪا ڪَنِ، بي شُڪري پَنهوَر جِي.

**وائي**

هِتان تِي هَلنديَسِ، مِيان! سامُهين ساٽيهہَ ڏي.
وَڏا پيندا پَندَ جا، مَيزلَ ماٽِينديَس، مِيان!
سامُهين ساٽيهہَ ڏي.
اَلاھَرَ عَجِيبَ ڪي، لَڪَنِ مان لَهَنديَس، مِيان!
سامُهين ساٽيهہَ ڏي.
جيڏِيُون جوڙُ جَتَن جو، جَڏهِن آڻون ڏِينديَس، مِيان!
سامُهين ساٽيهہَ ڏي.
حُجائِتا هوتَ ڪي، ڏوراپا ڏِينديَس، مِيان!
سامُهين ساٽيهہَ ڏي.
فَرِياديُون فِراقُ جِيُون، پُنهَلَ کي چُونديَس، مِيان!
سامُهين ساٽيهہَ ڏي.

## داستان ڏھون

(1)
سُپيريان جِي ڳالهڙي، رُڳو رَنجائو،
ڏُونگر ڏولائو ڏِيندا مُون ڏيرَ وِيا.

(2)
آريءَ اُٺَن جيئَن، اِيئَن تان اونِين نہ ڪِيو،
ڪيچ پهچبو ڪِيئَن، اِهڙَن اَباجهن سين.

(3)
جِئَن اُٺَن آريءَ جامَ، اُئَن تان اونِيَن نہ ڪِيو،
ٻَڙڪِي باھَرِ نِڪتِي، ڳاڏر مَنجهان ڳامَ،
ساھُ ڏِنائِين سامَ، سُتِي سَگَرَ پَٽِيين.

(4)
لَڪِيُون آن پَرِ لِڪَ، ڪِين ڪوھِيارا وِرَمِيا،
جَنِين سَنديءَ سِڪَ، رُئَم راتِ رَتُ ڦُڙا.

(5)
لَڪيُون آن لَڳا، ڪي پَلَو پانڌِيڙَنِ جا،
توهان ڳهَٽيرو ماءِ، رؤُندا اُوءِ رَتُ وِيا.

(6)
ڪو جو لَڳُسِ ڪانُ، ڪيچِيَن جي قُربَ جو،
تِي نِماٽِي نِيشانُ، چَڏي سانگو ساھَ جو.

(7)
ڏوتِيَن چَيُس ”ڏُوُرِ، ڪيچُ آڳاهُون پَنڌُ تِيو“،
پاٽا چَڙھِي پُورِ، وِڪُ وِڌائِين وِتَري.

(8)
ڏوتِيا ڪو اونِينَ جو، مُون کي اُھجُ ڏِيو،
سَچُ ڪِ ساٿَ نِيو، پُنھوُن مُنهِنجو پاڻَ سين.

(9)
ڪو جو اُنُسِ مِينهُن، آريءَ جي اُڪِيرَ جو،
پاروچاڻُون نِينهُن، مَتان مانو نہ ٿِئِي.

(10)
جيڏِيُون ڏِسو ڪيچُ، جو ڏِيهُ پاروچَن جو،
پُنھوُنءَ وِڌِمِ پيچُ، نِسورو‌ئِي نينهَن جو.

(11)
لَڪ چَڙھيو رِڻِ روءِ، ڪَري سَباجها سَڌُڙا،
اِيندَنِ پُڇِي خَبَرُون، وِيندَنِ پيرين پوءِ،
ڏيرَنَ ۽ ڏاگهَنِ جو، مُون کي ڏَسُ ڏِيو،
مُون ڪان ساٿُ وِيو، پُٺي ڏُونگرَ ڏورِيان.

(12)
گھوڙَنِ هَنيُون گهَٽِيُون، اُٺَن هَنئي آنءُ،
جا نِينهَن کِنندي نانءُ، سا مُون جِئَن پُوندي مامِري.

(13)
لَڪَڙِياريُون آڱرِيُون، پاروچاڻُون پيرُ،
اَڄِي پَسو جيڏِيُون، تازو پُنھوُنءَ پيرُ،
ويچاريءَ سين ويرُ، جَتَنِ جيڏو ئي ڪِيو.

(14)
لُڇَڻُ نہ لاهِين، ڳوندَرَ هِنَ غَرِيبِ تان،
پَرِ ۾ پَچائِين، جِيجان جوشَ جَتَنِ جا.

(15)
هَئي! تو وَڃي هوتُ، آئُون ڪِي اَڳِيَري ٿِيان،
مَتان چَوي بَلوچُ، "ڪَمِيڻِيءَ مان ڪِينَ ٿِيو."

(16)
ڪَمِيڻِين هَتان، ٿِيَن مُورائِين مديُون،
ٿُون ڪَرِ پاڻُ وَڙان، موٽُ سَباجها سُپرين.

(17)
نَڪِين ٿِيان سَڱَ ۾، نَڪِين سَڱِيڻِي،
آهِيان ڪَمِيڻي، ذاتِ ٻاروچِي نہ جُڙان.

(18)
ڪيچِ مَ خَبَرَ هوءِ، هِنَ مُنهِنجِيءَ ذاتِ جِي،
مَتان پُنهوُنءَ پوءِ، لَڄَ مُنهِنجِي لوڪَ ۾.

(19)
لَتو ڪَرُ ڪيچِيَن جو، ڇَڏي هَلِيا مُون،
الا! آهِيين ٿُون، هوتَن تان هيڏي ڪئي.

**وائي**

(1)
مُنهنجو ساهُ نيو سيڻانِ، آيَلِ، وِهان ڪِئَن پَنيورَ ۾؟
مُون کي وِيا نہ وِسَري، نِينهَن پَريا نيڻانِ،
آيَلِ وِهان ڪِئَن پَنيورَ ۾؟
سو ڪِئَن هِينئَڙو جهَلِيان، جهجي جو ڪيڻانِ،
آيَلِ وِهان ڪِئَن پَنيورَ ۾؟
مادَرِ پايو مُنڊيُون، ڪُوڪِيان وَرُ ڪيڻانِ،
آيَلِ وِهان ڪِئَن پَنيورَ ۾؟
**وائي**

(2)
وَسان تي وِيياس، آيَلِ لَڳُمِ پاڻُ ٻَروچَ جو.
پُرزا پَٻَ وَرَنِ ۾، پِٺُون تِي پيياس،
آيَلِ لَڳُمِ پاڻُ ٻَروچَ جو.
تہ پُڻِ ڪادو ڪيچ ڏي، توٽِي ماءِ مُياسِ،
آيَلِ لَڳُمِ پاڻُ ٻَروچَ جو.
پاڻُ وِڃايُمِ پيرَ تي، ڇُٽِي آئُون، ڇُٽِياسِ،
آيَلِ لَڳُمِ پاڻُ ٻَروچَ جو.
آيُمِ آنڊي لوڪَ سين، مُنِي آئُون، مُنِياسِ،
آيَلِ لَڳُمِ پاڻُ ٻَروچَ جو.
هيڏي شَهَرَ پَنيَورَ ۾، نَڪو پِيءُ نہ ماسِ،
آيَلِ لَڳُمِ پاڻُ ٻَروچَ جو.
پِيِيُمِ وِچُ وِصالَ ۾، سَنجهي آئُون سُتِياسِ،
آيَلِ لَڳُمِ پاڻُ ٻَروچَ جو.
پِيِيُمِ پُنهوُنءَ جامَ سين، ڪُتِيءَ آئُون: ڪُتِياسِ،
آيَلِ لَڳُمِ پاڻُ ٻَروچَ جو.
الا! اُنِ مَ وِسَران، ڏِني جَنِ جِياسِ،
آيَلِ لَڳُمِ پاڻُ ٻَروچَ جو.
پِيِيَسِ وَرِ وِصالَ جي، جانڪِين تان جِئندِياسِ،
آيَلِ لَڳُمِ پاڻُ ٻَروچَ جو.
**وائي**

(3)
تہ ڪو هوتُ سَڄَڻُ نِيندا، هو! ڏيرا،
ڪَلَ نہ پيمَ ڪا، مُون نہ پَروڙِيا ماءِ،
ڪُهِي ڪَمِيڻِي هَلِيا، ٻانيَڻِ ڪَري ٻيرا،
ڪَلَ نہ پِيَمِ ڪا.
پَسان شالَ اَکِيَن سين، دوستَ سَندا ديرا،
ڪَلَ نہ پِيَمِ ڪا.
سيڻَنِ ساجهُر لَڏِيو، پوءِ ٿِي پُڇِين پيرا،
ڪَلَ نہ پِيَمِ ڪا.
ڏاڻُ وِجهي ڏاڳهَن ڪي، وَنگِيُئِي نہ تنهن ويرا،
ڪَلَ نہ پِيَمِ ڪا.
ٻَرڪَن تا ٻانيَڻِ جا، جِيءَ اَندرِ جيرا،
ڪَلَ نہ پِيَمِ ڪا.

## داستان يارهون

(1)
واڪِيو واڪِيو وِکَ، پابوهِيو پيرُ ڪٽي،
سي نہ ڇَڙَهندِيُون ڏِکَ، موڙي پيرُ مَرَن جي.

(2)
وِجهہُ وَڏندي وِکَ، مَڃُڻ لِڪَ لَڪائِيين،
ڏُکُ تَنهِين کي ڏِکَ، حُبَ جَنهِين کي هوتَ جِي.

(3)

واڪو ھَڏ مَ لاھ، سَڏَنَ مَتي سَڏڙا،
مانَ تُنھنجِي ڪا، سَگِرَ ۾ سارَ ٿِئي.

(4)

سَڏَنِ پُٺِيءَ سَڏڙا، واڪو مَنجھ وَٽين،
سَڄَڻُ پَنڌ گھَٽي، مانَ ڪوھِيارو ڪُوڪَ سُڻي.

(5)

ڪوھِيارو ٿي ڪاٺُ، مُيُون مارَڻُ آئِيو،
ھوءِ مَرُ ھوٿُ حياٿُ، آئُون مُيائِي گھوريي.

(6)

وِھين ۽ ويلا ڪَريين، پُڇين ٿي پانڌي،
ھاري ھيڪاندي، ڪِنھن پَرِ ٿِيندِئن ھوٿ سين.

(7)

وِھين ۽ ويلا ڪَريين، اِيءَ نہ اُڪندَ آھِ،
سي لاڳاپا سَپ لاھ، اوريا اُپيارين جي.

(8)

وِھين ۽ ويلا ڪَريين، سَڏيين ساڱاٿُو،
ھاري آپاٿُو، توسين سُونھن نہ سَسُئِي.

(9)

ڪِجي جِئن ڪيچِيَن لَئي، تو تان ڪِينَ ڪِيو،
ويجھائي وِڏوءِ، وِڪَ نہ ڪنئِي ھيڪَڙي.

(10)

پاڙي ناھِ پَروڙ، تہ ڪا راتِ رَنجائي گُذري،
بانيَڻِ باروچَنِ جي، گھائي وِڌي گھُورَ،
ھِڪَ سَسُئِي ٻِيا سُورَ، وِيا پِٽِيندا پاڻَ ۾.

(11)

پاڙيچي: روئِي، چاڪَ مُنھنجا چوريا،
پَگھَرُ وِجھَندِيَسِ پِرينءَ جو، ڏَڪَنِ ۾ ڏوئِي،
ساجَنَ سَيوئِي، ساھُ اوھان تان صَدَقو.

(12)

اَڄُ نہ مُون قرارُ، ڏِٺُمِ سَڄُڻچو ساٿ ۾،
نِھي وينا بارُ، مَتي ساٽيھَ سُپِرين.

(13)

ڪِيا ويچاريءَ وَس، ڪارَڻِ ڪوھِياري گھَٽان،
گھَٽُون پُڇي پانڌِيين، سَندا ڏيرَن ڏَسَ،
لَمُون ڏوري لَسَ، سُتِي سَگِرَ پَٽِيين.

(14)

تان ڪا وَرَ ڪِجا، ڪَميٽيءَ تي ڪيچِيا،
آئُون اوھان جِي آھيان، بانھِي باروچا،
دِلاسي دوسا، مَتان مُون ڪي ڇَڏِيو.

(15)

تان ڪا ڪِجا وَر، ڪَميٽيءَ تي ڪيچِيا،
آئُون اوھان جِي آھيان، بَندي بي سَمر،
اَچِي ڪوھِيارا ڪَر، دِلاسو دِلگير ڪي.

(16)

ھوءِ جي سُورَ سُڄَنِ، سي مُون پيِنگھي ۾ پِرائِيا،
سانڍِيياسِ سُکَنِ، سُورَنِ ڪارَڻِ سَرتِيُون.

(17)

سِرجِي، تان سُورُ، ساماٽِي، تان سُکَ وِيا،
اِھي ٻيئي پُورَ، نِماٽِيءَ نَصِيبُ ٿِيا.

(18)

سُورَنِ سانڍِيياسِ، پُورَن پالِي آھِيان،
سَکِن جي سَيّدُ چَئِي، پُکي نہ پِيياسِ،
جيڪُسِ آئُون ھُياسِ، گُري گُوندَرِ وَلِ جي.

(19)

سُورَنِ بَدو سَندرو، مُونھان مَھندِ ٿِيا،
ھَلو تہ ڏوريُون اُن ڪي، وِندَرِ جي وِيا،
ڪَندِيَسِ ڪِيَنَ ٻِيا، ھوٿُ مَٿائي اَڳِيان.

(20)

پُڻِ وھاٽِيَس راتِ، ھَلي ھاڙھي سامُھين،
پُنھوُنءَ جا پِريات، اُپِي پُڇي پَھِيَڙا.

(21)

نہ ڪا تاتِ، نہ تُوتِ ڪا، نہ ڪا تاتِ تَنوار،
ڪانھي پِرتِ پَچارَ، لَنئُون ويچاريءَ لَڏِيو.

(22)

ڪينھين طالِبُ تاتِ جا، نہ تہ آھي تاتِ تِيار،
ڏورِيان، پِيو ڏڪار، گھورِيندڙ ڳٽِي وِيا.

(23)

جيڪي طالِبَ تاتِ جا، تاتِ بہ تَنھِين وَٽِ،
هَڏهِين ڪانھين هَٽِ، گھورِ، تہ گھَران ئي لَھين.

(24)

آن جي ڏِناھُون، اَللهَ ڪارَڻِ ڳالھہ ڪَريو،
نيڻَ مُنھِنجا رُونِ، راتو ڏِينھان اُنِ ڪي.

(25)

اَجا راتِ رَتومِ، ڪوڏِ ڪوهِياري ڪَنجُرو،
پِينَرُ پِڄايومِ، صُبح سان، سورَنِ سين.

(26)

سَرَتِينِ سَھَجَ مَنجھاءُ، تي ڪوڏِ وِراهِيا ڪَپڙا،
تَڏِهن مُنھنجِي ماءُ، تي پَھڻ آڇِيا پَٻَ جا.

(27)

ڪَڏِهن ڪَڏِهن جيڏيُون، ڪو پَھُ اَچِيو پوءِ،
سو پُڻِ ساڙو هوءِ، هِيءُ جو ساهُ سَرِيرَ ۾.

(28)

ڪنھن جنھن نِينھن نِنڌاهُ جِئن مُون واجهائِيندي نہ وَرو،
جيڪين مُئِي ڪَنداهَ، سو جانِبَ ڪَرِهو جِئَري.

(29)

مَتان تِيين مَلورُ، ڪِينَ آڳاھُون آهِيان،
ڏِسَڻَ ۾ ڪَرَ ڏُوُرَ، حَدَ بِنھين جِي هيڪَڙي.

## وائي

(1)

هو آرِمانُ اَنَنِ، ميان! سَسُئِيءَ جي سُورَن لَئي.
ڪَجاوا ڪَرهَن تي، جوڙِيا جالَ جَتَنِ، مِيان!
سَسُئِيءَ جي سُورَنِ لَئي.
پيرُ نہ تِڪَنِ پوئتي، ٿا ڪامُن سان ڪُتِجَنِ، مِيان!
سَسُئِيءَ جي سُورَنِ لَئي.
مَھارُون مَيَنِ جِيُون، واڳُون وَسِ ڏٽِينِ، مِيان!
سَسُئِيءَ جي سُورَنِ لَئي.
ٿَڪَرَ ۾ ٿونڪارَ ٿِي، صُبُح ساٿِيڙَن، ميان!
سَسُئِيءَ جي سُورَنِ لَئي.
سانگُ تہ ٿُنھنجو سَسُئِي، هاٺي هوتَ نہ ڪَن، مِيان!
سَسُئِيءَ جي سُورَنِ لَئي.

## وائي

(2)

ڪارُوُن وَسَ ڪيامِ، ڙي! هَئي هَئي! وو! لَڏي ڏوُرِ وِيامِ!
مُنھنجو هوتُ نہ موٽِيو، وو! ڪارُوُن وَسَ ڪِيامِ.
ٻَنڌَڻَ ٻاروچَنِ جا، پِينگھي مَنجھہِ پِيامِ،
وو! مُنھنجو هوتُ نہ موٽِيو.
ڪَئِين قاصِدَ ڪيچَ ڏي، مُحبَنِ لاءِ مُڪامِ،
وو! مُنھنجو هوتُ نہ موٽِيو.
سَدا سِپيرِيَنِ جا، سانڍَڻ سُورَ پِيامِ،
وو! مُنھنجو هوتُ نہ موٽِيو.
هوتَ هَلندي جي ڪِيا، نہ سي سَڌَ سُيامِ،
وو! مُنھنجو هوتُ نہ موٽِيو.

# داستان ٻارھون

(1)

ڏِنان جي ٻَروچُ، مُون جِئن هوتُ اَڪِين سين،
مُون ڪي چَيان "لوچُ"، پاٺان پيئِيُون چَپَرين.

(2)

جيڪُس ڏِنو جيڏيين، ٻاروچو ٻِيءَ پَتِ،
مُون جِئَن موُڙِهِيَنِ مَتِ، پَسَنديئي پُنھُونءَ ڪي.

(3)

جيڪَس ڏِنو جيڏِين، ٻاروچو ٻِيءَ روُءِ،
سَنجھي ۽ صُبوحِ، هُوندَ نہ وِئُڙُنِ وِسَري.

(4)

اَن جي ڏِنِي جيڏيُون، پُنھُونءَ جِي پاٻوهَ،
سَنجھي ۽ صُبوحَ، سُورَنِ تي سَجَڪِيُون.

(5)

جي هُيان هوتَ پُنھُونءَ سين، مُون جِئن مُلاقات،

ٻانھُنِ وِجھِي واتِ، رِيھُون ڪِيان رُڄُنِ ۾.

(6)

جي تو ڳالھائي، ماء ٻاروچا پُڇِيا،
اُنھِين جِي وائِي، ھُوندَ نہ وييان وِسري.

(7)

اَڄُ مَعذوُرِ ھُئان، اَلا! چَڱِي مَ ٿِيان،
رِڙھان ۽ رُئان، پُنِيءَ سَٻگر ساٿَ جي.

(8)

سِڪِي مُون سَگَ ڪِيو، لِڪي وِچان لوڪَ،
مَتان مُون کي ڇَڏِيين، ھِتي ھُتي ھوتَ،
نالي تو بَلوچَ، سُيَسِ مَنجھہِ سَرَتِئين.

(9)

جي ڏونگَرَ مُون ۾ ڏُکُ، سي پَٽَرِ پُونِ مَ پِرِينءَ ري،
وِھَڻُ مُون وِہُ ٿِيو، ڪيرَ ساندِييندي سُکَ،
ھُيَمِ ھوتَنِ سين چُکَ، سَڄو سَگُ نہ سارِيان.

(10)

”ووءِ! ووءِ!“ ڪَندي وَٺُ، مَڃُڻِ ”ووءِ!“ وِسارِيين،
پاڻِي ھارِ مَ پَڌرو، رو مَنجھائين رَٺُ،
صَبُرُ وڏو سَٽُ، سِگھا ميڙِي سُپِرِينِ.

(11)

ووءِ! ووءِ! وِڏوُڙا، ووءِ! ووءِ! وَڃَنِ نِڱِيا،
مُون سانگِياڻِيءَ جا سُپِرِين، سَڃُ ڪِ سَنيُوڙا،
لاٿمِ نہ توڙا، ماءِ اوسِيڙو اُن جو.

(12)

گھوڙا گھَٽِيءَ پُون، ووءِ! ووءِ! وَڃَنِ نِڱِيا،
مادرِ مَٺان مُون، ڪانگَ لَوَندا ڪَڏِھِين.

(13)

ووءِ! ووءِ! پُڻِ ويئِي، رَنُنِ ڪارَڻِ جا ھُئِي،
پُنھوُنءَ کي پيئي، رؤُندي ڪيرَ رَتَ ڦُڙا.

(14)

ماٺِ مارِيندِيَئِي پِرِينءَ جِي، مَڃُڻِ رُئِين رَٺُ،
چوري ڇَڏِ مَ سَٽُ، ھِمَتَ ھوتُ وِجائيو.

(15)

ٻَڌو ڪِنھن ٻَنڌاڻِ، ھِينئَڙو ھوتاڻِيءَ سين،
ڪا جا پِيَسِ ڪاڻِ، نِٻيريانسِ، نہ نِٻري.

(16)

ڪُہ ڄاڻان، ڪُہ ٿيو، ڪيڏانھن ٿِي وَڃان،
ھَٿَ، ڪَرايُون، آڱَرِيُون، موڙِيو سَڀِ پَڃان،
ٻِينِ گھَرِ گھُڃان، مُون ھاريءَ ھوتُ وِڃائِيو.

(17)

چان ڪِ آيسِ آڳاھِين، تان اُٺَھِين اُپِي آھِيان،
پِرِتِ پَراھِين، ھاڻي مَران، مَ جِيان!

(18)

سَرَتِيون سُورُ پِرِينِ جو، سُڄُنِ ۾ شامِلُ،
کوھِيارو ڪامِلُ، مُون کي ڏُکَ ڏيڪاريو.

(19)

ڏُونگَرُ، ڏَنا، نُوڻِ، مُون پارَکو پُڇِيا،
ھيڪَلِيُون ھَلَنِ جي، سي تاڪُنِ سَندي ٿُوڻِ،
اِيءُ اَھُڪِي پُوڻِ، سُونھَنِ ريءَ نہ سُٽِري.

(20)

لَڪين لوڙائو، سَھسين آھِنِ سُڄَ ۾،
ٻَرَ ۾ ٻورائو، ڳَڻُ، پِيادي پاڻَ سين.

(21)

ٻاروچا ٻِيا گھَٽان، مُنھِنجو اَجھو آرِياڻِي،
ڇَوُندي رَڪِيمُ چِتَ ۾، ساڄَنُ سُڄاڻِي،
جا وِندرِ وِڪاڻِي، تِنھن جو موٽِڻُ مَسُ ٿِئي.

(22)

ٻاروچا ٻِيا گھَٽا، مُنھِنجو پُنھوُن سِرُ سَيِنِ،
چانگِي تي چڙھِي ڪَري، ڪَندو وَرِ وِلھيَنِ،
مَٿي مَعذوُرِيَنِ، ھوتُ ڏَرِيندو ھَٿَڙا.

(23)

ھُوءِ جا گھوري گھوٽَ جي، تنھن کي چَري چَونِ،
اُگھاڙِيُون آتَڻَ ۾، ھوتَ پُڄاڻان ھوُنِ،
پَرا تَنھين پُونِ، ڏِنو جَن اَکين سين.

(24)

ڏِنَمِ اُتَ اکِن سين، مانَ باروچا ھُونِ،
جَنِين ڊاران پُونِ، موريَسَر اکِين ۾.

(25)

سَجَڻُ ڏِنو جَن، موئَڻَ تَنهين مِنهُٺون،
اِي مَرَکُ مَعذورِيَن، جِئَن مَرَنِ پِريان جي پيرَ تي.

(26)

وَرُ لَکَنِ جي لوڏ، گھوريا سُکَ پيِنورَ جا،
آمَرِ جي ٿُون اَچِين، سي کَمِ نَہ اَچَنِ کوڏ،
هينئين مُنهنجي هوڏ، ٻَڌي باروچَنِ سين.

(27)

کو جو آهِسِ کوڏُ، باروچاڻيءَ ذاتِ سين،
جي هو چُونِسِ ”ٻوڏُ“، تَہ ”جِيُ“ سُٺائي جَڳَ کي.

(28)

پَلِي کَري ٿِيوم، هِيءَ سَڳَ باروچَن سين،
وَڃِي کيچ ڏِنومِ، پُنِيءَ لَڳِي جَن جي.

(29)

اَدِيُون کا اِيندي، ڇِپَرِ مُون سَڳَ ٿِيو،
لائيِندِيَسِ لِڱَن کي، مَليران ميندي،
وِندُرِ آئُون ويندي، آريءَ جامُ اَجهو کَري.

(30)

کُٽِي لَئي کاٽِي، رَکِيَئِي پِرتِ پُنهوُن سين،
سَهِيو سُکِيو جِندَڙو، وِڌءُ جيري ۾ جاٽِي،
توسين هاجو هوتاٽِي، صُباحَ کَندا سَسُئِي.

(31)

مُون کي نَٿا نِين، جَتَ مُلکِ پانهنجي،
جي کَهَکَهيَرِين گَڏِين، تَہ ٻِين کان ٻيٺون کَريان.

(32)

اَڳِي اِيئَن هُياسي، جِئَن پُنهوُنءَ ڏوتَمِ کَپڙا،
هاٽِي اِيئَن ٿِياس، جيئَن جَتَ نَہ نِينمِ پاڻَ سين.

(33)

کوهِيارو کيٽان، کِيڻِ وَڃِي، کاڏي وَجان،
مُون پانيو سيٽانِ، ڇَپَرِ کَندِيَسِ پَنڌڙا.

(34)

کوهِيارو کاري، پَنڌَ اَڙانگا پَٽِيين،
سي ڏِيهہ ڏيکاري، جي اَڳِ نَہ ڏِٺا کَڏهين.

(35)

ڏُکوين اُهِجاڻَ، کُلهي ڦاٽو کَنجَرو،
وَڃَنِ گُوندَرَ گَڏِيُون، لوکُ نَہ اَچِنِ پاڻَ،
سُورَنِ اَسان ساڻُ، ننديئِي نِينهُن کيو.

(36)

کُهلي ڦاٽو کَنجَرو، مَٿو اُگهاڙو،
مُنهنجو کُجاڙو، پيئَر هاڻِ پَنيَورَ ۾.

(37)

پَنيوران ٻَهَرِ ٿِي، اَمَرِ مُون اُماڻِ،
مَچُڻِ کا رِهاڻِ، مُون تو موٽِي مَسَ ٿِئِي.

(38)

ڇِپُن ڇِنا پيرَ، هَلِي هَلِي ماءِ،
کوهِيارِي جِي کاءِ، ڳِنهيو پُٽان ڳالهڙي.

(39)

جِئَن جِئَن جهَلِي جَڳُ، تِئَن تِئَن مُون تاکِيدُ ٿِئِي،
ڳِهرِيو تو ڳالهِيُون کَري، وِهُسي پُٽو وَڳُ،
لوکُ لَتاڙِي نِندَ ۾، پُنِيءَ لالَن لَڳُ،
آرياڻِي اوڙَڳُ، پَنيوران ٻَهَرِ ٿِي.

(40)

نِينهَن مَ نالو ڳِنهُ، پِريتَڙِي پيرَ ٻِيا،
سُورَنِ ساڻُ مَ چِڻُ، وِرهُ وِهائِج وِتَرو.

(41)

هاري هِينئُون مَ لوڏِ، سُکَن پُوندِيئَن سَسُئِي،
کوهِيارو تو کوڏِ، اَچِي کَرَہَ قَطارِيو.

(42)

سَجَڻُ ڏِنو جَن، تَن ڳِڇِي سِرڳِهُ کِيو،
ٻِيُون کوهُ ٻُجهَن، قَدُرُ کِيمِيا اِنَ جو.

(43)

جَسُ جَفاري نَہ ٿِئِي، جَفا وارِينُ جَسُ،
سُٽي ساٿُ وِڃائِيو، گولِي چَڙِ مَ کَسُ،

ليڙن جو لَطِيفُ چَئي، ڏونگرِ ڏِيندئي ڏَسُ،
پُنهون اَچي پَسُ، سِرَ پَرِ هَلِي سَسُئِي.

(44)

پَنيوران بَهَرَ تِي، مُون جي ڪِيا سَڌُ،
باروچاڻيءَ لَڌُ، لَڪَ سَويلا لَنگهيا.

(45)

اَوجهَڙِ وَتان آنءُ، پِيُون سَبِ سَبُرِ ساٿِ جي،
جا نِينهَن ڳَنهَندي نانءُ، سا مُون جِئَن پُوندي مامِرِي.

(46)

ماڳهين جي مُئِي، تہ هُوندَ نہ پيئِي مامِري،
ڇَڏِيو جي ڪُهِي، تہ هيڪاري هُورُ لَهي.

(47)

سَسُئِيءَ جِيءَ سِريءَ سان، ڪيچَ ڏَٺِي ڪانڌي،
پَسَڻَ ڪارَڻِ پِرين جي، مُنڌَ هُئي ماندي،
لَڪَن تان لَطِيفُ چئي، آرياڻِيءَ آندي،
پُنهُونءَ پيراندي، نماڻِيءَ نصيبُ ٿِي.

(48)

جَڙَ جِئَري جَن سين، مُئي پُڄِ سين تَن،
جي هِتِ نہ هوتُ پَسَن، سي ڪِنهن پَرِ ڪيچ پَسنديُون؟

(49)

سَرَتِيون سَيوئِي ٿِيو، اَندَرَ آرياڻي،
وينِي پَسان پاڻَ ۾، ڏُونگر ڏِهاڻي،
هُيَسِ جَن هاڻِي، سي ڪيچِي گَڏِيُمِ ڪوهہ ۾.

**وائي**

وَڃِي وينئِڙي تِتِي، جِتِ، پيرُ سُجاتائِين پرين جو،
پيرُ سُجاتائِين پِرين جو، مَنجهان نِينهن نِرتِي،
پيرُ سُجاتائِين پِرين جو.
هوءِ وِيا وَڻڪارِ ڏي، هِنَ پوريءَ پانيا هِتِي،
پيرُ سُجاتائِين پِرين جو.
جِنهن چيڙي وِڌِيَسِ چَپَرين، سو ڪوهِيارو ڪِتي؟
پيرُ سُجاتائِين پِرين جو.
آما، لِيما، ڦُلَ، ڦارُوها، ڳاڳَا، راڱَا جِتي،
پيرُ سُجاتائِين پِرين جو.
مَري رَهندِيَسِ ماڳهين، نہ تہ، هادي آڇِجِ هِتي،
پيرُ سُجاتائِين پِرين جو.
مُون ڪي ڇَڏي هَلِيا، ڪا پِينَ مَتي پِتي،
پيرُ سُجاتائِين پِرين جو.
لَڪَن مَنجهہِ لَطِيفُ چَئي، مِلِي تان سَرَتِي،
پيرُ سُجاتائِين پِرين جو.

# سُر ليلا چنيسر

## داستان پهريون

(1)

داغُ تُنهنجو داسَڙا، جيري مَٿي جَنِ،
تُون ڪِئن مَٿان تَنِ، چَنيسَرَ! چِتُ ڪٽين.

(2)

داغُ تُنهِنجو دائِما، ماري مَعذُورِين،
سائِينءَ ڪارَڻِ، سُپِرِين! وَجِجِ مَ ڏُورِين،
آءٌ تو حُضُورين، مَٽِيُون وِجهان مَڇَ ۾.

(3)

مَٽِيُون وِجهان مَڇَ ۾، هائِيءَ هَٽان هار،
پِري جي پَتار، تَہ ميرِيائِي مانُ لَهان.

(4)

مَٽِيُون وِجهان مَڇَ ۾، هائِيءَ هَٽِي هار،
سو پِي! سُک سَيّدُ چَئي، ڪَرِيين ڪوهُ قَرار؟

(5)

راجا رِيساٽُون گهَٽُون، سَٽاٽُون سَردار،
چوُڏِس چَنِيسَرَ جامَ جو، ڏيهان ڏيهہ ڏهڪار،
ٺاڪُرُ اڪيين ٺارِ، مَٽِيي تي ٺِي مَٺِيين!

(6)

چَنيسّرُ چوُرَنگ، بَرِنگو لوڪُ بِيو،
تنهن سين چِنِيو سَنگُ، وجيو هار هَٿ ڇُهين.

(7)

مَٽِيي تي موهِجِي، مُوڙهِي ڪَيُئِي مُرَڪ،
چَئِي چَنيسَرَ جامَ سين، وِڏو تو فَرَق،
وَري وِيو وَرَق، آيُئِي ڏَنؤن ڏُهاڳَ جو.

(8)

مَٽِيي تي موهِجِي، هاري! ڳِيڙُءِ هار،
ڪوڙيين ڪيا ڪيٺَرا، اِنهِين خَرّ خُوار،
پِري وِيو پَتار، آيُئِي ڏَنؤُن ڏُهاڳَ جو!

(9)

مَٽِيي مَٿي جي هُئا، تَن چِٺَنِ ٿِيرِيُمِ چِٺُ،
هار ڳَٺِيندِيَسِ هوڏَ ۾، نِيبَہُ ٿِيندُمِ نِٺُ،
ڪَونروءَ جو ڪِرِٺُ، مُونهان مَٺاهُون ٿِيو.

(10)

مَٽِيُون ناهِ مَٽِيُون، جو ٿُون پَسِي هارُ هِرِڪِئين،
اَصل آهي آڳِهين، سَندو ڪُوڙَ ڪَٽِيُون،
اِنَ گهوڙَنِ هَنئي گهَٽِيُون، دوسَنِئا دوُر ڪيُون.

(11)

تو جو پانيو هار، سو سُورَنِ جو سَڳِڙو،
چَنيسَرُ چِٺُ ڳَٽِي، ٿِيو پورِهَيتِ جو پار،
اَوٽَتِ جو آچارُ، ڪانڌُ ڪهين سين مَ ڪَري.

(12)

نَہ ڪِين ٻانهِڙِينِ ۾، تَہ ڪِين ڳِرِ هُيومِ،
نَہ مُون سِينڌِ، نَہ سُرمُون، نَہ سِينگارُ ڪيومِ،
تيلانهن ڪانڌ سَندومِ، رُڪوئِي رَي ڳِڙِي.

(13)

سونا ڪَرّ ڪَنَنِ ۾، ڳِچِيءَ ڳاڙها هارَ،
ٻانهوٽا ٻاهُنِ ۾، سينڌ سَٽِيا وارَ،
تيلانهن پِيّ پَچارَ، ڪانڌُ مُنهِنجِي ڇَڏِيِي.

(14)

چَنيسَرَ جي چِتَ ۾، ڪِين جو اَڳِ هُئو،
تِهان پوءِ ٿِيو، مَٽِيي تي ٿِي مامِرو،

(15)

جرُ هارِيو تي جَڳَري، جَڏِهِن رُنو ڏيريدارَ،
ڊِولي تَڏِهن ڊِيلِيين، سوپِي، ٿِئي نَہ سارَ،
چَنيسَرَ پَتارَ، حِيلو ڪِيو هارَ جو.

(16)

اُو ڏَمَرِيو ڏِسُ، حِيلو هوُنهئين هارَ جو،
سِٽهو، سَبِ سَرَتِيُون، وَرُ نَہ ڪهين وَسِ،
دعويٰ پِهرئين دَسِ، پَجِيو تو پورا ڪَري.

(17)

پُوچا ڏِنَمِ پيرَ، ڊَڪَڻَ مَٿي ڊِولَ جا،
مُون پانئِيو تنهن ويرَ، ڪوجهِي ڪَندو پِرتِڙِي.

(18)

سَوَڙِيين سُتَڙِياءِ، پَکو سَھو وِلارِيو،
چَنيسَرَ کانئاءِ، تان مُون ھِئَن نَہ پانِئيو.

(19)

ڍولا ڪُڄاڙِيان، ٻولائِيو ٻوڏُ چُئِين،
آئُون تو پيراندِيان، کَرَر موڙِيو، وَرَ! اُٿِيان.

(20)

نئون، ٻَڌِيو، روءِ، آگَڻِ جھوڪِيو کَرَھو،
ڪو چَنيسَرَ چوءِ: تَہ لِيلا وَڃِي لَڏِيو.

**وائي**

آءُ پِرين، گھَرِ پيھِي، مِيان چَنيسَرَ!
ھارُ ھَٿان مُون ڇَڏِيو.
پُڇَنِ لِيلا، ھو کَنِ حِيلا، پَھَران آڇيو ٻيئي،
ھارُ ھَٿان مُون ڇَڏِيو.
دوسُ نِياڻُون داسَڙو، ويساھي وَرُ ويھِي،
ھارُ ھَٿان مُون ڇَڏِيو.
اَوگُڻَ عيب، مَنائِيُون، ڍولا، ڏِکِ سَپِيئي،
ھارُ ھَٿان مُون ڇَڏِيو.
تو دَرِ اَچِي، داسَڙا، آري کَريندِيَسِ ڪيھِي؟
ھارُ ھَٿان مُون ڇَڏِيو.

**داستان ٻيو**

(1)

ٽِڙِڪِي، پَسِي ٽوڪُ، ترِڪِي، تَکَبُّرَ ۾ پَئِي،
اَچِيو اَچِيو، ”اَڳِلِي“، چَئِي لِيلا ڪي لوڪُ،
اَندَرَ اوِيالَنِ سين، ساڙي کِياڻُونسِ سوکُ،
ٻالاپَڻَ جو ٻوکُ، وِيو ويچاريءَ وِسري.

(2)

جيڪَسِ کَمَ سَندامِ، جوُنا ڏِنا جيڏِيين،
کِلَنِ سَپِ مَٽامِ، ساھيڙِيُون ۽ سَرَتِيُون.

(3)

ھُئينءَ تہ گھَٽُون ھُشِيارُ، کَلَ پِ ھُيَئِي ڪانڌَ جِي،
تو پانيو موچاري ٽِيان، ڳِچِي پاٽي ھارُ،
ڪانڌَ ڪُوڙِيءَ جو نہ وِٽِي، سَئِين پَتين سِينگارُ،
وَھَمَ لَھي وِينجھارُ، دِلِيُون پَرکي داسَڙو.

(4)

چان ڪي چَڙَھندِيُسِ گَٺَ تي، رِيجھائِيندِيَس راءُ،
اِھَڙوئِي اَللهُ، جو پورِھيَتُون پيشِ کَري.

(5)

ڏاھِي ھُيَسِ ڏيھَ ۾، سَرَتِينِ مَنجھِ سُڄاڻِ،
ڪا جا پِيپِمِ ڪاڻِ، جِئَن مُنھُن مَٽاھُون نہ ڪٽان.

(6)

اَلا، ڏاھِي مَ ٿِيان، ڏاھِيُون ڏُکَ ڏِسَنِ،
مُون سين مُون پِرِينِ، پورائِي ۾ پالَ ڪِيا.

(7)

وَڏِيري ھُياسِ، ميڙو مُون گھَرِ سَرَتِيين،
ھَٿَ ڇُھَڻَ ھارَ جي، کَڙي ڪانڌَ ٿِياسِ،
ڍولي ڍِيلِياسِ، آيُمِ ڏَنوَن ڏُھاڳَ جو!

(8)

وَڏِيري ھُياسِ، چَنيسَرَ جي راڄَ ۾،
ڏُھلِين، دَمامين، نَقرين، ٽي پَلپَلِ پُڇِياسِ،
ڍولي ڍِيلِياسِ، ٽِيَسِ ڏُھاڳِڻِ ڏيھَ ۾.

(9)

ھُيَسِ ھِندورَنِ ۾، پِيِيَمِ ڪانہ پَروُڙَ،
مَٽِيي سَنَدي مامِري، ڪوجھي وِڏِيَسِ ڪُوڙَ،
سامُھان ٽِيم سُورَ، ويو وِلُٽي وَلَھو.

(10)

ڏُھاڳَان سُھاڳِٽِيون، کِھَڙي ڏوهِ کَنبَن،
وَرُ وِڏُوُٽون اِينھَئِين، جِئَن جِئَن پاڻُ پَسَن.

(11)

گھورِيو سو سُھاڳُ، جِنھن ۾ پَسين پاڻَ کي،
ڏوري لَھہُ ڏُھاڳُ، جِنھن کَرلاھُو داسَڙو.

(12)

سارِجِ سَپِيئي، لِيلا، لَکَڻَ پانھِنجا،
وَرُ سين وِڙھيو اُٿِيين، ڏوراپا ڏِيئي،
نہ ڄاڻان ڪيھِي، چَنيسَرَ جي چِتَ ۾.

(13)

چَئِي چَنيسَرَ جامَ سين، لِيلا، لَکايوءِ،
تو جو پانيو پانھنجو، تنھنجو پَرو ڪونہ پيوءِ،
ڪَؤنرُوءَ ڪانڌ سَندوءِ، دَستِ ڪيو داسَڙو.

(14)

لِيلا، جِمَ لَڪائِيين، چَئِي چَنيسَرُ ساڻُ،
وَرَ سين وِڙِھيو اُتِيين، مُوڙھِي! مُنِيءَ پاڻُ،
پوري، ڪَيئي پاڻُ، آيُئِي ڏَنڻُون ڏُھاڳَ جو.

(15)

لِيلا، جِمَ لَڪائيين، سوپِي، ساڻُ سُجاڻُ،
آھِيين گھڻُون اَجاڻُ، مَڃُڻِ پُوري نہ پُئين.

(16)

لِيلا، پُوري نہ پُئين، چَئِي چَنيسَرَ ساڻُ،
تو جو پانيو پانھنجو، سو رِيساڻو راجاڻُ،
پاڻان دار پِرياڻُ، ڪانڌَ ڪِنھنجو نہ وَٽي.

(17)

چَئِي چَنيسَرَ جامَ سين، لِيلا، ٺُون مَ لَڪاءِ،
دوسُ ٺُنھنجو داسَڙو، ڪاندِ وَڏِيائِي ڪاءِ،
نہ ڍولو ڍَکَ سَندِياءِ، عَيبَن ڪي آڏو پَئي.

(18)

چَئِي چَنيسَرَ جامَ سين، لِيلا! لَڪاءِ مَ ٺُون،
اِئُ ڪانڌُ ڪنھنجو نہ ٿِئي، نہ ڪا مُون نہ ٺُون،
رؤنديُون ڏِٺيُون مُون، اِنَ دَرَ مَٿي دادُلِيُون.

(19)

لِيلا جِيلا ڇَڏِ، جي ٺُون سوپِي سِڪيين،
پائي پاندُ ڳِچِيءَ ۾، پاٺو غَرِيبيءَ گڏِ،
ھَڏِ نہ ڇُوندءِ لَڏي، جي ڪارُوَن آٿِيين ڪانڌُ ڪي.

(20)

جي ڪارُون آٿِيين ڪانڌُ ڪي، تہ روئِي رِيجھائيج،
لِيلا، لِيلائيج، اَتِئِي ماڳُ مِنٿَ جو.

(21)

جي لِيلائي نہ لَھين، تہ پُڻِ لِيلائيج،
آسَرَ مُ لاھيج، سَجَڻُ سِباجھا گھڻُون.

**وائي**

مُون تي وَھَرَ وَري، وارو ڏِيندُمِ وَلَھو،
توکي ساري، سُپِرين، آئُون پُوندِيَس ماڳِ مَري،
وارو ڏِيندُمِ وَلَھو.
توکي سَري سُپِرين، آسان تان نہ سَري،
وارو ڏِيندُمِ وَلَھو.
اَسان توري ناھي ڪا، ڳُجھاندَرَ ڳري،
وارو ڏِيندُمِ وَلَھو.

## داستان ٽيون

(1)

چَنيسَرَ سين چاڳَ، مَتان ڪا مُنڌ ڪَري،
جان مُون پوءِ پَروڙِيو، تہ ھي نہ ماٺِي ماڳَ،
ڏَمَرِيو ڏُھاڳَ، سِکھو ڏَئي سُھاڳِڻِين.

(2)

چَنيسَرَ سين چاءُ، مَتان ڪا مُنڌ ڪَري،
ڪانڌ ڪنھين جو نہ وَٽي، ڳِيرَبُ ءِ ڳاءُ،
جي ٿِڙِي تورَڙِياءُ، تہ دوسَ دَسائي داسَڙو.

(3)

سَپيئِي سُھاڳِڻيُون، سَپِني ڳِچِيءَ ھارَ،
پَسَڻَ ڪارَڻِ پِرينءَ جي، سَھَسين ڪَن سِينگارَ،
ڍولُ تَنِين جي ڍارَ، ھيناھِيُون ھَلَن جي.

(4)

سَپيئي سُھاڳِڻِيُون، سَپِني ڳِچِيءَ ھَس،
پَسَڻَ ڪارَڻِ پِرينءَ جي، وَڏا ڪِياٺُون وَس،
ڍولَ تَنِين جي گَس، ھيناھِيُون ھَلَن جي.

(5)

سَپيئي سُھاڳِڻِيُون، سَپَني مُنھَن جَڙاءُ،
سَيَکِنھن پانيو پاڻَ ڪي، ايندو مُون ڳِرِ راءُ،
پيئو تَن دراءُ، جي پَسِي پاڻُ لَجائِيُون.

(6)

اَوَڳُڻِ ڪَري اَپارَ، تو دَرِ آيُس، داسَڙا!
جِئَن تو رُسَڻَ سَندِيُون رُوحَ ۾، تِئَن مُون پيٽِي ناھِ پَتار!
سائِينءَ لَڳِ سَتارَ، ميٽِ مَدايُون مُنھِنجيُون.

(7)

جي مُون موُڙهِي مَتِ، تہ پاڻُ سُجاڻج سُپرين!
اَصلِ اَواڻِن جا، عَيبَ ڍَڪِيين ڏُون اَتِ،
اِيَ، پِرَا تُنهنجِي پَتِ، جِئن وِلهيُون ڍَڪِيين، وَلَها!

(8)

لَکڻَ ڪِيمَ لَکِيج، جي مُوراهِين ناهِ مُون،
مُون کي مَلهائِيج، وارو ڏيئِي، وَلَها!

(9)

تان ڪا وائِي وارِ، دِلاسي جي داسَڙا،
تُون مُنهنجو وَلهو، آئُون تو ۾ طَمعدار،
ڍَڪي، ڍولَ! گُذارِ، لڄَ مُنهنجي لوڪَ ۾.

(10)

ڍولا! ڍيلِ مَ مُون، ڪانڌ! ڪَمِيڻي آهِيان،
سِڪَ تُنهنجِيءَ سُپرين! پيري وِڙِيُس پُون،
مُون وَرُ تونهين تُون، تو وَرَ وَهُون ڪيترِيُون.

(11)

تو، وَرُ! وَهُون ڪيتَرِيُون، مُون وَرُ تُون وَرِيج،
سو پِي اِنَ سُهاڳَ کي، پوري پَرُ مَ ڏيج،
پِرتان پيرَ پَريج، مَلهائج مِسڪين کي.

(12)

ڪوڙئين تُنهنجيُون ڪامِڻيُون، تُون ڪوڙيَن سَندو ڪانڌ،
مُون کي چَڏِ مَ داسَڙا، تہ وَجان نہ وِڻواند،
مُون ڳِچِيءَ ۾ پاند، تو چَنيسَرا! هَٿَ ۾.

(13)

ڍولا! اولا تہ سَهان، آڏا اَڏِيئي جي،
تو، وَرَا! وَهُون ڪيتَرِيُون، مُون وَرُ تُون وَري،
پِرتان پيرَ پَري، مَلهَائِج مِسڪِين کي.

(14)

ناتو نماڻيءَ سين، مَ ڪَرِ ڍولَ ڍِلو،
ڪونهي ڪَمِيڻيءَ جو، ٻِگر تو ٻِلو،
تُنهنجو نامِ نِلو وٺيو وينِي آهيان.

(15)

لِيلا، لَڄُ مَ ايترو، اُتي آڱڻُ سورِ،
اَبو ڏاڏو گهورِ، پاڻَ سُوڌو پرين تان.

(16)

لِيلا، لُڄُ مَ ايتَرو، اُتِي، سورِ ٻُهارِ،
ڍوليو اَگڻِ پارِ، ڪانڌَ ڪَميڻيءَ آئِيو.

**وائي**

جِيَري زِيارَتَ، جي مان هوءِ پِرِيَن سين!
سَڌَرَ مُنهنجا سُپرين! مُون تان لاهِ مَ هَٿَ،
جي مان هوءِ پِرِيَن سين!
مَوُلا! مُون کي ميڙِيين، سُپِيريان جي سَٿَ!
جي مان هوءِ پِرِيَن سين!
چَنڊيان کِهَ اَڪِينِ سين، پِيرين وِجهان هَٿَ،
جي مان هوءِ پِرِيَن سين!
ڏوران ڏِنمِ سُپرِين، سَچِي جَن صِفَتَ،
جي مان هوءِ پِرِيَن سين!
مِلَڻَ ۾ مُشتاقِ سين، ڪائہ ڪِياٿُون ڪَٿَ،
جي مان هوءِ پِرِيَن سين!

# سُر بروو سنڌي

## داستان پهريون

(1)

چاڪي وَڄيو چو، ٻيلي ٽِئين ٻِيَنِ جو،
وَٿُ ڪَنجَڪَ ڪَرِيمَ جِي، جَڳَ جو والِي جو،
سَؤڪو هُوندو سو، جِنهن جو عِشقُ الله سين.

(2)

جِئَن ڪا ڪانِي ڪانهَن، لُسَندي لاٽِيُون ڪَري،
اَچي پيئي اوچِتِي، دَردَ پِريان جِي دانهَنس،
ويجَ ڏَنيئين ڪُھ ٻانهَن، سُورَ هِينئين کي سامُهان.

(3)

پَرَوَسِ ٽِيُمِ پراڻ، پِرين وَسِ نہ پانهِنجي،
لَڳي ڪِينءَ لَطِيفُ چَئي، چِپَرُ چاتِيءَ ساڻ،
پِرِين ڏيکاري پاڻ، خُوش ڪَري وِيا خوابَ ۾.

(4)

اَچِين جي هيڪارَ، مُون سارِيندي سُپِرِين،
پيرين ڏَرِيان پِنبِٽيُون، هَنڌ وِڇايان وارَ،
ساڄَنَ سَپِ ڄمارَ، هُوندَ گولِي ٿِي گُذارِيان.

(5)

مُون سارِيندي سُپِرِين، اَچِين جي ٿُون هاڻِ،
ڪَريان رُوحَ رِهاڻِ، هُوندَ لَڪَنِ مَنجهہِ لَطِيفُ چَئي.

(6)

دَرَ تي دُونهِينءَ جِئَن، سَڙان سُپيرِيَنِ جِي،
لَڳو آهي لَطِيفُ چَئي، تَنُ پِرِيان ڏي تِيئَن،
جي حاصُلُ ٿِيئي هيئَن، قَرِينو قَرِيبَ جو.

(7)

لَڳِيءَ جو لَطِيفُ چَئي، نَڪو قالُ نہ قِيلُ،
لِڪِئي لامُون ڪوڙِيُون، نيٽين وَهي نِيلُ،
هِينئڙا تِيءُ سُڌِيرَ، ڪالَهہ قُرِيبَنِ لَڏِيو.

(8)

يَلي ڪِيَئي، يَلا پِرين، هِيئَن نہ مُناسِبُ هوءِ،
لائي چِتُ، چَرِيو ڪَري، پاڻُ ڪَدي وِئين پوءِ،
توٽي حُبَ نہ هوءِ، تہ بہ هوتَ نہ ڪِجَنِ هيڏِيُون.

(9)

يَلِي ڪَيَئي، يَلا پِرين، هِيءُ نہ شانُ سَندوءِ،
پهرين لايو پِرِيتڙُون، ڪِينَ پُڇين ٿو پوءِ،
قادِرُ شالَ ڪَندوءِ، ميڙو هينَ مِسڪِينَ جو.

(10)

يَلِي ڪَيئي، يَلا پِرين، مُون نہ ڄاتو اِيئَن،
هِينئُون هيرائي هَٿِ ڪَري، هَليو ويندين هِينئَن،
سا سِڪَ سَلان ڪِيئَن، جِنهن اَندَر آهيرا ڪِيا.

(11)

اَڄُ پُڻ اَڪَڙِيَنِ، سَڄَڻَ پَنهنجا سارِيا،
ڳَلَنِ تان ڳوڙَهن جُون، ٻُوندوُن بَسِ نہ ڪَن،
سَندي سِڪَ پِرِيَنِ، لوڪَ ڏِٺي نہ لَهي.

(12)

اَڄ پُڻ اَڪَڙِينَ سين، ڪوني ڪُنائُون،
ماسُ وِراهي هَلِيا، ڪَرنگَلُ ڇَڏِيائُون،
”وَتَوا صَوابِالحَقّ وَتواصوابِاالصَبّر“، اِيئن اُتِيائُون،
مُئِي مارِيائُون، کِلي گهايو سَڄَڻين.

(13)

ڪي اوڏائِي ڏُور، ڪي ڏوُر بہ اوڏا سُپِرِين،
ڪي چِت نہ چڙهن ڪَڏهين، ڪي نہ وِسَرَنَ مُور،
جِئَن مينهن ڪُنڊِڙيءَ پُور، تِئَن دل وَراڪو دوسِتَ سين.

(14)

ماڻُهو گهُرَن مالُ، آءُ سَپِ ڏِينهَن گهُران سُپِرين،
دُنيا تِنهن دوستَ تان، فِدا ڪَرِيان فِي الحالُ،
ڪِيَسِ نانءُ نِهال، پَسَڻ تان پَري ٿِيو.

(15)

هيرائي هَٿِ ڪِيو، هِينئڙو حَبِيبَنِ،
ٻَڌي ڪَڇِيءَ تَندَ ۾، سَلهاڙِيو سيڻَن،
وِجهي پيچَ پِرِينِ، هِينئڙو هَٿِيڪو ڪيو.

(16)

جَڏهانڪُر جانِي، سَڄَڻَ سانگِ سِڌارِيا،
راتِيان راحَتَ ناهِ ڪا، ڏِيهان حِيرانِي،
آئُون پانهِنجي پِرِينءَ تان، ڪوڙين قُربانِي،

رَضا رَبّانِي، نات ڪَيمُ وَسِ وِصالَ ڪي.

(17)

جَڏهانڪُرَ ٿِيامِ، ساجاءِ سُپيرِيَنِ سين،
تَڏهانڪُرَ تِرَ جيترو، ويرَ نہ وِسَرِيامِ،
اَندَرِ روُح رَهِيامِ، سَڄَڻَ اوطاقون ڪَري.

(18)

جي مُون گهر اَچين سُپِرِين، هوڏَ ڇَڏي هيڏي،
ڳالهِيُون ڳُجهہ اَندَرَ جُون، تَنَ کُهرِيُون توڏي،
جي وِهين گڏُ گوڏي، تہ دَورَ سُٽايَئِين دِل جا.

(19)

ڪَڏهِن کُلَنِ دَرَ دوسِتَنِ جا، ڪَڏهِن طاقِيُون ڏِينِ،
ڪَڏهِن اَچان، اَچَڻُ نہ لَهان، ڪَڏهِن ڪونِيو نِينِ،
ڪَڏهِن سِڪان سَڏَ ڪي، ڪَڏهِن ڳُجهاندَرُ ڳُرُهِينِ،
اِهڙائي آهينِ، صاحِبُ مُنهِنجا سُپِرِين.

(20)

ڪَڏهِن دَرَ کُشادا دِلبَرَ سَندا، ڪَڏهِن پُورِيو ڏِينِ،
ڪَڏهِن وَجان، وَڃِي نہ سَگهان، ڪَڏهِن سَڄَڻَ پاڻِ سڏِين،
ڪَڏهِن ڪُڇَنِ ڪِينَڪِي، ڪَڏهِن ٻاجهہ مَنجهان ٻولِين،
ڪَڏهِن قولَ ڪَرِين، ڪَڏهِن حَرفُ نہ ڪُڇَن هيڪڙو.

(21)

آثارو تنهن عِشقَ جو، ڪَڏهِن ڪونہ ٿِيومِ،
مَحبُوبَنِ مِنٿُون ڪَري، سِڪُڻُ سيکارِيُومِ،
تِهان پوءِ ٿِيومِ، آرو پَسَڻَ پِرِينءَ جو.

(22)

ٿُون صاحِبُزادو سُپِرِين، آئُون نِسورو نوڪَرِ،
بيحَد ڪَرِيان بَندگِي، هَٿَ ٻڌي حاضُرِ،
ڇِنَ ڇَڏِيندس ڪِينَ ڪِي، دوست اوهان جو دَرُ،
مُون تان مِهَر نَظَرَ، پِرِين لاهِ مَ پانهنجو.

**وائي**

هوتُ نيڻان دا دِلبَندُ، لو، پَلو جيڏِيُون!
هيڏانهن هوڏانهن سُپِرِين، ڪاڏي وارِيان ڪَنڌُ؟
لو، پَلو جيڏِيُون!
ڇڙهِي ڏاڍِين ڏُونگرين، راهَ پُڇايان رَندُ،
لو، پَلو جيڏِيُون!
ساڄَنُ سَيَنئِان سُهِڻُو، سائِينءَ جو سوگند،
لو، پَلو جيڏِيُون!

# داستان پهريون

(1)

آهِيين شانَ شعورَ سين، جانِبَ ٿُون جيڏو،
مُون تي ڪَر، مُنهِنجا پِرِين، توهُ ٿُسِي تيڏو،
اِيءُ ڪامِلَ ڪَمُ ڪيڏو، جي نَوازِينم نگاه سين.

(2)

جانِبَ مُنهنج جِي ۾، جي تو طَمعَ پوءِ،
تہ ڳَڻُ ڪاتِي وَڍِ اَنگڙا، اَدَبُ ڪَرِ مَ ڪوءِ،
يانيان يالُ سَندوءِ، جي ساڄَنَ سَنئُون نِهارِئين.

(3)

جانِبَ، ايئن نہ جُڳاءِ، جِئن مارِيو، موٽِيو نہ پُڇِين،
رَتِي رَٿُ نہ سِنجُري، سِڪَ تنهنجي ساءِ،
اسان توهينِ لاءِ، ٿي پَرَ ۾ پُڇائُون ڪِيُون.

(4)

جَڏهِن پَوي ٿِي يادِ، صُحبَتَ سُپيرِينِ جي،
فَرِيادوُن فَرِيادَ، ناگهہ وَجَنِ نِگِيو.

(5)

جِئن لُهارَنِ لَپيٽِيو، ڪَڙو مَنجهہِ ڪَڙي،
مُنهِنجو جِيءُ جَڙي، سُپيرِيَنِ سوگهو ڪِيو.

(6)

نازَ مَنجهاران نِڪَري، جَڏهِن پِرِين ڪَري تو پَنڌُ،
پُون پُڻُ ”بسمِ اللّٰهَ“ چَئي، راهَ چُمي ٿي رَندُ،
اُپين گهٽي اَدَبَ سين، وَنِي حُوروُن حيرتَ هَنڌُ،
سائِينءَ جو سوگندُ، مُنهِنجو ساڄَنُ سَيَنئان سُهڻو.

(7)

ساڄَنَ! سِپاهي، آئُون اوهان جو آهِيان،
اَچان ويلَ سَيَڪنهِين، وَجان واجهائي،
لالَنَ تو لائي، ڪِينڪارِيُمِ ڪَرَن ڪي.

(8)

فانِي ئي فانِي، دُنِيا دَمُ نہ هيڪَڙو،
لَٿي لوڙُهہ لَٿُن سين، جوڙِيندَءِ، جاني!

حَرَفُ پُڇندءِ هيڪَڙو، ظاهر زبانِي،
ڪوڏَرِ ۽ ڪانِي، آهي سِرِ سَيَڪهِين.

(9)

يَرِ يَنجوءَ ويهِي، ڪِهڙي ڪَندين ڳالهَڙي،
جاجي ماڃِي موٽِيا، وَرُ وَنِيءَ ڏيئي،
خَبَرَ نہ پيئِي، تہ ڏيجُ ڏِناءُون ڪيترو.

(10)

نيڻَ صَقِيلا سُپرِينِ، پَونرَ پِروُن پالا،
چِڪِيا ڦَٺَ فِراق جا، اَندَرَ ۾ آلا،
يارُ ميڙئين يالا! جِنهن جِي صُحبَتَ ڪاڻِ سِڪي هِينئُون.

(11)

وينو ڏِسان راهه، اَڄُ پُڻ آيا ڪِين ڪِي،
ساڄَنَ لاءِ سِڪي گهَٽُون، مُنهِنجو سارِيو ساهه،
آٽين شالَ اَللهُ، تہ اَگَڻَ تِينُم اُجرا.

(12)

اَڄُ پُڻِ اَڪڙِيُون، سارِيو روَن سَڄَڻ ڪي،
جانِبَ جي جَمالَ ڏي، تاڙِين تِيُون تَڪَڙِيُون،
جي وَهمَ پِرِيان وَڪَڙِيُون، تَنِ اُجَ اڪِين ڪي نہ لهي.

(13)

اَڄُ پُڻ ڪِيا اَڪِينِ، اَبر جِئن آگم،
ڳوڙهَنِ ڪِيو ڳِلَنَ ڪي، نائي پاٽِي نَم،
بُوندُنِ بَس ڪِي ڪانَڪا، دوسِتُ پُڄاٽان دَم،
حَبِيباٽا هَم، ساڙيندا سَرِيرَ ڪي.

(14)

اَڄُ پُڻ جُڙِيَمِ جوڙَ، دوسِتُ پيهِي دَرِ آئيو،
سُکَنِ وَنِي ڏُکَنِ ڪي، محَڪَمُ ڏِنِي موڙَ،
جا پَرِ کَتِيءَ ڪور، سا پَرِ سُورَنِ سين ٿِئي.

(15)

اَڄُ پُڻ اَنڪِيَم اَنگَ، هَٿان حَبِيبَنِ جي،
جا پَر سوٽِيءَ سَنگَ، سا پَرِ سُورَنِ سان ٿِئي.

**وائي**

مَولو ڪَندو ماڙِ، مُنهِنجِي اَللهُ ڪَندو ماڙِ،
هادي! ڏيئِي هَٿڙا، اَڃِي چِڪَڻِ مان مُون چاڙِهہ،
مُنهِنجِي اَللهُ ڪَندو ماڙِ.

ڪِشتِي ڪَمِينَنِ جِي، اَللهُ لَڳِ اُڪارِ،
مُنهِنجِي اَللهُ ڪَندو ماڙِ.
هُو جو ويري واڻَ جو، سائِين! نيئِي ساڙِ،
مُنهِنجِي اَللهُ ڪَندو ماڙِ.
ڪَرَمَ ساڻ ڪَرِيمَ جي، سَڀَ لَنگهِيندا پارَ،
مُنهِنجِي اَللهُ ڪَندو ماڙِ.

## داستان ٽيون

(1)

عِشقُ اِهڙي ذاتِ، جو، مانجهِي مُنجهائي مَيَنِ ڪي،
ڏِيهان ڏورڻ ڏُونگرَين، رُئڻ سَڄِيائِي راتِ،
اُٺِيي وينِي تاتِ، مِيان مَحبُوبَنِ جِي.

(2)

پيٽِي ناهي پَنيَور ۾، جِنهن جِي ڏَٽِيان ڏارَ،
تِنهن ڪَمِيٽِيءَ جِي ڪانَ ڪِي، ساٿَ لَڏِيندي سارَ،
آءُ عالَم جا آڏارَ، واري واڳَ وِلَهِيءَ تي.

(3)

يارُ سَڏائي سَيڪو، جانِي زَبانِي،
آهي آسانِي، ڪَمَ پِئي ڪَلَ پَوي.

(4)

آدمِن اِخَلاصُ، مَٿائي مانو ڪيو،
ڪونہ ڪائي ڪِنهن جو، سَندو ماڙُهوءَ ماسُ،
دِلَبَر هنَ دُنِيا ۾، وَڃِي رَهَندو واسُ،
بِيو سَڀ لوڪ لِباسُ، ڪو هِڪدِل هُوندو هيڪڙو.

(5)

سُورَنِ سانگهيڙا ڪِيا، مَٿي مُون مَعذُورِ،
آئُون هِت وينِي وِجهلان، مَران نِتُ مَهجور،
جي دوستَ مُنهِنجا دُور، سي وَالِي وهلا آڻئين.

(6)

منهنجي مَدايُنِ جِي، جي ڪَلَ پِرِيان پيئِي،
تہ ڪَڏهِن ڪوسا نہ ٿِيا، ڏوراپو ڏيئِي،
ساڄَنَ سَپِيئي، ڍَڪِيم ڍول ڍِلائِيُون.

(7)

دِل جو دِلبَرُ هيڪَڙو، گهٽان تان نہ ڪِجَنِ،

دِل ڏِجي ڪي ھيڪڙي، توڙي سَوَ سِڪَنِ،
سي ٽِلولا ڇَئجَنِ، جي دَر دَر لائِن دوستِي.

(8)

شُڪُر ڳَڏِياسُون سُپرِين، جانِي جِئَري يار،
وِيٺي جَنِين جي وَٿِ ۾، ڪوڙين ٿِيا قَرار،
ڏَٽِيمَ! ڪَر مَ ڏارَ، پاڙو تَنِ پِرِيَن جو.

(9)

ڪِٿان سِڪِئين سُپرِين، ڪاسائِڪِي ڪار؟
تِکِي ڪاتِي ھَٿ ڪَر، مُڏيءَ سين مَ مارِ،
چوري چاڪَ نِھار، سُورَنِ سانگھيڙا ڪِيا.

(10)

ڪوڙي ڳَڻُ مَ سُپرِين، ڳَنيئي تان ڪوڙِ،
عادَتَ جا اَڪِينِ جي، سا نيئِي نِباھِج توڙِ،
مُون ۾ عَيبَن ڪوڙِ، تُون پاڻَ سُجاڻِجَ سُپرِين.

(11)

ڏاتَر مُون ڏيکارِيو، ھوتَنِ جو حُضُورِ،
پِرين پَرَچَڻَ جو ڪَيو، موٽائي مذڪُورُ،
اِيُ دوسِتَنِ دَستُورُ، جِئَن ٻِنين ٻڄَن ڪِينَ ڪِي.

**وائي**

وَٿان وَڃُ مَ مُون، مُنهِنجو تُونهِين تُون،
ڪونہ سُٺي ڪو ٻِيو، وَٿان وَڃُ مَ مُون.
مُون تڏھانڪر مجِيِي، جَڏھن ”ڪُن فَيَڪُون“،
وَٿان وَڃُ مَ مُون.
اَھُڪيءَ رَسِجِ اَحمَدا، اَڳِيان سوڙھِي پُون،
وَٿان وَڃُ مَ مُون.
رَس مُحمّدَ ڪارَڻِي، جِتي ھُونگَ نہ ھُون،
وَٿان وَڃُ مَ مُون.
آڳھُ ھِنَ اُمَتَ جو، آھِين تُونهِين تُون،
وَٿان وَڃُ مَ مُون.

# سُر ڏهر

## داستان پهريون

(1)

ڪَرِ ڪي ڳالھڙيُون، ڪَندا ڍورَ ڏٺِيَنِ جُون،
ڪِئَن سي راتڙيُون، ڪنهن پَر ڏِينهن گُذارِئين؟

(2)

ڪَر ڪا ويهي ڳالھہ، ڪَندا ڍورَ ڏٺِين جِي،
هِهڙي اَجُ ٿُون حالِ، ڏُکِيا ڏينهن گُذارِئين.

(3)

ڪَندا تو وَٺان، سَچُ ڪِ سيٺَنِ لَڏِيو؟
مَجر تو مَنجهان، چٽِيو پُونِ چُڳا ڪِيو.

(4)

ڪَندا ڪُجاڙِيان، اُپو آهِيين ريلَ ۾؟
پِرِيَنِ پُڄاڻان، سُڪِي ٻانهگر نہ ٿِئين.

(5)

ڪَندا ڍورَ ڏٺِيَنِ جو، جي تو هُئڙو سُورُ،
لامُن مَٿي ٻُورُ، هُوند نہ چاڙهيئي هيتَرو.

(6)

جي تو هُئڙو وَڍُ، ڪَندا ڍورَ ڏٺِيَنِ جو،
پاٽان ڏيئِي ڏَڍُ، مُورئي مَجر نہ ڪَرِئين.

(7)

ڪَندا ٿُون ڪيڏو، جَڏِهن پَرِيو ڍورُ وَهي،
جَسودَن جيڏو، تو ڪو گڏيو پَهِيَڙو.

(8)

سَچُ ڪي سُڪو ڍورِ، ڪَنڌي اَکَ ڦُلارِيا،
جُنگَنِ چَڏِيو زورُ، سَر سُڪو سُونگِي گيا.

(9)

جَڏِهن ڍاڳِي ڍورُ، ٻَئِي وَهَنِ ٻَلِيَار ۾،
تَڏِهن تازَڙِين طوُر، هُئو جَسُودَنِ سين.

(10)

سُڪِي ڍورُ ڍَيُون ٿِيو، ڪَنڌيءَ ڏِنو ڪائو،
پاٽِي پَٽيهل ۾، اَجُ آڳِيُون نہ آيو،
ماڙهُنِ ميڙائو، ڪَنهِين ڪَنهِين پيٽِيين.

(11)

پَٽيهل تو ۾ پُور، اڳِيُون آهہ نہ آب جو،
سُڪيئَن کهڙي سورِ، پِيَئِي واري وچ ۾.

(12)

ڍورُ نہ آڳِينءَ ڍارَ، مَهَندِ مَلاحَنِ لَکِيو،
موڙي چوڙِيا مَڪُڙا، پَسِي پاٽِيءَ پارَ،
جَسودَنِ جيها يارَ، پِيَڙا وِيرَ وِماسَ ۾.

(13)

جان واھُڙَ ۾ وَھہ، تان ٿُون مَچَ نہ موٽِيو،
ڪائي ۾ ڪوھُ ڪَرِئين، پوءِ موَٺَڻَ جو پَھُ،
سِرَ مَٿي ٿُون سَھُ، مَهميزوُن مَلاحَنَ جُون.

(14)

جان جَرُ هُئِڙو جالَ، تان ٿُون مَچَ نہ موٽِئين،
پُونڊِئِي اَجُ ڪِ ڪالَھہ، سانپيُون سانگِن جُون.

(15)

جان جَرُ هُئَڙو سِيرُ، تان ٿُون مَچَ نہ موٽِئين،
اَڏا اَڏي ڪِيرَ، گَهَٺَ ٻہ جهَلِيَئِي گهاٽُئين.

(16)

مَتو آهِين مَچَ، ٿُلهو تو ٿُونا هَٽِين،
جا تو ڏِنِي اَچَ، تِنهن پاٽِيءَ پُنان ڏِينهَڙا.

(17)

ڏُوران پَسِي ڏورِ، وهين جي وهرُوَن ڪَرِي،
هُوندَ نہ وِڏئِي هورِ، ماٽگِرِياٽي مَچَڙا.

(18)

ڪُنڊي ڪَلِيُنِ وِچَ ۾، جَڏِهن هَنئي جَنِ،
موٽِي مُون پرِيَنِ، ڪَدَڻَ جِي ڪانَ ڪَئِي.

(19)

ڪُنڊي ڪَلِينِ وِچَ ۾، جَڏِهن هَنيائُون،
موت نہ مارِيائُون، ڏور وِجهي وِيا ڏُکَ جي.

**وائي**

لائي جا وَرَنَ کي، سا ڪانڌَ مُنهِينجي ڪورا.
ماءُ مارِيندَمِ ڪَڏِهين، هوتاڻِيَنِ جا هورا،
سا ڪانڌَ مُنهِينجي ڪورا.
سيڻين سِر ڪَندُ سَپَجي، پيو عَطُرَ پِرين اَتوارا،
سا ڪانڌَ مُنهِينجي ڪورا.
ڇِپَرُ ڪَٿوري ٿِيو، بِي تازي ڦُلَنِ ڦورا،
سا ڪانڌَ مُنهِينجي ڪورا.

## داستان پيون

(1)
ڏُٺِي سو وارِئين واءُ، جو ميڙاڻُو سَڄڻين،
وَنهيئَن واٽَ مَتاءُ، هِنئَڙي آسَر نه لَهي.

(2)
مَدِيني جا مِير، سُڻ منهنجا سَڏَڙا،
سَرڻ تُنهنجي سِير، تُون پار لَنگهائِين پَيَڙا.

(3)
مَدِيني ڌُڻِي، سُڻ مُنهنجا سَڏَڙا،
تُنهنجي آهِ تَڙِي، بِي ڪَنڌي سارِيان ڪانڪا.

(4)
مَدِيني جا گهوٽ، سُڻ مُنهنجا سَڏَڙا،
ڪِج مُحَمّدَ موٽ، عاصِي تُنهنجي آسَري.

(5)
مَدِيني جا شاهَ، سُڻ مُنهنجا سَڏَڙا،
ڪارڻ لَڱ اَللهَ، سِگهو رَسج سُپرِين.

(6)
مَدِيني جا ماهَ، سُڻ مُنهنجا سَڏَڙا،
بيو نه وَسِيلو واهَ، آهِيان تُنهنجي آسري.

(7)
مَديني جا شير، سُڻ مُنهنجا سڏَڙا،
يَر مُبارَڪ پير، عاصِي تُنهنجي آسري.

(8)
مَدِيني جا جامَ، سُڻ مُنهنجا سَڏَڙا،
آهِيان تُنهنجِيءَ سامَ، سِگهو رَسج سُپرِين.

(9)
اَللهَ جِئَن نالوءِ، تِئَن مُون وَڏو آسرو،
خالِقِ! تُنهنجِي ڪاند جو، پَرو پاند نه ڪوءِ،
نالو رَب سَندوءِ، رَهيو آهِم روُحَ ۾.

(10)
مِنو جِئَن نالوءِ، تِئَن مُون وَڏو آسَرو،
ڪو دَر ناهِ جِهوءِ، مُون پِيا دَر گهَڻا نِهارِيا.

(11)
عَجب جِهڙِي آهِ، صاحِبَ تُنهنجي صاحِبِي،
وَڏي سَگهَه سَندِياءِ، پاڻَ وَهيڻُون آهِئين.

(12)
عَجَبُ ڏِٺي سُون، صاحِبَ تُنهنجِي صاحِبِي،
پَنَ بوڙِين پاتارَ ۾، پَهَڻَ تارِين تُون،
جَيڪَرَ اَڇين مُون، تہ ميرِيائِي ماڻُ لَهان.

(13)
سَترُ ڪج سَتارَ، آئُون اُگهاڙي آهيان،
ڍَڪِئين ڍَڪَڻهارَ، ڏيئِي پاندُ پَناهَ جو.

(14)
وَڏي سَگهَه سَندِياءِ، باجُهن پَرِيو آهِيين،
مُون تان مِهَر مَ لاهِ، آئُون تُنهِنجي آهِيان.

(15)
سَترُ ڪَر سَتارَ، آئُون اُگهاڙي آهِيان،
ڍَڪِج ڍَڪَڻهارَ، ڏيئِي پاندُ پَناهَ جو.

(16)
جيڏو تُنهنجو نانءُ، باجهَ پ اوڏيائِي مَگان،
ري ٿِپِيين، ري ٿُوٽِئين، تُون ڇَپَرَ تُون ڇانءِ،
ڪِجاڙو ڪَهانءُ، توکي مَعلُومُ سَيڪا.

(17)
ناتو نِماڻِيءَ سين، مَ ڪَر ڊول ڍِلو،
ڪونهي ڪَمِيڻِيءَ جو، بِگر تو بِلو،
تُنهنجو نانءُ نِلو، وَنيو وِينِي آهِيان.

**وائي**

مون کي ننڊ نہ نيٽين نيٽين، ڪالھُون پوءِ لَڪَن ۾،
موٽُ آيَلِ ماءِ مُنھينجي، تان تو ڏُکُ نہ ڪيٽين ڪيٽين،
ڪالھُون پوءِ لَڪَن ۾.
ھوءِ نہ نيڻِ پاڻ سين، آئُون تان وِيندَڙي سيٽين سيٽين،
ڪالھُون پوءِ لَڪَن ۾.
ڪالھُوٽيان اَڄ گھَٽِي ڪَر، جھورَڙي جھيٽين جھيٽين،
ڪالھُون پوءِ لَڪَن ۾.
پيُون سَڀِ واڳِيُون وَرَن سين، آئُون واڱڙي ويٽين ويٽين،
ڪالھُون پوءِ لَڪَن ۾.
ھِينئڙو ڏاڙھُونءَ گُلَ جِئن، روئي رَتڙو ڪيٽين ڪيٽين،
ڪالھُون پوءِ لَڪَن ۾.

## داستان ٽيون

(1)

ڪَر ڪو پيرو ڪانڌَ، مُون نِماڻيءَ جي نِجھُري،
پرِين ٿُنھنجي پانڌَ، ڊولا ڍڪي آھيان.

(2)

جيئن ٿون قائِمُ ڪانڌَ، تئن آئُون وَر وِلھي نہ ٿيان،
پَکِي چنان پانڌَ، گِنڊ نہ جاٽي ڪو پيو.

(3)

ڪانڌَ پيَن ڪيترا، مُون وَر وَڏي وَٿُ،
مَتان ڏِيئي ھَٿُ، جنھن عيبَ مُنھنجا ڍَڪِيا.

(4)

ڪانڌَ پيَن ڪيتَرا، مُون وَر وَڏي جُوءِ،
لوڪ نہ اَچِي اُوءِ، جي ڏِسي عيب اَکِيَن سين.

(5)

ڪانڌَ پيَن ڪيتَرا، مُون وَر وَڏي ڪاند،
پاٽان ڍڪي پاند، جي ڏِسي ڏوهَ اکين سين.

(6)

ڪانڌَ پيَن ڪيتَرا، مُون وَر وَڏي ذاتِ،
لوڪَ نہ اَچِي وات، جي ڏِسي ڏوهَ اَکِيَن سين.

(7)

ھي تان ٿورَڙِيُون، جي تو پوري پانئِيُون،
راتِيُون پِيُون گھَٽِيُون، جي تو اِينڊِيُون ھيڪَلي.

(8)

وَرَ سين وِجھيو ڪاڻِ، کَرَسين کِلُون پائِيين،
پوري مُنڊ اَجاڻ، ڪَٽ چَڏِيو ٿُھَ ميڙئين.

(9)

سُتا اُٿِي جاڳَ، نِنڊَ نہ ڪِجي ايتَري،
سُلطاني سُھاڳُ، نِنڊُنِ ڪَندي نہ ملي.

(10)

ڪي سُمھُ ڪي جاڳُ، نِنڊَ نہ ڪِجي ايتَري،
اِيُ مانجھاندي جو ماڳُ، جو تو ساٽيھ پانئِيو.

(11)

جاڳڻَ مَنجھان جَسُ، آھي اَدا جَن ڪي،
لاھي جو لَطِيفُ چَئي، مَتان قلب ڪَسُ،
وَرئھَ ڪِجا وَسُ، صُبحَ ساڻ سَيّدَ چَئي.

(12)

سُتي نہ سَرَنديِاءِ، ڪَر پَچارَ پرِيَن جي،
وِھامِي وِينديِاءِ، گھَٽا ھَٽَندين ھَٽڙا.

(13)

سُمَھَٽان ساڙو، جيڏيُون جيڏوئي ٿِيو،
پرِيَن سين پاڙو، منھنجو نِنڊَ نِبيرِيو.

(14)

سُمَھَٽان ساڙو، جيڏِيُون جيڏو ئِي ٿِيو،
ھوٿُ لَنگھِيا ھاڙھو، ٿُون اَناسِي اوجھَرِين.

(15)

پرہَ ڦُٽِي رات وَئِي، جھيٽان ٿِيا نَکَٽَ،
ھاري وِيئِي وَٿَ، گھَٽان ھَٽندين ھَٽڙا.

(16)

سَجِيُون راتِيُون سُمھِين، چَڏِيو پِيّ پَچارَ،
پانئِيُي سَڀُ جَمارَ، سَجڻ ھُوندا مان گِري.

(17)

ڊول مَ ڪَٽِي بانھڙي، پرھَ مَ ڪَٽي پانڌُ،
آئُون پانھنجو ڪانڌُ، لَوڪان لِڪِي رانئِيان.

(18)

ڦِريا پَسِي ڦِيڻ، گرِيَنِ ڪِيرُ نہ چَڪِيو،
دُنيا ڪارڻ دِين، وِڃائي وِلَها ٿِيا.

(19)

مُسَنِ مُنهن سَنرا، گرِيا گهَٽُون ڪِلَنِ،
سي تان وِسَرِيَنِ، آيا جِنِ ڪَمَنِ لَئي.

**وائي**

مُون سين هوتَ نہ ڪَندڙا هِينئَن، ماءُ جامَ نہ ڪَندڙا هِنئين،
اَلا! مُون نہ ڇَڏِيندا ڇَپَرِين.
هوتَنِ جي هيڪاندَ ڪي، روُئان راتو ڏِينهَنَ،
اَلا! مُون نہ ڇَڏِيندا ڇَپَرِين.
ڇيڙي وِڏيَسِ ڇَپرِين، ووُ! باروچاڻي نِينهَن،
اَلا! مُون نہ ڇَڏِيندا ڇَپَرِين.
لُڪُون لَڳِنِ ڪوسِيُون، ڏاڍِا تَپَنِ ڏِينهَن،
اَلا! مُون نہ ڇَڏِيندا ڇَپَرِين.
مُون ڪي پِرِينِ ميڙِئين، روجهَڙِيُون ميڙِئين مِينهَن،
اَلا! مُون نہ ڇَڏِيندا ڇَپَرِين.

# داستان چوٿون

(1)

روه راماٽا ڪَنِ، اَڄ پُڻ هَلَٽَهارِيُون،
ڪَر ڳِلُ ڪُونجَڙِينِ، رائِي ۾ رات ڪِيو.

(2)

قِسمَتَ آندي ڪُونجَڙي، وَطَنَ سَندُس روھہُ،
ڪِنهن جو ڪونهي ڏوهُ، رِزق رازِق هَٿَ ۾.

(3)

وَڳَرَ اُڪيري، سَرُ سارِيو سُورَ ڇَري،
جهُري جهِڄَندي ڏي، سِنيها ڪي سَڄَڻين.

(4)

وَڳَرِ وِساري، وينئَين ڪِئن ماٺ ڪَري،
ڪِ تو، نہ ماري، رُڻ جهُڻ سَندي سَڄَڻين؟

(5)

وَڳَرِ وِيا وَهِي، ڪالَهہ تُنهنجا ڪُونجَڙي،
ڪَندين ڪوهُ رَهِي، سَرَ ۾ سُپِرِينَ ري؟

(6)

روهِ نہ وِئين راتِ، ڪوهُ نہ ڪُرڪِين ڪُونجَڙي،
اَڄ توهِين جِيءَ تات، سَرَ ۾ سارَڻَ آئِيُون.

(7)

وَڳَرَ ڪِيو وَتَنِ، پِرت نہ ڇِنَنِ پاڻَ ۾،
پَسو پَکِيڙَنِ، ماڙُهِنئانَ ميٺُ گهَٽُو.

(8)

وَڏي وَڳَرَ هيرُئِين، ڇُٽِي نہ ٻِينَ ڳَڻ،
ڪُونجَ ڪَرِيندي سَڏَ، ويئِي وِهامِي راتَڙي.

(9)

مَ لَنئُن ڪُونجِي، ماٺ ڪَر، چور مَ هينئين چاڪَ،
ڦَٽِيُون جي فِراقُ، سي ڳهَر گهارِينديُون ڪيتَرو.

(10)

مَ لَنئُن ڪُونجِي، ماٺ ڪَر، چور مَ هينئين سَلَ،
ٻَوڙها مَٿي ڳَلَ، جِمِ وِهاڻِيءَ وَهائِين.

(11)

ڪُونجَڙي ڪالَهہ لَنئِي، سَڄڻ وِڏُمِ چِت،
آئُون جَنهِين ري هِت، گهَنگهَر گهارِيان ڏِينهَڙا.

(12)

اُتَرَ ڏي آلاپَ، ڪالهُوُنڪَر ڪُونجَ ڪَري،
پِرِين پَسِي مَنجهِ خوابَ، وِهاڻِيءَ وايُون ڪَري.

(13)

ڪُونجُون تِيُون ڪُٽڪَنِ، جُڪُسِ هَلَٽَهارِيُون،
ٻَچا پوءِ اَٿَنِ، وَڃَنِ وانڌا ڪَندِيُون.

(14)

آيُون ڏور ڏِري، اَصل سَندي آسري،
ڪِڙي هَرَ يُون گري، پاٽان پيرَ ڏُکويا پَکٽين.

(15)

وَڳَرَ ۾ وائِي، ڪالَهہ تُنهنجِي ڪُونجَڙي،
سَرَ ۾ سارِيئَي گهَٽُون، پينَرُ ۽ پائِي،
پَسِين نہ ڦاهي، جا ماريءَ سَندي مَنَ ۾.

(16)

ڇُٽي نہ، اُپي روءِ، سَنياريو کي سَڄَٽين،
هِيءَ جهجَندي چوءِ، تہ آئُون اُکَندي آهيان.

(17)

کُونج نہ پَسِين کَکَ، ڏِٻُ جَنِين سين ڏِکِيو،
ماريءَ ماري لَکَ، وَڳُرَ هَٽِي ويڇُون کِيا.

(18)

ماري مَرِين شالَ، ڏِٻَ وَجَنئِي ڏِٻِيُون،
جِيئن تو اَڇِي کالَهہ، وِڌو وِچ وِرهن کي.

(19)

کُونجَ نہ لَکِيو ياڻ، جو ماريءَ سَندي مَنَ ۾،
اوچِتي بِرياڻ، وَڳر هَٽِي ويڇُون کِيا.

(20)

بِغَلَ مَنجهہ بَندُوق، ماريءَ ميرا کَپَڙا،
مارِيو مِيرَ مَلُوکَ، لَاڙِيو لَک چَڙهي.

(21)

چِيتان کِيو چُٽيچ، بَداماڻِيءَ ٻُٺ ۾،
نيٽين نِندَ مَ ڏيچ، چِيڙُون چَپَر آئِيُون.

(22)

سَنگهارَنِ ساري، ساتِي ڏيچ سَنِيهَڙا،
سا هيکَلِي گهاري، مُنڌَ کاچي کَنڌئين.

(23)

کيرَ کَرِيندي رِيسَ، آيَل سَنگهارِنَ سين،
جنهين جي خَمِيسَ، واٽِيُون واري چَڏِيو.

(24)

کاچي کاهِياڻُون، سَچُ کِ سَنگهارَنِ لَڏِيو؟
مان تَنُ مارِياڻُون، پاٽان وِجهِي گُونڌرِين.

(25)

کاچي پيئِي کُوکَ، آيَل سَنگهارَنِ جي،
مادَرِ اوءِ مَلوُکَ، اُنِي وِئڙا اُکَري.

(26)

جِيَنِ سي سَنگهارَ، اَجهي جَنِ جي گهارِيان،
مانَ لَهنئُون سارَ، وِچ وِلَهين ڏِينهَڙين.

(27)

ڏَڻَ ڏارِڻُ، ڏارِ رَهَڻِ، اِيءَ نہ سَنگهارَنِ سِٺَ،
کاهي اِيندا کَڏِهن، مَتي واندِ وِهِٺَ،
جي هاٽون هُوئِئِي مِٺَ، تہ بَہ اُوڏو لاهِہ مَ اُنِ جو.

(28)

جهجان پَسِيو جهوکَ، آيَل سَنگهارَنِ جي،
جَنِ تي پَهِي پِيارِيا، مَنجهان مَٺَن موکَ،
لَڏي وِچان لوکَ، اُنِي وِيا اُکري.

(29)

جهوکون نہ جهُٽکَنِ، وَکُ نہ پَسان وَٿ ۾،
آيَل سَنگهارَنِ، جيکُس چِتاٽُو چِت کيو.

(30)

جي پانئين وَسَ چَران، تہ سَنگهارَنِ سين لَڏِ،
تہ هاجي سَندي هڏِ، کُوکَ نہ سُٽين کَڏهين.

(31)

جي پانئِين وَسَ چَران، تہ سَنگهارَنِ سين گهارَ،
جَنِين سَندي واڙ، چورُ نہ اَچي کَڏِهين.

(32)

جيکا گهاري ماءِ، آيَل سَنگهارَنِ سين،
تہ رُکو مُور نہ کاءِ، توٽِي هوءِ اَوکُٽِي.

(33)

پَٽين پَکُون پَونِ، پَريا پاڻُ هَٽَنِ ۾،
نيڻَ مُنهنجا رُوِنِ، سارِيو سَنگهارَنِ کي.

(34)

مَنڊِيُون مَٽين کُڙَنِ، جهوک بہ سُونهَنِ پَهيڙا،
سَندي سَنگهارَنِ، جُوءِ جِياري جَڏِئين.

(35)

پُورِيَن پاندَ ٿِمَنِ، جهاڳ جهاڳِي آئِيُون،
کاچو مينهَڙِيَن، مُنڌائِتو ماٽِيو.

(36)

راءِ سين رُنا جي، ٿَنِ جاڙيجُن جاڙ کِي،

ڪِئن ماٺِيندا سي، چوڏھن چارو ڪَچِڙو.

(37)

جاڳو جاڙيجا، سَما سُک مَ سُمَهو،
پَسو آن پارِئان، لاکو تو لوڙيون ڪَري.

(38)

پُڄِئان پُلِي پيرُ، وِڌو راءَ رِڪابُ ۾،
ڪَچ رَھندو ڪيرُ، لاکو لوڙائُنِ سين.

(39)

پُڄِئان پَلِي نِڱيو، ڏيئِي پاڳوڙي پيرُ،
جَسي ۾ جَسراجَ جو، مَٿي وانڍِينَ ويرَ،
ڪَچ رَھندو ڪيرُ، لاکو لوڙائو ٿِيو.

(40)

ٽاٽو ڪِينِ پُلاڻَ، سَدا هَٽَنِ گرگرا،
لاکي لوڙائُنِ جا، اِهڙائِي اُهجاڻَ،
ڏيئِي ٽَنگن تاڻُ، ڪُوڪَ ڪارِيندا ڪَچڙي.

(41)

لاکو لوڙائُنِ سين، چوڏِسِ تو چَڙهِي،
وِڙِهيو وَريامَنِ جا، ڏُٽِيو ڏَڻَ هَٽِي،
پِيُسِ جو پَري، سو واهَرَ ڪَنِهين نَہ وارِيو.

(42)

اَڏِيو جو اوڏَنِ، سو شالَ ڍِنگهَرُ ڍِلو مَ ٿِئي،
جِنهن پَر ويهِي ڪَنِ، ليکو لاکي ڄامَ سين.

(43)

لاکي لَڄَ ڪُنئِي، اَگلن اوڏَڙيَنِ جِي،
ڪَندو ڪانہ ٻِئِي، اَڳَ وِسُوڙل آهِيُون.

(44)

لاکا لَڄَ سَندِياءِ، اوڏا اَگلِي آهِيان،
پَڪا سي پَرتاءِ، جي اَجهي تُنهنجي اَڏِيا.

(45)

اَڏيندي اوڏَنِ، لَڏَڻَ جِي ڪانہ ڪئِي،
لاکو مَٿان تَنِ، اوچِتوئِي آئِيو.

(46)

لَکِي ۽ لاکو، ٻَئِي مُئا ٻاجهہ ٿِي،
قادِرَ لاتو ڪَچَ تان، اَدِيُون اولاکو،
وانڍِين ۾ واکو، ريٻاري رَهِي وِيا.

(47)

چِنَلَ چَجَ هَٿَن ۾، ڪُلَهَنِ ڪوڏارا،
پورِهي خاطِرِ پانهِنجي، اُٿِيَنِ سَوارا،
اوڏَ بہ ويچارا، لاکا! وَجَنِ لَڏِيو.

(48)

نِئي نِهاريَمِ نارَ، تان پِرتِ پُراڻِي نہ ٿِئي،
ويچارا سَنگهارَ، ڪِنهن سائي جي سانگَ وِيا.

(49)

ڪيڏانهن وِيا سَنگهارَ، جي هُئا هِنِين پيٽين،
ڏور تہ ڏورِيُون يارَ، ٻيلِي ٻِنهِين ڪَنڌِئين.

(50)

رَڙي ريٻارَڻ روءِ، واڙي پايو وَچَڙا،
کُرا ويڻَ گنگهارَ کي، چَنچَل اُپِي چوءِ،
واڙي وَچ نہ ڪوءِ، لاکو لوڙائُن سين.

(51)

ريٻارَڻِ روئي، واڙي وِڏا وَچَڙا،
سَمُورا سوئي، هَٽِي هِتان ساٿ ويو.

(52)

ريٻارَڻِ رِيجهاءِ، لاکو لُولاٽِينِ سين،
سائُو مانَ سَندِياءِ، نَٿ مَٿائي ٿاکَرو.

(53)

لاکا لَکَ سُڄَنِ، پَر ڦُلاڻِيءَ ڦيرُ ٻِيو،
جِينهن پَرِ راٺا راڄِيا، ڪوٺَنِ ڏَٺِي ڪَنٻَنِ،
جنهن جو جاڙيجَنِ، سُتي سَنڪو نہ لَهي.

(54)

جَتَنِ جاڙيجَنِ سان، صُلحُ ڪَر سَنگهارَ،
ٽُون وَڳُ ڇڏِين تو ويسَرا، هوءِ چَمَڪِيا چوڏارُ،
تو جيڏا تو پارَ، لاکي ڪَئين لَڏائِيا.

(55)

وَنهينِ سَگهارَنِ جي، سُونهاري سانجاڻ،
پوءِ ٿا پِيَنِ پاڻ، پهرين پِيارِين پَيَڙا.

(56)
اَڏي اَڏي اوڏ، ڇَڏي وِيا پيٽِيُون،
تِڪاڻا ءِ تولَ، پِيا آهِينِ پَٽَ ۾.

(57)
ڪَڏهِن ڳاڙهو گهوٽُ، ڪَڏهِن مَڙُهه مُقامَ ۾،
سَندو واريءَ ڪوٽُ، اَڏِيو اَڏِبو ڪيترو.

**وائي**

ٿُون جو وڃين ڪيچ ڪَهِي، اي ادا، ڏيج پاراپو پِرينءَ کي.
ڏُک مُنهِنجي ڏِيلَ ۾، سَگهان ڪِينَ سَهِي،
ڏيج پاراپو پِرينءَ کي.
آئُون قوڙائي مارِئي، مُنهنجا واقِفَ وِئڙا وَهِي،
ڏيج پاراپو پِرينءَ کي.
پيئُرُ هِنَ پَنيورَ ۾، سارِيان ڪونہ سَهِي،
ڏيج پاراپو پِرينءَ کي.
مُون مُئِيءَ مَٿان ڪيترا، وِئڙا ڪانگَ لَئِي،
ڏيج پاراپو پِرينءَ کي.

# سُر گھاتو

## داستان پھريون

(1)

گَھنگھَريا گھَڻَ جاڻَ، موڙھي مَتِ مُھائِيين،
وِيا گَڏِجي وِيرِ ۾، پيا مُنهن مِهراڻَ،
اڳيان پويان تاڻَ، ويا ويچارَنِ وِسَري.

(2)

ماکَ پچايَن مولِهيا، مَتان راتِ پَئِي،
اولِيُون اُجهَڻَ لڳِيُون، وِيا وَنجهَ وَهِي،
ڪَلاچِئان ڪَهي، ڪَڏِهن ڪونَ آئِيو.

(3)

ڪو جو ڦهرُ ڪَلاچَ ۾، جو گهڙي سو نِئي،
خَبَرَ ڪونَ ڏِئي، تہ رَچَ ڪُجاڙي رَندِيا؟

(4)

ڪالَهہ ڪَلاچي ويا، چِتِيُون ڪٿي چُڳِيرَ،
پائِرَنِ پيرو نہ ڪِيو، اَدَنِ ڪي اُوِيرَ،
اِهَڙي خاصِي ڪيرَ، ڪُنَ وَرائي جهَلِيي.

(5)

تَرِيُون پَسان نہ تارِ ۾، جهُڳا جاءِ نہ ڪَنّ،
مادَرِ! مَلاحَنّ، ماڳِ نہ ڏويا مَڪُڙا.

(6)

ڏهاڙِي ڏِنہ ڪيترا، جَنِين مارِيو موڪُ،
گَهرَ ۾ گهاتُوئڙَنِ جا، تا مارِيئمِ توڪَ،
لَڏي وِچان لوڪَ، اونهي وِيا اوهري.

(7)

ڪالَهہ ڪَلاچي وِيا، گهاتُو ڪَري گهُورَ،
مادَرِ مَلاحَنِ جا، ويني سَهان سُورَ،
مون ڪي ڪَري مَلُورَ، اونهي وِيا اوهري.

(8)

اُپي اوسِڙان اُس ۾، جهَلِيو ڪُنّ ڪِنارَ،
گهاتُو گهَرِ نہ آئِيا، وَڏي لڳِين وارَ،
هُيَسِ جَنِين هارُ، سي موڙي چَڙهيا مَڪّڙا.

(9)

ڪِلِي جان ڪِنڪارِيان، تان ساتِي سَڱُ نہ ڪَنِ،
وارِيو وهٽ وَجنِ، ڪِن سِياڳِن سامُهان.

(10)

جِتي گهورِيو گهاتُئين، تِتِي واريءَ ٻٽ،
سَهسين ساتِي مُٺ، سَرُ سُکو، سُونگِي گيا.

(11)

نَڪا بُوءِ بازارِ ۾، نَڪا چِلرِ چَٽ،
جِتي ڏنيرين جِي، اڳي هُئِي اکٽ،
سي پِڙ پَسِيو پَٽ، ماڙهُو وَجَنِ موٽِيا.

(12)

مُون اُڏارِيا مَچَڙا، الله، گهاتُو آڻِ،
مِيان مُدارَنَ سين، مُون ڪي قادرَ! وِجهہُ مَ ڪاڻِ،
هَٺَ مُنهِنجي هاڻِ، قَدرُ لَڌو جن ري.

(13)

اوري هُئا تہ آئِيا، جيڪس وِيا پَري،
ساتِي سَڏُ ڪَري، ماڳِ نِهاري موٽِيا.

(14)

اِئين جا لُڏو لوڏُ، ايءَ پَرِ گهاتوُئڙَنِ جِي،
ڪُن ڪُلاچِي ڪوڏُ، سُک نہ سُتا ڪَڏهِين.

(15)

گهوريندي گهورِ پِيا، اگهور گهورِياڻُون،
ميڪُر مارِياڻُون، مَلاحَن مُنهن سَنرا.

(16)

جانِ گهِڙندا گهاتُوئا، تان رَجَن ڏِيو رڱ،
سَڳايُون ءِ سَڱ، ڪَلاچِيءَ ڪيرُ ڪَري.

(17)

جِئن جهُڳا پائيين جهولَ ۾، اِيئن نہ مَرَنِ مَڇّ،
سَبَرَ ڏارِ سَمُنڊَ جا، ڪِي راڻُون رَڱي رَڇّ،
هي چارُون ءِ چَڇّ، اَجان اوڙاهُ آڳاهُون ٽِيو.

**وائي**

جيڪُس جهَلِيا مَڇَ، گهاتُو گهَرِ نہ آئِيا.
ڪاهي وَجو، ناڪُئا، ڪَريو بُري تي ٻَڇّ،
گهاتُو گهَرِ نہ آئِيا.

ڪاٽي سَندِيَنِ ڪُنڍِيُون، ڪاٽي سَندَنِ رَڇّ،
گھاٽُو گھَرِ نہ آئِيا.
ڪَنّ ڪَڙَڪو ڏاڍو، اَٿوَ اڳِيان اَڇّ،
گھاٽُو گھَرِ نہ آئِيا.

# سُر ڪاپائتي

## داستان پهريون

(1)
توڙي تُون ڪاتارَ، جِمَ هيڪَلي پيرئين،
ڏِني ڪا ڏُئار، صَراف اِنهينءَ سُٺَ ۾.

(2)
جَنِين پيريو، هيڪَلو، تَنِين ميڙِيو ماءِ،
تَندُ اِهڙي ساءِ، مُون آتَڻ هَڏِ نہ اُجَهي.

(3)
چَرَخو چوري هَٿِ ڪَرِ، هِيءَ هَڏ وِهاڻِي،
ڪاپائِتِي سَيَڪا ڪَتي، ساجهُر سيباڻِي،
جاتو جَن جاڻِي، تَنِ هَٿان پَهِي نہ ڇَڏي.

(4)
هِيءَ هَڏ وِهاڻِي، ڪَڙُه ڪالهُوٽي ڏِينهَن ڪي،
اُتِي اورِ اَرٿَ سين، ويهُ مَ ويجِهاڻِي،
تہ صَرافَ سياڻِي، موٽائي هَٽَنِئي نہ مُنهَن تي.

(5)
جان ڪَتِين تان ڪَتُ، هِي هَڏِ وِهاڻِي،
ڪو پَنهِنجي عِيدَ لَئي، پيري ڪج پَرٿُ،
مَتان روئِين رَٿُ، صُباحَ وِچ سَرِتئين.

(6)
ڪَتَڻَ جِي ڪانَ ڪَرِئين، سُتِي ساهِئين هَڏَ،
سُيان اِيندَئِي اوچِتِي، عِيدُ اُڪهاڙَنِ گَڏ،
جِتِ سَرِتيُون ڪَنديَئِي سَڏُ، سِڪَندِيئَن سِينگارَ ڪي.

(7)
پائي ڏورِ اَرت ۾، ڪَتين نہ ڪُوڙي،
وِهانءَ واڏاڻي، پُٽين سَنيوُڙي،
مُئِي جِنهن موڙي، سا ڪِئَن وِهي ويسَري.

(8)
ڪِتُوئِي نہ ڪالَهہ، اَجُ پُڻ اُجهَڻَ ڪي مَرِين،
پوري توسين پالَ، ڪانڌُ ڪَريندو ڪيترا.

(9)
سي تو ويهِي وِڃائِيا، جي ڪَتَڻَ سَندا ڏِينهَن،
اَرٿُ اوڏي نہ تِئين، پوري پوري سِيئَن،
ڪَنڌ ڪَٽنديئَن ڪِئَن، اَگَڻ عَجِيبَنِ جي.

(10)
توڙي تِيئَن وَڏي، توءِ اُتِي آتَڻِ آءُ،
تِي پيڙي پيرَمَ وارِئين، بِي هَڏِ ڪَر مَ ڪاءِ،
تہ صَرافُ تو صُباحِ، ڪوني ڪاتارِيَنِ سين.

(11)
سونَ سارِيڪا هَٿَڙا، ڪوهہ نہ ڪَتئين رَڏِ،
ويهي ڪُندِ ڪاپو ڪر، ڳهُتون گوهيون ڇَڏِ،
تہ صَرافاڻي سَڏِ، مَرَڪِيو هُوندَ مَٿائِيين.

(12)
پَڳو ئِي پير، جانسِين رَتو راسِ تِئي،
بُريءَ بيڪاريءَ سين، هاري پاڻُ مَ هير،
ڪَٽُ ڪَتندِيُون ڪير، نَئين سين نہ جاڻِجي.

(13)
پيرِئين ۽ پائيين، اِئَن وِڏوڻو ڪانڌِ،
وينِي اورِ آرٿَ سين، ڳِچي پايو پاند،
تہ تُنهِنجو وِڻواند، ڪِتو وِتو نہ تِئي.

(14)
مَجُڻ پاڳَ پَر ڏِئين، ڪَتُ، ڪَنبَندي آءُ،
جَڏهِن تَڏهِن ماءُ، پيرنِ پيرَمَ وارِيُون.

(15)
چانِئُتِ پائي چِتَ ۾، سَنُهون ڪِتو جَنِ،
تَنِ جو صَرافَنِ، ڏُڪو داخِلُ نہ ڪيو.

(16)
مَحَبتَ پائي مَنَ ۾، رَندا روڙِيا جَنِ،
تَنِ جو صَرافُنِ، اَڻ تورِيو اَڳهائِيو.

(17)
اَنَئِي پَهَر اَرٿَ سين، جي ڪَتَنِ ۽ ڪَنبَنِ،
تَنِ جو صَرافَنِ، ڦورو ڦولِيو ڪِينَ ڪِي.

(18)
ڪو جو وَهُ ڪاپاتِئين، ڪَتَنِ ڪَنبَنِ،
ڪارَڻِ سُودَ سَوارِيُون، آتَڻَ مَنجهِه اَچَنِ،
اُنِ جِي سُونهَن سَيدُ چَئي، تا صَرافَ سِڪَنِ،
اَگهِيا سُٺَ سَندَنِ، پائي تُراڙي نہ توريا.

(19)
سُٺَ اُنِين جو سَڦرو، جي پَرِ ۾ پڇائين،
آوازُ اَرٹَ جو، ساہ نہ سُٽائِين،
لِڪايو لَطِيفُ چَئي، ڪَنبيو ڪَتائِين،
جي ماٽَڪِ موتائِينِ، توءِ مُلهِه مَهانگو اُن جو.

(20)
تُنبائي تاڪِيدَ سين، جَنِ پڇايو پاءُ،
لَسِي تَندُ لَطِيفُ چَئي، هَلي تَنِ هَٽاءُ،
مَلمَل مَنجهان ماءُ، جي سِڪِيُون تَنِ سونُ ڪيو.

(21)
پَلئي پايو پوٽِيُون، دَر دَر پيرا ڏي،
ڪا مُون ڪَتائي، آٿُون ڪاپائِتِي آهيان.

(22)
ٺَڪُ وِنگِي، وَرَ گهَٽا، ڪَتِيان ڪُجاڙو،
ڪاپِي مَتان ڪيتَرو، آٽِيان اُڌارو،
جي وَرُ ڏئي وارو، تہ سُونهان سَرتِين وِچَ ۾.

(23)
اولاٽِيان اَرٹ، ڪيڏانهَن ڪَتَڻَ واريُون،
پِهيُون مَتي پَٺ، لُڙجنَ لاڪِيٽِيَنِ جُون.

(24)
ڪَتي ڪَتي ڪالَهہ، اَڄُ نہ آتَڻَ آئِيُون،
اَرٹَ اُڪِلِي مالَهہ، پُوري وِيئِيُون نِجهُرا.

(25)
نہ سي وَوَڻَ وَٽَنِ ۾، نہ سي ڪاتاريُون،
پَسِيو بازاريُون، هينئڙو مُون لُوڻَ ٿِئي.

(26)
ڪَتي مَتي آئِيُون، ڪَري تَندُ تيارُ،
اُتَل اوڏانهِين ٿِئي، جيڏانهن پرينءَ پارَ،
ڪاپائِتِيءَ ڦرارُ، مَنجهان پُوٽِيءَ آئِيو.

(27)
جا سَنُهون نہ سِڪِي، تہ مَرُ رَنڍائي روڙي،
سُٺُ اُنِين جو سَڦرو، وِيا تَرازِيءَ توري،
ٿُلهي ۽ توري، ويچاري سين وَڙُ ٿِيو.

(28)
جَنِين ڪِتو ڪالهہَ، سي پاٽان پيئِيُون مامري،
جَنِين ٺَڪ نہ مالَهہ، سَرَهِيُون سي صَرافَ سين.

(29)
پائي پاندِ ڪَپاہ، مُون آتَڻَ سَڀ نِهاريا،
ڪٽي ڪانہ پَساہ، سَرَتِيُون وَڃِي سُتيُون.

(30)
چَرکو پَنهنجي چِتَ ۾، پَنيءَ پيريو جَنِ،
توٽي ڪِينَ ڪتن، تہ ٻہ ڪانڌُ اُنين جو ڪوڙِيو.

(31)
تاڃِي توريائُون، تان عيب نِڪتا آڳرا،
ڪوني ڪاپائِتِين ڪي، پَر ۾ پُڇِيائُون،
اَڳَلَڙي آٿُون، مُون ڪان پڙا پَڳا نہ ٿِيا.

(32)
مُون ڪان پڙا پَڳا نہ ٿِيا، اَڳلِي آٿُون،
جان تاڃِي توريائُون، تان عيب نِڪري آئِيا.

**وائي**

(1)
ڪا هِينئين سين لاءِ، پوري ڪا هينئين سين لاءِ.
تَنبائي تاڪِيدَ سين، جَنِ پڇايو پاءِ،
پوري ڪا هِينئين سين لاءِ.
لَسِي تَندُ لَطِيفُ چَئي، هَلي تَنِ هَٽاءِ،
پوري ڪا هِينئين سين لاءِ.
پُهيون تُنهنجيُون جهرڪن جهوريُون، بِيُون اُڏايُون واءِ،
پوري ڪا هِينئين سين لاءِ.
اَرٹَ پاسي اوجهرِين، توکي سُمَهَڻَ آيو ساءِ،
پوري ڪا هِينئين سين لاءِ.

## وائي

(2)

آئُون جا ويندَڙي پارِ پِرينِ جي، مُون کي آيَلِ جهَلَ مَ پاءِ،
جهَلُون پَلُون پائيين، پاڻا مَت نہ اَچِئِين ڪاءِ،
آئُون جا ويندَڙي پارِ پِريَنِ جي.
وِيو ٻاروچو نِڪري، سُور چَڪايُم ساءِ،
آئُون جا ويندَڙي پارِ پِريَنِ جي.
مُنهنجا ڪَم ڪَرِيمِ تي، ريبي مُون مَ رَهاءِ،
آئُون جا ويندَڙي پارِ پِريَنِ جي.
ويئِيُون ڪِنهن وِکِ تَڙ، پيڙا پَجِي ماءِ،
آئُون جا ويندَڙي پارِ پِريَنِ جي.
آتَڻ مَتي اُسري، آيَسِ اُنِين لاءِ،
آئُون جا ويندَڙي پارِ پِريَنِ جي.
جَنِين سُورُ سَرِيرَ ۾، تِنَئان هِتِ نہ ڪاءِ،
آئُون جا ويندَڙي پارِ پِريَنِ جي.

# سُر رپ

## داستان پهريون

(1)
گُوندَرَ کيو غَرَقُ، ماءَ مُنهنجو جِندڙو،
ڏُکوين مَرَڪُ، مَتي سَڄَرَ پَنڌڙا.

(2)
گُوندَرَ گَڏِيياسِ، صحت نِيڙم سَڄَڻين،
مادَرِ مارِيياسِ، ڦوڙائِي پِرِيَنِ جي.

(3)
اُني جِئَن مورَنِ، اوِيڙَ وَلهارن ۾،
سا پَرِ گُوندَرَ کَنِ، جُھ ڦوڙائو سَڄَڻين.

(4)
لائي جو وِيا، سو مَنجهِئين تو مَچُ ٻَري،
سو اُجهامي ڪِئان، جِنهن سورِيندَڙ سُپِرِين.

(5)
ڪَهَڻُ تَہ ڪَچائِي، سُورَ نَہ سانڍَڻُ سُترا،
اَجان تان آئِي، ڏِيلَ مُنهنجي ڏُکَ سين.

(6)
جِيئن سو تَئِيءَ تَرو، کامي کُوري وِچَ ۾،
مُون کي ڏِنو سَڄَڻين، مَنجهان سِڪَ سَرو،
وَرُ جهِيڻُو اِي ٻَرو، مَ ڦوڙائو سَڄَڻين.

(7)
اُپريم اَنگوُرَ، سُتي سُپيرِينِ جا،
ڪايو ڪايو سُورَ، لُچِيو لوچِيو اُٿِيان.

(8)
ٻَرن ۾ ٻَرهيج، روئِي ڪج مَ پَڌرا،
تان سُوران ئِي سَهيج، جان لاهِيندَڙ کو لَهين.

(9)
ٻَر ۾ ٻُجهو روءِ، پَڌَرِ وِجهُ مَ پِرِينءَ ري،
سُورَنِ سَيَر هوءِ، هِينئڙا کُمَ کَنَن جِئَن.

(10)
لاهِ مَ پَچارانِ، سُک مَ سُمهُ جِندڙا،
کَر جهوري ڪيٽانِ، ڪالهوُٽِيان اَڄُ گَهَٽِي.

(11)
جهوري جهِڄَڻ جهانءِ، مُون جَنهِين جِي نَہ لَهي،
آيَل! اِيئن مَ پانءِ، تہ ڪا آئُون جِئندي اُنِ ري.

(12)
جهِڄِي جهانءِ کَري، ماٺ نَہ اَچي مُون هِينئين،
سَڄَڻَ سي ساري، هو جنهين جو هيرَئُون.

(13)
جاءِ نَہ سڄو ڏِينهن، هِينئڙو اوني وَڳَ جِئَن،
مُون پِريان سين نِينهن، چِنَڻ ڪارَڻ نَہ ڪيو.

(14)
لاهِيان جي نَہ چِتان، اَللهَ! اُنِ مَ وِسَران،
مَڙهيو مَنجهاران، جِيءُ مُنهنجو جَنِ سين.

(15)
پَلَ پَلَ تِي پَلِيانسِ، پَلَڪُ نَہ رَهي پِرِينءَ ري،
جئن جهوري ڪان جهلِيانسِ، جهِڄِيو تنهن جهوريءَ پوي.

(16)
ڪڪَرَ مَنجهِ ڪَپارَ، جهُڙُ نيٽَنِئون نَہ لَهي،
رات مُنهنجي روُحَ ۾، اَنا پِرين اَپارَ،
آءُ ساجن! لَهہ سارَ، وِرهہ وَڪوڙي آهِيان.

(17)
مُون مَنجهِيئِي مِينهُن، ڪوهُ ڪَرِيندِيَسِ ڪَڪَرِين،
سَوَلو سارو ڏِينهُن، مُون پِريان جونَہ لَهي.

(18)
سُتي سَنپِومِ، کو ٻُڻُ ٻاروچَنِ جو،
ڪَنڌَ وِهاڻو پِنو، هَرِيو هَٿُ ٽِيومِ،
سَڄَڻُ ياد پِيومِ، جاڙَ جِيان تِي جيڏِيُون.

(19)
سَڄَڻَ سَنپِرِيامِ، پِييَمِ ڪَرَ ڪَپارَ ۾،
جِهڙي تِهڙي حالَ سين، پِرِين نَہ وِسِرِيامِ،
هَرِيا هَٿ ٽِيامِ، نيٽَنِئُون نِيرُ وَهي.

(20)
سَنيرِيو جِيان، ڳالهِيُون، پريَمِ ٽُنهنجِيُون،
کهڙا ڳُڻَ ڳِڻِيان، تورَنِ مَتو ناهِ ڪو.

(21)
جُهه سي سَنيرِجَن، ڳالهِيُون پِرين ٽُنهنجِيُون،
لُنءُ لُنءُ هيٺِ وَجَنِ، رَڳُونِ رَبابَن جِئن.

(22)
چَتُرُ رَهي نہ چِتُ، وَٽين واڳيو نہ رَهي،
رَئِيءُ لَٽِجي نِتُ، هِينئڙو واٽَ وِرکَ جِئن.

(23)
چوري چوري چِتُ، وَئِيءُ وِهاڻِيءُ نِکَران،
نِينهُن گهُرائي نِتُ، پِريان سَندي پيرَ ۾.

(24)
چَتُرُ رَهي نہ چِتُ، سُورين صَبرُ نہ ڪَري،
سَجَڻ ساريو نِتَ، ويڳاڻُو ٿِيو وِجهُلي.

(25)
چيتارِيان چُٽڪَنِ، سَنياريانِ سَهي،
اَندَر روُح رَهِي، صُورَتَ سُپِرينِ جي.

(26)
چيتارِيان چُٽڪَنِ، وِساريان نہ وِسري،
ويروتارَ ڏُکنِ، سَجَڻَ پَڳي هَڏَ جِئَن.

(27)
چيتاري چُونديِاس، ڳالهِيُون سِيوئِي سَجَڻين،
جُهه مُقابِلِ ٿِياس، تہ سَڀِ وَجنمر وِسري.

**وائي**

جو نُوازي ڏڏُ، آسَرَ لاهِ مَ اُنَ جي،
ويهُ داتا جي دَرَ تي، لَنگها لاهي لَڏُ،
آسَرَ لاهِ مَ اُنَ جي.
اوڏايان اوڏو گهَڻو، کهڙا ڪَرئين سَڏُ،
آسَرَ لاهِ مَ اُنَ جي.
اَگَلَنِ کي اوڏو وِهي، گندا ڪَري گڏُ،
آسَرَ لاهِ مَ اُنَ جي.
کهڙا جَڏَ جَڏوئِيين، جُودَ مهندان جَڏُ،
آسَرَ لاهِ مَ اُنَ جي.
اڳِيان عَجيبَن جي مُشڪِل پَڏِيَ مَڏُ،
آسَرَ لاهِ مَ اُنَ جي.
آدم تِئائِين خَلقِيو، هوءِ جا گجي مَنجهان گڏُ،
آسَرَ لاهِ مَ اُنَ جي.

## داستان پيو

(1)
سَجَڻَ ساڻَ نہ پيٺُ، ڳُجهَ گُرهيان ڪِن سين،
ڳالهِيُون انهي ريٺ، سَلا بَدِي موريون.

(2)
ڳالهِيُون پيٺَ وَرَنِ ۾، وَڏي وَڻَ ٿيُون،
پَرَ سين مُون نہ ڪِيُون، گوشي پِرين نہ گَڏِيا.

(3)
اَنگَنِ چاڙهي اَنگُ، وِيو باروچو نِڪَري،
روئِي ڏِنو رنگَ، ويچاريءَ وَٽَنِ کي.

(4)
اکِيَن جا آگَمَ، مُون تان لاهِ مَ سُپِرين،
ڪَري مَلارُ مِنهَن جِئن، وَسِي لاهِ وَهَمَ،
تو ڏِني مُون غمَ، ڏِينهَن جا ڏُوَر ٿِيا.

(5)
نيڻَ نہ نِندون ڪَنِ، پَکُو آرسَ اُڪِئين،
اُجهامِيو بَرَنِ، توکي سارِيو سُپِرين.

(6)
سنئِين نہ سِيٽانِ، ناهِ اُبتي اُنِ سين،
ونءُ سَهي ويٽان، تو نہ سرنَدَي تَنِ ري.

(7)
اَندَر اَندَريُون، جِئن سي وانجهيءَ لَٽِ ۾،
مُون تَنَ تيتَريُون، تہ ڪِينءُ مِلبو سَجَڻين.

(8)
جِئن سي کُوهِيءَ نارَ، وَهَنِ واريءَ گاڏُئان،
هينئڙو پريان ڏارَ، نِبيرِيانسِ نہ نِبري.

(9)

سَبَرُ سِيءُ پيو، نہ مُون سوڙ نہ گَبَرو،
نہ مُون کانڌُ نہ ڦوٿُ کِي، جويَنُ وَهِي ويو،
تَنهِينَ حالُ کِهو، نِتر جَنهين نِجهُرا.

(10)

اُتر اوٺُون ڏي، نہ مُون سوڙ نہ گَبَرو،
سِيءُ سارِيندِيُون سي، جَنهين نِتر نجهرا.

(11)

اُتر ڏِني اوتَ، نہ مُون سوڙ نہ گَبَرو،
چارَئِي چُنِيءَ پرت، مُون ريڙهيندي رات ويئي.

(12)

نِينهُن نِهائِينءَ جان، ڏَکِيو کوهُ نہ ڏَکِئين،
جَرُ جيري چَڏي، تہ کِئن پَچَندا تانءَ،
سَندي کُنيارانَ، کَنِ کَريجا ڳالهَڙِي.

(13)

نِينهُن نِهائِينءَ جِئن، ڏِکِيو کوهُ نہ ڏَکِئين،
جَرُ جيري چَڏي، تہ رَڃَ پَچَندا کِئَسن،
ٿُون پُڻ کَريج تِئَن، جِئن کُنيار کَرين کَمُ سين.

(14)

نِهائِينءَ کان نِينهُن، سِکُ مُنهنجا سُپِرِين،
سَڙِي سارو ڏِينهُن، باهَرِ باڦُ نہ نِکري.

(15)

نيڻَ نِهائِينءَ جان، سُتي لوکَ ڏَکِيان،
اُجهامِيو بَران، توکي سارِيو سُپِرِين.

(16)

کِي جو کُنيارَنِ، مَتِيءَ پائي مٿِيو،
تِنهن مان تِرَ جيتري، جي پِيئِي خَبَر کَرَنِ،
هي تان هُوندَ مَرنِ، هُنِ اَگِڻِ اوراتو ٿِئي.

**وائي**

هاڙها ڳاڙها هوت، کيچِي کالَه لَنگهي وِيا،
سِکَ باروچِي نہ لَهي، مَتي تائِين موتَ،
کيچِي کالَه لَنگهِي وِيا.
لَڳَندي لَکَنِ ۾، پاٽان ٽِيَسِ پوتَ،
کيچِي کالَه لَنگهِي وِيا.
مَتان مُون کي چَڏئين، هِتِ هوتاڻِي هوتَ،
کيچِي کالَه لَنگهِي وِيا.
ڏِينديَسِ ڏادِين ڏُونگرِين، تو هِي کارَڻِ جهوتَ،
کيچِي کالَه لَنگهِي وِيا.

**وائي**

(2)

جِئري زِيارَتَ، جي مان هوءِ پِرِينَ سين.
سَڏَرُ مُنهنجا سُپِرِين، مُون تان لاهِ مَ هَٿَ.
مولا مُون کي ميڙئين، سُپِيرِيان جي سَٿَ.
چَنِدِيان کِهَ اَکِينَ سين، پيرين وِجهان هَٿَ.
ڏُوران ڏِنَمِ سُپِرِين، هُيَم جَن جي سِکَ.

# سُر ڪارايل

## داستان پهريون

(1)

”وَحدَهُ“ وائِي، چَڙهندي چَيائِين،
سو لُڙُ لَنگهِيائِين، جِتي پارُک پَکيان.

(2)

بَگهن سين باڻُ هَٽِي، اُڏاڻو آڪاس،
جِتي پِرِين سَنداس، سو سَرُ مَٽي هَنجهڙو.

(3)

اَڪرِيُون اوڙاهَ ۾، ايو تَڪي تار،
پِڻُون جي پاتار، هَنجهہُ تَنِهين جو هيرئُون.

(4)

پِڻُن لئي پاتارَ ۾، وَڃي نہ پيهِي،
ڪَنڌيءَ ۾ ڪيهِي، حاج تُنهنجِي هَنجهَڙا.

(5)

اونهُون جِتِ اوڙاهُ، هَنجهہُ تَتِهين هوءِ،
اِي ڪانيرو ڪوءِ، جو ڇاڇَرِ ۾ ڇيرُون ڪَري.

(6)

تِيو حُضوري هاڻ، سوجها پِيَسِ سَرَ جِي،
ڪُنڌي لَڏي ڪاڻ، پَڪِيڙي پاتار ۾.

(7)

اَڇو پاڻي لُڙُ تِيو، ڪارو ڪيو ڪَنگن،
اِيندا لَڄ مرن، تِنهن سَرَ مَٿي هَنجهڙا.

(8)

وينو جِڱَن وِماسئين، حَيرتَ پَؤ مَ هَڏِ،
لاتِيُون جي لِباسَ جُون، سي ڇپائي ڇَڏِ،
”آئُون، آسِين“ ڪَنِ جِي، پاسي تَنِ مَ اَڏِ،
تَنُ طالبن گڏِ، تہ ويجهو ٿِئين وِصال کي.

(9)

وينو جِڱَن وِماسِئين، حَيرتَ پَؤ مَ هور،
اونهون جو اَڇو وَهي، گهِڙي تِئان ئِي گهور،
ڏِنيُون هَڏَ مَ ڏور، گهورِيو ڪَپَ ڪسِينَ جو.

(10)

وينو جِئن وِماسئين، حيرتَ پَئو مَ هاڻ،
لَلَنِ کي لَطِيفُ چَئي، اَڇي ساڻُ آراڻ،
ڪَنگن لَٿيس ڪاڻ، گڏِيو هَنجُهہ حَبِيبَ کي.

(11)

پَکِي پيهي نِگيا، مَنجهان لَتاڙِيُنِ لَک،
ڪَنهِين ماٽِڪَ ميڙيا، ڪَنهِين رُتا پَک،
پُنِيءَ لائي لَکَ، گڏِيو هَنجهہُ حَبيبَ کي.

(12)

هَنجهَن سين هيڪارَ، جي گِڻَ ڪَري نِهارِئين،
بَگهَنِ ساڻ بِيهارَ، هُوندَ بِيلهہ نہ بَڌين ڪَڌِهين.

(13)

هارِيا هَنجهَہ بَگهَنِ سين، ڪيهِي بَڌين بيلهہَ،
ميرو مَتائيج تون، اَڇي ڪَر اُڪيلَ،
ڪَنگڻ ساڻ ڪُويلَ، لَلي جِئن لُڙَ پِئين.

(14)

اَڇو پِيو آڇاهُ، تہ اَڇائِيءَ اُبهَو،
وِهَڻ وَڙُ نہ اَنهنجو، پاڻِيءَ لُڙَ لَلاهُ،
سُسَر ڏِجي ساهُ، ڪُسَر ڪَنگنِ قَبرُوُن.

(15)

ڪُسَر ڪَنگن قَبرُوُن سُسر ساڱاهيج،
هَنجهہ هِتِ جِي ڳالهڙي، بَگهَنِ مَ بوليج،
ماڻي تُون مَريج، چَئج مَ ڪَنهِين ڇُهنج سين.

(16)

سَرُ سُڪي سالَ ٿِيا، هَنجهہ هَرِيوئِي پيرُ،
ڪَنگ ويچارو ڪيرُ، جو رَسي اِنَ رَمز کي.

(17)

آءُ اُڏامِي هَنجهڙا، سَرَ ۾ سارِينَئِي،
مَتان مارِينَئِي، پاڙهيڙي پَهُہ ڪَري.

(18)

سَرُ ۾ پَکِي هيڪڙو، پاڙهيري پنجاه،
سَنديءَ آسَ اللهُ، لُڏي لَهرِينَ وِچَ ۾.

(19)

هَنجهہَ مِڙيئي هَنجهہَ، ميرو مَجهِنِ ناهِ ڪو،
موتِي جي مِهراڻَ جا، سي پُورا چُڱج پَنجَ،
اَج ڪِ صُباح سَنجهہ، ڏِبِيءَ ۾ ڊيري ٿِئين.

(20)

پَکِي پَسِي آئِيا، دلبو مَنجهہِ دَرِياهہ،
ويچارا ويساهہ، آٽي اُتِ آڙائيا.

(21)

جئن قَطَرُ چٽيو ڪُڙهہ پَرئين، بول بَجهندين هَنجهہ،
اَڄُ ڪِي صُباحَ سَنجهہ، تو ڏِبِيءَ ۾ ڊيري ٿِئين.

(22)

پَکِي جنهن پڄائيا، تِنهن ۾ ساه نہ ماهہ،
مَنجهِ ڪَرنگهُر ڪاٺ جو، مَٿي پَکن گاهہ،
ويچارن ويساهہ، مَٿي پَکَنِ آئيو.

(23)

ڪَونرَ پاڙوُن پاتارَ ۾، پَنورُ پِري آڪاس،
بِنهِين سَندي ڳالهڙي، رازق آندي راسِ،
تنهن عِشق ڪي شاباس، جنهن مَحبَتِي ميڙِيا.

(24)

ڪَونرَ پاڙوُن پاتارَ ۾، پَونَرَ پِري ۾ سُجَ،
بِنَهِين سَندي ڳالهڙي، عِشق اِي اُهجَ،
توءِ نہ لَهِين اُجَ، جي پِيو پين پاڻ ۾.

(25)

ڪَنڌِيُنِ ۾ ڪوهُ ڪَرِئين، گسُنِ ۾ مَ گُذار،
وَجِي وَحدتَ ويءَ ۾، گهُتُون چِڏي گهار،
شَرِيعُت جو سَرُ لَهِي، تَنُ تِنائِين تار،
حَقِيقتَ هَنجهَن سين، طَرِيقَتَ تَنوار،
مَنجهائِين مَعرفَتَ سين، اَندَرُ ٿُون اُجار،
هِدايَتَ جي هوءِ ۾، چُٽِيو ٿُون چُونگار،
تہ پاڙهيري اِنَ پار، ڪونہَ ڏِسين تون ڪَڌِهين.

(26)

جيهَرَ لوڪُ جهَپَ ڪَري، اوهير اُڏلَنِ،
پٿون جي پاتارَ جون، چيتارِيو چُٽُنِ،
ڪوهُ ڪُندا ڪي تَنِ، پاڙهيري پَهُ ڪَري.

(27)

ماڻِڪَ چُوٽو جَنِ جو، هَنجهہَ حُضُوري سي،
چِلُرَ ۾ چَهنبَ هَٽِي، مَجِي ڪِين نہ اي،
لوڪ نہ لَڪِيا تي، جيلانهن پُٽن ٻَگهن گڏيا.

(28)

لَلي لَنئِي راتِ، سَرَ ۾ ڪيو سوجهرو،
ٻَگها ٻاتاڙا ٿِيا، وائِي ڪَنِ نہ واتِ،
جُنگنِ پَنهِنجي ذاتِ، نيئِي رَساٽِي روهہ ڪي.

(29)

هَنجهہَ مِڙِيئِي هَنجهہ، ميرو مَنجهن ناه ڪو،
جِتي رَهن سَنجهہ، سو سر ڪَرِين سُرهو.

(30)

سَرَ اُهي ئي اَڳِيان، پَکِي ٻِيا پِيا،
جَن لَمِئو لاتِيُون ڏِنيُون، سي ويچارا وِيا،
پاتوُندَرُ پِيا، وِجِي ڪِينجهُرَ ڪَنڌِئين.

(31)

وِيا مورَ مَري، هَنجهُہ نہ رَهيو هيڪڙو،
وَطن ٿِيو وَري، ڪُوڙَنِ ڪانئيرَنِ جو.

(32)

سَرهو سَرُ وِڃائِيو، ڪُوڙَنِ ڪانئيرَنِ،
رُنا روهہ وَجَن، ڪنهن هيٽائِيءَ ڪان هَنجهڙا.

**وائي**

جي مان چارائِينِ، جيڪَرُ جيڏِيُون، وو! ڪَرَهہ سَندانِ چارِيان.
پيرين آئُون نہ پُڄَٽِي، ڪَرَهَل هوءِ نہ جهَلِينِ،
وو! ڪَرَه سَندانِ چارِيان.
ڳُجهِي آئُون نہ وَڄَٽِي، پَڌَرِ پِرين نہ نِينِ،
وو! ڪَرَه سَندانِ چارِيان.

## داستان ٻيو

(1)

وِياءَ واسينگَنِ جا، سَنها پانءِ مَ سَپَ،
جَنِين جِي جهَڙپَ، هاٿِي هَنڌائِين نہ چُري.

(2)

سَنها پانءِ مَ سَپَ، سُڪا جَنِين پيٽَ،
تَنِين ڄِيءَ جهَپيٽَ، جُنگَن کي جوکو ٿئي.

(3)

جن اوطاقُون آريج ۾، تَن جي وِهُ جو وَرَنُ پيو،
پُريئَان پَترو، تَن نانگن جو نِهو،
اُنِ جو ڪَندِو ئِي ڪَمُ ڪَري، جي مَٽِسِ پيرُ پيو،
ڪلي ويل ڪِهو، جو سامُهُون ٿِئي سَپَن کي.

(4)

وِهُ هَٿين، وِهُ پيرين، وِهه جِن جي وات،
ڪاري ڪا جا ذات، جا مورن پُٺِ مٿي چَڙِهي.

(5)

ڪِنهن ڪِنهن ڪاريءَ ذات کي، مور پِي مٿائين،
جي چِتُرا چڪيا ڪري، تَه وَڳِ وَرائي ڏِين،
ساٽ سَمُورا نِينِ، جي مَنين پانئي موتيا.

(6)

پهرين ڪاري نانگ جي، ڪو ڇِرڪيل ڇيڙ ڪري،
جي هَٿِي ڏَنگُ ڏَسائيو، تَه ويجهو تان نَه وَري،
جيڪي ٿپ مَري، جيڪي سِڪي صحت کي.

(7)

واتان جَنِين وِهُ وَهي، سي آيا اوڳارِين،
جي آرَڻَ ٻَڌي آئيا، تان نانگ نَه نِهارِين،
ڏَنُيَرُ تَن ڏاڙهين، ميل جَنِين جي مَنَ ۾.

(8)

ڪِپَرُ گاروڙِيَن سين، وَڏو وِڏءِ ويرُ،
نانگ نَه وِيندين نِڪري، تو ڏَر مٿي پيرُ،
هِيءُ تَنِين جو ڍيرُ، جَنِين جهُوناڳڙهه جَلائيو.

(9)

ڪارايَل جي ڪوڏَ، مُون ڪِينجهر سپ نِهاريو،
وَري واهيري نَه وَريا، لَلا لاڪيٽِيءَ لوڏَ،
هينئين جَن سين هوڏَ، سي هَنجهَڙا سپ هَلِي وِيا.

(10)

سو پَکِي، سو پِجرو، سو سَرُ، سوئِي هَنجهه،
پيهِي جان پَروُڙِيو، مُون پانهنجو مَنجهه،
ڏِيلَ جنهنجو ڏَنجهُه، سو ماري تو مَنجهه ڦِري.

**وائي**

ڪُوڙِي راند، ڪوڙُو چَٽڪو، لِڪَ سِيئَن لَلو پَتو،
لَنيو جِئَن لامين چَڙهين، ڪَريو ڪارايَل ڪَٽڪو،
ڪُوڙِي راند، ڪُوڙو چَٽڪو.
ڪِ تو ڪَنين نَہ سُئو، شهبازَ جو سٽڪو،
ڪُوڙِي راند، ڪُوڙو چَٽڪو.

(22)

مَنهنجو ٿُورُ ٿَلِنِ ۾، چيها تو چاري،
ڊائِي ڊَٺَ ڊاري، آهِمِ اُنِي مِينهَڙي.

(23)

مَنهنجو ٿُورُ ٿَلِنِ ۾، آئوُن هِتِ بَنديِاڻِي!
مُون ڏاڏاڻِي ڏيهَ ۾ ڦَرهُ ۽ لاٽِي،
ڪَنديَسِ رِهاڻِي، ماروُءَ پاسِ مَلِيرَ ۾.

(24)

حَقاڻو هُتِ ٿِيو، آئوُن هِتِ بَنديِاڻِي!
ساري ساڏوهِين کي، ڪونِين ڪُوماڻِي،
لِڳين لوهَ لَطِيفُ چَئي، وينِيس وِساڻِي،
مُنڌَ ماروُءَ جي نَه لَهي، ڪِپِتِ ڪِجاڻِي،
سَمُنَ سَچاڻِي، اُتي آهِمِ اُنِ سين.

**وائي**

لوئِيءَ ۾ لائوُن، مُون ماروُءَ سين لَڏِيُون.
سونَ بَرابَرِ سَڳِڙا، پاهُنِ ٻَڌائوُن،
سو ڪِئَن پَٽُ پَرَهِيان سومَرا، گهوريو عُمَرَ جو، آئوَن،
مُون ماروُءَ سين لَڏِيُون.
ڪاڄُ ڪتيرِنِ سَفرو، سَڳُر ۽ سائوُن،
مُون ماروُءَ سين لَڏِيُون.
سا ڪِئَن ڪائي ڪارِڪُون، جِنهن کي ڏوُنرا ڏيجُ ڏِنائوُن،
مُون ماروُءَ سين لَڏِيُون،
ڪه، مانداڻُون، مَڪِڙِي، ڦوٽَ جَنهِين جو سائوُن،
مُون ماروُءَ سين لَڏِيُون.
عُمَرَ تي جورَ ڪَري، جيلانهَن راڄُ آڳاهُون،
مُون ماروُءَ سين لَڏِيُون.

# داستان چوٿون

(1)
ميندا ڏوئي نہ مارَئِي، پيِسِ پَنهُوارِيون چِتِ،
راڄَ رئاڙي، هَنجُون هاري، هِيءَ هُتيجي هِتِ،
آهِسِ پاڻُرَ پارَ جو، ڪِجَنُّ ۽ ڪَپُتِ،
وِنگسِ ويڙيچَن ريءَ، مَسَ سُٺي ڪا مَتِ،
سُومرا! سُپَتِ، ڪَرِ تہ ڪوٽنان نِڪري.

(2)
ميندا ڏوئي نہ مارُئي ، آهِسِ مَنَ مَلير،
ڪَڍي تَہ ڪاڻِ لَهي، هِتان هِيّ هَمير،
ڪاٺُرِ پيِنَ ڪيرُ، اَمانتَ اُتِ وَڃي.

(3)
مِيندا ڏوئي نہ مارُئِي، نہ کِلي نہ کاءِ،
عُمَرَ جي اِنصافَ جا، ويٺي واساما ڳاءِ،
هِيءَ جا ڪِيئِي هاءِ ، سا، مَهندان اِينديئي مُنهنَ ۾.

(4)
مِيندا ڏوي نہ مارُئي، ٿِيس ڪُرنُون وارَ،
سَتِيءَ سيئِي سارِيا، جي پاڻُرَ جا پَنهُوارَ،
عُمَرَ! اُنهون ڏارَ، مُورَ نہ وِهي ماڙيين.

(5)
ميندا ڏوئي نہ مارُئي، مَحَلين مارُنئان ڏارَ،
پايو ميٺ مَلِيرَ ري، مُنڌَ نہ ويڙهي وارَ،
جا هُتيجَنِ هارَ، سا ڪِينَ وِهَندي ڪوٽ ۾.

(6)
مِيندا ڏوئي نہ مارُئِي، ڪونهي اُنَ اوڃاهَ،
عُمَرَ جي اِنصافَ جو، پيُس ڪَنّ پَڙاڏُ،
ويٺِي چوءِ: ”اَللهُ، مُون تي مِٺَ نہ موٽِيا!“

(7)
مَحَلين ماندي مارُئِي، ڏِنِيَمِ مُنهن مَلُورَ،
اَٽيا سَٽيا نہ ڪَري، سُونهن وِڃايَس سُورَ،
پيس لوءَ لَطِيف چَئِي، لَٺس ڪوڏَ ڪَپُورَ،
چِتَ جَنين جا چُورَ، سي مَکي مَرَڪُ نہ کَنديُون.

(8)
ڪَرِيو مُهاڙِ مَليرَ ڏي، روءِ اُڀي چوءِ:
”سهج سُوري پائِيان، سُومَرا! سَندوءِ،
”مِلڪَ ماروءِ جي آهِيان جورِ نہ ٿِيان جوءِ،
سو قَلبَ ڪوٺِ نہ هوءِ، جو هُتيجَن هَٿِ ڪِيو“.

(9)
ڪَرِيو مُهاڙِ مَلِيرَ ڏي اُڀيائِي آهي،
جا مَتي ڏِنيَس مارُئين، سا لوئِي نہ لاهي،
سُومَرا! ساهي، مِيتيءِ وِجُهہ مَ سَنگهَرون.

(10)
ڪِيَمِ مُهاڙِ مَلِير ڏي، مَتي ڪوٽ چڙهِي،
نٿَ نِهاري ڏيهہَ ڏي، ڳوڙها پِيَمِ ڳري،
نِڳي ڪُوڪَ قلبَ مان، مَنجهان رُوحَ رَڙي،
ويڙيَچَنِ وَري، ڪَرَ نہ لَڌي ڪَڏهِينِ!

(11)
جي ڪَرَ لَڌائون، تہ بَندي بَندُ نہ ساريو،
ماروئڙَنِ آئُون، جيڪُسِ وِيَس وِسَري!

(12)
بَندي بيا قَرارِ، آسين لوچُون لوهَ ۾،
مَتي تَنَ تَرارِ، سَدا سانيئڙَنِ جي.

(13)
نِيَرُ نہ لَهي نِينهن جو، لُهہَ جا وِيا لَهي،
ڪُنجُيُون جي قُفلَن جِيُون، سيٹَن هَٿِ سَهِي،
وِئڙا راڄَ رَهي، ڏِيان ڏوراپا ڪَنِ ڪي.

(14)
نِيَرُ نہ لُهي نِينهنَ جو، لُهہَ جا لَهِي وِيا،
مارُنِ ڏاران ماڙيين، ڏُهلا ڏِينهَن ٿِيا،
ڏيهي ڏُورِ وِيا، ڏِيان ڏوراپا ڪَنِ ڪي.

(15)
لنگڙياري لوڪ ۾، جَنهِين لِئِي ٿِياسِ،
تنهين تِر جيتَرو، پَلَڪُ نہ پُڇِياسِ،
جَهروڪَن جهوريو هِينئُون، ڪونِيَنَ آهُ ڪُنِياسِ،
مارُنِ مُونجهہ مُياسِ، ناتَ ماڙيَنِ ماريَس ڪِين ڪِي.

(16)
ماڙين ماريَس ڪَينَ ڪِي، مُيَسِ مارُنِ لاءِ،
ڪَرَ لَهندا ڪڏهِين، مُنهنجي اَچِي ماءِ!

سانبِيَڙن سَداءِ، وينو واجَھہ وِجھي ھِينئُون.

(17)

وينو واجَھہ وِجھِي ھِيئُون، پَرِ پَھنُوارَنِ،
اَتِ اُڪنڊي آھِيان، پائُر ۽ پِرِيَنِ،
ڪَرِيان ٻِي نہ ڪَنِ، وِيندِيَسِ وَطَنَ سامُھِينِ.

(18)

وِيندِيَسِ وَطَنِ سامُھِينِ، مَلِيرُ مُنھِنجو ماڳُ،
ڏُٿُ چونُڊِيِنديُسِ ڏيھہَ ۾، ساڻُ سَرَتِينِ ساڳُ،
تہ مُون سٿُون سَياڳُ، جي ويجھي ٿِيان وَرَ ڪي.

(19)

جي ويجھِي ٿيان وَرَ ڪي، تہ سَياڳُومِ سَنئُون،
نتُ نِتُ آھِ نَئُون، مون ڪي وِرھ ويڙِيچَنِ جوءِ.

(20)

آئُون ڪِئن چِڏيان، سُومَرا، تَنِ پَھُنوارَنِ پَچارَ،
جَڙَ جنيِن جِي جانِ ۾، لَڳِي ريءَ لُھارَ،
ميخُون مَحَبّتَ سَندِيُون، ھِينئڙي مَنجھہِ ھَزارَ،
بکا ۽ پَھُنوارَ، ڏِني مُون ڏِينھنَ ٿيا.

**وائي**

مُون مَ ڳسيجاھُ، مُون مَ ڳٽيجاھُ لوئِي، مِيان عُمَرَ!
ساڻُ پُلاھہَ نہ پاڙِيان، سَندي ڏؤنرَنِ ڏوئِي،
مِيان عُمَرَ! مون مَ ڳسيجاھُ.
ڪانڌُ نہ ڪَندِيَسِ ڪو ٻِيو، مُون وَرُ ماروُ سوئِي،
مِيان عُمَرَ! مُون مَ ڳسيجاھُ.
ڪوءِ سي طعامَ تَبُّنِ جا، وَرُ سا ڏُونرَنِ ڏوئِي،
مِيان عُمَرَ! مُون مَ ڳسيجاھُ.
جھانگِي جو جَھنگَنِ جو، سيڻُ ڪَمِيٽِيءَ سوئِي،
مِيان عُمَرَ! مُون مَ ڳسيجاھُ.

# داستان پنجون

(1)

سُونھنَ وِجايَمِ، سُومَرا! ماروُ مَسَ مَجِينِ،
ڏُونگھا ڏاڏي پوٽِيين، ڪَنِ ڏِنا، ڪِي ڏِينِ،
جِي مان لوھہَ لاھِينِ، تہ ڪوٺَنِ ۾ ڪِينَ ھُئان.

(2)

سُونھنَ وِجايَمِ سُومَرا! ميرو مُنھُن ٿِيومِ،
وَجَڻُ تِتِ پِيومِ، جِتِ ھَلَڻُ ناھِ حُسنَ ري.

(3)

سُونھنَ وِجايَم سُومَرا! سڪر جِھَڙي سُونھن،
دِلِ ۾ ڏُکِي ڏُونھن، مُھِنجو مُنھُن ميرو ٿِيو.

(4)

سُونھنَ وِجايَمِ سُومَرا، ھِتي اَچِي ھاڻِ،
ڪِئن لَھَندِيَمِ ڪاڻِ، حُسنُ مُون ھِتِ وِيو!

(5)

سُونھنَ وِجايَمِ، سُومَرا! ڪيڏانھن وِيُمِ ڪَمالُ!
وجان ڪِئن وَطَنَ ڏي، ھِھَڙو وَنِي حالُ،
جي مُون ڏِينِ جَمالُ، تہ پَسان مُنھن پَھُنوارَ جو.

(6)

سُونھنَ وِجايَمِ سُومَرا! وَطَنِ وَجان ڪِيئَن،
حُسَنِ ڏاران ھِيئن، پَسان ڪِئن پَھُنوارَ ڪي.

(7)

سُونھنَ وِجايَمِ سُومَرا! پَسان ڪِئن پَھنُوارَ،
ڏَٽِي جا ڏَراڙَ، تِنھن رُوءِ ريءَ رُچَڻُ ناھِ ڪو.

(8)

سُونھنَ وِجايَمِ سومَرا! عُمَرَ ٿِيَسِ آسِيرَ،
ماروُ مَنجھہِ مَلِيرَ، مُون سين ھِتِ ھِئن ٿِيو!

(9)

سُونھنَ وِجايَمِ سُومَرا! ٿِيندِيَسِ ڪِئن قَبُولُ،
ڪونھي سُھڳُ، نہ سوُلُ، پوُچي مُنھن پَھُنوارَ سين!

(10)

تَنِ! مُنھَن موچارا مارُئين، مَلِيرَ جَنِھين ماڳُ،
ناقِصَ نُوازي گھَٽا، سَندو تَنِ سَياڳَ،
اَڳَڻِ مُون اَياڳُ، حُسنُ مُو ھِتِ وِيو!

(11)

ڪونھي قادِرُ ڪو ٻِيو، اُنِھين جو اَياڳُ،
”قُل لَن يُّصِيبَنآ اِلّا ما ڪَتَبَ اللّٰہُ لَنا“، اِيءُ مَعذِرَتَ ماڳُ،
سَيوئِي سَياڳُ، مارُئِيءَ مساوي ٿِيو.

وائي

مَنجههِ رَهي مَليرَ، هاري، مُون ڪُوه ڪِيو؟
مُون هَتان، مُنهِنجا ڏٿِي، سَهسين ٿِيا صَغِيرَ،
هاري، مُون ڪوهُ ڪِيو؟
پَڪِي مَنجههِ پَنهُوارَ جي، ڪوڙيين ڪِيَمِ ڪَبِيرَ،
هاري، مُون ڪوهُ ڪِيو؟
تُون ڏِيين، تُون ڏٿِي، دِلاسو دِلگِيرَ،
هاري، مُون ڪوهُ ڪِيو؟
ٻَڙو لاهِ مَ ٻاجَهه جو، مُون تان، مُنهنجا پِيرَ؟
هاري، مُون ڪوهُ ڪِيو؟
تَڙِيُون وَلِيُون ٿَرَنِ ۾، ڪوڙين ڪِرڙ ڪَرِيرَ،
هاري، مُون ڪوهُ ڪِيو؟

## داستان چهون

(1)

جِهَڙي آيَس جِئَن، جي تِهَڙي وَجان تَن ڏي،
تَہ لالائيءَ جا، لَطِيفُ چَئي، ڪَرَ مُنڌُن اُنا مِينهن،
ٿِيس ڪاٺِياري ڪانڌُ جي، هِتي اَچي هيئن،
ڪَنڌُ ڳُٽُنديِس ڪِئن، مَنهِن مارُوئڙن جي.

(2)

جِهَڙي آيَس جِئَن، جي تِهَڙي مِلان تَن کي،
’قِران، قَرَ چارِيان‘، هِينئُون چَئِيمِ هِئن،
وَجان ڪِئن وَطن ڏي، ڪاڻِ لَهَنديِمِ ڪِئن،
مُندائِتي مِينهن، سُونهان سَرَتِين وِچَ ۾!

(3)

هيڪُ جِئَن نہ جاياس، پيو جاپَندي جي مَران،
گهَنگهَرُ گهَٽُون ٿِياسِ، جاپي، مارُوئڙن کي.

(4)

هِيءُ مُنهُن ڏِيئِي ٻَنِ، تُون وِهُ ڪائِي نہ مَرين،
تان جي مَليرَ جائِيُون، توسين سَنگ نہ ڪَنِ،
تُون ڪِئَن مَنجهان تَنِ، پاڻُ ڪونايين، مارُئي!

(5)

عُمَرَ! ٻَن جِيو، ڪوءِ مُنهنجو، سُومَرا!
جا پَرِ نہ پهُنوارَنِ جي، مُون سين تيئن ٿِيو!
وَنِي مُنهن ڪِهو، وَجان وَطن سامُهِين.

(6)

مَ سَپَنِي مارُئِي، مُئِي، مَ جائِي،
جِنهن اَچي عُمَرَڪوٽ ۾، لوئِي لَجائِي،
جا سانگِين سيڏائِي، سا ڪِينَ مَرڪي ماڙيين.

(7)

باالله آهِيان بَندَ ۾، ڏُئان ٿِي ڏَبَرُ،
ويڻَ وَراڻِي ناهِ ڪا، سُومَرو سَبَرُ،
مِيان مِهرِبان ڪُريين، اِلاهي عُمَرُ،
ويڙ پَسان سو وَرُ، جيڏانهن عالَمَ آسَرو!

(8)

اَلا! اِيئَن مَ هوءِ، جِئَن آن مَران بَندَ ۾،
جُسو زَنجِيرنَ ۾، راتو ڏِيهان روءِ،
پِهرين وَجان لوءِ، پوءِ مَرُ پُجَنِمِ ڏِينهَڙا!

(9)

آئُون بَندياڻِي بَندَ ۾، ڪِ آئُون پِيِيسِ بَندِ،
مُونهين لَگو مِيهڻُون، ڪِ مُونهين ڪَڙو ڪَنڌِ،
مَران جي هِنَ هَنڌِ، تہ نِجاهُ مَنڌُ مَليرَ ڏي.

(10)

واجهائِي وطَنَ ڪي، ساري ڏِيان ساهُ،
ٻُتُ مُنهنجو بَندَ ۾، قيدِ مَ ڪَريجاهُ،
پَرَڏيهياڻِي پِرينءَ ري، ڏارَ مَ ڏَريجاهُ،
تَڏي وسائج ٿَر جي، مِٽِي مُئيءَ مَٿاهُ،
جي پويُون ٿِئي پَساهُ، تہ نِجان مَڙهُ مَليرَ ڏي.

(11)

واجهائِي وَطَنَ ڪي، ساري ساهُ ڏِيان،
هيءُ سِرَ ساڙِيهَ سامُهُون، مُنهنجو نِجِ! مِيان!
مُقامياڻِي مارُئين، وَجي ٿَرِ ٿِيان!
مُيائِي جِيان، جي وَجي مَڙهُ مَليرَ ڏي.

(12)

واجهائِي وَطَنَ ڪي، آئُون جي هِتِ مُياس،
گور مُنهنجِي سُومَرا، ڪيج پَنهوارَنِ پاس،
ڏِج ڏاڏاڻين ڏيهَ جي، مَنجهان وَلڙِن واس،
مُيائِي جِياس، جي وَجي مَڙهُ مَليرَ ڏي.

(13)

ٻِڄِيءَ ڳانا لوهَ جا، زِيرِيُون ۽ زنجِيرَ،
پَيڪَڙا پيرَنِ ۾، ڪونِيَنِ اَندَرِ ڪِيرَ،
چارِي چوڳانَنِ ۾، واهِيَتَ ڪَنِ وَزِيرَ،
ڇَن نہ ڇَڄِي آهِيان، اِهَڙِيءَ سِٽَ سَرِيرَ،
مارُو ڄامَ مَلِيرَ، پُڇِجِ ڪِي پَھُنوارَ ڪِي.

(14)

ڇَنِ نہ ڇڄي هيٺِ، ڪُڇَن آهِيان ڪوٽَ ۾،
لوئِيءَ سين، لَطِيفُ چَئِي، پِيڙِيو ٻَڏان ٻيٺِ،
سَرَهِيُون سي سَرَتِيُون، وَطَنِ جَنِين ويٺِ،
اُتي سَپَڄِي اُنَ سَسَنِ جِي، هِتِ رَڃائِين ريٺِ،
ماٽِيان شالَ مَلِيرَ ۾، مُدائِتِي ميٺِ،
ڏيهيا! ڪِجا ڏيٺِ، ڪا مَدَتَ مُون سين ماڙِيين!

(15)

ڇَنِ نہ ڇَڄِي آهِيان، ڪُڇَن ۾ ڪوٽَنِّ،
اِيندي پِيَمِ اُبتَا، پيڪَڙا پيرَنِّ،
هَتوڙِيُون هَٿَنِّ، ڄَنگھُون ٻانهُون ڪاٺَ ۾.

(16)

هَٿين هَٿڪَڙولَ، هِينئڙي پِئڙُمِ هُنِ جا،
سانگِي سارِيمِ، سُومَرا، ڊِاٽِي پاسي ڊِولَ،
ٻاٻاڻَنِ سين ٻولَ، ڪِيَمِ نہ ڪوٽَ وِهَڻَ جا.

(17)

زيرِيين ٻيڙِيين لوهُ ۾، ڳِنَنِ ڪِيَسِ ڳاهُ،
سَونڪِي سَندي سُومَري، هَڏِ نہ چاڙِهُمِ ماهُ،
سَرَتِيُون! دُعا ڪِجاهُ، تہ پَرَمُ پاروڙِيءَ رَهي.

(18)

پَرَمُ پاروڙيءَ رَهي، جِنهن آڇِي اُن!
تہ ٻُڻِ وينِي وِنڊِيان، توڙِي پُونِسِ ٽُنَ،
غافِلِ رَڪُ غَرِيبِ ڪِي، عُمَرَ! مَنجهِ اَمُنَ،
سَرَتِينِ ساڻِ سَمُن، آهِمِ اُنِي مِينهَڙين.

(19)

آهِمِ اُنِي مِينهَڙين، سَمُنّ سَرَتِينِ ساڻِ،
ڪِنهن پَرِ لاهِيان ڪاڻِ، وَڄِي ويڙِيچَنِ سين!

**وائي**

عُمَرَ! آئُون مَري تانِ نہ ڇَڏِيندي، لو!
مِٺِي مارُوئڙَنِ جِي.
مِينهين اُني مارُئين، لالَنَ ساڻُ لَڏِيندي،
مِٺِي مارُوئڙَنِ جِي.
سِري مُنهِنجِي سُومَرا، ٽَرَنِ ڪِينَ ٽَڪِيندي،
مِٺِي مارُوئڙَنِ جِي.
هميراٽان هَٿَڙا، مِهري ڪِينَ مَڃِيندي،
مِٺِي مارُوئڙَنِ جِي.

## داستان ستون

(1)

پَهنوارن پاٻوهِيو، وَرِيا واهُوندا،
سارِيمِ سينڻَ، سَيّدُ چَئِي، ڳاڏِيلِيُون ڳُوندا،
پِٺَن پَرِ هُوندا، پُونگا پَڙَ پَتارُ جا.

(2)

پهنوارن پاٻوهِيو، ڪي وَسَ واهُوندَنِ،
لَٿو سِيَّ، لَطِيفُ چَئِي، ٻَڌو ٿَڻُ ڦَرَنِ،
اُوءِ ٿا ڪورِنِ ڪُنئرِي، سَرَتِيُون، مَٿان سَسَنِ،
عُمَرَ، اُنّ آڳُوندَرِي، پاسي ڪانڌَ ڪَتنِ،
پائُرِ ڏِنِيُون پُنِيُون، نندَن نوراپَنِ،
ڪائِرُ ڪَتِيُون خاصِيُون، اُوچِيُون اُتِ اُجَنِ،
ڪَڍِيو پيڻُ ڪَهَنِ: "مَلِيرَ ڳھُرِجي مارُئِي!"

(3)

پَهنوارِن پاٻوهِيو، ڪِي واهُوندَنِ وَسّ،
عُمَرَ! اُنَهِين ڏِيہَ جا، ڏوتِينِ ڏِنَمِ ڏَسّ،
وَلِيُون وَڻَ ڦُلارِيا، لُلَرَ نِڪِيو لَسّ،
آڻِيو وِجهن آهُرين، سَندا ٿُوهَنِ طَسّ،
ميوا مَڃُرَ، ماڪِيُون، سَپُڪا ڇَڪَنِ ڇَسّ،
ماڙِيءَ وِهي مَسّ، مَلِيرِ ويندي مارُئِي.

(4)

آڻِينِ ۽ چاڙِهِينِ، ڏُٿُ ڏِيهاڻِي، سُومَرا!
سَٿا ڪِيو، سُومَرا! سائُون سُڪائِينِ،
مَنجهان لَنبُ، لَطِيفُ چَئِي، چانئُرَ ڪِيو چاڙِهِينِ،
پُلاءُ نہ پاڙِينِ، عُمَرَ، آراڙِي سين.

(5)

تَنِ وَهِيَنِ ويڙِيچَنِ ۾، سَدائِين سُڪارَ،
ڇُونڊيو، آڻِيو چاڙِهِيُون، سَندي ڏِئُونرَنِ ڏارُ،

جَن جو ويڙنِ سين واپارُ، سي ڏوتي هُونِ نہ ڏُبرا.

(6)
توري ڦوتِ ڦراريا، رَهَن سَبَرَ سَتِ،
ڪَتيءَ ۾ ڪِهَ پَڪُليا، پُوٿَن اِهڙي پَتِ،
پَنهوارڪي پَتِ، پيهي پُڇ مَلِيرَ ۾.

(7)
نڪا جهَلَ نہ پَلُ، نَڪو راڻُرُ ڏيهَ ۾،
آڻيو وِجهَن آهُرين، روڙيو رَتا گَلُ،
مارُوَ پاڻ اَمُلُ، مَلِيرُوَنِ مَرَڪُٽون.

(8)
مَتن ٿُبڪَ ٿُبَڪَرا، چِڪَندَڙا اَچَن،
ڪُڙيُون ڪيهڙ پَڪُلِيُون، پَگهَرُ سِر پيرنِ،
اِي وَڙ ويڙيچَن، مُون لوڏان ٿي لَکيا.

(9)
تَن ساڏوهِيَن سَڏَ مَران، ڏِنگا جَنِين ڏارَ،
پُٺي ساڻُ پَتارُ، پاڻُرِ پيرُوَن چُونڊيان.

(10)
پاٽهئين پَچي پيئيُون، ريءَ واهِيتَ، ريءَ واڙِ،
جُوءِ ڪُشادي جيڏِيين، مَلِيرَ موڪَ مُهاڙِ،
اُت اَباڻان جِنهن جا، سا ماڙيءَ مُورِ مَ چاڙهِ،
جي اُڪنڊِيُون آراڙِ، لوهہَ تَنِين ڪي لاهِيين.

(11)
دَرَ، دَروازا، دَريُون، هاڻي هِتي هو،
ڪوڙيين اَڏِيان ڪيتَرا، تَنبُو مَتاءُ تو،
جي مُولِ نہ آيا، مارُئِي، تَنِين رَڙُ مَ رو،
ڪُوڪَٿُ آهي ڪو، پَسيءَ پهنوارَنِ ۾.

(12)
سَنهيءَ سُئِيءَ سِبِيو، مُون ماروءَ سين ساهُ،
ويني سارِيان سُومَرا، گولاڙا ءِ گاهُ،
هِينئُون مُنهنجو هُتِ ٿِيو، هِتِ مِٽِي ءِ ماهُ،
پَکَنِ مَنجهہ پَساهُ، قالِبُ آهي ڪوٽَ ۾.

(13)
سَنهيءَ سُئِيءَ سِبِيو، مُون ماروءَ سين مَنُ،
هَٿِي ڪَڻَ حِلَمِ جا، تَهہ وِڌائِين تَنُ،
ڪِئَن تُوپايان ڪَڻُ، اَباڻِيءَ اِبرَ ري.

(14)
پاڇاهِي نہ پاڙيان، سَرَتِيُون! سُئِيءَ ساڻُ،
ڍَڪي اُگهاڙَنِ ڪي، ڪِينَ ڍَڪِيائِين پاڻُ،
پيهَرَ جاپِي جاڻُ، اِبرَ جي اوصافَ ڪي.

**وائي**

رئوندي راتِ وِهاءِ، مُون کي رويو راتِ وِهاءِ،
عُمَرَ! مِيان سُومَرا!
آئُون بَندِياڻِي بَندَ ۾، ڪِ ڪِي بَندِ پِيا،
عُمَرَ! مِيان سُومَرا!
مُون کي ڏيهان نِڪريي، ٻہ ٽي توڪ ٿِيا،
عُمَرَ! مِيان سُومَرا!
هڪُ عَمَرَ مَندِيا مامِرا، بِيو مارُو ٿرِ ٿِيا،
عُمَرَ! مِيان سُومَرا!
عُمَرَ، بَندِياڻِين سين، جورو تو نہ جُڳاءِ،
عُمَرَ! مِيان سُومَرا!

## داستان اٺون

(1)
چَرَنِ، چُٽِڪَن چِتَ ۾، وِسارِيان ڪِينَ وَري،
ڪَنا عَهَدَ 'اَلستَ' جي، ڪِ تِهائِين پَري،
'لَم يَلِد وَلَم يُولَد'، مارُئِي ڪوهُ ڪَري،
اَڄُ ڪِ ڪالَهہ مَري، ساري سانِيڙَنِ کي!

(2)
چَرَنِ، چُٽِڪَن چِتَ ۾، وِسارِيان ڪِينَ وَري!
جَن ٿي پَهِي پيارِيا، مَنجهان سِڪَ سَري،
وَهِيَن ويڙيچَن جي، سِتائُن سَري،
ٿُرَنِ توڪَ ڏَري، اُني وِئَڙا اُڪَري.

(3)
چُرَنِ، چُٽِڪَن چِتَ ۾، وِسارِيان ڪِينَ وَرَنُ!
'لَيسَ ڪَمِثلِهِ شَيءٌ' پَسَڻُ ناهِ پِرِيَنِ،
پَکا پَهنوارَنِ، نيئِي اَڏِيا ناهہ ۾.

(4)
چُرَنِ، چُٽِڪَن چِتَ ۾، گهارِنِ مَتي گهَٽَ،

ڪهَ مانداڻون، مَڪڙِي، ڍوئِن پاسي ڍَٽ،
پَنهُوارَڪي پَڪڙين، وَڃِي ڪَريان وَڻ!
ساڙِيهَ سامُهين سَٽ، ڪَندِيَس، پَڃِي ڪَڙَنِ ڪي.

(5)

ڄَرَن، ڄُٽِڪَن چِتِ ۾، هُرَنِ مَنجهه هِينئين،
لُطفُ ٿِيو، لَطِيفُ چَئي، مِهَر ڪِي مِينئين،
ڏُکيءَ کي ڏِيئين، سَرَهايُون ساڙِيهَ جِيُون!

(6)

ڄُرَنِ، ڄُٽِڪَن چِتَ ۾، سَدا مَنجهه سَرِيرَ،
لَڏي ڪِنهن لوءِ وِئا، مارو مَنجهه مَلِيرَ،
وينِي پُوڄِيان پِيرَ، مان مِلنِمِ ڪَڏهِين!

(7)

ڄُرَنِ، ڄُٽِڪَنِ چِتَ ۾، رَهيا اَندَرِ رُوحَ،
اُني وِئڙا اُکَري، مارُو مَتي مُوههَ،
ويرُون وِلوڙَن جِيُون، سارِيان ڪَهُڻُون صُبُوحَ،
وَرُ سي ڪارا ڪُوهُ، سِنجِئِمِ جي ساڙِيهَ جا!

(8)

وَرُ اُهائِي وِيرَ، جِئن ڏَڻُ تَسِي تَڙِ آئِيو!
سَرَتِين ڏُٺُ سَبِيلَ ڪِيو، اَگِڙِ ڍوئي ڍِيرَ،
هِينُڻُون اُنِ جي هِيرَ، تو جِهي جهَروڪَنِ ۾!

(9)

پِير ڪنياڻُون پَرَ ۾، پِيارِين پَهُون،
سنجَن سانِيڪَنِ تي، وَڏيءَ وِيرَ وَهُون،
پايو جَرُ جَندِنِ ۾، ڪوڏان ڪَنَ ڪِهُون،
ڏينهان ڏِينهَن نَڻُون، مُون کي وِرهُ ويڙِيچَنِ جو.

(10)

آڏيءَ اُتَن تي، جيلانهن پاٽِي پاتارَ ۾،
وارو ويسَرِيَن کي، ڏِينهان ڪونہ ڏِئي،
مُون ڪَمِيٽِيءَ کي، مَتان ڪُوهَ ڪَٽِي وِيا!

(11)

سَرَتِين سَنجَڻُ ڄَڏِيو، سَتِين ڳالهه سُئِي،
ماريچِي ماڙِيَن ۾، ڪَڏهِن ڪانُ هُئِي،
عُمَرَ آن نہ مُئِي، اِنَ اوِيالِئان اَڳهِين!

(12)

پِنيءَ جي پوڻَنِ، پيچَ پُٽِڪو نہ سُٽان،
سِنجَڻُ وارِيُون سُتِيُون، وَڃِي ويڙهه وَرَنِ،
پِيا سيٺ سَڙَنِ، تَرَهِي بِنهين ڪَنڌِيين.

(13)

سَبَ نہ وَڃِي مُتِيُون، اَجان ڪي سِنجَنِ،
پِيو، سي پَهَرَنِ، جي اَجائِڇِي آئِيُون.

(14)

بُري نہ بَڪَرَ دائُنهن، پُوڻَ پُٽِڪو نہ سُٽان،
مِيان مارُوئڙَنِ جا، اُوٽا ڏِسان آنهن،
جَنِ سانِيڪا سَنجِئا، سي ڏٽِي! ڪِئڙءِ ڪانهن؟
پَڪا ڪَٽِي پَرانهن، جِيڪُس لَڏِيو لوئِڙِيارِيين.

(15)

سِنجِي سِنجِي ڪُوهَڙا، ويڙهي وِيا وَرَٽَ،
مِيان، ماروئڙَنِ جِي، مُون کي هِينئڙي ۾ حيرَٽَ،
ڄُٽِڪَنِ اَندَرِ چِتِ، سانِبيڙا ساڏُوهِيُون.

(16)

ڪُوهَرَ، ٿُوهَرَ، ٽَرَ، جِتَ سانِيڪا ۾ سَتِيُون،
چارِنِ اُتِ چاهَ منجهان، پاسي ڦوڳِنِ ڦَرَ،
ڪِئن لَهَندَمِ ڪَرَ، جئن مارو پاڻَ اَپارِيا.

(17)

عُمَرَ! ٿِيَمِ اَپارَ، وِرهُ وَٽِيان ڪَنِ سين،
ڏوٽيڙا ڏوري ٿِيا، تَڳان جَنِ تَنوارَ،
سِناڻُون سَنگهارَ، ڪُوهَنِ تان ڪَٽِي وِيا.

(18)

مُون ماڙيءَ جو، سُومَرا! بِنهين پارِين ڏُکُ!
هِتِ عُمَرَ جو آهُکُ، هُتِ مارو ڏِينِمِ مِنهٽان!

**وائي**

پَرچَن شالَ پَنهوارُ، ڍولا، مارُو مُون سان، لا!
مُون مُورائِين مَدِيُون، آهِنِ سيڻَ سَتارَ،
ڍولا، مارُو مُون سان، لا!
عَيبَن پَري آهِيان، سَتَرُ ڪِجِ، سَتارَ!
ڍولا، مارُو مُون سان، لا!
اُنا مِينهن مَلِيرَ ۾، تَڙِ تَڙِ پوءِ تَنوارَ،

ڍولا، مارُو مُون سان، لا!
پائي آيَسِ پاندَ ۾، اوگُڻَ عَيبَ اَپار،
ڍولا، مارُو مُون سان، لا!

## داستان نائون

(1)
جھُڙِ ڦُڙِ جتِ ٿِيانِ، اُتِ اَڏِيائُون پَکڙا،
ھِنَ مُنھِنجي حالَ جو، قَدُرَ نہ ڪيٽانِ،
جيڪُسِ آن وِسَرِيان، مارُو ڦوٽَ قراريا.

(2)
جھُڙِ ڦُڙِ مَتي مارُئين، جتِ جيھا، چِلڙَ چِڪُ،
اَندَرَ تو اُڄَ مَري، ساھُ اُنِين جي سِڪَ،
پيھُون شالَ پَھِيُون پَري، تِئان ڏِيئي تِڪيا،
وَرَ پِرِيان سين پِڪَ، پِيا ياڻ پَرِيائِي گھورِيان!

(3)
ڏَٿِين پَٽِين ڊِيَو، مَھِينَ مارُوئڙَنِ جا،
پاڻُرُ سَبِ پچِي پِيو، گَھَرِ گھارِيندي ڪيرَ،
ڪوڻِيين لَگَن ڪير، مَحَلِين مُنجھي مُون ھِينڙُون.

(4)
ھِنَ مُندَ مارُوُ سَنَرا، ويڙِيين وَگُ وارِين،
چُچِيا چِيڪارِيو چِيلَڙا، پَٽِين پَھرائِينِ،
نيڻَ مُنھِنجا اُنِ کي. جھَجھو جَرُ ھارِين،
تاڙا تَنوارِينِ، مِنھن وَسنَدا، موٺ ٿُون.

(5)
ھِنَ مُندَ مارُوُ سَنَرا، ڪاڻُرَ ۾ خوشحالَ،
سائُون، سِيارِچُ، مَکَڻِي، جيڏِيُون آٽِنِ جالَ،
سُٽِيءِ جي سَيّدُ چَئِي، ڪا ماڙِيہ مَنجھہِ سَنيالَ،
لِڱَنِ تانَ، لَطِيفُ چَئِي، لوئِي لاھِ مَ، لالَ!
پَلو ڪَندو پالَ، مِينھن وَسَندا، موٺ ٿُون.

(6)
ھِنَ مُندَ مارُو سَنَرا، ڍَنگَرَ ڍارَ رَھَنِ،
پاڻِي پُوڄ پَٽَنِ ۾، پَکِي پاندِ پِيَنِ،
ھِنَ کي لوھُ، لَطِيفُ چَئِي، ھُوءِ ڪاڻُرَ مَنجھہِ کِلَنِّ،
ڪاٺُونبا ڪاڄَنِّ، مِينھن وَسَندا، موٺ ٿُون.

(7)
ھِنَ مُندَ مارُوُ سَنَرا، ساڙِيھہَ مَنجھہِ سُٽِيرَ،
ھِنَ کي لوھُ، لَطِيفُ چَئِي، ڪوڻِيَنِ اَندَرِ ڪِيرَ،
مِھا مَنجھہ مَلِيرَ، مِينھن وَسَندا، موٺ ٿُون.

(8)
ھِنَ مُندَ مارُو سَنَرا، جِيائِي جالِينِ،
چارِيو لَنبَ، لَطِيفُ چَئِي، واڳِيين وِھارِينِ،
ڪيٺائِي ڪاھِينِ، مِينھن وَسَندا، موٺ ٿُون.

(9)
ڪارُوڙَئان ڪٽِي، ويڙِيجھَپِ وِيا،
سيڻَ مُنھِنجا، سَيّدُ چَئِي، ھاٺِي ھِتِ ھُئا،
پَسِي پَدُ اُنھِين جا، لَڙِي لُڙِڪَ پِيا،
ڏِيھِي ڏُورِ وِيا، ڏِيان ڏوراپو ڪَنِ کي!

(10)
سَدا جَنِ پَرِياڻُ، پانڌِي پَکِي لَڏَ سين،
مارُو ڳُٺَنِ ساڻُ، وِئڙا ٿَرِ اُڪَري!

(11)
مَتي ٿَرَ رَھِي، وِيا گُذارِي ڏِينھَڙا،
ڪَڏِھن ڪونَ آئِيو، تَنِ پَھُنوارِنَ پَھِي،
وِئڙا سي وَھِي، جَنبُ گُذارِيمِ جَن سين!

(12)
پاسا پولَڙِيَنِ ۾، بانھُون سِرِ ڀِيئِي،
اُکِيُون، نَڪَ آرِيج رِي، تِمايَمِ تِيئِي،
ڏُورِ ٿِيا ڏِيھِي، پِرِين پاڻُرَ وَٽِ ۾!

(13)
تا جا ٿَرَ بَرَ جھلُ، پِيُون پاڻُرَ وَٽِ ۾،
سيئِي سارِيو، سُومَرا، اَچِي آبُ اُجِلَ،
سانبِيَن ڏِٺَمِ سَلُ، ڏِٺِي جَنِ ڏِينھَن ٿِيا!

(14)
جُھران، جِجھان تي، جِئَن پَسَٽان پَرِي ٿِيا،
اَلا! اوني آٽِيين، جوڪِيئَن جي خَبَرَ ڏِي!
مَنَ مُنھِنجي کي، واڪو لَھِي ويڙھہ جو!

**وائي**

ويڙِيچَن ڏِي وِيندي، عُمَرَ! آڻُون مارُوئڙَنِ ڏِي وِيندي،

ڏيهہُ ڏاڏاڻين پڪڙين.
سَگَرَ ساهيڙِيَني سين، ساڙيهہَ مَنجهہ سَٽيندي،
يهہُ ڏاڏاڻين پڪڙين.
أنا مِينهن مَلِيرَ ۾، ڏاڳا ڏَبَرَ ڏوُندي،
ڏيهہُ ڏاڏاڻين پڪڙين.
عُمَرَ! أنهين ڏيهہَ جا، ڪوڏر ڦوٽ ڪَريندي،
ڏيهہُ ڏاڏاڻين پڪڙين.
گولُون گولاڙَنِ جِيُون، جهپي ساڻُ جهَٽِيندي،
ڏيهہُ ڏاڏاڻين پڪڙين.
ڪوڪَڙِ ڪَنڌيرنِ ۾، ڦوڪيو ڦُڪَ پَريندي،
ڏيهہُ ڏاڏاڻين پڪڙين.
عِيدُنِ براڌُن تي، ڪِهَ مانڌاڻُون ڪيندي،
ڏيهہُ ڏاڏاڻين پڪڙين.
پُسِي ڪائِي پيٽ ۾، ڏُؤنرا ڏَنُ ڏِيندي،
ڏيهہُ ڏاڏاڻين پڪڙين.

## داستان ڏهون

(1)
أنِي تِي وَراڻِ، ڪِينئَن واڌايُون آئيُون،
لَتِي لوئِڙِيارِيين، مِڙُني مُنهَن ڪاڻِ،
صُلح واريو سُومَري، چَئِي پَهُنوارَنِ پاڻِ،
هَمِيرَ نِٺُون هاڻِ، مَهٽُ لَهَنديئَن، مارُئِي!

(2)
ڏُريائِين ڏارَ، جي وَڍِي وَڻُ جُدا ڪيا،
تَن سُڪَن ڪَهڙي سارَ، تَہ ڪِ أنا مِينهن مَلِيرَ ۾؟

(3)
آيو ڪيرَ ڏيهاءِ، جِنهن ڪَرَ پُڇان خَبَرُوُن؟
وِجُون اِنَ وَٺاءِ، راتِ ماروُءَ تي وَٺيُون.

(4)
أتان اوٺِي آئيو، خَبَرَ اِي ڪري،
وِساريجَ مَ وَرَ ڪِي، پَئِجِ مَ، مُنڌَ! مَري،
وِيندئَن أتِ وَري، ڪو ڏِينهَن آهِيين ڪوٽ ۾.

(5)
أَچ اَڍنگا ويڻَ، مُون ڪي مُڪا جيڏِيين،
"هاري، هَمِيرَنِ جا، جِڪُس ڪاڏَئي ڪيڻَ،
"سانبِيَڙا ءِ سيڻَ، ڪِ تو وِيا وِسَري."

(6)
ڪو ڏِينهُن آهِيين ڪوٽ ۾، لوئِي هَڏِ مَ لاهِ،
ڪامَڻِ، آهِنجي ڪُرَ جي، آڏَوَڏائِي آهِ،
هِتِ مَ پاڙِج هَيڪَڙو، پاٺُرِ جي پَساهِ،
سُتي! سِيلُ نِباهِ، مَلِيرَ وِيندِئَن، مارُئِي!

(7)
سي ساهيڙِيُون سارِين تو، سِيلُ جَنِين جو سَچُّ،
مارُوءَ ريءَ مَ مَچُّ، سِيهو ڀانئِج سونَ ڪي.

(8)
ساهيڙِيُون سارِين تو، سَچُ جَنِين جو سِيلُ،
نَڪو قالُ نَہ قِيلُ، أنِين جي اَدَبُ ۾.

(9)
جو ڏيهہَ ڏاڏاڻَان آئيو، پيرين تِنهن پُئان،
سانگائتوءَ سَيَدُ چَئي، سَندِيُون چِٽَ چُئان،
هِتي تان نَہ هُئان، حَرفَ لَتِي هيڪڙي!

(10)
جو ڏيهہَ ڏاڏاڻَان آئيو، ڏِنُمِ تنهن طعنو،
"پائي ويهہُ مَ پَلنگين، ڳِچِيءُ سِرِ ڳانو،
"مَتان لَڪَ، لَطِيفُ چَئي، ڪاءُ مَ خَزانو،
"سَرَتِين سِيلُ چَوائِيو، جورِ هَٽِي جانو،
"تِيو سَڌُ سَمانو، حَرفَ لَتِي هيڪڙي."

(11)
مُون سين ماروئِڙِيُون، ڪِهَڙِيءَ رِيتِ رُسَنديُون،
چوٽِيءَ ۾ چِيڙُهہ پيو، پِيَمِ رُت جَپُون،
نيٽين نِندِ وِهہُ تِي، ساري ساڏوهِيُون،
هِتي جي هُيُون، تَہ سِڌِ پيِيَن سِيلَ جِي!

(12)
"سَتِي! تُنهنجي سَتَ ۾، ڳالِهہ ڳُهُرجي ڳُجُّ،
"وَڍِيو چيريو، چچِريو پَرَ ۾ أيي پَچُّ،
"ساڻُ اَمانَتُ اَچُّ، تَہ تِيين سَماني ساڙيهہُ ۾."

(13)
جانڪِين سَتِين سِيرُ، تان ڪِينَ وِهَنديِس ڪوٽ ۾،
سِپَ سَمُندين سَپَجِي، نَديءَ پيي نَہ نِيرُ،
جِئن هُوءَ اَبرُ آسَري، تِئن مُون مَن مَلِيرُ،
ڪاٺُرِ پيِئَن ڪِيرُ، جي اَمانَتَ أتِ وَجي!

(14)
جَرَ ۾ سِپُون جِيئن، آهين اَبرُ آسَري،
جِئن ڪُونجُون سارِن روهه کي، مُون تَن اَندَر تِيئَن،
ڪونِيَن وِهان ڪِيئَن، جي نَظرَ بَندِياڻِي نـه هُئان.

(15)
سِپَ سَمُندين سَپَجي، اَبَرُ آساروس،
ٻاڙو پِيي نـه پِيُٽِي، مِنو مُنهن لَڳوس،
ماٺِڪُ تي مِڙِيوسِ، جِئن تَنگُ ڪَڍِيائين تارِ ۾.

(16)
سِکو، سَپِ سَرَتِيُون، سِپُن مُلا سِيرُ،
ٻيو مَٿائي نِيرُ، اُپِيُون اَبرُ آسَري.

(17)
سِکو سِپُن کان، سَرَتِيُون رِيتِ سِڪَڻَ جي،
مَگَنِ جَرُ مَٿان، اوري ڪَن نـه آسَرو.

(18)
ڀِھَرِينءِ راتِ پَسِي، مُون ماڙيءِ مَنُ ڦِڪو ڪيو،
موھَڙ مارِوئڙن کي، واحِد، ڏِيج وَسِي!
آهَرَ جِنهن اَسِين، سو مِلندو شالَ مَلِير ۾!

(19)
وَطَنَ ريءِ ويهي، جي هِتِ گهارِيَمِ ڏِينهَڙا،
اُوءِ مارُو ڏِيندَمِ مُنهن ۾، ڏاڏاڻان ڏيهي،
پَکَن ۾ پيهي، شَلَ مَحَلَن جي مَرُ ڏُٺان!

(20)
مَ ڪِين رو، مَ رَڙُ ڪِينُ، هَنجُون هَڏِ مَ هارِ،
توتان بَندُ بِدا ٿِيو، ٻِيڙِيُون نِيئِي ٻارِ،
پَهُچَندِينءَ، پَهُنوارِ، سِگهي سَنگهارَنِ کي.

(21)
مَ ڪِين روُ، مَ رَڙُ ڪِين، مَ ڪِين هَنجُون هارِ،
جِهَڙا اَچَن ڏِينهڙا، تِهڙا وِينِي گهارِ،
ڏُکَن پُنِيان سُکڙا، سِگها ٿِيَن، سَنگهار!
لتو لوهه، لَطِيفُ چَئِي، پَروڙِج، پَهُنوارَ،
ٻيڙِيُون نِيئِي ٻارِ، توتان بَندُ بِدا ٿِيو.

(22)
مَ ڪين روءُ، مَ رَڙُ ڪِين، مَ ڪِين ڪَرِ دانهُون،
سُتي لوڪَ، لَطِيفُ چَئِي، ٻيئِي ڪَٽِج ٻانهُون،
لَڏِيُئِي جِتِ لاٿُون، سو ڏيهُ پَسَندِئن، مارُئِي!

(23)
جنهن ستيءِ سَتُ نـه ڇَڏِيو، سا مارُئي مَرُ جائِي،
اُنهي عُمَرڪوٽَ ۾، لَڄَ نـه لَڄائِي،
سا پيئي بَندِياڻِي بَندَ ۾، ڪونِيَن ڪِجائِي،
جا سانگِيَن سَڏائِي، سا مُورِ نـه مَرڪِي ماڙِيين.

(24)
اَڄُ پُٺِ چِڪِيَمِ چاڪُ، وَنهِيَن وِيڙِيچَن جا،
سُورَنِ اَچِي سُومَرا، اَندَرِ ڪِي اوطاقُ،
مارُن جي فِراقُ، هَڏَ مُنهنجا ڪُپِيا.

(25)
ڇِڪي ڇِڪِيمَ چاڪَ، وَهِين وِيڙِيچَن جا،
واجهِيندي وِصالَ کي، ڦَنا ڪِيَسِ فِراقَ،
سِيئِي سارِيَمِ، سُومَرا، ٿَرِ جَنِين جا ٿاڪُ،
مارُوءَ جي اوطاقَ، ڪَهَٽُون اُڪَنديِ آهِيان.

**وائي**

مُون مَنُ مارُوءَ جو، مارُوءَ جو مُنهنجو، مِيان!
مُون مَنُ مارُوءَ جو.
مُنهُن مُنهنجو، سُومَرا، مرُ ميروئي هوءِ،
مُون مَنُ مارُوءَ جو.
"ڏوتوءِ ڏورارَنِ ۾"، مَتان مارُو چوءِ،
مُون مَنُ مارُوءَ جو.
لارُوَن جي لُڙڪَن جِيُون، ڳِٽِي وجان توءِ،
مُون مَنُ مارُوءَ جو.

## داستان يارهون

(1)
مَلِيران مارُو، پَکي پيهي آئِيو،
وَرِيا واهارُوُ، هاڻُون سَپ هيٺان ٿِيا.

(2)
پَهِي سُکَ، پيرَنِ ڪيهه، ڪونهي نِياپو مارُئين؟
اَتِ اُڪَنديِ آهِيان، تِئَن آڻَ، تِئَن ڏيهه،
سَندي جا ساڙيه، کِه ڪَٽوري پائِيان.

(3)

ڪنهن تَرَ ڏيهائِي، ڪِتي أنَنِ مينهَڙا؟
مُون وَٽ مُون پرِيَنِ جِي، ويهي ڪَرِ وائِي،
آئُون اڳَ دائِي، سَنيهو سُٽي جِيان!

(4)

جيڪُسِ أنا مِينهن، مُونهان پوءِ مَلِيرَ ۾،
ڪالَهه سَجوئِي ڏِينهن، مُنهِنجي اکڙِيَن اُڪِيرِيو.

(5)

سَچُ ڪِ أنا مِينهنَ، مُونهان پوءِ مَلِيرَ ۾،
ڏوٽِين لائِيا ڏِينهَن، پَهريا جي پُسِيءَ ڪي.

(6)

أنَنِ مِينهن گهَٽان، ٽِيَنِ موڪَ مَليرَ ۾؟
اڪِيُون آبَ پَرِيو، أنهِين ڪوڙَ ڪٽان،
مارُنِ شالَ مِڙان، ڪونِيُون ڇَڏي ڪَڏِهِين!

(7)

تِنهن پَرِ أنَن مِينهَڙا، جِنهن پَرِ گهُرِياٿُون،
”رَضا جا رَحمان جِي، پُڇِي پاڙِياٿُون،
مَلِيرُ ماٺِياٿُون، حُڪَمَ ساڻُ حَبِيبَ جي.“

(8)

سَڱرَ سيئِي ڏِينهن، جي مُون گهارِيا بَندَ ۾،
وَسايَمِ وَڏَڦُڙا، مَتي ماڙنِ مِينهن،
واجهائِي وِصالَ کي، ٽِيَس ٿهوارُون تيئَن،
نِيرَ مُنهِنجي نِينهن، أجاري اَچو ڪِيو.

(9)

سُٺِي ساٿِيهه ڳالَهڙي، وِهُسي ويڙِيچِي،
سَڀِ سُتِ پِيَيمِ سُومَرا، هِتِي هُتي جِي،
پِينَرُ ۽ پِيچِي، سُوايا سارِين مُون.

(10)

سُٺِي ساٿِيهه ڳالهَڙي، لهِي وِيا لوهَ،
اَندَرَ جا اَندوهَ، لَٿا ڏُکَ: سُکَ ٿِيا.

(11)

عُمَرَ، اَڄُ گَڏِيامِ، ڏوٽِي أنهِين ڏيهَ جا،
پارايا پرِيَن جا، أيي أنِ چِيامِ،
لَهِي لوهَ پِيامِ، لُطفَ ساڻُ لَطِيفُ چَئي.

**وائي**

گَتِيءَ مَنجهِ گَتيائِين، مارُو جامُ مَلِيرَ جو.
پَرَچِي پَهُنوارَنِ سين، لوئِي ڏيجُ لَڌائِين،
مارُوُ جامُ مَلِيرَ جو.
سِيلَ نِباهي، سُومَرا، پَنهنجو پِيُ پُڇِيائِين،
مارُوُ جامُ مَلِيرَ جو.
جهُوپو جهانگِيڙَنِ جو، ماڙِيءَ سان نَہ مَٽِيائِين،
مارُوُ جامُ مَلِيرَ جو.
سَڱَرَ ساهيڙِين سين، ڪاٿونبا ڪاڌائِين،
مارُوُ جامُ مَلِيرَ جو.
مارُوءَ پاسِ مَلِيرَ ۾، ڇَسا سَڀِ چَکِيائِين،
مارُوُ جامُ مَلِيرَ جو.
أتي عَبداللطِيفُ چَئي، شَرَمُ رَکِين، رَبَ سائِين!
مارُوُ جامُ مَلِيرَ جو.

# سُر سهڻي

## داستان پهريون

(1)
ساهَڙَ جا سِينگارَ، اَڄُ ڏٺا اَڳي هُيا،
نڪا ”ڪُن فَيَڪُون“ هُئِي، نڪا ٻي پَچارَ
مَلَڪِنئان مَهِند هُئِي، توڏيءَ جي تَنوار،
مَحبَت ساڻُ مِهارَ، لا ئين لَطِيفُ چئِي.

(2)
سُهڻِيءَ کي سِينگارَ، اَڄُ ليکيا اَڳي هُئا،
’ڪُن فَيَڪُون، ڪانَ هُئِي، نَڪا ٻي پَچارَ
مَرَڪِي ساڻُ مِهارَ، لايائِين لئون لَطِيفُ چئِي

(3)
گهيڙ لَنگهيو گهاري، ميثاقان مِهارَ سان،
’اَلَستُ بِرَبِّڪُم، قَالُوا بَليٰ‘، پَرِ اِها پاري،
ڏسيو ڏيکاري، پِرتِ پِريان جو پيچَرو.

(4)
’اَلَستُ اَرواحَنِ‘ کي، جَڏهِن چياڻُون،
ميثاقان مِهار سين، لَڱِيُون مُون لائون،
سو موتي ڪئِن پاهُون، جو مَحفُوظان معاف ٿيو.

(5)
’اَلَستُ‘اَرواحَن کي، جَڏهِن چَيائين جيئَن،
’قَالُوا بَليٰ، قلب ۾، ٿيو تفاؤُلَ تيئَن،
مَحَبَتِي مِهارَ، جي، آئون نِهوڙي نِينهن،
سَرَتِيُون، ساهَڙَ سِئَين، هَلَڻُ مون حَقُ ٿيو.

(6)
”اَلَستُ“ اَرواحَنِ کي، جڏهن اَمُر ڪِيو اَحَدَ،
هو مَنَ ڪاڍِو مِهارَ ڏي، سُهڻِيءَ سڪَڻُ سَڌَ
دِلو دَورَ دَرياه جي، ڪِيو اِرادي اَڌَ،
جيڪِين آيُس ڏانهُن عَهَدَ، سو پاري مُنڌَ پاتار ۾.

(7)
”اَلَستُ“ اَرواحَنِ کي، جَڏهن فَرمايو فَتاحَ
هو مَنَ ڪاڍِو مِهارَ ڏي، سُهڻِيءَ سِڪَڻُ ساهَ،
دِلو دَورَ دَرِياهَ جي، ڪِيو اِرادي اَڌَاهَ،
جيڪِين آيَسِ ڏانهن اَللهَ ، سو پاري مُنڌ پاتار ۾.

(8)
”اَلَستُ“ اَرواحَنِ کي، جَڏهِن فائِق فَرمايو،
هو مَنَ ڪاڍِو مِهارَ ڏي، سهڻِيءَ کي ساعِيو،
دِلو دَورَ دَرياهَ جو، اوڏاهِين آيو،
جيڪِين هاديءَ هَلايو، سو پاري مُنڌَ پاتارَ ۾.

(9)
”اَلَستُ“ اَرواحَنِ کي، جَڏهِن چيائِين،
هو مَنَ ڪاڍِو مِهارَ ڏي، سُهڻِيءَ سدائِين،
جيڪِين آيُس اوڏاهِين، سو پاري مُنڌَ پاتارَ ۾.

(10)
”اَلَستُ“ اَرواحَنِ کي، جَڏهِن جاڳايو جَلِيلَ،
سَئِين راهَ سَيّدُ چئي، سوناڻُون سبِيلَ
وَحَدت جي واديءَ ۾، ڪوڙين کي قَلِيلَ
درياهَ جي دَليلَ، لوڙهي لَهَوارا ڪِيا.

(11)
ڪامان، پَچان پَچُران، لُڇان ۽ لوچان،
تَنَ ۾ تَتُونسَ پِرين جي، پيان نَہ ڍاپان،
جي سَمُنڊَ مُنهن ڪَريان، توءِ سُرڪِيائي نَہ ٿِئِي.

(12)
ڪامان، پَچان، نَہ مَران، سڙان ساري راتِ،
بَنِ ٻيائِي کي وِجهي، ڪَرِ پِريان جي تات،
سِيخُون سَندِيُون سَجَڻين، اُڀرن آڌيءَ راتِ
نَہ ڪِي هَٽِ نَہ ساتِ، ڏيهاڙيو ڇَنگِ چَرهان.

(13)
اوراڙِ نَہ پَراڙِ، ويچاري وَهَ وِچَ ۾!
سُڪِيءَ ڏنيءَ سُپرين، پِيو مڙوئِي تارِ،
ٿُون گهڻُ، ڪِيمَ نِهارِ، ٻُڏَندَنِ سين ٻاجُهون ڪري.

(14)
هِنَ پارَ، نَہ هُنَ، ويچاري وَهَ وچ ۾!
نيَچُ نِهاري نَہ گهڙي، تِنهن ۾ پِيَسِ ٿُنَ،
اَللهَ، ساڻُ اَمُنَ، اران ڪِنهن اُڪاريين.

(15)
سَهَسين سائِرَ ٻوڙِيُون، مُنڌَ ٻوڙِيو مِهراڻُ،

وَهَ وِجائِيو پاڻُ، هَٽِي کَنڌُ کَپَن سين.

(16)

سَهَسين سائِرِ گَجَن، توءِ سَهَج نہ مَٽي سُهٽِي،
تہ ڪِي نيڻهن چَجَنِ، پَرِ تَهين پَرِيَن جي.

(17)

سُپريان جي ٿُرَهي، ٻُڌين، هَٿَ مَ لاءِ،
صُباحَ تان چُونداءِ: "آسان تو اُڪارِيو."

(18)

سُپريان جي ٿُرَهي، ٻُڌين توءِ مَ لَڳُ،
جي پايين پريِنءِ مڙان، تہ پورَ اُبَتي وَڳُ،
پاءِ تيڏاهين پَڳُ، ناهِ جيڏاهين نِجُهرو.

(19)

سُڪيءِ جي سانباهِ ۾، ٻُڌين توئي ٻُڌُ
ڪَکَ، ڪانديرا، ڪانئِيُون، ميڙي ٻَڌُ مَ مَڌَ
نڪو ساهَڙَ سڌُ، نڪا سُڃي سُهڻي.

(20)

سُڪِيءِ جي سانباهِ ۾، جڏهِن ٻُڌِيُون جي،
ساهَڙَ تِنِين کي، ٻيلي ٻِنهين کَنڌيين.

(21)

سُڪِي ٻُڌَنِ جي، ساهَڙَ ساٽِي تَن جو،
لَهِرِن سِرِ لَطيفُ چئي، ڪُلهن چاڙهيو ني،
جي پُڄَنَ پَنڌُ پري، تَن اُماٽي اورهُون.

### وائي

وِينِي ڪِين وساري، مَحَبّتَ وڏڙي ماري،
دِيوانِي، يارَ! ووُ! مَستانِي، دِلبَرا! جانِي، ووُ!
لا! وِيِنِي ڪِين وِساري.
جِنهن کي سڪَ ساهَڙَ جِي، سا گهايَلِ گهرِ نہ گهاري،
لا! وِينِي ڪِين وساري.
دَمّ ڏهليو ڏُکِيو، سِرِ ۾ سَوُنتا ماري،
لا! وِيِنِي ڪِيِنَ وِساري.
ٻيلي پاسِ ٻُرَنِ جي، تَن گرڪن وِڌِيَس ڪاري.
لا! وِينِي ڪِين وِساري.
ٻيلي ٻِنهين ڪنڌيين، مُحِبُ مينهُون تو چاري،
لا! وِيِنِي ڪِين وِساري.

هُوءِ هُونگارُون، پُونِ پُوڪارُون، ٿَرِ ٿَرِ دوسَ تنواري.
لا! وِيِنِي ڪِين وِساري.
هُوءِ جا پِڪَ پَرِيَنِ جِي، آهِيان تنهِن اَساري.
لا! وِيِنِي ڪِيَنَ وِساري.

## داستان پيو

(1)

وَهَ تِکَ، واهُڙَ تِکَ، جِتِ نِيهُن، تِکَ نِرالِي،
جَنِ کي عَشقُ عَمِيق جو، سي خِلوَتَ خيالِي،
وارِيين سي، والي هِينئڙو جنهين هَٿِ ڪِيو.

(2)

اَنڌيءِ وَچون، ڪَنڌيءِ وَچُون، تَنگِئان لِهي نہ تکُ،
صُورَتَ جا ساهَڙَ جِي، ڏِيلَ پَنهنجي ڏِکَ،
واهُڙَ تَنهِين وِکَ، جَن سانپارا سُپرِين.

(3)

واهُڙَ وَهَن نوان، اَجان وَهہ اَگِي ٿِيو،
گهر وينِيُون گهڻا ڪرِيو، سَرَتِيُون، سَڳَ سَنوان،
صورت جا ساهڙ جِي، سا جي ڏنِي اَن،
هُونَدَ نہ پِلِيو مان، گهڙو سپِ گهڙا ڪَٽِي.

(4)

جيڏِيُون ڏِنيان جِي، صورَتَ ساهَڙَ جامَ جِي،
سُکَ ٿِي سُتِيون ڪِينَ ڪِي، ڪانڌَنِ پاسي ڪِي،
مُونهان ئِي اَگِي، هُوند گِهڙِيُون سپِ گهڙا ڪَٽِي.

(5)

ڏِنِي جَن هيڪارَ، صَورَتَ ساهَڙَ جامَ جِي،
سُکِ ٿِي سُتِيُون ڪِين ڪِي، پري ساڻُ پَتارَ،
گِهڙِي گهڙِئان ڏارَ، هُوند ڪاهي پيِيُون ڪُنَ ۾.

(6)

ساهَڙَ مون چِئن، سَرَتِيون، جي ڏِسو سَيِيئِي،
تہ سُمَهو ڪِينَ سُکِ ٿِي، پاسو وَرَ ڏيئِي،
مُونهان اَڳِيئِي، گهڙو سَپ گهڙا ڪٽِي.

(7)

جيڪين ڏِٺو مان، سو جي ڏِٺو جيڏِيين،
گهرَ وَرَئِن سان، هُونَدَ گهَٽِنِ گهوري چَڏيا.

(8)

اَڍيُون سَڀِ اَندامَ، جَڙَنِ مُنهنجا چوريا،
لاڙِنِ جا لَنڱُون لاٿِي، سا ڪِئَن آڇيان عامَ ؟
لَڳيَسِ جنهن جي لامَ، سو دِلاسا دوستُ مُجي.

(9)

چوڏاري چَڙا، ٻُرَنِ ٻيلاين جا،
سُتي سَنيارَنِ جو، ٻيم ڪَن پَڙاءُ،
وِهَڻ مون نہ وڙاءُ، سُٽِيو جھانءِ جِهجي هِينئُون.

(10)

چَڙَنِ چوري آهِيان، سُکِ ٿي سُمَهان ڪِئن،
ساريان ساهَڙَ جامَ کي، ڏهَ ڏهَ ڀيرا ڏِينهن،
مِيهارَ مَرَڻُ سِينئَن، نيرَ. پاتمِ نِينهن جو.

(11)

گرِڪِنِ خَوش ڪِياس مُحُبتَي مِيهارَ جي.
پَسَڻَ ڪارِڻِ پِرينءَ جي، آڏيءَ اُنياسِ،
سُتي جاڳاياس، سانيَرَ سُپِرينَ جي.

(12)

ٻيلي پارَ ٻُري، مّون کي چَڙَنِ چوريو،
مَحَبَتِي مِهار جي، سُتي شاخ چُري،
مڙي جهوڪ جُهري، پُوندِيَسِ پاريچَن جي.

(13)

هُنَ پر سُيَمِ هُوءِ، سُتي سَنيارَنِ جي،
جتّ چَڙَنِ چوريو، جڙنک ٽِيڙمِ جُوءِ،
مَحَبِتي مِهار جي، با اللہِ ٻيَمِ ٻُوءِ،
وَڃي رُوءِ ٻَروُءِ، ديکيان دوستِ مِهار کي.

(14)

هنَ پَرِ سُيِمِ هاڪَ، سُتي سَنيارَن جي،
مَحَبَتِي مِهارَ جي، چَڙَنِ چوريا چاڪ،
اُنهين جيءَ اوطاق، وَڃڻَ واجِبُ مُون پيو.

(15)

جِيارِيسِ سَنيار، ڪُہ ڪرِيندِيَسِ ڳَڙِجي.
ويرو تار وَجود ۾، پِرِينِ جي پَچار،
سي سَجَڻ هونِ نہ ڏار، جي هِينئين ۾ حَلُ ٿِيا.

## وائي

سَچا ساهَڙَ! مُون کي ٿون، اي! وَهِيان واهَرَ! مُون کي ٿون،
اي! نيئي اول پِريان جي پارَ ڏي.
ڪُنَ جي ڪارُونيارَ جا، ووا سي آئُون ياٿِيان پُون،
اي! نيئِي اولِ پَريان جي پارَ ڏي.
سندو جِيَڻَ آسَرو، ووا مَان لاٿو مؤن،
اي! نيئِي اول پِريان جَين پارَ ڏي.

## داستان ٽيون

(1)

ڪَرَ ڳَلَ ڪوچَ ڪُنَ گهٽا، جتِ جر واڳُو جِئيائين،
پاڻُ اُڇلي آبَ ۾، وَهُ سِرِ وِڌائين،
لَهرِيُون لَنگهِيائِين، لُطفَ ساڻُ لَطِيفُ چئي.

(2)

ڪَرَڳَلَ ڪوچَ ڪُنَ گهٽا، جتِ دَڙڪو مَنجِهہ دَرياهُ،
اَڇيو اُتائين گهَڙي، سانگو ڪَري نہ ساهَ،
ساهَڙ جي صَلاحَ، پارِ لَنگهيايَس پاڄَهہ سين.

(3)

ڪارا ڪُنَ، ڪاري ٿَڳِي، جتِ ڪاريهَر کُڙڪا،
مَئي متَي مِهراڻَ ۾، اَچَن دُپارا دَڙڪا،
ويندي ساهَڙَ سامُهان، جهولَ ڏِنَسِ جهڙڪا،
گرِڪِنِ جا گَڙڪا، سوَنهان ٿِئَڙس سِيرَ ۾.

(4)

دَهشَتَ دَمُ دَرياهَ ۾، جتِ هَيبَتَ هُلاچو،
وِرچِي وِيرن وچ ۾، ڪاڏي. وِيو ڪَچو،
ساهَڙُ جامَ سَچو، ساٿِي ٽِيندُم سِيرَ ۾.

(5)

دَهشَتَ دَمَ دَرياهَ ۾، جتِ سَناٽا سيسارَ،
بيحَدِ باڳُو بَحَر هَيبَتناڪَ هَزارَ،
ساريان ڪانَ سَرِير ۾، طاقَتَ توهان ڌارَ،
ساهَڙَ جامَ ستارَ، سِگهو رَسِج سِيرَ ۾.

(6)

دَهشَتَ دَمُ دَرياهَ ۾، جتَ ڪَڙڪا ڪُنَ ڪَرِينِ،
ٻِچَلِ باندِيءَ پارِ ۾، آتِ لَهرِيُون لوڏا ڏِينِ،
سنا وَرَ سُهمِيا، اُتَ سيٽهايا نہ سُندِينِ،

جتِ وِيريُون واٽُ نہ ڏِين، اُتِ ساهڙَ سِيرَ لنگهائِيين.

(7)

ڏهشتَ ڏمَر ڏرياهہَ ۾، جتِ ڪَڙڪو ڪُنّ ڪَري،
توڏي تاڪُنِ وِچَ ۾، مَتان وِيرَ وري،
آءٌ، ساهَڙَ! مُهنجا سُپرين، پِرتان پيرَ پَري،
هادي! هَٿُ ڏري، اونهي مان اُڪاريين.

(8)

ڏهشتَ ڏمَرّ ڏرياهہ ۾، جتِ ڪُنِن جا ڪَڙڪا،
سَهي ڪِينَ سَمونڊَ جا، ماندي دِل ڏڙڪا،
ساهَڙَ! تون سُڻُ ڪا، فِريادي فَقِيرِ جي.

(9)

ڏهشتَ ڏمر ڏرياهہَ ۾، جتِ ڪُنَن جو ڪَڙڪو،
آهہُ اُنهي پارَ جو، دِل اَندر ڏڙڪو،
پَچي سِڪَ سَيّڏُ چئي، سِيرُ سندو سنڪو،
والي! ڪِجِ وَڙُ ڪو، تہ پارِ لَنگهيان پاڄهہَ سين..

(10)

ڏهَشّتَ ڏمر ڏرياهہُ ۾، جتِ لُڙَ لَهريُون لَسَ، ليٽ،
آٽِيو اوپارَن ۾، ٻاندي ٻوڙي ٻيٽ،
جتِ چِڪَڻ جي چِپيٽ، اُت، ساهَڙَ! سِير لَنگهاءِ تُون.

(11)

ڏهشتَ ڏمَرّ ڏرياهہَ ۾ ، جتِ تِکِيون تَنوارُون،
مُنهنجُون مانَ مِهارَ کي، پَهُچَنِ پُڪارُون،
لَهہَ، ساهَڙَ! سَنيارُون تہ لَهرِن لوڏي نہ مَران.

(12)

ڏهشتَ ڏمَرّ دِرياهہَ ۾، جتِ جايُون جانارَن،
نَڪو سندو سِير جو، مَپُ نہ مَلاحَن،
درندا درياهہَ ۾، واڪا ڪِيو وَرَن
سَجا ٻيڙا ٻارَ ۾، هِليا هيٺ وَڃن،
پُرزو پيدا نہ ٿِئي، تَختو مَنجهان تَن،
ڪو جو ڦهرّ ڪُنن ۾، وِيا ڪِين وَرِنِ،
اُتي اَڻ تارُن، ساهَڙَ سِيرَ لَگهاءِ تُون.

(13)

ڏرهَڙَ ڏونسَ ڏرياهہ ۾، جتِ لَهريُون ڪَن لوڙا،
سَئين اَچي سَمونڊَ ۾، ٽا سيٺهايا سوڙها،
جي تارو هُئا توڙا، تَن هَربو پانيو هيڪَڙو.

(14)

ڪاري راتِ، ڪَچو گهڙو، اُٿيِيهہ اَونڌائِي،
چَنڊُ نالو ناهِ ڪو، ڏرياهہَ ڏَڙَ لائِي،
ساهَڙَ ڪارَڻِ سهڻي، آڏي ٿي آئِي،
اي ڪَمَ اِلاهِي، ناتَ، ڪُنَن ۾ ڪير گهِڙي.

(15)

ڪاري راتِ ڪَچو گهڙو، نَڪا سِيٺهہ ساڻَ،
وڃهي، ويرَمَ نہ ڪَري، پَريان ڪارَڻِ پاڻَ،
مَحَبّتَ کي مِهراڻَ، سُڪِي سَپ پَٽُ ٿِيو

(16)

ڪاري رات ڪَچو گهڙو، مَتان وَسي مِينهَن،
هِڪو پَئو ٻيراهہَ جو، ٻيو سانِياران سِينهَن،
شالَ مَ چِڄي نِينهَن، گِهڙان، گهورِيو جِندَڙو.

**وائي**

هوئِجِ هُوشِيارِ خَبَردارِ، ترڪَڻِ آهي تَڙَ ۾.
ڪُنُون، ڪُوٻا، چِڪَ، چِڪَنڊِيُون، تان ڪين نئِي نِهارِ
تِرَڪَڻِ آهي تَڙَ ۾
آڏيءَ سي آڪُڙنڊِيُون، اَکِيُون جَن ڪَپارِ،
تِرَڪَڻِ آهي تَڙَ ۾.
مُون سو مَلاحَنِ ڪان، تَڙَ اُڙانگا تارِ،
تِرَڪَڻِ آهي تَڙَ ۾.
هوٿُ هَلنڊِيَن ڪَٿِيو، وِهَڻُ، مُنڊَا! وِسارِ،
تِرَڪَڻِ آهي تَڙَ ۾.
کُهِ آتَڻَ، ٻَن جيڏيُون، ڏِيراٽِيُون ڏُٿارِ!
تِرَڪَڻِ آهي تَڙَ ۾
پَڪو ڪَٽِجِ پاڻَ سين، پِرين تَنهنجو پارِ!
تِرَڪَڻِ آهي تَڙَ ۾
ويندي واتاڙُنِ کي، پَٽِيءَ ڪيم پَچارِ
تِرَڪَڻِ آهي تَڙَ ۾.
پوندِيين مُنهن مِهارَ جي، ڏَمَر وتِ ڏينهن مَ گهارِ،
تِرَڪَڻِ آهي تَڙَ ۾.
ساهَڙَ کي، سُڻَ، سُهڻي! پِچَلِ اَڏي ٻارِ،
تِرَڪَڻِ آهي تَڙَ ۾.
تارِ تَرندِئن، لُڙَ لنگهندِئن، عِشق جي آڌارِ،
تِرَڪَڻِ آهي تَڙَ ۾.
تِيندو سَڌُ ساهَڙَ جو، توڏي! ٿِيءُ تيارِ،
تِرَڪَڻِ آهي تَڙَ ۾.

# داستان چوٿون

(1)

تَڙَ تَڪَڻَ تارِ ڪِهڙَڻَ، ايُ ڪانيارِن ڪَمُ،
ڏَهَ پيرا ڏِينهن ۾، ڏي ڏوراپا ڏَمُ،
عَقُلُ مَتِ شَرَمُ، ٿيئِي نِينهَن نِهوڙِيا.

(2)

گهيڙن ڪَري نہ گهور، تَڙُ تَڪَڙ ڪان نہ لَهي،
جِنهن ڪي سِڪ ساهَڙَ جِي، پورِن مَٿي پُور،
ڪاري راتِ ڪُنَنِ ۾، وَهمَنِ ڪِي وَهلُور،
جِنهن کي ساڻ پِريان جا سُور، تِنهن کي ندي ناهِ نِگاهَ ۾

(3)

جِئان ڪِهڙي تِئان گهيڙ، ڪَپَرَ پُڇَنِ ڪوڙِيُون،
ڏَمُ سين جُسو ظاهِراً، مَن مِيهار سين ميڙ،
سا نَدي پانئي نيڙ، جِنهن کي سِڪَ ساهَڙَ جي.

(4)

جِئان وَهي تِئان واٽَ، ڪَپَرَ پُڇنِ ڪوڙِيُون،
جِنِ کي سِڪ ساهَڙَ جِي، سي گهيڙَ نہ پُڇَنِ گهاٽَ،
جَنِ کي عِشق جِي اُساٽِ، سي واهُڙ پانئِن وِڪڙي.

(5)

ڪنهن جِنهن گهيڙَ ڪِهڙي، جِئن اَوتَڙان تَڙَ ٽِيوس،
سالم وِيئي سُهڻِي، ڪُنَنِ ڪِي نہ ڪِيوسِ،
آهِسَّ اَڪَڙِينِ ۾، پِريان جو پيوس،
حَقان حَق ٽِيوسِ، هُئِي طالِب حَقُ جِي.

(6)

هُئِي طالِبِ حَق جِي، توڏي لاڪُون توڙَ،
نہ مَلاحُ نہ مَڪڙي نَڪِي بَڏي نوڙَ،
پاڻِي پِنِيءَ بوڙ، سُهڻِيءَ ليکي سِيرَ ۾.

(7)

توڏي توڙائِين، نِينهن نَوازي سُهڻِي،
ڪِچِيءَ هارُ حَبِيبَ جو، لائِقُ لَڏائِين،
سو تَڙُ سونائِين، جيڏانهن عالَمَ آسَرو.

(8)

توڏي! تَهائِين جي، هِتَهِين چِڏِ حِرصَ،
ساهَڙَ ڏاران سُهڻِي، ڪوڻِيون ڪَنِ ڪِرسَ،
وڏي اِيءَ وِرس، جِئن ڏَمَ وَٽِ ڏِينهن گُذرارِيين

(9)

توڏيءَ کي تَعظِيمَ، بِيَنِ سَيِنئان اڳِري،
اوڏي ٿِي اَلَفَ کي، مَنُ گَڏِيائين سين مِيمَ،
جيلانهن ذَاتِ حَلِيم، مِلِي تي مِهارَ کي.

(10)

ساري سِڪُ سبقُ، شَرِيعَتَ سَندو، سُهڻي!
طَرِيقتان تِکو وهي، حَقِيقَت جو حَقُ،
مَعَرِفَتَ مَرَڪُ، اَصل عاشِقَن جو.

(11)

صَبُر شاڪِرَنِ، آهي اوطاقُنِ ۾،
جي وَاصلُ ٿِيا وِصالَ ۾، سِي ذَرو نہ ظاهِرُ ڪنِ.
وِبيت واهَرَ تَرَن، هِينئڙا جَن هَجِ وِيا.

(12)

پَلِ پَلِ تي پَلي، ڏَمَ ڏِهاڙِي ڪِيتَرو،
پَسِي دَورُ دَرِياهَ جو، وِچان ڪِينَ وَلِي،
ڪاري راتِ قرِيبَ ڏي، مَنجهان حَبّ هَلِي،
نہ ڪنهن جهول جَهلي ، هُئِي سَمَنُ پوري سُهڻِي.

(13)

جهولَ نہ جَهلي سُهڻِي، سائر سَٽَ سندِياسِ،
جِنهن اَهڙي جائِي عاجِزا، سا مَرُ مَرڪي ماسِ،
پَسين جي پِياسِ، تہ ڪِي عِشق آڻين.

(14)

نَڪا جهولَ جَهليسِ، نہ تانگهو نہ تارِ ڪِي،
ڏَمّ ڏِيهاڙِي ڪيترو، پَرِ ۾ تو پَليس،
تان تان جِيُّ جَليس، مِلِي جان نہ مِهارَ کي.

(15)

سِهَ سيارو، پاڻِي پارو، جِت جُهڙ جَهڪَ ۽ جهولَ،
مَنَ اَندَرِ مِهارَ جا، هِينئڙي اَچنِ هولَ،
جيلانهن بَڌيسِ بولَ، تي اڙانگا آرَ تَران.

(16)

سِياري سهَ راتِ ۾، جا ڪِهڙي وَسَندي مِينهن،
هَلو تہ پُڇون سُهڻِي، جاڪَرَ جاڻي نِينهن،

جِنهن کي راتو ڏِينهن، مِهارَ ئي مَنَ ۾.

(17)

سائونڻِ گهڙي سَيَڪا، هِيءَ سَرَهِي سِياري،
تَنُ وِڌائين تارِ ۾، اَرواح جي آري،
مَحبتي ماري، ڪونهي داد دَرياهَہ ۾.

(18)

باندي! جي بيلِي ٿِيين، تہ حالَ ڳَرَهيان هِيءُ
سَگهو ساعَتَ نہ جندڙو، جَرَ ري مُنهنجو جِيءُ،
ساوَڻُ سيارو پاڻيان، وَهِ پريان جي ويءُ
پارِ جَنهِين جو پِيءُ، وجڻ واجِبُ تَنِ تي.

(19)

واهُڙَ! پريُون مَ پاءِ، تو پُنِ ليکو ڏِيٺُون،
سدا ساوَڻِ ڏِينهَڙا، هِينئين نہ هَونداءِ
وِهاڻِيءَ ويندءِ، اوپَرَ اُتاهان لَهي.

(20)

واهُڙَ! وَهين مَ شال، سُڪِي بيلاڻِيُون ٿيين!
پَسان تُنهنجي پيٽَ ۾، لاٽا، لُوٽَ لِيارَ،
جِنهن تو سَيَ جمارَ، آسائِتيُون بوڙِيُون.

(21)

ڪَڙ ڪَڙِ ، ڪُنَ! مَ وَڄَ، باندي بوڙِ م بارِ ۾،
مُون تي جا مهارَ جِي، سا ڪِئَن ڏُنان ڏَڄُ،
توءِ گهڙَندِيَس اَڄُ، جي اُبَتا آر ڪرِيين.

(22)

اَدا ڙي باندي، توکي ڪَڙهان ڪِ پاڻُ ڪي،
سُودي خبَرَ سَڄَڻين، تو ڪا تَڙ آندي،
تُون پاتاريان پانڌي، اَسان پَنڌُ پِرينَ ڏي.

(23)

مَحَبتيءَ مِيهارَ جِيُون، دِل اَندَر دُونهِيُون،
آڻِيو وِجهي آرَ ۾، لُهاڻو لوهِيُون،
جي ساهُڙَ جِيُون سُونهِيُون، سِيرَ سِراڙو تَنِ کي.

**وائي**

مَدَتَ ڻِي مِهار يار ساهڙ! سائرَ سِيرَ ۾.
اونهان ڪُنَ، اَتانگَ تَڙَ، اولِي هڻُ آڌار!

ساهُڙَ! سائرَ سِيرَ ۾.
ڏِينهن ڏُهلا ڏَمَ سين، آهيان آهِئان ڏارَ،
ساهُڙَ! سائرِ سِيرَ ۾.
بِڇَلِ باندي بارِ ڪَري، اَتِ اُبَتا آرَ،
ساهُڙَ! سائرِ سِيرَ ۾.
تِتي گهڙي سُوهَڻِي، آگهَہَ ريءَ آڌار،
ساهُڙَ! سائرِ سِيرَ ۾.
”ڪاري راتِ، ڪَچو گهَڙو“، توڏيءَ ڪِي تَنوارَ،
ساهُڙَ! سائرَ سِيرَ ۾.
سَنيُوڙو سيڻاهِ سين، سِگهو رَسِ سَنگهارَ!
ساهُڙَ! سائرَ سِيرَ ۾.
اوراران آهُون ڪَريان، پهُچان شالَ پَرار،
ساهُڙَ! سائرَ سِيرَ ۾.
سُڻِيو جهانءِ جهجي هِينئُون، سانپاران سَنيارَ،
ساهُڙَ! سائرَ سِيرَ ۾.
آيَمِ ريلي ريءَ سين، اَللهَ، تو آهارَ،
ساهُڙَ! سائرَ سِيرَ ۾.
تارِ تَرَندِيسَ، لُڙَ لنگهِيندِيَسِ، ويندِيس وَٽِ وِڄارَ،
ساهُڙَ! سائرَ سِيرَ ۾.
پُورِيندِيَس پارِ مَٽِي، سَهَسين جي سيسارَ
ساهُڙَ! سائرَ سيِر ۾.
گولِي گهاگهائي گهڙي، جَڳَنِ تا جانارَ،
ساهُڙَ! سائرَ سِيرَ ۾.

## داستان پنجون

(1)

ڪيڏانهن گهندَ گُڙَنِ، ڪيڏانهن اُٺِي ويئِيُون،
تيڏانهن ٿِيُون چَرَنِ، جيڏانهن پُٺِ ميهارَ جِي.

(2)

ڪِتي ٿِيو مِهارُ، ڪِتي تو گهندُ گُڙي،
ڪِتي دونهين دوسِتِ جِي، ڪِتي پَريُون پارُ.
جنهن مُون سَيَ جَمارُ، جَرَ ۾ جهوتُون ڏِنيُون.

(3)

وَڄن سين وينِي، سُورَ وِياڇي، سهڻي،
آن ڪا ٽي ڏينِي، مينهُن جي مِهارَ سين،

(4)
پُڄيو پينگھن پاندَ، وينِي روءِ وَڃن سين،
کُھ ڪَرِينديس ڪانڌُ، گھُر پَڳو تان گھوريو.

(5)
ڳِڇي پايو ٻانهن، وينِي وِرءِ وَڃن سين،
لايان لال لِڱن کي، آئِين جي ڇَرو ڪانهَن،
آئون اوهان جي دانهَن، سَدا پُٽان سَنَري.

(6)
پينگھا پَسِيو روءِ وَڃيو وَتاڻن ۾،
ڏُونهِينءَ پاسي دوسِتَ جي، ٻاڻُ پَڇاڙِيو پوءِ،
سَڄَڻُ سانگ سَندوءِ، شالَ اَچي اورانهُون ٿِئي.

(7)
پيلئان ڇِتِ پَڳِيَون، آيُون اُتِ وَري،
ڪانهي ٻِي ڳَري، مينهن کي مِهارَ ري.

(8)
ميهاران مِرَڪ، پيتائِين پريمَ جي،
تنهن مُنڌَ مَتوالِي ڪِئي، سَنديءَ ساءَ سُرڪَ،
لَڳِيَسَ ڪامَ ڪِرڪَ، لوهان ٽِڪي، لَطِيفُ چئي.

(9)
ميهارن مَهي، پيتائِين پريم، جي،
اَرڪَ سُرڪَ، سَيُدُ چئي، لَڳِيَسِ ڏوت ڏهِي.
سگھي تان نہ سِهي، مِلي جان نہ مِهارَ کي.

(10)
مَري تان مَ مِهارَ، وَتاڻُ وِلهو مَ ٿِئي،
وَڃن جي وَڃارَ جو، وِنگو ٿِئي مَ وارَ،
ساهَڙُ مُون سِينگارُ، ماڙُهنِ ليکي مِهڻُونُ.

(11)
مينهون هِنَ ميهارَ جِيُون، اَلا! سَپ بَچَنِ،
وَڃُوَن جي ڪِيرَنِ سين، سَدا ٿِيُون سُونهَن،
مُون کي ماڻڪين، تاڻي هَنيو تارِ ۾.

(12)
ميهُون هَنَ ميهارَ جِيُون، اَلا! سَپ جِيَن،
ڪارِيُون، ڪَڪِيُون، کُنڍِيُون، وارا ڪِيو وِين،
جوءِ جا جاندارِنِ جي، ٻيلا ٻَهَرَ ٻَھ ڪَنِ،
اَچي ريلَ رَهَنِ مُون سانپارا سُپرِينِ.

(13)
چاهَڪَ چَري، تارِ تَري، آيُون آرَ،
ڪوڙِيين ڪَرَ ڪَٽنديُون، سُٽِي سَنڌَ ڏرار،
مينهُون ساڻُ ميهارَ، پرچِي پارِ لَنگھِنديُون.

(14)
چاهَڪَ چَري، تارِ تَري، آيُون مَٿي ٻيٺ،
لَڙَ لَنگھنديُون ليٺ، لُطَفَ ساڻُ لَطِيفُ چئي.

(15)
چاهَڪَ چَري تارِ تَري، آيُون مَٿي ڪُنَ
ڪوڙيين ڪَرَ ڪَٽِنديُون، ساهَڙَ جي سَمُنَ،
مينهون ساڻُ اَمُنَ، پَرچِي پارِ لَنگھِنديُون.

(16)
چاهَڪَ چَري، تارِ تَري، آيُون مَٿي کُوھ،
سُٽِي سَنڌُ ساهَڙَ جو، راضِي ٿِيندن رُوحِ،
مينهون ساڻُ صَبوحِ، پَرچِي پارِ لَنگھِنديُون.

(17)
جا مُهاڙِ مِهارَ، سو مُنهن مينهن نہ ٿِيو،
ڪَپَرُ ڪارُونيار، ڪِئن لَنگھِينديِون کُنديُون؟

**وائي**

مَون کي ڪا مَ جَھلي، سَپَڪا ٻاڻُ پَلي،
آئُون وِڏڙي نِينهن اُڇَلي.
وِيندي آئُون پارِ پريان ڏي، مُون کي ڪا مَ جَھلي،
آئُون وِڏڙي نِينهن اُڇَلي.
تنَ وڌائِين تارِ ۾، آڌي راتِ اُڇَلي،
آئون وِڏڙي نِينهن اُڇَلي.
پِسِي دُونهِيُون دوسِتَ جِيُن، مُنهنجو جِيءُ جَلي.
آئُون وِڏڙي نِينهن اُڇَلي.

## داستان ڇهون

(1)
ساندَهِ سَپُ دَرِياهُ، پَري ڪَنڌي پارَ جي،
ڇَڪِي چوليءَ ۾ ڳَھڙي، جِتي جِيّ وِڙاهُ،
پَسيو ڌوهَ ڏَکي هِنيڻُون آرَ مَٿي اَرواحُ،

جي توھُ ٿئي توڏاھُ، تہ وِيَر وَهِيٽيون ناھِ ڪِي.

(2)

سائِدِھَ سَبَ دَرِياھُ، پَري ڪَنڌي پارَ جِي،
ڪَنبي هِينئُون ”ڪَمَاحَقّهُ“ آرَ مَتي اَرِواحُ،
دِلاسي دارين جي، سانچو سانچي ساھُ،
جي توھُ ٿِئي توڏانهُن، تہ وِيرَ وهِيٽُون ناھِ ڪِي.

(3)

سِڪَڻِ وارِنِ سُترو، جي دَهشَتَ سان دَرِياھُ،
اوڙَڪِ اُنين جو نہ رَهي، آرَ بِنا رِواحُ،
وِيندي ساهَڙَ سامُهِيُون، صَدقو ڪَندِيُون ساھَ
جَنِ ڪي حُبّ اُنهي جِي آھ، ساهَڙُ ساٿِي تَنِ جو.

(4)

ڳِهڙيا سي چَڙِهيا، اِيهين اَٿيئِي،
مَئي مَتي، مِهراڻَ ۾، پَئو ٽپو ڏيئي،
تہ ميهارُ مِليئي، سَنيوُڙو سِيٽاھَ سين.

(5)

اَڪِيُون مُنهن ميهارَ ڏي، رَڪِيُون جَنِ جوڙي،
ريءَ سَندَ سَيّدُ چَئي، تارِ ڳِهڙن توڙي،
تَنهِين ڪي بوڙي، سائِرُ سَگهي ڪِين ڪِي.

(6)

آڏي اُڏاٽان، سَرَتِيُون! سُڪَ مِهارَ جا،
لَنگهي سِيرَ سَوان ٿِيا، ساهَڙَ سيبرٽان،
پِنِيءَ تي پاٽان، پَسان مانَ پِرِيَنِ جا.

(7)

آڏيءَ اُڏاٽون، ينئڙو مُون هَٿَنِ مان،
وَهِ پِئِي واهُڙَ تَري، ساهَڙَ سِيباٽُون،
پيچ پِنيءَ پاٽون، پِيءَ جو پَسِي آٽِيو.

(8)

جيڏانهن چِتَ چاھُ گهٽُون، آرَپِ اوڏاهِين،
وَجي وَھُ واڪا ڪِيو، تِڪو تِيڏانِهين،
مِهارَ مِلائِين، لَهرِنِ مَنجهِ، لَطِيفُ چئي.

(9)

پَلِيان، پَلِيو نہ رَهي، نِرتُون نِينهُن نبِارُ،
ڳِهڙان، گهورِيو جِندَڙو، اُتَل مُون آپارَ،
جَنِين مَنِ مِهارَ، هَلڻُ تنِين حَق ٿِيو.

(10)

پَسُ، پَسٽان پَري ٿِيا، اوري سَندُنِ آرُ،
دَرِياھَ ري سَهاڙُ، ڏِسَڻ گهٽون ڏُهِلو.

(11)

ڪاڏي وَجان، ووءِ! جِئن وَهَڻُ وَچارَنِ مَٿِيو،
ڏوڏي پُچِي ڏيھ جا، جَرَ سِرِ اُپِي جوءِ
شِڪَستِي، سَيّدُ چئي، چِيهان ڪَرِيو چوءِ:
”ساهَڙَ! سانگُ سَندوءِ، اَچِي اوراهون ٿِئي“.

(12)

سَندو ڏَمَ ڏَهَڪارُ، هَڏِهين ڪونهي هِنَ ڪي،
هِيءَ پاٽيءَ سين پانِهنجو، پُسائِي نہ سِينگارَ،
ڪارَڻِ مُندَ مِهارَ، ڪاريءَ راتِ ڪُنَ تَري.

(13)

ڏَمّ ڏيهاٽِي ڏي، سَندا ميهَرَ مِيهَٽا
جَهِليَم تي جهوليءَ ۾، پَلَءِ پائِيو سي،
مَرُ جان چالِيھَ چئي، سَڳان سُپرِيَنِ جي.

(14)

جيهَرَ لوڪُ جَهپ ڪَري، ذرو جاڳَ نہ هوءِ،
اوهِيَرَ اَچِيو، اِدِيُون! پَهُ پِرِيان جو پوءِ،
جي ڪَچو چوُنمِ ڪوءِ، تہ مَرَڪَ پايان مِهٽون.

(15)

هُوءَ جا پَري باھِ، مَنهَن ميهارَنِ جي،
آڳِهِ تنهن اُهاءِ، وَجي ڪُنّ ڪَپِيندي.

(16)

تہ ڪَرَ ڪِيئَن سُئِي، سِيرَ نہ ڳِهڙي سُهٽِي،
هِتِ حَياتِيءَ ڏِينهڙا!، هَڏِهن تان نہ هُئِي،
چُڪي تنهن چَري ڪَئِي، جو ڏِنُس اُنِ ڏُهِي،
سُهٽِيءَ ڪي سَيّدُ چَئي، وڌو قُرب ڪُهي،
هُونهِين هُوند مئي، پَرَ بُڏيءَ جا بِيٽا ٿِيا.

(17)

ڪا جا ڪُنَ ڪَرِينِ، پِنيءَ، پُڻ جُهڻ پاڻ ۾،
اَڪِيُون تنهن آبَ ڪي، آڏيءَ اُڪيرِينِ،
توٽِي تِڪُون ڏِين، تَپِ اُجَ اُنهين ڪي نہ لَهي.

(18)
دائِم جا دَرياهَ ۾، سا مَڇي ڪِني ڪوهُ؟
آهِس اِيءَ اَندوهُ، پاڻي ڪِتي نہ پيان.

(19)
ڪيرَ ڪُنَ، آئُون ڪيرَ، ڪير ڏَمَرَ سَهي ڏَمَّ جا،
قَضا ريءَ ڪيرَ ڏري، مَٿي پاڻيءَ پيرَ،
پيئَرُ! پِنيءَ ويرَ، لِٽو تي تِي لوڙيان.

(20)
جي ٻُڏان تہ ٻَنَ، اولِجان اُنَ پارَ ڏي،
ڪَنڌيءَ اَچيو سُپرين، مانَ ”ٻَرَ! ٻَرَ!“ ڪَنَ،
مُيائِي سين تن، جيڪَرَ اُتي نِڪران.

(21)
لَهرِ مِڙوئِي، لال، وَهڻُ ڪُنڌوريان وِترو،
اوٻَهارا عَبِيرَ جا، جَرَ مان اَچَنِ جال،
ڪُنِن ڳِهڙي ڪالَهہ، سِڪَ پِريان جي سُهڻي،

(22)
جيڪِي ڏِٺُءِ تارِ ۾، ڪَنڌيءَ سو ڪَهيج،
جَرُ وڏو جهاجهہ گهڻِي، پاندُ مَ پُساٽيج.
ساهڙُ ساڱا هيج، تہ ثابِتُ لَنگهين سِيرَ مان.

(23)
ڳِوڙا ڳِئي پارَ، هِينئُون حَيرَتَ ۾ پيو،
وِهان تہ ويرَمَ ٿِئي نينهن ۾ پوءِ نِهارَ،
وَجان تہ واڪو ٿِئي، پاڙي پوءِ پَچارَ،
هُتِ تِي وَعدي وارَ، هِتِ سُونُون ڏِينَمِ سَرتيُون.

(24)
جاهڙ اَندَر جِيّ، ساهڙَ ڏِني ساهہَ کي،
ساهڙَ جُڙي نہ ساهہ جِي، ساهڙَ ساهڙَ ريّ،
ساهڙ ميڙ سِميعَ! تہ ساهڙَ جُڙي ساهہَ جِي.

(25)
ور اُونداهي راتڙي، چانڊوڻِي چاندان،
اوري مهاران مُنهن مَ پسان ڪو ٻيو.

(26)
جِان جان هُئي جِئري، وِرچي نہ وينِي،
وَچِي پُون پيني، مارِيندي کي سَجِڻين.

(27)
جان جان هُئِي جِئري، وينِي نہ ويسانِد،
لِڳي لَهرِيَن پاندِ، مُيائي مِهارَ ڏي.

**وائي**

اَڪيون پيرَ ڪَري، وَڃِجي، ووءَ! وَڃِجي.
سُپيريان جي ڳالهڙي، ڪنهن. سان ڪِينَ ڪِجي،
وَڃِجي، ووءَ! وَڃِجي.
لِڪائي لوڪَ کان، ڳُجهڙي ڳوٺِ نِجي،
وِڃِجي، ووءَ! وَڃِجي.
مَحبَتي مِهارَ جو، سُورُ نہ ڪِنهن سَلجي.
وِڃِجي، ووءَ! وَڃِجي.

## داستان ستون

(1)
تَڙ نہ ڳِهڙي ٿُورُ، توءِ مَنَ ڪاڍِو مِهارَ ڏي،
ڏاڍِو دورُ دَرياءَ جو، سِڪَڻُ وَڏو سُورُ،
مَنَ ۾ موجَ مِهارَ جِي، پَهَسَ پِريان جو پُورُ،
ٻيلي ٻنهين ڪنڌِيين، نِتُ نهاري نُورُ،
مَنجهان جَرَ ضُرُورُ، ڪَچِي کي ڪومَ ٿِئي.

(2)
ٻوڙِيين چاڙهيين ٿُون ڏِٺي! ٻِي جو دَعويٰ دَسي نہ دَمُ،
هِنَ مُنهنجي حالَ جو، ميهَرَ تي مَعلمَ،
رک پيلي جو پِرَمَ، جو اَچي پيو اَجهورَ ۾.

(3)
ڪانڌي ڪنگَ ٿِياس، وَهڻ جَنازو سُهڻِي،
ٻَگها جي ٻيٺَن جا، ڪُلها تَن ڏِناس،
اَکين مَلَڪَ ڏِناس، توءِ مَنَ ڪاڍِو ميهارَ ڏي.

(4)
اُيو تَڙِ ميهار، مَلاحَنِ سَڏَ ڪَري،
آئُون ٻِڻ وِجهان هَٿڙا، آئِين ٻُڻ وِجهو چار،
گهورِيُون ڪارُونيار، مانَ مِلَنِئون سُپرين

(5)
ميهارُ مَلاحَنِ کي اُيو آچي آچَ،

آئون پُٺ وِجهان هَٿَڙا، آئين پُٺ وِجهو رَڄُ،
سَنديءَ کُنَ کُٽڄ، مانَ هُونِ سلامَتَ سُپِرين.

(6)
ميهارُ مَلاحَنِ کي اَيو ڪري سَڏُ،
اَدا اِنهين پارَ جا، موڙي اچو مَڏُ،
وِيا جي وَهمَ گڏُ، هلو تہ ڏوريُون اُن کي.

(7)
ڪَنديءَ جهليو ڪانهن، عاشِقُ اَيو آهُو ڪري،
تو ڪِئن بوڙي سُهَڻي، ٻيلي! مُنهنجي ٻانهن،
دَرياهہ توتي دانهن، ڏِيندُس ڏِينهن قِيامَ جي.

(8)
جِتي پيرَ پِرَن، پَريُون پُونِ پَواريُون،
تانگهَ نہ لَڌي تارُئين، مَپُ نہ ماٿِيڙَن،
ڪنديءَ اَيا ڪيترا، سيٽا هيا سُڪَن،
تون ڪئن تن تڙَن، اچيو اَساري گهڙين.

(9)
پَريُون پَرِ دِرياهہَ، پَسُ، جي پارِ پَونديُون،
ٻَڌُ تَوڪُل تُرهو، آهَرَ ساڻُ اَللهَ،
جن جي ساهَڙَ ساڻُ صَلاح، سي ڪِينَ ٻُڏنديُون ڪَڏهين.

(10)
سانياران سَڏُ ڪِيو، اَيا چُونِمِ: ”آءُ“،
هڪُ تِکو تارو وَهي، ٻيو لُڙُ لَهريُون ۽ واءُ،
ساٿِي جَن اَللهَ، ٻُجهان، سي نہ ٻُڏنِديُون.

(11)
سانياران سَڏُ ڪِيو، اَيا چُونمِ: ”اَچُ“،
هڪُ تِکو .ٻِي تارِ وَهي، ٻيو هَٿِ ڪَميٽيءَ ڪَچُ،
ساٿِي جِنهين سَچُ، ٻُجهان، سي نہ ٻُڏنِديُون.

(12)
هاري! حَقُ رکيج، سانياران ساهَڙَ جو،
خُوابَ، خِيالَ خطِرا، تَنِ کي تَرڪُ ڏيج،
اندَرُ آئينُو ڪري، پَرَ ۾ سو پَسيج،
اِنهينءَ راهہ رَميج، تہ مُشاهِدو ماڻِيين.

(13)
هاري! رَکج حَقُ، سانياران ساهَڙَ جو،
خواب، خِيالَ، خَطِرا، تَنهين ڏيج تَرڪُ،
ڪَريين غَيرَ غَرَقُ، تہ مُشاهِدو ماڻِيين.

(14)
تَنُ جَنهين جو طالِبوَ، سانُيارا سيئِي،
مَنُ پِريان نيئي، پَکِهيو پاڻُ گُري.

(15)
لَيا ڏِنَمِ لارَ، سانياران ساهَڙَ جا،
هِينڻُون هِتِ نہ وَندري، ڏَرارِنڻُون ڏارَ،
مُنهِنجو مَنُ مِهارَ، پَکِهيو پاڻُ گُري.

(16)
گهڙي ۽ گهوري، مَٿان پَرِيَن جِندڙو.
مَحبّتَ جا مِهراڻ ۾، تَسُو تِي توري،
ڏَمَ وِڏو ڏوري، تَتَ کُنن ۾ ڪيرَ گهڙي.

(17)
بارَهن کُنَ، بَٽيهہَ تَڙَ، تَڙ تَڙَ مَٿي نانگَ،
عَشقُ جن اَتانگَ، ٻُجهان سي نہ ٻُڏنِديُون.

**وائي**
آيَلِ! اَمڙِ! تي جِيان، لا! جي سارِينمِ سُپِرين،
ساهَڙَ مَٿاءِ صَدَقو، ڏهين ڏَمِ ڏِيان،
لا! جي سارِينمِ سُپِرين.
مَٿان ماڻڪَ هيڪَڙي، اَمُلَ اَٿَ ڏِيان،
لا! جي سارِينمِ سُپِرين
اَچِين، عَبدُاللّطيفُ چَئي، تہ، جانِبِ نِٿُ جِيان.
لا! جي سارينمِ سُپِرين

## داستان اٺون

(1)
ٻُڏندي بوڙَنِ کي، ڪِي هاتِڪَ هَٿَ وِجهن،
پِسَو لَجَ، لَطِيفُ چَئِي، ڪيڏي کي ڪَکَنِ،
توٽِي ڪَنديءَ ڪنِ، نات ساٿُن وَجن سِيرَ ۾.

(2)
ڪَچِي ڪانِي ڪانهَن، ٻُڏا ڪَيِي ٻارِ مان،
يا لَنگهائي لَطِيفُ چَئي، يا ڏُرئان ڪَري دانهَن،
”کما حقہ[i]“ ڪَکَن جِي، آهي گَالهہ اَگَانهَن،

ڏِين ٻُڌَنِ ڪي ٻانهن، نات ساٿُن وڃي سِيرَ ۾.

(3)

جان ڪي ڪَنڌيءَ ڪانهن، تان تاڻي ٻَڌج تُرهو،
هَٿُ پِريان جي هَٿَ ۾، ٻي ڪي ڏِج مَ ٻانهن،
سَندي ڪَپَرَ ڊانهَن، ڪِ تو ڪَنين نَہ سُئِي.

(4)

هاواٽا هُلَنِ، ڪَپَرَ ڪارونيارَ جا،
لَهريُون لُڙَ لطِيفُ چئي، پيلي تي پُلَنِ،
جي ڪَچي ساڻُ ڪَهَنِ، آڦا تَنِ اوٻاهيين.

(5)

آهيين هُتِ اَمانَ، ٻَڌ تُرهو تار جو،
لهرِيُون لُڙَ، لَطِيفُ چئي، جَهليا جُنگ جُوان،
اونهي تَڙ آگهتيا، اَڏي پائي آڻَ،
جي پِيا مُنهن مِهراڻَ، تَن ٻانديُن ٻيٺُ نہ اُجهي.

(6)

ڪَچو ڪان ڪُنيارَ، اوڳِي! ڳِنهيو اِتين،
ڪِ تو ڪَنين نَہ سُئي، پيلي تي پُلڪارَ،
لوڙهيا لک لَطِيفُ چئي، ڪوڙيين ڪارُونيارَ،
اوڪارِيين آڏار، آران اُڪي وارِيين.

(7)

ڪَچي ساڻُ ڪَهي، پَڪو پُڇي نہ سُهڻِي،
لَنگهيو لُڙُ لَطِيفُ چئي، وَچارُن وهي،
سا ڪِئن نِينهُن نَهي، جنهن کي نِينهن نِتو ڪٽِي.

(8)

اونهي ۾ اوهَري، ڪَهي ڪَچي ساڻُ،
سُپَڪَ جو سَيّدُ چئي، پُڇي نہ پَرِياڻُ،
عشقَ وارِيُون عَبدالّلطِيفُ چئي، سَڌَ نہ ڪڻِن ساڻُ،
جِنهين پاسي پاڻُ، سي اوتِڙان ئي اُڪتِيُون.

(9)

اَنگَ پَسِي رنگُ، ڪِيو ڪو جو دَورُ دلي،
ٻرٻَر ٻيلي نَہ ٿِيو، ڪَچو منجهہ ڪلي،
تران تي تارِ گهٽُوُن، تُنهنجي بَحر ٻلي،
سو ميهارُ مَ مِلي، آهِيان جِهن جي آسَري.

(10)

پايُم نَہ پيلو، مُون ڪي ڏاءُ ڏُتارِيو،
آڪِي مَتي اُسَري، رُوحُس ڏِنو ريلو،
تيلاهِين ويلو، پِئم واهُڙَ وِچ ۾.

(11)

ڪَڍيا جي ڪُلالَ، سي پَسي خال خُوشِ ٿِئي،
پاڻيءَ چِٽَ پُسائِيا، ڏاءَ نَہ جَهلي ڏمالِ،
سُپَڪَ پانيا سُهڻِيءَ، جوبَنَ جي جمال،
اُڪِي جا اَحوال، مُعلُم ٿِيا مِهراڻَ ۾.

(12)

ڪَچو تان ڪوهَ، پَڪو نَظرُ پرِيَن جو،
ساهَڙَ مُنهنجو سُپِرين، ڏَمَ ڏِنيئي ڏوهَ،
جي چِٽو، جي چوهَ، تَہ پورِيندِيس پار مَٽي.

(13)

آڪو تَہ آڪو، ڪَچو آيُم ڪَمِ،
جِيءَ جَنين جا جَمِ، پَڪا سي پُڄندِيُون.

(14)

پَڪا رَچ ڪُنيار جا، پَڪِي نِهائِين،
مُون کي تِئائِين، پيلو پاڳي آئِيو.

(15)

ڪَچي ڪَٽُ نَہ جَهلِيو، پيلو پِيو پُري،
سارَ چَڏيائِين سِيرَ ۾، ٻانُهن ڪان ٻُري،
لَٿي لَهرِيُون ويئيُون، چوڏاري چُري،
هِينئڙي مَنجهہ هُري، ماهِيتِ مَلَڪَ المَوتِ جِي.

(16)

ڪَچي ڪَٽُ نَہ جَلِهيو، پيلو پيو پَچِي،
ماهِيتِ مَلَڪَ الموتِ جِي، مَنجِهہ وُجُودَ وچِي،
ساهَڙَ ڪي سَچِي، آڪي جي احوالَ جي.

(17)

ڪَچي ڪَٽُ نَہ جَهليو، پيلو سَهي نہ پَرُ،
هَٿين پيرين آگَريين، ٻانُهن چَڏِيو ٻَرُ،
ساهَڙَ! سِگهو وَرُ، پِيَس مَنهن مِهراڻَ جي.

(18)

پيلي پُلائِي، پِسِي چَٽُ چَري ٽِير،

”بَربر! ٻڌي سُهڻِي،“ وِيرِنِ ۾ وائِي،
ڪَچي ڪيرائِي، لَا لَهرنِ وچ ۾.

(19)

پڪو ڪِٽج پاڻَ سين، چَڱون چِٺائي،
ڪچپ ڏيج ڪُلالَ کي، مُنهن تي موٺا.ئي،
سو سُڻ هِينئين سين سُهَڻِي! جيڪِي فائِقَ فرمائي،
موجون مُنجهائي، مارِيَنِئي مِهراڻَ جِيوُن.

(20)

ڪو جو وِيو واءُ، جِئَن ٻَرُ ٻانُهن ڇڏيو،
اَڳِي اِنَ تَڙاءُ، اُونداهِيائي اُڪَران.

(21)

هَٽندي ٽَڪَمَ هَٽَ، هِينئَڙي حَجُون ڇڏِيُون،
لَڪُ لَهرِنِ گَڏيو، موجُون وَرِيُون مَٿَ،
نِيمِ ڪُنَ ڦُوَتِ، پرُ، پَليرا سُپرِين.

(22)

هِينئَڙي حُجُون ڇڏِيُون، ڦُوَتَ رَهِيَمِ ڪانَ،
مون تي موتِج، مون پَرِين ساهَڙَ جامَ سُڄاڻَ،
آهِيان گهٽُون اَڄاڻَ، پرُ پَليرا سُپرِين!

(23)

پُر پَليرا سُپرِين، پَلا ۾ بيراهَ،
توريءَ تاري ناهِ ڪا، والِي! توريءَ واهه،
ساهَڙَ جِي صَلاحَ، تَنَ کي کَڍِي تار مان.

(24)

تَنَ کي کَڍِي تار مان، صُلح ساهَڙَ جو،
اُت آڌو اَچِي ڪِينَ کِي، ٻيلِپو ٻي جو،
ميهَرُ! ڪِج مُنهنجو، ڪو اوڪَرُ اِنهين آر تان.

**وائي**

مُون پاريچيءَ سارَ، آئون جا وِيندَڙي وَٽِ وَچارَ.
ڏَمَ مَ جاڳِي، لو! مُون پاريچي سارَ
مُون کي تِتي ميڙيين، جِتِ ڪُنڍِنِ جِي قطارَ،
آئُون جا وِيندڙي وَٽ وچارَ
ٻَرَنِ ٻيلايَنِ جا، سانياران سَنيارَ،
آئون جا وِيندڙي وَٽِ وَچارَ
وچَ ۾ پوءِ وِصالَ کي، سباجها سَتّارَ!
آئُون جا وِيندڙي وَٽِ وَچارَ.

گهرِ گهرِ گِلا جا وَهي، پاڙي پَنڌ پچارَ،
آئُون جا ويندَڙي وَٽِ وَچارَ.
تاڪُنِ تَڪِي آهِيان، سِگهو رَسُ، سَنگهارَ،
آئون جا وِيندَڙي وَٽِ وَچارَ.

## داستان نائون

(1)

جَوِ ٿَرِ تِڪَ تَنوارَ، وَڻِ تِڻِ وائِي هيڪَڙي،
سِپيئِي شيءَ ٿِيا، سُوريءَ سَزاوارَ،
هَمَه مَنصوُرَ هِزار: ڪِهڙا چاڙِهيو چاڙِهيين؟

(2)

سَيَتِ پَچارَ پِرِينَ جي ، سَپتِ هوتَ حُضُورَ،
مُلِڪُ مَڙيوئِي مَنصُورُ، ڪُهي ڪُهندين ڪيترا؟

(3)

لَهرِنِ لَڪَ لِباسَ، پاٽي پَسَڻُ هيڪَڙو،
اونهي تِنهن عَمِيقَ جِي، واري ڇڏِ وِماسَ،
جِتِ ناهه نِهايَتَ نِينهَن جِي، ڪوءِ اُتِ پَنهِنجي ڪاسَ،
تَڙَنِ جِي تَلاشَ، لاهِ تَہ لالَنَ لَڳِ ٿِين.

(4)

جان کي گهران مَ وَ جُ ، ناتَ موُت مَ سُهڻي،
ٻِيون پيري پَجُ، هيڪَڙائي هَٿِ ڪَري.

(5)

مَرِج وَٿ ميهار، مَتان موٺين سُهڻي!
ساهَڙَ جا سينگار، متان ڏَمَ ڏيکارِيين.

(6)

چوُنِمِ جي هيڪار: ”مَ وَنءُ موٺي سُهڻي!“
دوُنهينءَ پاسي دوسَ جي، گهارِيان سَيَ جَمارَ،
ٻانڌِيٽان ٻيهارَ، هَوندَ نَہ لِڱين لائِيان.

(7)

وَجان ڪِينَ وَري، هُوند ري چَئِي رَهِي رَهان،
دوُنهِينءَ پاسي دوسَ جي، ماڳهن پُئان مَري،
صُورَتَ نَہ سُونهن ڪا، ڪِيسِ چِتَ چَري،
وِصلان فِراقَ جِي، سُڄي ڳالهه ڳري،
تيلاهِين تَري، مُنهُن ڪٽيو موٺيو وَجان.

(8)

آئُون ڪِ نہ جاڻان اِئين، تہ جَرَ ڳهڙئي جوکو ٿِئي،
قضا جا ڪَرِيمَ جِي، تِنهن ڪان ڪَنڌُ ڪَيِيو ڪيئن،
هِڪُ لِکِئي، ٻِي نِينهن ، آڻي اوِلِيَسِ اولَ ۾.

(9)

ڪانِيءَ نہ ڪانهَن، نَکو ڏوهہُ قَلَمَ جو،
اَنگُ اُتيئي لِکِيو، جِتِ نہ رَسي ٻانهَن،
ڪِنهن ڪي ڏِيان دانهَن، قضا قَلَمُ جو.

(10)

لِکِيو جو نِراڙَ ، سُو اَنگُ ڪِياڙيءَ نہ ٿِئي،
پاريو وينِي پارَ، جيڪِي لِکِيو لوح ۾.

(11)

جي قيام مِڙن، تہ ڪَر اوڏا سُپِرين،
تِهان پَري سُجن، واڏايُون وِصال جُون.

(12)

ڳهڙَن وارِيُون ڏِڙن تي، ڳهڙَن ڳهٽيئي،
سَيَڪا چَئِي: ”آن سُهَٽي، لَيءِ پَريان پيئِي“،
صُباح سَيِئي، پَسيِيُون پاتارَ ۾.

(13)

ڪَنڌي اُپِيُون ڪيتريُون، ”ساهَڙُ ساهڙ“ ڪَن،
ڪَنِين سانگو ساهَ جو، ڪِي ”ڳهوريس“ ڪِيو ڳهڙَن،
ساهَڙُ سَندو تَن، ڳهاڳهائي ڳهڙَن جي.

(14)

پَرينءَ پَرِ پريتِ مان، تو ساهَڙُ سَڌَ ڪَري،
جي نہ ڳهڙان موتِي وَجان، تہ ڪا ساهہَ سَري،
وَر جان پَتَ پَري، ڳهڙان ڳهوريو جِندڙو.

(15)

ڳهڙي ڳهڙو هَٿِ ڪَري، ٻهون نِهاري ٻَنگُ،
”سر دَر قَلَمِ يارِ فدا شُد چِہ بَجا شُد“، وَصَل اِهوئِي وَنگُ،
راتِ جَنِين جو رَنگُ، اَلا! سي اُڪارِيين.

(16)

جي تو بيت ڀانئيا، سي آيَتُون آهِين،
وَڃِيو لَنئُون، لائِين، پِريان سندي پار ڏي.

(17)

تَڙَنِ جا طَعنا، سَهنگا ڏِينَمِ سَرَتِيُون،
دَرِياهہَ دِيوانا! سُڌِ حَقِيقَتَ حالَ جِي.

(18)

تران لَئي طَعني، مڙي وَهہَ واڪا ڪِيو،
آڻي وَڌِيس آرَ ۾، درِياهہَ ديواني،
قَلَمَ جي ڪاني، آڻي اوليَس اولَ ۾.

(19)

تَران تان مَران، وران تان وَهہ وترو،
هِنئَڙي ۾ هوتَنِ جا، اَڃن ڳهوُرَ ڳهٽان،
پَسِيو پاڙي وارِيُون، ڏِسِيو ڏوهہَ ڏران،
وِڃان ڪِئن وَران، ڪنڌيءَ مُنهِنجو ڪارڻي.

(20)

نَکو سَنڌو سُورَ جو، نَکو سَنڌو سِڪَ،
عدَدَ ناهي عِشق، پُڄاڻي پاڻَ لَهي.

(21)

عَدَدُ ناهي عِشقَ جو، سُٽي ڦِيءُ ساڻي،
ڪانهي پُڄاڻي، مَنهدان مُنڌَ! ميهارَ جِي.

(22)

سِڪَ تُنهجي سُپِرين جِئن تَران تِئن تارِ،
تُونِهين رُوڙحَ ۾، تونهين آکِنئان ٻارِ،
پَرِين! تُنهجي پارِ، مُون واجهائِيندي وَرَهہَ ٿيا.

(23)

سِڪَ تُنهجي سُپِرين! کَپي ۽ کوري،
سَگهان نہ چوري، ڏاڍِو نِيرُ نِينهَن جو.

(24)

سِڪَ تُنهجي سُپِرين! اَندَرِ ٿِي اَجَهلَ،
ٻَرڪيو ٻاهَرِ نِڪري، کوري کانئِي کَلَ،
ري سيراهِيءَ سَلَ، مُون کي ڏِنا سَجَڻين.

(25)

سِڪَ تُنهجي، سُپِرين! اَندَرِ ٿِي اَجهاڳ،
منجهہ پَرِيائين ماڳ، پَلِٽِيو پارِيُون ڪَري.

(26)

ڪِي تران، ڪِي تار مُون، ڪِي سهڪان، ڪِي سَڪَھُ
آڏو ڏيج مَ لَڳُ، مُون هيڪلِيءَ وَلهَا.

(27)

سِڪَ سِڪَندينِ لاهِ، وِڇوڙِيا ميڙِ پِرين،
ايڏي سَڪهَ، سَچا ڏٽِي، تو هِي ڪي جُڳاءِ،
مَنُ جَنهِين جو طالِبُو، مِهرَ تَنِين ڪي پاءِ،
ميڙائي جو، ماءِ! ڪانگُ لَوَندو ڪَڏهِين.

(28)

ڏِني تِيمَ ڏِينهَن، ڪُهُ جاٽان ڪِهڙا پِرين،
نيڻَ پَرجِي نِينهن، پَلُتِيا پارِيُون ڪَري.

(29)

ڏِني ڏِينهن تِيامِ، ڪُهُ جاٽان ڪِهڙا پِرين،
وَلِنِ جِئن وَرِيامِ، گُوندَرَ غَمَ پِرِيَنِ جا.

(30)

ڏِني ڏينهن تِيامِ، ڪُهُ جاٽا ڪِهڙا پِرين،
سَهَسين سِج اُلَهِي، واجهائِيندي وِيامِ،
تَنهِين سالَ تِيامِ، جنَهِين ساعَتَ نہ سَهان

(31)

گهرُ، نہ وَرُ، نہ وَٿُ ڪا، آهِم مَنِ مِهارُ،
اِنَ اوسيڙِي اُٿِيان، سنجهي ڪَري سِينگارُ،
پِرِين تُنهنجو پارُ، پَسان مانَ پِرَ ڪِهِين.

**وائي**

نَهِين نَهِين ميڏي وَسِ،وو! بِنا دِلَبر هَئي دِلِ ماندي.
سِڪان تِي سنگهارَ ڪي، بابَ نہ مُنهنجي بسِ
مُون ڪي مَتِ ميهارَ جِي، ڪانِ اَچِي بِي ڪَسِ
دَرد دَسِي آهِيان، دَردُ مُهِين جو دَسِ.
سُکُ نہ پُڇِي سُهِٽِي، ڏُکُ ڏُکِيءَ ڪي ڏَسِ

# داستان ڏهون

(1)

ساهَڙَ ڏاران سُهَٽِي، اَڏوتِي آهي،
ڪُنڊِيُون جو ڪاهي، پاسي تِهِين پاڪَ ٿِئي.

(2)

ساهَڙَ ڏاران سُهٽِي، نِسوري ناپاڪَ،
نِجاسَتِ ناهِ ڪَرَي، اُنِهين جِي اوطاقَ،
هوءِ جي ڪِيرَ پِياڪَ، پاسي تَنِين پاڪَ ٿِئي.

(3)

ساهَڙَ ڏاران سُهِٽِي، هِيءَ جُنبِي جوءِ،
هِنَ پاٽِيءَ سين پانِهنجو، مورَ نہ مَٿو ڌوءِ،
جي پِرِينءَ پاسي هوءِ، تہ ڪَرَ توڏيءَ تَڙُ ڪِيو.

(4)

ساهَڙَ ڏاران سُهَٽِي، هِيءَ تان جهُڪِي زالَ،
توڏيءَ تَپُ شُروع ٿِيو، هَئي! هِيٽِيءَ جي حالَ،
جَڏي ري جَمالَ، اَگهِي تِي آهُون ڪري.

(5)

ساهَڙَ ڏاران سُهَٽِي، آهي ۾ آزارَ،
ڏَمَ پاسي ۾ ڏُکندو، صِحَتَ وَٿِ سَنگهارَ،
توڏيءَ سَندي تَنَ جِي، دَوا ۾ دِيدارَ،
جي پَسي مُنهن مِهار، تہ سِگهِيائِي سَگهِي ٿئي.

(6)

مَتان گهِڙِين، سُهَٽِي، اَڄُ دَرِياهَ ۾ دَمُ،
ڪاريءَ رات ڪُنَنِ ۾، کهڙو اَٿئي ڪَمُ،
مَتان جاڳِي ڏَمُ، پُڇِي پاڙي وارِيين.

(7)

پُڇِي پاڙي وارِيُون، ڪوهُ ڪَرِيندو ڏَمُ،
ڪاريءَ راتِ ڪُنَنِ ۾، آهي ڪاٽِيارِنِ ڪَمُ
هِيءُ هَڏو ۽ چَمُ، گهورِيو مُحِبَ مِهارَ تان.

(8)

سَدا پُڇ مَ، سُهَٽِي! اوُنداهِيءَ آڌَ راتِ،
پِرِيان ڏي پَرِياتِ، وانءَ ڏيناري ڏيهَ ڪي.

(9)

سائِرَ بوڙي سُهَٽِي، نہ ڪِنهن ڊوري ڊَنڍُ،
اَڪِنِ مَنجِهہ اُڪَنڍَ، مُيائِي مِهارَ ڏي.

(10)

ڏيهاٽي ڏَمَرُ ڪَري، مَتي محَبتَ مُون،
تِنهن ڪي اَچِي ٿُون، پِرِيَمِ! ڪوهُ نہ پَلِيين.

(11)

ساهَڙُ سُڪِيءِ ۾ ٿِيو، پاڻِيءِ مَنجهه پُنو،
سَندو ڪَچ ڪُنو، تار تَرندو ڪيترو؟

### وائي

(1)

ڪُهه جاڻان ڪيڏاهين؟ منهنجو تَنُ تَڻي تيڏاهين،
سائِين! نيڻَن نِينهَڙو لَڳائي وِئڙا.
جيڏانهن عالَم آسَرو، مُون پُٺ آهي اوڏاهِين.
ڏُونهين دوسِت مِهارَ جي، ڏِئي جِئَن ڏِنائِين.
ساري سُپيرِيَن کي، رَهَ پَرِ رَتُ رُنائِين.

### وائي

(2)

مُنهنجِيون سَيئِيُِ، آيَلِ! ماءِ! مَنَ مُرادوُن پُنيُون،
جهَڙي پريان ڳالَهڙي، تهَڙي ٻي نَہ ڪاءِ،
ڪِجي تان ڪوڏَ ٿِئي، سُجهي تان سِيباءِ،
ويهَہ داتا جي دَرَ تي، شُڪُرُ جنهن جُڳاءِ،
ڪانهي حَدَ حَمدَ جي، تہ ڪَريان لالَن لاءِ،
ڳِڻيو ڳِڻيان ڪيتَرِيون، وَڏِيُون وَڏاياءِ؟
سو مُون هَتان نَہ ٿِئي، جيڪي تو جُڳاءِ،
تو سَچِيُون، تو سَندِيُون، سِڪَن توهين ساءِ،
اَجَ تُنهنجي اُچِيُون، لوچِن توهين لاءِ،
دِلِ دانهُن ري نَہ رَهي، مُون کي ماٺِ جُڳاءِ.

## داستان يارهون

(1)

وَڻن وينا ڪانگ، وِچينءِ ٿِي ويلا ڪري،
ڳهڙي ڳهَڙو هَٿ ڪري، سُٺِي سانجهيءِ بانگ،
سِيئي ڍُوندي سانگ، جتي ساهَڙُ سُپرين.

(2)

ڳهڙي ڳهَڙو هَٿ ڪري، ٻهون نِهاري ٻنگَ،
"وَاَمّامَنَ خافَ مَقامَ رَبِّہٖ" اِيُ لَنگهيائين لنگهہَ،
سِڪَندِيَن کي سَيّد چَئي، ڪينَ جهليندو جهنگ،
راتِ جَنِين جو رَنگ، الا! سي اُڪارئين.

(3)

ڳهڙي ڳهَڙو هَٿِ ڪري، چيلهه ٻَڌي چوتو،
مُنهنجو مَنُ مِيهارُ کي، پارَ وَڃِي پهُتو،
ڳوتي ۾ ڳهوتو، مُون کي مُحِبَ مِهارَ جو.

(4)

ڳهڙي ڳهَڙو هَٿَ ڪري، سانگو ڇڏي ساههَ،
ويچاريءِ وَڏِيُون ڪِيُون، دانهُون مَنجهه دَرياهَ،
ٻَرُ بانهُن ڇَڏِيو، وييَس سَپيئي واههَ،
مَدَد ري ميهارَ جي، غَرَضَ سَڀ ڳُناهَ،
نُوري ڪَرِ نِگاههَ، تہ ساهَڙَ لِنگهيان سِيرَ کي.

(5)

ڳهڙي ڳهَڙو هَٿِ ڪري، ٻوڙِيائين ٻانهُون،
ويچاريءِ وَڏِيُون ڪِيُون، وِچ دَرِيا دانهُون،
موٺُ مُحِبَ! پانهُون، تاڪُن تَڪِي آهِيان.

(6)

ڳهڙي ڳهَڙو هَٿِ ڪري، اِلاهِي تُنهارَ!
جَنگهَہ جَرُڪِي واٽَ ۾، سِيِي کي سيسار،
ڇُوڙا ٻيڙا ڇڪُ ۾، لُڙَ ۾ لُڙِيَس وارَ،
لَکين ڇهُتيَس لوهَٽِيُون، ٿيلِيُون ٿَرِنڻُون ڏارَ،
مِڙِيا مَڇ هَزارَ، پاڳا ٿِيندي سُوهَٽِي!

(7)

منهن جنهين جي مُون، ڏِٺو، مُنهُن مِيهارُ جو،
آهِرِ ساهُ سَنڻُون، سو ڪِئَن ڳهَڙو ڳهوريان.

(8)

ڳهَڙو پَڪو تہ ڳهورِيو، مَرُ چورَ ٿِئي چوُڙو،
"طالِبُ المولىٰ مُذڪر"، اِيءُ ٻَڌَندَنِ ٻُوڙو،
ڪوڙهيو ڏُمُ ڪوڙو، مُون مِيهارَ مَنَ ۾.

(9)

ڳهَڙو پَڪو تہ ڳهورِيو، مَرُ ڀيڙ ٿِئي ٻانهين،
"طالِبُ المَوليٰ مُذَڪُر"، اِيءُ پِر اَساهِين،
پُران نَہ پانهِين، مُون مِيهارَ مَنَ ۾.

(10)

ڳهَڙو پَڪو تہ ڳهورِيو، پاڻان هو حِجابَ،
واجَٽُ وَڃي وَجُودُ ۾، رَهِيو رُوحَ رَبابَ،

ساھَڙُ ريءُ ثواب، آئُون گهَٽوئِي گهوريان.

(11)

گهَڙو پڳو تہ گهوريو، ٿون ڪِين تَرَ، هِينئان!
اَدَبَ اَگَڙِيُن کي، ڏيهاڙي ڏِيان،
ميهارَنِ مِيان، سَٺُون سُونهايُم پيچرو.

(12)

گهَڙو پڳو تہ گهوريو، آسَرَ مَ لاهِيج،
"لاتَقنَطُوا مِن رَحمَةَ اللهِ"، تُرَهِي اِنَ تَريج،
حَبِيباڻي هيج، پَسين مُنُهن ميهارَ جو.

(13)

گهَڙو پڳو، مُنڌَ مئِي، ويا وَسِيلا،
سارَ ڇَڏِيائين سِيرَ ۾، هَئِي! رَهِيا هِيلا،
سُهَڻِيءَ جا سِيلا، وَحدَتَ سَڀِ وِڃائِيا.

(14)

گهَڙو پڳو مُنڌَ مئِي، وَسِيلا وِئا،
تِنهان پوءِ سُئا، سُهَڻِيءَ سَڏَ ميهارَ جا.

(15)

جَڏهن وَسِيلنَ، لوڙهي ڇَڏي لُڙَ ۾،
پاراران پِرِيَنِ، تَڏهِن پُڇي سُهڻِي.

(16)

پاڻُ مَ ڪَڇِج پاڻَ سين، وَسِيلا وِڃاءِ،
عشقَ ساڻُ اُناءِ، پيرُ پِريان جي پارَ ڏي.

(17)

پاڻُ مَ ڪَڇِج پاڻَ سين، ريءَ وَسِيلي وانءُ،
مَٿاءِ سائِرَ، سوهَڻِي! پِرتِ وَنِجِي پانءُ،
نِينهن کِنهندي نانءُ، وَنءُ پِريان جي پارَ ڏي.

(18)

پاڻُ مَ ڪَڇِج پاڻَ سين، ريءَ وَسِيلي وَڏُ،
لالَنُ تِنِين لَڌُ، عشق جَن جي آڳَ ۾.

(19)

پاڻُ مَ ڪَڇِج پاڻ سين، ريءَ وَسِيلي وَڃُ،
پِيلو پيري پَڃُ، اُڪَنڊَ ڪَڻُ عَمِيقَ ۾.

(20)

پاڻُ مَ ڪَڇِج سين، وَسِيلا وِسارِ،
لُڙُ لَنگهائي سُهڻِي! پِرِيتِ وِڄهَندِيَئي پارِ،
سي تُرتُ لَنگهِينديُون تارِ، اُڪَنڊَ آڳهُ جَن سين.

(21)

ڪونهي آڳهُ اِهَڙو، جِهَڙي مَحَبَتَ مَن،
اُپيُونِ اورِيين پارَ ڏي، ڪُوڙيُون ڪَکَ پُڇَنِ،
نَدي تَنِ نيڙُ ٿِئي، جي ريءَ تُرَهي تَرَنِ،
سِڪَ رَساٽي، سُهَڻِي! اَصلُ عاشِقَنِ،
سي جهَلِيُون ڪِينَ ڪُنَن، پُڇَنِ جي ميهارُ کي.

(22)

پُڇَنِ جي ميهار کي، پُڇي سي ميهارُ،
تُرَهو تنهين بارُ، عِشقُ جَنِين کي آڪرو.

(23)

عِشقَ جَنهين کي آڪرو، تُرَهو مَٿي تَنِ،
جي ساهَڙَ کي سِڪَنِ، تَنِين جَرُ جَنڊُ ٿِئي.

(24)

تُرهو آڇِ مَ تن کي، جن عِشقَ سين آگاهَ،
پُڇي مَسَ ملاحَ، ساهَڙَ مَٿِي سُوهَڻِي.

(25)

ساهَڙُ سا سُوهَڻِي، سائِرُ پُڻِ سوئِي،
آهي نِجوئِي، کُجُهہ کُجهاندَرَ ڳالهڙِي.

**وائي**

کِهڙِي مَنجهہِ حِساب، هُئَڻُ مُنهنجو هوتَ ري، لا!
گولِي! پَڃ گُناهَ ڪان، ڪونهي سُولُ ثواب،
هُئَڻُ مُنهنجو هوتَ ري، لا!
نَڪِين تَفاوَتَ ۾، نڪين مَنجهہِ رَباب،
هُئَڻُ مُنهنجو هوتَ ري، لا!
خوديائِي خُوبُ ٿِيين، لايين جي لُعاب،
هُئَڻُ مُنهنجو هوتَ ري، لا!
پَلِيتَ ئِي پاڪُ ٿِئي، جُنبِيو مَنجهہِ جناب،
هُئَڻُ مُنهنجو هوتَ ري، لا!
سو نہ ڪَهين شيءِ ۾، جيڪِين مَنجهہِ تُرابُ،
هُئَڻُ مُنهنجو هوتَ ري، لا!
هوءِ جي جَرَڪن جَرَ تي، سي تان سَڀِ حُباب،

هُئڻُ مُنهِنجو هوتَ ري، لا!
هاديءَ سين هُنَ پارَ ڏي، رِڙهين ساڻُ رِڪاب،
هُئڻُ مُنهِنجو هوتَ ري، لا!
چَنبو وِجهِي چورَ کي، آءٌ چَڙَ، عُقاب!
هُئڻُ مُنهِنجو هوتَ ري، لا!
دِيدُ وِجاءِ مَ دوستَ جو، هَلِي مَنجهہِ حِجاب،
هُئڻُ مُنهِنجو هوتَ ري، لا!
ڪَثرَتَ آهي قُربُ ۾، اِدغامَ ۾ اعراب،
هُئڻُ مُنهِنجو هوتَ ري، لا!
فَنا وِجهِي فُمَ ۾، ڪارَڻِ ٽِيءُ ڪباب،
هُئڻُ مُنهِنجو هوتَ ري، لا!
ڏي طَهُورا تَنِ کي، جي سِڪَنِ لاءِ شَراب،
هُئڻُ مُنهِنجو هوتَ ري، لا!
مُنِيءَ ڪِيا مَرضَ ۾، جاوا سَڀِ جُواب،
هُئڻُ مُنهِنجو هوتَ ري، لا!

# معنيٰ جي پٽي

**الف**

**اُٽڻ:** زالن جي چرخي ڪتڻ جي جاءِ.
اڱڻ- صحن.
**آٽ:** سوز، ساڙو، گداز.
**آتن:** سڙن.
**آٽي:** (اُٽڻ= رجائڻ) رجائي، ڳاري، ملائي.
**آٽيا:** ڳاهٽ ٿيا، گڏ ٿيا.
**آپاتو:** اوڦتو، ڌاريون، غير.
**آجو:** آزاد. ڇٽل.
**آجڙين:** (واحد: اَجڙو) اَجڙين کي، ٻڪرارن کي، ڌنارن کي.
**اَجڪو:** ثمر، قوت. آڌار. پرجھلو.
**آچام:** تير جو نيشان، هدف.
**اَچارا:** لهرن جون لپيٽون، گجي.
**آچارو:** چم جي ڳوٿري.
**آديس:** جوڳين جو سلام، بندگي.
**آديسي:** تارڪ فقير.
**آڏترچا:** ڏنگا ڦڏا، ابتا سبتا.
**آڏت:** سچ.
اَڏ **وڏائي:** خاص وڏائي، شان.
**آر:** سير. تک. وهڪرو.
**آراڙ:** وطن، گهاٽو جهنگ.
**آراڙي:** ڏٿ جو کاڌو، سادو، غريباڻو طعام.
**آراڻ:** اٿبٽت.
**آر ڪٿين:** آر ڪٿن ۾. مهاندن ۾.
**اَروڙجي:** سخت ڪاوڙجي.
**آراڻ:** جنگ جو ميدان، جنگ.
**آريچ:** خشڪ زمين، غيرآباد زمين.
**اُڙيڪا:** ور وڪڙ.
**آزوري:** آزاريل.
**آسارو:** آسرو- آڌار.
**آساروس:** سندس آسرو.
**آسانگو:** آس، آسرو، اميد.
**آسر:** آسرو، اميد.
آسڻ: وهڪ جي جاءِ. ٽڪاڻو.
آڪاھ: آڪھ- ڪڙم- قبيلو.
آڪرو: اتامرو. گهڻو. مهانگو.
آڪو: ڪچو گهڙو.
آڪڙي: ٿاٻڙجي.
آڪُون: هڪ ميوو- اڪڙوٽ.

آڪڙيان: ٿاٻڙيل، ٻاھڙيل.
آڳن: مالڪن، اڳوانن.
آڳ: منجھ- راز. وارو. وجھ.
آڳانجھو: اڳرو. زياده- جهجهو.
آڳانديو: دلاسو. پناھ- بچاءُ.
آڳاندييائون: جوڙيائون. اڏيائون.
آڳھ: پرجھلو- آڌار. پروسو.
آڳاھون: اڳيرو، اڳتي.
آڳڙين: آڳ وارن- لوهارن.
آگهٽجن: گڏ ٿين. بند ٿين.
آلائش: گندگي. ناپاڪي.
آلودو: ميل سان ڀريل. ناپاڪ.
اَما: (واحد: اَمو) انب.
آهيريانئي: آرسيءَ ڪان ئي.
آن: آءٌ. اوهان.
آنر: نياڳا اٺ. کيرولي گاھ جو قسم. هڪ قسم جو وڻ-آمله.
آنهن: کوھ جو حوض- آواڙو.
آوار: ڇٽيل. پکڙيل. آسپاس.
آواڙ: اجائي، عبث.
آوَن: اچن.
آونگ: رڌ پچاءُ جا ٿانءِ.
آهَر، آهار: آڌار- آسرو.
آهُرَ: وٿاڻ. کونار جنهن ۾ مال چارو کائي. مال جو کاڌو.
آهيرا: آکيرا.
آهڙا: ڏکيا- اهنجا- مشڪل.
آهيڙي: شاڪري، صياد.
آيل: امان- ماءُ. سکر زال.
آبُ: ابو- پيءُ.
آبر: ڪڪر، بادل.
اِبر: سُئِي.
آبڙو: ابڙو سردار جنهن سومرن جون سامون جهليون هيون.
اُبَهان: (ابهڻ=بيهڻ) اپو ٿي بيهان. بچان. امن ۾ رهان.
اُبَهو: بچو، امن ۾ رهو.
اُباٽجڻ: ڪومائجڻ. دونهاٽجڻ.
اُباهرا: اُبهرا-تڪڙڪندڙ. جلباز.
اُبُڏي: بي سمجهائي- ايائپ.
اُبڪار: پڪار. نعرو.

اُپا: بيٺا. بيٺل.
اُپڪڙا: پبن تي بيٺل. اپي پير بيٺل.
اُپو: بيٺو، بيٺل.
اپي ويا: اُٿِي ويا.
اُپيک: بيهڪ.
اُپينديون: بيهنديون
انت: نهايت. حد.
اُتاريو: لاهيو. دفع ڪريو.
اَتانگ: اڻ تانگو. اونهو.
اُتائون: چيائون.
اُتائين: چيائين.
اُتومانءِ: چيو مانءِ، توکي چيم.
اَتور: بيمثل. لاثاني.
اَتوريا: اڻ توريل. اَميا. گهٽا.
اُنو: وسيو. وسيل مينهن.
اِثبات: ڌڻيءَ جي هستيءَ جو اقرار.
اَپاريا: پار وارا- پرانهان.
اُپٽي: (اُپٽڻ: کولڻ) کولي. کُلِي.
اَپر: گهڻو. بيحد. بيشمار.
اُپڙ: تڪڙوهل، وک وڌاءِ.
اَپَليو: اڻ پليو- اڻ جهل.
اُجارا: اُجاريندڙ، صاف ڪندڙ.
اَجلان: اجل کان، موت کان.
اِجلس: ويهہ، ويهڻ.
اَجوکي: بنا جوکي- سلامتيءَ واري.
اُجهي: پجي- پورو ٿئي. اُکلي.
اَجاٽندي: اَبوجهہ. بي سمجهہ.
اُجي: ٿپ ڏئي، ڊوڙي.
اُجهہ: (مصدر: اُجهڻ) رُل. پٽڪ.
اَجهور: اجهاڳ پاٽي. کُن. مال جي بيهڻ جي جاءِ- اَجهو.
اَجهائون: اَجها. آسرا. پروسا. پناھ جون جايون.
اُجهڻ: رُلڻ- پٽڪڻ.
اَچُهون: اسان کي اچي.
اَچاھ: اچا- سفيد.
اچل: اٿل-پلٿ (پاڻي جي). اڻ ميو-بي انداز. تڪڙو-تيز.
اَدورائون: دانهون- پڪارون.
اِدغام: ٻن حرفن يا آوازن جو پاڻ ۾ ملي هڪ ٿيڻ.

اُدوھا: اُدما. جوش. اُمنگ.
اُڏاٽا: اُبريا. پيدا ٿيا.
آڏر: بنائيڪ ري اُجهي. ضعيف.
اَڏ لڳيون: اڌ پوريل (اکيون).
اَڏوتي: اڻ ڏوتل. ميري ناپاڪ.
اَڏي: گوشت وڍڻ جي ڏِکي.
اَڏيار: پاسو ڪنڌڙ. پار ويندڙ.
ارا: ڪِلا.
اِرادت: اِرادو. ازل جو ليکو.
اَرتو: رت گاڏئون. ڳاڙهو.
اَرتي گاڏئون: رت ڳڏيل.
اَرٽ: ائٽ- چرخو.
اِرث: ميراث. ورثو.
اَردابيگيون: لاغرض بانهيون.
اَرداس: بندگي. عرض. سوال.
اَرڏا: زوراور.
اَرزان: سستو- سهانگو.
آرڪ: اڻ رتل. ناپرهيزگار. بيوفا.
آرڳ: الڳ. پَري- ڌار. بيزار.
آرغج: بافتو.
اِرم: بهشتي پوشاڪ. اِرم جو لباس.
اَروٽ: ڪچو. خام. غير واقف.
اَروٽ: بي آبي- خشڪ. سوڪ.
آريج: ريج بنان زمين. خشڪ.
اَڙانگ: اڙانگو- ڏکيو- مشڪل.
اَزل: اصل ڪائنات کان اڳ.
اَسارا: غافل. ويسلا.
اَسلروس: سندس آسرو. ڪيس آسرو.
اَسار: بنا سار جي. غافل.
اَسڪ: سڪ بنا ڏکي بي آرامي.
اسم اعظم: خدا جو وڏو نالو.
اَسُور: اسر. پرهہ ڦٽي کان اڳ.
آسور: سور کان سواءِ.
اِشارتون: ڳجها اِشارا.
اَشهد: شهادت جو ڪلمو. 'اشهد ان لا الہٰ اِلاالله و اشهد ان محمد عبده و رسوله'.
اَصيل: شريف. ٻڌائتو.
اظلام: ظالم، ڪنور. ظلم.
اِعراب: جملي ۾ بيهڪ مطابق اسم جي آخري حرف جي زير زبر.
اعرابين: (واحد: اعرابي) برپٽ ۾ رهندڙن- بدوين. مارو ماڻهن.
افسوساءُ: افسوس سان.
اَڪاج: نڪار. نالائق. نڪمي.

اُڪيل: اُڪلاءُ. جلدي.
اُڪِيريو: سڪيو، واجهايو.
اَڳا: چانور وغيره ان جا داڻا جي پوچارا درياءَ ۾ پيٽا طور وجهن.
اُڪتا: جهاڳي پار پيا. اڪريا.
اُڪتي: پار پئي.
اگر: عود جو وڻ. خوشبوءِ.
اگوندرو: گوندر يا غم لاهيندڙ- غمٽار. بنا غم جي. گهٽو پاٽي.
اَڳ: اڳوان. مهندار.
آڳاهون: پري. اڳيرو.
آڳرو: مٿاهون، سرس- گهٽو.
اُگهٽ: اوگهڙ. پڌرائي. پڌر.
اُگهٽيا: ڳڏجي سوڙهو ٿيا.
اگهنين: تون قبول پئين- اگهامين.
اَڱڙا: انگ- عضوا.
آڱڙين: عضون سان- انگين.
آل: عيب.
اِلاالله: سواءِ الله جي، فقط الله.
اَلانسان سِرّي و اَناسِرُهٗ: 'انسان منهنجو ڳُجهہ آهي، ۽ آءٌ سندس ڳُجهہ آهيان'.
اَلله بِڪُل شيءِ محيط: خدا سڀ تي حاوي آهي. هر شيءِ ڏٺي جي گهيري ۾ آهي.
اَلله وليُّ الذين آمنوا يخرجهم من الظلمٰت الي النور: الله ايمان وارن جو دوست آهي ۽ ڪين اونده مان ڪڍي روشني ۾ آڻي ٿو.
اَلاهر: الله جي مدد سان.
اِلاهي ٺَهار: الله تنهنجي آڌار تي.
اَلتيم: سَلِيمُ- سٺايم.
اُلتي: سچ لَٿي.
اَلديانم جيفة و طُلا بِها ڪِلابُ: 'دنيا ڍونڍ آهي ۽ سندس طالبو ڪتا آهن'.
اَلذين آمنوا وڪانوا يتقون: 'اُهي جن ايمان آندو ۽ جي پرهيزگار يامتقي آهن'.
اَلڙ: اڻ آزمودگار، اڻجاڻ يورڙو.
اَلستُ بِربِّڪُم: 'ڇا مان اوهان جو رب نہ آهيان.'
اَلسفر قطعة مِن النار: 'مُسافري باه يادوزخ جو ٽڪرو آهي'
اَلعشق حجاب بين العاشق والمعشوق: عشق، عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ هڪ پردو آهي.

اَلعشق نارالله الموقدة: عشق الاهي باريل (ساڙيندڙ) باهہ آهي.
اَلف: الله جي نالي جو پهريون حرف، يعني الله.
الفراق اشد من الموت: فراق موت کان وڌيڪ سخت آهي.
الڪ: مخفي، بيچون. ڏٺي تعالیٰ.
اَلماس: هيرو. وڍڻ جو اوزار.
الوڙو: ننڍ اڪڙائيءَ کان جهوٽو.
الوڙڻ: اڪيڙڻ. ڏِڪي لاهڻ.
الوهيت: خدائي. وحدت.
اُلهي: غروب ٿئي- سج لهي.
اُلير: سَٽ. ٽپ. چال. اُچل.
اليومَ سِيروا: اڄ سير ڪريو ونو.
اُمارو: چِڪ- ڪاڍو. سنبت.
اماڻ: امانت.
اَميا: (واحد: اميو) اڻ ميا. اپار.
اُميري: ڪپڙي اڻڻ وقت تاڃي جي چنل تند کي ڳنڍ ڳانڍاپو.
اميس: بندگي. سيوا.
اَناسي: اٽاسي.
اَناعبد: آءٌ بانهون آهيان.
اَنان: احمق. نادان. مست
اِن الله و تريُحِبُ الوِتر: 'تحقيق الله هَڪ آهي ۽ هيڪڙائي کيس پسند آهي'.
اِن الله يغفرالذنوب جميعاً: بيشڪ الله تعاليٰ سڀ گناهہ معاف ڪري ٿو.
اِنَّ لَوليٰي تحت قبائي: منهنجا دوست منهنجي چولي هيٺ آهن.
اَناءِ: پڌ- سڻ. مڃ. قبول ڪر.
اَنبر: اُڀ. آسمان.
اَنبرين: آسمان تائين.
انت: حد- پڇاڙي.
اِنتها: پڇاڙي. آخر.
اندام: عضوا.
اَندوهہ: غم. ڏک.
اندوهيان: غم اٿن، ڏک اٿن
اَنتي: ڪنڌي. ڪنارو.
انگ: نصيب لکيو. جسم. عضوو. نشان. انگهہ- چهنب.
انگڙا: عضوا.
انگڙيارو: ڏنگو- ونگڙو.
انگهيم: چيريم- وڍيم.
اَنگهہ: ڪانيءَ جي تکي چهنب.

اَنواع: (واحد نوع) قسم- نمونا.
انيرا: راجا انيراءِ (جنهن راءِ ڏياچ جو سر ورتايو هو). راءُ- راجا.
اَٽاسو: بي لجو- بي ننگو.
اَڻ ڪِي: نہ ڪيل. اڻ ڪيل.
اَٽي: نوڪ- چهنب.
اوات: غلط رستو- ڪُوات. گمراهي.
اوائي: موڳي. نادان.
اواين: موڳين. مورڪن.
اوباهڻ: بچائڻ. سلامت رکڻ.
اوبڻ: سٽ ويڙهڻ.
اوپارا: پاڻيءَ جا ابتا وهڪرا.
اوپالا: ڏوراپا، مهڻا.
اوپلڻان: مهڻن کان. ڏوراپن کان.
اوپڙ: زمين مان ڦٽندڙ شيون.
اوتڙ: اوجهر. اوڙاهہ. گمراهي.
اوتون ڏيڻ: پلئجي زور سان لڳڻ.
اوتياڻون: نابائون- پلٽيائون.
اوجاهہ: اجهڻ. اُڪلڻ. وٽڻ.
اوجهڙ: ڏنگي واٽ. گمراهہ.
اوچون: پرزا پرزا. عاجز. حيران.
اوچي: ڏاري. خراب. خسيس.
اوڏايان: اوڏو. تمام ويجهو.
اوڊو: اُڊو- اڊڪو. فڪر.
اوڍِر: ڍڪ. پردو.
اوڍڪو: ڍڪ- پناهہ.
اُور: هلان- ڪاهہ. رُوڙ.
اوراتو: ماتم روڄ. غم. مصيبت.
اوراٽيون: ڍڪيون. پريون.
اوراران: اورينءَ پران (درياهہ جي).
اوراڙ: درياهہ جو اوريون پاسو.
اورڳ: ڳول- جاچ پچا. ڳالهہ ٻولهہ.
اورين: حال ٻڌائين- ڳرهين.
اوڙڪ: پڇاڙي. نيٺ. گهٽو.
اوڙکيو: پروڙيو. معلوم ڪيو.
اوسا: سڪل، سُڪا.
اوسار: نہ وسرندڙ. جٽاءُ ڪندڙ.
اوسارين: ماتم ڪن. روڄ ڪن.
اوسر: اڻ هوند.
اُسڙان: اُس ۾ سڙان. انتظار ڪريان.
اُوسهہ: فال.
اوسيڙو: فڪر. ڳڻتي.
اوصاف: وصفون. ڳڻ. چڱائي.
اوڪ: پاڻيءَ جي پالوٽ.

اوڪاٽين: موڳائي ڪن، موڳيون ٿين.
اوڪر: اڪلاءُ. نيڪال. لانگهو.
اوڳي: موڳي. غافل.
اوقابيل: عُقابيل- هڪ طرفان عقاب جي ڪنين سان جُڙيل تير.
اوڳا: موڳا. منجهيل. اندان.
اوڳڻ: اوگڻ. گناهہ.
اوگٿي: ڏوهارڻ.
اول: بند. روڪ. اها ڪند جنهن ۾ درياهہ ڪڪ ۽ ڪانيون لوڙهي آڻي ڇڏي.
اولا: ڇانئون. ڍڪ. پناهہ.
اولو: ٻيڙي کي هلائڻ جو ڳن.
اولاڪو: اُلڪو. ڏک. صدمو.
اولجان: ڏڪجان، نيلهجان.
اولون ڪرڻ: يادگيريون ڪرڻ ڍڪ ڍڪڻ.
الون ٿيڻ: ڏکجڻ. بيزار ٿيڻ.
اولاٽو: لولي.
اولاٽي: خالي. سنجن بنان. (وهٽ)
اولاٽيو: خالي پلاڻ بنان (وهٽ)
اَولي: مشڪل، ڏکيءَ.
اولي: ٻيڙي جو ڳن.
اوليون: پٽڪيل گمراهہ (عورتون).
اوليين: لوڙهيئين. نيلهيين.
اوليو: لڙهيو. پٽڪيل. نيلهيل.
اوناءِ: عرض قبول ڪر.
اوندا: ابتا. بي عقل.
اوٺا: اڻ پريل. خالي.
اَوٿت: اٿبٽت. ناسازي.
اوهري: (اوهرڻ= ٻيڙين جو روانو ٿيڻ) اسري نڪري.
اوهير: انهيءَ وقت.
اوهيرا، اوهيڙا: وسڪارا.
اوٺيون، اوِيُون: پاڻيءَ جون ننڍيون ساندارپون- ڪُليون.
اويسي: اهو صوفي جو اويس قرني (جنهن نبي ﷺ جي ڏسڻ يا ملڻ کان سواءِ غائبانہ ساڻس محبت ڪئي ۽ ڪيس مجيو) وانگر ظاهري مرشد جي بدران نبي ﷺ يا ٻئي ڪنهن اهل مماتي واري ولي الله سان پنهنجي ارادت ۽ صحبت رکي ۽ فيض وٺي.
اَهاءُ: شعاع. چمڪاٽ. سوجهرو.
اِهائين: اِتائين.

اُهڃ: اهڃاڻ. نشان.
اهڃاڻان: سندن اهڃاڻ.
اهڃاڻيون: نشانيون.
اُهرائينس: (اهرائڻ- ٻيڙي هاڪارڻ). هاڪارينس. نيلهينس.
اُهس: روشني. تجلو. سڪ.
اُهنج: گهٽ. نِوالو. ڪسو.
آهنجي: اوهان جي.
اَهل: لاڙو. روش. نمونو.
اِئائين: اِتائين، انهيءَ هنڌان.
ايريير: اڇڻ وڃڻ. لاڙو. نمونو.
اَيَنگ: مستان. بيپرواهہ.
ايلاچنئون: ايلاچن کان. (ايلاچو: هڪ قسم جو ريشمي ڪپڙو).
ايهُہ: اِهو.
ايهيءَ: اِهڙي.
آئِين: اوهين- توهين.

ب

بالله: قسم خدا جو.
باب: در. حق ۾. بابت.
بابُو: فقير. سامي.
بابل: بابو- پيءُ.
باري: ڏٽي. خدا. سخت- ڳرا.
باز آٿڻ: روڪڻ.
بازندن: راند ڪندڙن.
باڪ: خبر. پره ڦٽي.
باڱون. روشنيءَ جون شاخون.
بانَ: ورن- رنگ. تير.
بانا: رنگ. بيان.
بانُ بري: مٽيءَ رنگ. پيوت.
باهوتي: ننڍي باهہ. دونهين.
بُتن: انساني پتلن، عالم ماڻهن.
بُٽ: پَٽ- ميدان. گهٽو.
بُٽ: بني. ڍڳ. سڄ.
بُني: قبر.
بُڃائيون: بڃڙايون.
بُڃن: بڇڙن. بدڪارن.
بحري باز: وڏو باز. شاهين.
بخرو: حصو. نصيب.
بِدا: وداع ٿيڻ. معاف ٿيڻ.
بَدوُ: جهنگلي. گندو.
بداماٽي: بدام جو رهاڪو.
براد: برات. سَند. خوشي. ڄڃ.
برجن سين: چوٽين سان.

برجنگ: مرڏنگ ساز.
برخيز بده سقي: ’اُٿ ڏي اي ساقي‘.
بردار: ميويدار وڻ.
برسي: وسي.
بصير: بصيرت وارا. ڄاڻو. ڏسڻھار.
بصيرت: بينائي. دل جي اک.
بُرفت: ڪوھستاني قوم. جبل جا ماڻھو.
بَري: مٺيءَ ھاڻو. برپٽ جو رھاڪو. تارڪ فقير.
بريان: عشق ۾ پڪل. سڙيل.
بُڪاءِ: روڄ، راڙو.
بَڪَت اِلعَينان فِي ھواڪ دماً: ’تنھنجي عشق اکين رت رنو.‘
بِگر: بغير. سواءِ.
بُگري: بغلي. گودڙي.
بِلا شَيخ مَن يَمشِي فِي الطَرِيق: جو مرشد ڪان سواءِ طريقت ۾ ھلي ٿو (سو انھيءَ شخص وانگر آھي، جو سمنڊ ۾ ٻيڙيءَ ڪان سواءِ ھلي ٿو).
بِلو: آسرو. اجھو.
بلي: حوالي. آسري.
بلي لائي: منزل تي رسائي.
بُن: بڻ. بنياد.
بندر جن: بندر وارن.
بوتن: اٺن.
بُود: ھستي. وجود. بقا.
بور: گھوڙي جو قسم.
بورائو: سونھون.
بُويُون: ھبڪارون.
بھن: پؤنڪن (ڪتا).
بَھِر: قطار. قافِلو.
بيائيد: اوھان اچو.
بيباڪ: بيفڪر. بي ڊپو.
بيٺ: ڪمر. سندرو.
بيخود: بي سرت، خودي ڪان سواءِ.
بيدي: بيابان. سڃ.
بِيرُ: ڪوھ. چشمو.
بيران: ويران. حيران.
بيراني: ويراني.
بيراھ: غلط رستو. گمراھ.
بيزقون: جھنديون.
بِنا: ڏسندڙ. روشن.
بي يُبصِرُو بي يَسمعُ: مون ذريعي ڏسي ٿو ۽ مون ذريعي ٻڌي ٿو.

بي يَمشِي وَ بي يَنطِقُ: مون ذريعي ھلي ٿو ۽ مون ذريعي ڳالھائي ٿو.

ٻ

ٻاٻاٽا: اباٽا. مائٽ. عزيز.
ٻاٻاٽن: اباٽن.
ٻاٻرين. ٻٻر جا.
ٻاتاڙي: موڙھل. منجھيل.
ٻاجھائج: ليلائج- ٻاڏائج.
ٻار: ٻاھر. پاڻي جو ڪن.
ٻارث: ڳائڻو. مگڻھار.
ٻاروتن ۾: ٻاراٽن ڪپڙن ۾. ٻاراٽي وھي ۾.
ٻاري: دري. جاءِ. ٿولي.
ٻاڙو: ڪارو (پاڻي).
ٻانُ: ٻانھون. غلام.
ٻانڌيين: ٻانڌين تي. مڇيءَ ڦاسائڻ لاءِ لڳل رڇن تي.
ٻاندو: لُندو ڪتو. بدمعاش.
ٻاندي: درياھ ۾ لڙھندڙ ڪاني.
ٻانھوٺا: ٻانھن جا ڳھ.
ٻانھوٺي: ٻانھڙي، گولڙي.
ٻانگھر: باکر.
ٻاڻ: تير- ڪان.
ٻائڙ: نار جو سامان.
ٻاين: راڻين. بيگمن.
ٻپارا: ٻنھي طرفن ڪان. آرپار.
ٻِپُڙي: ٻن پڙن واري. سِپ.
ٻُڇي: ٺُڪي- ھلاڪ ٿي.
ٻُجھارت: ڳجھارت- پرولي.
ٻِڇِلَ: چوھ سان لڙھندڙ.
ٻُڌ: سمجھ- عقل. ھوش. ڄاڻ.
ٻُڌا: ٻِٽا. ٻہ ٻہ.
ٻڌيس ٻول: واعدي جھليس.
ٻِڏاھين: ٻہ دفعا- ٻہ ڀيرا.
ٻَر: مصيبت. ارمان.
ٻُر: چندو. ڦڙو.
ٻَرُ: ٻل- زور.
ٻُر: وارن جون چڳون. چوٽي.
ٻُرائي: وڄائي.
ٻَرٻَر: ھاءِ ھاءِ.
ٻڙد: ڏاند.
ٻر ڪيو: گھوريو-قربان ڪيو.
ٻُرن: وڄن.

ٻِرنگو: درنگو. ٻچاپڙو.
ٻَري: ماندي ٿي. سڙي.
ٻريائي تہ ٻار: جي باھ دُکي اٿئي تہ دُکاءِ.
ٻَڙڪن: ڪڙھن. سڏڪن.
ٻُڙو: ڪپھ جو ذرو. ڍڪ.
ٻَڙي: اڙي! ادي!
ٻُڪي: ڦِڪي. سُتي.
ٻِيلاني: ڏسو ’ٻيلاٽي‘.
ٻلر: ٻارڙي، معصومڙي ڇوڪري.
ٻلن: (واحد: ٻلو) اک جو تارو.
ٻليار: واھڙ جو نالو. جُوءِ جو نالو.
ٻن پوڻ: ڪڏ پوڻ.
ٻن ڏيڻ: ڪڏ ۾ وجھڻ.
ٻن: ٻنا. مٿاھان پٽ.
ٻُنيان: گھران. در اندران.
ٻنڌ: بند. ڳنڍ. شرط.
ٻنڌڻ: ڳنڍ لاڳاپو. حيلو وسيلو.
ٻنگ: ڪان. تير. درياھ جو ور.
ٻٽي: ٻٽي- ڪارسازي.
ٻوڏ: ڦتڪار وارو جواب. ڦوٽ.
ٻُورُ: جوان اٺ. وڻن جا ڪچڙا گل.
ٻُورا: ذرڙا. چورا.
ٻوڙ: پاڻي جي اٿل. تار پاڻي.
ٻُوڙو: گاھ جو ٿٻ. جھَلو. آڌار.
ٻوڪ: ٻوڪڄڻ. ٻور جھلڻ. جواني جو ڦوھ.
ٻولاھيون: سامھون اچي ٽڪي واريون مينھون.
ٻھ: ويھ.
ٻھ ٻھ: واھ واھ!
ٻَھار: ٻاھر.
ٻَھُون: گھڻو. ججھو.
ٻئنئان: ٻين ڪان.
ٻَيَرَ: زال. جوءِ. عورت.
ٻيرا: ذرا. ٽڪرا.
ٻيڙياتو: ٻيڙيءَ وارو.
ٻيل: ٻہ گڏ- ٻيلھ.
ٻيلاٽيون: درياھ جا وڻن وارا ننڍا ٻيٽ.
ٻيلانگ: ٻہ قدم- وک.
ٻيلپ: ھمراھي.
ٻيلپو: ھمراھي. سنگت.
ٻيلي: لس ٻيلي ۾.
ٻيلياٽي: ساٿياٽي.

ٻيلي ڏٽي: لس ٻيلي جو حاڪم (ڄام سپڙ).
ٻيهر ڄاپڻ: جيئري مري جيئڻ

پ

پاڄ: پاڄوڪڙ زال. ٻي لڄي.
پار: پاٿر.
پاروڙي: رڍ. لوئي. ڪٽي.
پاڻ: پاٿڻ. خودي. هٺ.
پاڻ: وڏو. پيالو. بانسري.
پاٺو: مغروري. وٺاڻ.
پاياٽي: شريڪ. پائيوار.
پيوت: مٽي. قلهيار.
پُتي: پراٽي. ڳريل.
پُڄڻان: پُڄ شهر ڪان.
پرم لڄ پت. شرم.
پرن: لنوَڻ. پون پون ڪن.
پري: راضي ٿي.
پيري: ڦيري.
پريون پون پواريون: پيانڪ پڪون ڪرن.
پڙا: ڳنڍيون. ڳوڙها.
پڙڪن: جلن. مچ ڪن.
پڙن: ملن.
پُڪليا: مٽيءَ هاٿا. ميرا.
پَلُ: ڦل. تت. جوهر.
پُلڪار: ڏهڪار. ڏمر.
پُلن: پلڪار ڪن. ڏمر ڪن.
پَنيا: ڪارا ڳهنڊيدار وار.
پَنيوليا: پُليا. موهيا. مست ٿيا.
پَنگُ: رخنو، ڦيٽاڙو.
پُنگا: جهوپڙا.
پِئن: آلا ٿين.
پَئُ: روڄ. ماتم.
پِني: وهاٽي (رات). پيڄ پني.
پُٺاڻ: وتان، ڳهمان، ڦران.
پُور: پوري رنگ جو اٺ.
پُورل: وسوڙل، پوري.
پوڳ: عيش. طعام.
پُوڻ: پوٽِي. ڦرٽي. خبر.
پيڇي: ٻيلي. ساٿي.
پيڏي: ڪارائي وارو هڏو.
پيرِ: نمونو. ڍول.
پيرم: چرخو.
پيريون: نغارا.

پيلڻان: چرڻ جي جاءِ ڪان.
پيلو: ڪچو ڳهڙو.
پيلي: لتاڙي ڪائي ناس ڪري.
پيٽئين: ماڳن تي. جاءِ تي.

ت

تاب: تابش. سڪ. دهشت. ڊپ.
تات: يادگيري. طلب.
تات توت: ڳولا ڦولا. پچار.
تاري: آڌار. سدا.
تاڙ: تاڙي. روڪ- اٽڪ.
تاڪُن: تڪيندڙن.
تاڪي چڙيا: پوري چڙيا
تانگھ: سڪ. اڪير.
تانگھيندڙيس: ڳوليندڙيس.
تاڻ: چڪ. ڪشش. ڪاهه.
تاڻين: ڇڪين، ٽڪو. هلن.
تائب: توبهه ڪندڙ. پڇتائيندڙ.
تاپائون: تپايئون. زور رکيائون.
تبرون: ڪهاڙيون.
تتر ڏائو ٿيڻ. بد سوڻ ٿيڻ
تِٿُ: مقرر تاريخ چنڊ جي تاريخ
تِڇي: ڪل لاهي. ڪوري.
تُراب: خاڪ. مٽي. فنا. نيستي.
تَراز، تَرازو: هلڪي ٻيڙي.
تُراڙي: تارازي- ساهمي.
ترنجڻ: پيرن جا ترا زخمي ٿيڻ
تروڪٽيون: ننڍڙا تر-تروڪڙيون.
تريون: ڪکن يا ڪانن جو ترهو.
تڙاءِ: تڙان- تڙ ڪان.
تڙجهل: تڙوٽ.
تڙتڙ: هرهڪ تڙ.
تسا، تسئا، تسيا: بکون.
تسليم: مڃڻ. قبول ڪرڻ.
تُسڻُ: راضي ٿيڻ.
تعجيل: تڪڙ جلدي.
تعظيماً: عزت خاطر-مان خاطر.
تَفاول: چڱو سوڻ. فال.
تغيري: ڦيرو. تبديل.
تقاوت: خدا جو ڊپ پرهيزگاري
تِڪ: يڪي ساهي پيڻ. ڳيت.
تُڪون ڪرڻ: ڳُٿون ڪرڻ. ويچار ڪرڻ.
تَڪيو: ٽڪاڻو. اجهو. آسرو.

تڳڻ: جيئرو رهڻ. گذر ڪرڻ.
تُڳي: اونداهي رات.
تُلُ: مٽ- جوڙ جيس.
تَل: ترايون. تلاءَ.
تليارا: ٿلين وارا موڙ.
تُن: سوراخ- ٿُنگ.
تُنبائڻ: ڪپهه پڃائڻ ڪپه پرائڻ
تُنبو: وڄائڻ جو ساز. طنبورو.
تُنبير: تنبور وڄائيندڙ. پاڻ. منگتو.
تُنبڙي: تنبي سان ننڍڙو ساز.
تنگڻان: ڳهيڙ مان. لنگهه مان.
تنگون: ڪشالا. ٻوڙون ٻڪون.
تنوراءِ: تنورن مان. ٻاهه مان.
تَنُ: تَنُ. بدنُ.
تَٽي: پلئو. چڪ. سگهه. آڌار.
تواضع: نياز. نماڻائي.
توانو: تندرست. سگهارو.
توائي: بطال. پٽڪيل. گمراهه.
توڏ: توڏا- اٺ. سهٽي سٽاءِ.
توڏي: نازنين عورت (سهٽي).
تُور: ولين ۾ ٻوٽين ۾ ڪچڙا ڦل. بنياد بڻ.
تور: هڪ جيڏو. جوڙ جيس.
توڙا: توڙ کان. اصل کان.
توڙي: لتاڙي. جهاڳي.
توشڪون: گاديلا- پٿراٽيون.
توڻ: هڪ ويلي جو ڪاٺو ڦُوٽ
توهه: مهرباني. فضل.
توءِ: تنهن هوندي ٻه.
تِهائين: انهيءَ کان ئي. اِتائين.
تهوارون: پرزا پرزا. ليڙون.
تئان: تتان. تنهن کان.
تيائين: تتائين.
تؤنسَ: اُسات- اڃ. تپ.
تي: تنهن ڪري.
تيغون: تراريون.
تيلان، تيلاهين: تنهن ڪري.
تيلي روءِ: سئيرڙي رنگ سان.

ٿ

ٿاجا: ڪچهريون. مجلسون.
ٿاڪ: ٽڪاڻو. جاءِ.
ٿاٽا: ماڳ. ٽڪاڻا.
ٿر ٻابيهو: ننڍڙو ڳاڙهو ڳيرو.
ٿرئون ڏار: ٿر وارن ڪان ڏار.

ٽڪ هنيام: (ٽڪ هڻڻ: برباد ڪرڻ) تيڇ
سمجهيم. برباد ڪيم.
ٽڪيندي: لنگهندي. گذرندي.
ٽوپ: مدد. آڌار. ٽيڪ.
ٽوري: ڪم ذات.
ٽوڪ: ٽول. مال. اسباب.
ٽونا: ٽڪرون.
ٽوٽيون: ٽنيا. ٽيڪون. آڌار.
ٽوهر: سُڪ جو وڻ (جنهن مان ڪير
نڪري).
ٽُهر: ٺاپر. آرام.
ٽيڪ: بس ڪر. بند ڪر. هٽاءِ.
ٽيلِي: ٽيري مڇي.
ٽيهون: اسان کي ٽئي.

ٿ

ٿاندين: ٿاندن تي.
ٿانڪيو: وڏيو چيريو.
ٿاڻ: ٿاٽو. طعنو.
ٿُبڪ: چلي- ٿوڪرو.
ٿڪ: چرخي (ايٽ) جي لوهي سيخ
ٿڳو: ڏاڳو. جٽيو.
ٿنگر: تير.
ٿوري: گهمائي. ٽڪڙو هلائي.
ٿول: شيون. سامان.
ٿولئان: ٿوليءَ کان.
ٿِهاري: نباهي. هلائي.
ٿهڪن: ٻهڪن. سهڻيون لڳن.
ٿئايون: ٿيڏائيون- ڏنگائيون.
ٿيڙُو: ٿن تارن جو نڪٽ.

ٺ

ٺاٺا: ٺاٺا- ٺلها- خالي.
ٺاٺارو: پڳل ٺانون کي ڳنڍيندڙ.
ٺار: ٺڌ. فائدو. آرام.
ٺاڪر: سردار.
ٺپ: وڍ. زخم.
ٺپن: ٺپن تي. زخمن تي.
ٺهرن: ٺاپر ڪن. ذرا بيهن.

ث

ثابُوت: پورا. سچا.
ثابوتي: ثابت قدمي.
ثنا: واڪاڻ. ساراهه.

پ

پابوڙو: پيڻ جو ڦر.
پابوهہ: مورڪ مُشڪ. سرهاڻي.
پابوهڻ: مُرڪڻ. مشڪڻ.
پابوهيا: سرخرو ٿيا. سرها ٿيا.
پاتار: پاتال. اوڙاهہ.
پاٽڻي: ٻيڙيءَ تي پار اڪاريندڙ.
پاٽوندر: سخي. در پٽيندڙ.
پاٺ: راڳيندڙ. ڳائڻو. ميراثي.
پاجي: خسيس. نوڪر.
پاجاٽئان: مند جي پڇاڙيءَ ۾.
پاجاهي: بادشاهي.
پاراپو: نياپو. سنيهو.
پاران: هُن پار کان.
پاراپاڻِ: سندن نياپا.
پارچو: ڪپڙو.
پارڻ: پهرو ڪرڻ. پوڳڻ.
پارئان: پار کان. طرف کان.
پاري: ڪنڌي. ٻانهي.
پاريون: نهرون- سيرون. لانيون.
وسڪارا. نارا.
پاڙهيري: شڪاري.
پازي: گولي- ٻانهي. نيچ.
پاساريون: پٺن جا پاسا.
پاسنگُ: ترازيءَ ۾ ڪاڻ لاهڻ جو پٿر، پتر
وغيره جراب
پاڪرئين: پاڪرين کي. زرهہ وارن کي.
پاڪڙين: پاڪڙي. ٻيڙي.
پاڪي: چِڊي. پٽڙي. رب.
پاڳ: پڳ. تاج. دستار.
پاڳوڙي: پاڳوڙي ۾. رڪاب ۾.
پاڳارا: پڳ وارا. تاجدار.
پالار: شاخون. ٽاريون. ٻن.
پالوٺ: پلٽ. اٿل.
پالِهو: خالي.
پانُ: پان جا پن يا بيڙا.
پانچارئن: پنجن ورهين جا وهٽ.
پانڊپ: سردار.
پانوڙيءَ: پان جي. پان سان پريل. لال.
پانهُون، پانهن: پوئتي.
پاڻ: آپو. خودي. هستي.
پاٽا: منزلون، ٽاٽا
پاٽون: منزل. نڪاٽو.
پاٽيث: آبدار موتي.

پاهہ: پاٽيث واري ديسي دوا، جنهن سان
اُٺ جي ڳرلاهين. صاف ڪندڙ دوا.
پاهت: ناتو. محبت. قرب.
پاهڙ: پاهڻ. پهاڙ جبل.
پاهورو: توبرو.
پاهون: پنتي- پوئتي.
پاهِين ڏيڻ پني ڏيڻ پوئتي هٽڻ.
پاٿُر: ٽر جو ڏاڪڻو پاڳو.
پبڪيا: پبن تي ٽلندڙ. ڪلندڙ.
پَتيو: ڍائو. راضي ٿيو.
پٽ: ٽولي. پنٽ.
پتر: وِڇائو. مرڻي وقت وڇايل ٽٺو.
پِٺون: ذرڙا ذرڙا.
پَٽُ: پيالو.
پَٽ چير: ريشمي ڪپڙا. پٽيهر.
پَٽڻ: شهر جو نالو. شهر- ننگر.
پَٽولا: پَٽ جا ڪپڙا.
پٽيءَ: مُني. ڏڪي. نپاڳي.
پَٽيهَل: درياهہ جي پراڻي ڍوري جو نالو.
پَٽيون: پٽ لاءِ سنوان ميدان.
پجاٽون: پجاٽي. پهتو.
پَجران: ڳران. ونجهلان.
پُجتوسون: پهتوسون. جهليوسون.
پُجتوءِ: توکي پهتو-توکي مليو.
پجاڙڻ: سٽڻ. زمين تي هٽڻ.
پجاڙيو پوءِ: پاڻ کي سيٽيو پوي
پد: درجو.
پدم: اربن کان مٿي عدد. ڳاڻيٽي کان
باهر.
پدمنئان: پدمن کان.
پَرُ: پرايو- غير. گذريل سال.
پُر: چُر- هَل. پرپور- پريل.
پرانهن: پراهون.
پُر بندر: پوربندر (ڪانياواڙ جي اولهہ
طرف عربي سمنڊ جو بندر).
پَرتاءِ: توکي پرتا. تنهنجي سپرد ٿيا.
پَرڀُون: ڏاريو ملڪ- پرديس.
پُرس: پتار- مڙس. مرد.
پُرڪٺان: ڦرڪٺا. لڦون.
پَرڪند: ڏاريو ڏيهہ. پرديس.
پَرمل: صاف سهڻو. نيڪ محبوب.
پَرنجي: حوالي ڪجي-سونپجي.
پُرندي: چرندي. هلندي.
پَرنيان: حوالي ڪريان. سپرد ڪريان.

پَرو: پتو- نشان- ڏس.
پَرواسي: مسافر.
پروتي: نظر تي. پناھ تي.
پَرھڻ: پھرڻ. ڊِڪڻ.
پَرھي: پھري- پائي.
پرياڻ: پرينٺو-محبوب ڏس-اھجاڻ.
پرياٺين: صلاحون ڪن. حال اورين.
پريتٺون: ناتو. دوستي.
پريمَ: اي منھنجا پرين!
پَرين: پڙين. لائق ٿين.
پُرين: ھلين، جئين.
پُريئان: نسل کان. ملڪان ملڪ.
پَرِيُون: ريتيون.
پڙُ: جنگ جو ميدان.
پَڙاءُ: آواز، سماءَ.
پُڙندا: مٿ ٿيندا. برابر ايندا.
پَسارا: سامان. نظارا.
پستانِ: ٻُبو. اُرھ.
پِڪَ: سرڪي. چُڪو. ڦيٽي.
پِڪِين: پڪن سان. سرڪين سان.
پَڪاريو: اڏيو، صاف ڪريو.
پَڪٽين: پڪين ڪي.
پُڪي: پُڪي ۾. نصيب ۾.
پڳ: پير.
پڳھ: رسو، جنھن سان ٻيڙي ٻڌجي.
پَڳھيو: ٻڌو. قابو ڪيو.
پلاٽيان: تيار ڪريان.
پَلر: مينھن جو پاڻي.
پَن: پردو. لڄ.
پنج ڪٽي: ان مُٺ. خيرات.
پند: نصيحت. صلاح.
پنڌ پور: منزل مار- رواني تي.
پنڊ: پاڻ. خود. جند.
پُنياس: پھتيس.
پُنيم: پوريون ٿيم. قبول پيم.
پَنھيڙا: مسافر. واٽھڙو.
پِنيون: سور ٺاريندڙ لپريون.
پَٽت: پندت.
پَٽِي: خاڪ. مٽي.
پوت: دامن پلؤ.
پوڄ: بي انداز. جھجھو.
پُوچا: ڦِلھڙا. ڦريل.
پُور: تکو. گھٽو. مستي، آر-وھڪرو.

پور: ڪپڙي چرڻ لاءِ ڪاٺ جو ٽڪر، جنھن تي گل اڪريل ھجن.
پُورب: اپرندو. اپرندي جو ملڪ. منزل مقصود.
پُوربيا: پورب ڏانھن ويندڙ جوڳي.
پُور ڪرڻ: تيز وھڻ (پاڻي)
پُوريا: پيرن ھيٺ ڪيا. پيليا.
پُوريو: ھليو- ويو.
پُوريائون: ھليا- روانا ٿيا.
پُوريندي: ويندي- ھلندي.
پوشيدن: ملوڪن.
پونياڙي: ٽہ پھري وقت. شام جو.
پوئي: توکي پَوي.
پُوٽيون: ڪپھ جون پھيون.
پوءِ: پَوي.
پوءِ وجھندڙي: پوئتي وجھندڙ. گوءِ ڪٽندڙ.
پھہ: خيال. رٿ.
پھاڳ: ميلاپ. وصال.
پھاڻ: پھٽل سالڪ جي خام طبع يا وجود.
پَھايان: ريجھائيان. راضي ڪريان.
پَھت: دستور. راضپو. پرچاءِ. صلاح.
پھچ: وير. برابري.
پَھڪار: پھہ ڪندڙ. ھم صلاح.
پَھر: ماٿھو. مٿ مائٿ.
پَھريو: مال چرڻ ويو.
پَھس: زبردستيءَ سان.
پَھنوار: ٻڪرار.
پَھو: ڪپھ جو ٻڙو. مرھم.
پَھُون: ٻڪريون.
پَھِي: پانڌيئڙو. قاصد. ساٿي.
پَھيڙا: قاصد. پانڌي.
پَھِين: داخل ٿين.
پھيون: وٿيون. پيالي. پاڻي پيئڻ جو ٿانوَ.
پُئان: پويان- پنيان.
پئٽ: پريٽ.
پيٺا: پيٺ. بازاري ملھ.
پيٺو: داخل ٿيو. گھڙيو.
پيڄ: پيڻ جي دوا. آش.
پيراتي: پيرائتي. سربستي.
پيرت: پير. گس.
پير ٿيا: سفر تي ھليا.
پيران: پيرن ڪان.

پِيڙا: سُور. بيماري.
پيڙي: عاجز. ھيٺي.
پيڪان: تير. اڪين جا تير.
پيڪڙا: پيرن جا ڪڙا- نِير.
پِيَلِ: ڪِريل.
پِيلو: تير.
پينام: فقير.
پَنيد: پيرن جا نير.
پينڊيا: مفاصلا.
پِينگھُنِ: پنجوڙين.
پيڻ: چانورن جي پيڇي.
پِيھہ: پيڙ. مصيبت.
پَيھون: اسان کي پوي.
پِي: محبوب. پرين.
پھي، پيءَ: واٽھڙو، قاصد.
پيئڪو: پيءَ جو. ابي ڏاڏي جو.

ج

جابان: بيابان.
جابر: ڏاڍو. ظالم.
جات: ذات.
جاٿ، جاٿا: زيارت.
جادم: سخي ڄام جادم جڪرو.
جاجڪ: مگڻھار.
جاجڪاڻي ذات: ميراثين جي ذات.
جاڏي: وڏي. سخت اٽانگي.
جار: سُور. رنج. پيڙا.
جاڙ: اجايو.
جاڪ: ڪس. ڪاراڻ. بدبختي.
جاڳر: سرود جي محفل.
جاڳوٽا: ڊِگھا وار. وارن ۾ ٻڌڻ جا ڏاڳا.
جال: جام. گھڻو.
جالِين: گھارين. گذارين.
جامعَ: وڏي مسجد. وڏو.
جانار: جانور. جاندار.
جائو: لئي يا گز جو وڻ.
جبات: چُغو. گدلو. ھڪ قسم جي عمدي مشڪ.
جبروتي: جبروت (سلوڪ جي ٽيءَ منزل) جي منزل تي پھتل.
جبروتان: جبروت منزل کان.
جتن: ڊپ. احتياط. سنڀال. ڃِيلو.
جَٽ: جٽاءُ ڪر. گذار. ٽِڪَ.
جٽڪي: ڪڙڪي. مٿان پئي.

جديدي: نئون.
جڏ: جَوا. عيبدار. عيب.
جڏائڙي: جڏي. ضعيف.
جَرِ: پاڻي. اکين جو پاڻي.
جَرَ: هڪ قسم جو خوشبودار ٻوٽو.
جَرا: ذرا. پرزا.
جريٽيون: جل ٿل. پاڻي ۾ سڪي.
جَرڪيا: جهرڪيا. چمڪيا.
جَريدي: چڙي. اڪيلي. آزاد.
جُڙ: ٻيخ. لنؤ.
جُڙاءُ: جڙت تيل. سينگار.
جُڙان: مَٽ ٿيان. برابري ڪريان. لائق ٿيان.
جُڙيم: مليم. پاڳ سٽائو ٿيم.
جُڙون: ڪتاب جا پاڳا.
جَسراج: جاڙيجن جي هڪ سردار جو نالو.
جس ڪرو: نامور. ناليرو.
جَسو: جاڙيجن جي هڪ سردار جو نالو.
جسودن: لاڙ جي هڪ آڳاٽي حاڪم جو نالو.
جفاري: سختي. تڪليف.
جَف القلم بِماهُو ڪائن: جيڪي ٿيڻو هو سو لکي قلم سڪي ويو.
جڪ: واهيات ٻڪ.
جُڪي: ٻُڪ. ڏڪ.
جڪن: جڪ مارن.
جُڳاڻي: جوڳ پچائڻ لاءِ.
جَڳَتَ: جڳت. جهان.
جَلاوت: جلندڙ. جليل- سڙيل. تجلو. روشني.
جل جلاله: وڏي شان وارو (ڏڻي تعاليٰ).
جَلي: ظاهر- چٽو. وڏي آواز سان ڪيل ذڪر.
جليل: جلال وارو. وڏائيءَ وارو (ڏڻي تعاليٰ).
جِمر: جئن م- متان.
جمازن: جتن. جتن ۽ ائن.
جمر: ٻيد جو وڻ.
جميعت: آرام. قرار.
جنب: جنابت: پليتي. ناپاڪائي.
جنات عدن: بهشت جا باغ.
جَنَب: جنم. جمر. حياتي.
جَنبور: ڏاڙهيندڙ ڪتو.

جنبو: لڳي ويو، چهٽي ويو.
جُنبي: جذبي ۽ جولان ۾ اچي. مشغول ٿي.
جُنجار: جنجال. جهوري.
جِندا: جند ڪان. اي جند!
جٽي: ڏوري. واڳ.
جوتي: جوت- تجلو- چمڪو.
جوڻ: گوڏن. مونن.
جونا: ڪوڙا. ڪونا.
جوپ: نوجوان. مضبوط.
جُود: سخا.
جور: ظلم. ڏاڍائي.
جوراٿون: سخت تڪليف وارو. مصيبت.
جور ڪري: ڏاڍائي ڪري.
جور هٽي: جاناپري زاري ڪري
جورو: زورو. ظلم.
جوڙئون: جوڙ مان قدرت سان.
جوع: بک. لنگهڻ.
جوڳ: ويراڳ. ڏک.
جُهُ: جو. جئن. جڏهن.
جِيها: جهڙا.
جُهار: نياز. سلام. بندگي.
جُهارين: پوڄين.
جُهاج: جهاز.
جِهت: طرف. لاڙو. رستو. واسطو.
جِهو: جهڙو.
جِهوءِ: تو جهڙو.
جِئان: جتان.
جِئائين: جتائين. جنهن هنڌان.
جوُنڪ: ذوق. محبت.
جِيءُ: مطلق هستي. عارضي هستي.
جيائي: جيئو (هڪ ڙ جو نالو جو ڪپري تعلقي ۾ آهي).
جيائين: جتائين.
جيفو: ڍوند. مردار.
جيلان، جيلانه: جنهن لاءِ. جنهن ڪري.
جيلهه: جيلان- جيلانهه.
جيها: جهڙا.
جيهائي: جئن. اهڙي. طرح
جيهر: جنهن مهل. جڏهين.

## ڄ

ڄاماڻي: ڄامن جهڙي- شاهاڻي.

جراڻ: ڇيپي. باهه جو سيڪ.
جُل: (جولڻ= هلڻ) هل- وڃ.
جَماندر: جمار. ساري حياتي.
جِندڙو: جندڙو- جان.
جَڻ: جڙ- ميخ.
جيرو: ڇيپي. باهه.
جيون: سنهڙيون جونيُون.

## جهه

جهات: جهٽ. جهڙپ. همت.
جهاٽي: جهٽ ڪري جلدي ڪري
جهاجهه: اونهو پاڻي. اوڙاهه.
جهالا: جهلڪا. تجلا.
جهالُو: پختو. مضبوط.
جهانگي: جهنگ جا. مارو.
جهانءِ: آواز جي گونج.
جهائين: گهنگهرو.
جهٽ: ٿورو وقت. ذرو.
جهپ: جپ- آرام. ڪنڌي ڪنارو.
جهپيا: مات ڪيا. جهَڪا ڪيا.
جهپيٽ: چپيٽ. ضرب.
جهجڻ: ونجهلڻ. ڳرڻ.
جهُرانِ: ڳران. رُئان.
جهُرجهُنو: پراڻو.
جهَرڪن: چمڪن. سونهن.
جهَروڪو: محل جي دري ڪٽهڙو.
جهَريون: موجون. وهڪرا.
جهُڙَ: جهٽ. جهڙپ.
جهڙپ: سَٽ. ليپيٽ.
جهڙڪا: چيپٽون. ڪڙڪا.
جهَڪُن: طوفان. تيز هوائن.
جهُلَ: اٺ گهوڙي جو پُٺيءَ پوش. سهٽو پوش.
جهُڻ: سُرير. ڪڙڪو. آواز.
جهٽڪن: پُڪٽي وارو آواز ڪن. ڪُرڪن.
جهوت: سَٽ.
جهُور: وڏو.
جهوريو: ٿوڙيو. ڏڪويو.
جهوري: ونجهل. گِٽتي.
جهُوڙا: جهابا- ٿوڻر. چڳا.
جهوڪ: منزل- وٿاڻ.
جهول: درياهه جي اونهي ڪنڊ
جهيڪي: اُٺ جهڪائي.

جھيٺو: جھڪو. نرم.

## چ

چاٽ: چاتو. لذت.
چارڻ: مگٽھار- ساز وڄائيندڙ.
چاري: جاسوس. پھريدار.
چاڪ: زخم. چير.
چاڳ: ناز. لاڏ.
چاليھا: چاليھن ڏينھن جا چِلا.
چڙھيڪا: ڏکيون چاڙھيون.
چانگل: چانگو. اُٺ.
چانئت: چاوت. بغض.
چاھڪ: ساوا ڪانھن.
چاءُ: باھہ. چاھت.
چاءِ: ڳڻ.
چائي: چوائي.
چايان: چوايان.
چايين: چوائين. سدائين.
چِتا چت تان. سچيتائي.
چتان: چت سان، دليان.
چِٽاٽو: روشنائي. سوجھرو.
چٽڪا: زخم. ڏنگ.
چٽڪو: رونق. ڪوڙو ڏيک.
چِٽي: سينگاري- سنواري.
چُپاتا: چُپ چپات ۾. گُنگا.
چپيٽ: چوٽ. ڌڪ.
چُر: هُرڪر. اڻ تڻ.
چرو: ڪڏو. چَر.
چس: لذت. ذائقو.
چِڪ: پنل. گپ.
چُڪَ: ٿُڪ. ڏک.
چِڪنڊڙا: پگھر ڳاڙيندا. جھڄندا.
چِڪَنديون: چڪڻ يا ڌٻڻ واريون زمينون.
چِڪڻ: ڌٻڻ. گپ.
چَڪيا: علاج. دوا.
چُڪِيءَ: ٽڪل. ڏکويل.
چُڪِي: سرڪي، پڪ.
چُڪ: ذرو. لچ. لغار.
چِنائين: ڪاڏائين، چريائين.
چُنجَن: چوھنبن. چوٽين.
چَنگل: چنبو.
چُڱج: چڳج. ڪائج.
چنڪِن: ايرن. هُرن.
چوپا ڪرڻ: رس چوپي چڏڻ. نونا ڪرڻ.
چوڏس: چوڏھين. چئني طرفن کان.
چوڏول: ڏولي- پالڪي.
چوڏھن چارو: چوڏھن چارن وارو گھٽين واٽن وارو.
چوگان: اڱڻ. دالان. ميدان.
چونھن: چوڻ. ران. سٿر. چاھہ.
چوئٽو: چَوٽو.
چھنج: چھَنب.
چھون: چيھون. چيرون.
چٽاڪو: ٽمندڙ ڦڙو. قطرو.
چُئان: چَوان.
چؤرنگ: چئن رنگن وارو. شاندار.
چيتاريو: چيتي سان. ڌيان سان.
چيني: سنپالي.
چيڙ: وارن جي چيڙھہ.
چيلھيا: چيلھہ جا ٻنڌڻ.
چِيھان: چيھون. دانھون.
چِيھو: ھڪ قسم جو گاھہ ۽ پکي.
چيئن: چکيا. ڏاگھہ. باھہ.

## ڇ

ڇاٽون: ھٻڪارون. بوندون.
ڇاڇر: ڇِڪ-تانگھو پاڻي. ڇڪڻ.
واھڙ: ڪاريون.
ڇارون: سمنڊ جا ڪناري وارا واھڙ.
ڇاڪ: توفيق.
ڇاڳر: ساندارو. پخال.
ڇال: ٽپ.
ڇانگ: وڏو ٽپ.
ڇانگون: ولر. ڪٽڪ.
ڇانئين: ڇانوَ.
ڇُتائين: ھٿ لاتائين.
ڇتر: ڇوڏو. پراٽي ٻيڙي.
ڇُتي: ڇھندي.
ڇَتيون: وڏا پالا.
ڇٽا: واءُ جا جھوٽا.
ڇپر: جبل. پٿر.
ڇپريون: ڪکن يا ڪانن جا منھن.
ڇڇ: ڊورا. ترايون.
ڇڇيان: ڇڇ مان- ڊورن مان.
ڇُڳير: طري وارا. سردار. پھلوان.
ڇَڪَ: پسگردائي.
ڇَڪيو: دھليو.
ڇَڪِي: ديواني- مست. حيران.
ڇُلان: هلان.
ڇُلندي: رُلندي. گھمندي.
ڇلنگيون: ٽوليون.
ڇَلَور: مرد. محبوب. دوست. ڇلن وارو.
ڇُلڻ: لُڏڻ. ڇلڪڻ. هلڻ.
ڇَليون: فوجون.
ڇِماءِ: ماٺ ڪراءِ. اُجھاءِ.
ڇِمر: ڪکر. جھڙ.
ڇَن: گاھہ ۽ وڻن واري ترائي.
ڇِنِ: ڪِنِ- ساعت.
ڇٽي پيا: محو ٿي ويا.
ڇوھي: سخت طوفان. وھڪري.
ڇِھون: ڇيھون. پرزا.
ڇيڄ: ناچ. خوشي.
ڇيڙون: ٽوليون. ڪٽڪ.
ڇيڪ: ڇڙواڳ.

## ح

حاج: احتياج. ڪم.
حاجت: خواھش. ڪم.
حاذق: قابل حڪيم. آزمودگار.
حال: روحاني مستي. وجد. حقيقت.
حُبابِ: پاڻيءَ جو ڦوٽو.
حجت: دعويٰ.
حجرو: خلوت جي جاءِ. ڪوٺي.
حرف ھرو: حرف حساب. ميار.
حُزن: ڏک. غم.
حسِ: احساس. حواس.
حَسب نَسب: اصل نسل- بنياد.
حضورا: حضور مان.
حضوري حج: وڏو حج.
حقاٽو: مڙس- پتار.
حقيقت: صوفي طريقي جي ٽئين منزل.
حل ٿيا: سمايا. ملي ھڪ ٿيا.
حلم: نياز. نھٺائي.
حليم: نماڻي سياءُ وارو.
حمام: گرم پاڻيءَ سان وھنجڻ جي جاءِ. باھہ. تابش.
حماتي: مددگار.

## خ

خاصن: خاص ماڻھن.
خام: اجايو. ڪچو.
خامي: اجايا. ڪچائي.
خبيث: پليد. بڇڙو.

خر: گڏھ. بيوقوف.
خُرزينون: گڙيا. پورا.
خَرَّ مُوسيٰ صَعِقاً حضرت موسيٰ بيهوش ٿي
ڪري.
خزينا: خزانا.
خفت: هلڪائي. نماڻائي.
خفي: مخفي. 'ذڪر خفي' = ڳجهو ذڪر.
خُلت: دوستي. محبت.
خَلَقَ آدَم عليٰ صُورته: خدا آدم کي پنهنجي
صورت موافق خلقيو آهي.
خلوت: اڪيلائي.
خُماريا: مست ڪيا.
خليل: دوست. حضرت ابراهيم نبي.
خمير: ڳوهيل اٽو. اصل جسم.
خيز: ٽپو. چال.

د

دار: گهر. دنيا. ڦاسي.
دارون: دوا. سُتي.
دارُئين: دارن سان. دوائن مان.
دارين: ٻئي گهر. ٻئي جهان.
داڙُو: مدد ڪندڙ. بچائيندڙ.
دال: 'دوزخ' جو پهريون اکر. دوزخ.
دام: دم گهٽڙي. ڦاهي.
دائرا: اوتارا- آستان.
دائودي: حضرت دائود جو ڪُورو. هڪ
گل.
دُپارا: ٻنهي طرفن کان.
دران: اندران.
دَرڪُ: سمجهه.
درندا: ڦاڙيندڙ جانور. واگهه وغيره
درو: رستو. لنگهه.
درهڙ: ڏڏڪو. ڏمچر.
دڙ: ڏمچر. گوڙ.
دڙي: ڊپ. پٽ.
دِقت: ڪشالو. تڪليف.
دَڪ: دِڪي. متاهين زمين.
دلبو: دوکو. فريب.
دلق: ڪفني. گودڙي.
دلئان: دل تان. دل مان.
دليل: خيال. وسيلو- آسرو.
دم: پساهه. پل. لحظو. درياهه جو چاڙهه.
دمڃ: ساهه کڻڃ. ترسڃ.
دم جهليو: مٿ ڪرايو. فڪر ۾.
دميندا: ترسندا. صبر ڪندا.

دُنگي: ٻيڙي. ڊونڊي.
دُني: دنيا.
دوامي: مدامي. هميشه لاءِ.
دوبينائي: ٻئي گهر. ٻئي جهان.
دوپير: وهڻ جي پوين ٽنگن ٻڌڻ جي
رسي.
دُود: دونهون. غبار.
دو دستي: وهڻ جي اڳين ٽنگن ٻڌڻ جي
رسي. ٻنهي هٿن سان هنيل ترار.
دَور: دليل. وهم- خيال. ڦيرو.
دوڙ: خسيس. نيچ.
دڪ: پنجن کان ڇهن سالن جي وهڻ
جي ڄمار.
دوڙو: ڊوڙندڙ.
دوس: دوست.
دوسان: دوستن وٽان.
دوس در: دوستن جي در.
دوڳ: ڏونئري جا ڏڳ. ڪاڏي جا ٽڪر.
دولهه: بهادر.
دونڪي: چمڪي.
دُهريون: موتين ڳتيل مالهائون. ٻيڻيون.
دهي: ديهي- جسم.
ديت: خون بها.
ديد: نظر. ديدار. ساڃاءِ.
ديمن: لشڪرن.
ديوان: عدالت گاهه. وزير.
دَيون: چمڪا. لاٿون.

ڌ

ڌات: عادت. ڍنگ. روش. رفتار.
ڌاڄ: ڏڄا. پيداوار. ڌاڄ.
ڌاجا: ڳيڙوءَ رتا.
ڌاڄ: جيهي زمين اپائي. ان داڻا.
ڌاٽيون: ڀُڳل چانور.
ڌاءِ: ڳاڙهو رنگ جنهن سان ڪنير ٽانون
کي چٽين.
ڌٻر: اڃي ڪٽي. لوئي.
ڌُٻي: ڌڪي.
ڌُتاريو: نڳيو. پنيلايو.
ڌُڄ: دز- مٽي. لالان.
ڌڄ: جهنڊي. واننٽي. بيرق.
ڌر: ڌرتي.
ڌارارنئون: ڌنارن کان.
ڌريجاهه: رڪجاءَ.

ڌُريانئي: اصل کان ئي.
ڌڙيندءِ: لٽيندءِ.
ڌِڳ: ميا متارا. پهلوان.
ڌمال: چماٽ. چوٽ- ڌڪ.
ڌُٽي: چونڊي واڙي پسند ڪري.
ڌوڌي: ڌوٽي. ڌوڻ.
ڌوڌيا: اڃي ڌمڻ وارا. ڌئيندڙ.
ڌوڙون: هڪ جيڏيون. سرتيون.
ڌُوڻ: ڌوئڻ.
ڌونس: تيزي. زور. زبردستي.
ڌَوَڻ: باهه کي ڌکائڻ.
ڌُوڻ: لوڏو. لرزش.
ڌوٽئين: لوڏئين.
ڌُنا: ڌُٽيا. صاف ڪيا. پاڪ.

ڏ

ڏاڪاريا: ٻچيا. هشڪاريا.
ڏانُ: انعام.
ڏاڻ: ڏان. ڏاوڻ. ونگ.
ڏاهه: ٻُڌل. مشهور.
ڏائيو: ڏاوڻ وٺو. سوگهو ڪيو.
ڏٻائون: دٻاءُ. لاڳُ.
ڏين: سڙن- جلن. ناس ٿين.
ڏُتڙ: اوتڙ. ڏولائو.
ڏُٿ: جهنگلي گاهن ٻوٽن سان پيدا ٿيل
ان يا ڦل.
ڏجهه: ڏنبي. سوز. ڏنجهه.
ڏُجهن: بدخواهن. دشمنن.
ڏڏور: ڏڏل. بيحال. ڏکويل.
ڏڏي: ڏکوئي. ڏکويل.
ڏُرت: ڏکار. ڏولائو.
ڏِڪ: شادي وقت ڪنوار جو هار سينگار.
ڏڪا: اُلرون. ڏڙڪا.
ڏُڪاءُ: ڪنهن ڏک کان.
ڏِڪي: سينگاري.
ڏڪ ٿيا: سينگاريا. پڌرا ٿيا.
ڏُڱرين: ڏڱرن سان. ڏنڀن کي.
ڏمر: سُهٽيءَ جو مڱيندو.
ڏن: راڄُر. محصول. نذرانو.
ڏنيري: 'ڪرڙو' مڇي.
ڏنجهه: ڏک. سور.
ڏنڊ: وڃائڻ جون سگيون.
ڏُنگا: چڙهون. دڙڪا.
ڏُني: ڪنڌي. ڪپر.

